# سکر ٻيئي ڏيهن

آتم ڪهاڻي



محمد اسماعيل عرسائي



# سڪر سيئي ڏينهن

(آتم ڪهاڻي)



محمد اسماعيل عرساڻي



اوسر پيڙهڪا – حيدرآباد.

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | سکر سيئي ڏينهن |
| ليکڪ | : | محمد اسماعيل عرساڻي |
| ڇاپو پهريون | : | مئي 1985ع |
| ڇاپو ٻيون | : | نومبر 2006ع |
| تعداد | : | 1000 هزار |

| | | |
|---|---|---|
| ڪمپوزنگ | : | الرزاق ڪمپيوزنگ سينٽر رابعه اسڪوائر حيدرآباد. 2787839 |
| ڪمپوزر | : | منظور احمد جوڻيجو، شاهد شاهه |
| لي آئوٽ/ ڊزائن | : | مور ساگر (0333_2634650) |
| ڇپائيندڙ | : | اوسر پيڙهڪا اشاعتاڻو |
| ڇپيندڙ | : | الرزاق ڪمپيوٽر اينڊ پرنٽنگ ايجنسي حيدرآباد. |



قيمت ١٥٠ روپيه

**ملڻ جو هنڌ:**

١ – اوسر نگاهه

ميمڻ ٽائون نزديڪ پٺاڻي ٽائون

قاسم آباد حيدرآباد. فون: ٢٦٥١٧٩٧

٢_ گل عرساڻي اسڪول

اوسر تعليمي مرڪز، نزد هونڊا پيليس ڄامشورو روڊ، حيدرآباد.

# فهرست

(الف)

# سکر سي ئي ڏينهن

## (هڪ تعارف)

**عرساڻي** محمد اسماعيل، هڪ قلمڪار جو نالو نہ آهي بلڪ سنڌ جي ثقافتي تاريخ ۾ هو هڪ نهايت ئي مٿانهون درجو والاري ٿو. هُو سنڌي ٻوليءَ جو هڪ محبوب اديب هئڻ کان علاوه، ماهر لسان بہ رهيو آهي تہ وري هڪ قابل استاد ۽ مجيل نصابدان بہ ليکيو ويو آهي. هن جي خدمتن جو حلقو ايتريقدر تہ وسيع رهيو، جو تعليمي توڙي ادبي ٻنهي شعبن ۾ سندس شخصيت کي گهڻي وقعت ۽ قدر جي نگاهہ سان ڏٺو ويو ۽ کيس زندگيءَ ۾ جيڪا مڃتا Recognization حاصل ٿي، سا اسان جي معاشري ۾ رڳو ڪن ڳاڻ ڳڻين کي ملي سگهي آهي. هڪ هڏڏوکي تعليمي عملدار ۽ سڌارڪ جي حيثيت ۾ سندس جيڪا نيڪ نامي قائم آهي، سا اڄ تائين ٿورن جي ڀاڱي ۾ آئي آهي.

١٩٤٠ع ۾ "بدنصيب ٿري" ڊراما اسٽيج ٿيڻ سان هن زبردست ناموري حاصل ڪئي. ملڪ جي ورهاڱي ٿيڻ بعد، علمي ۽ ثقافتي ميدان يڪسر خالي ٿي ويو، جنهن کي ڏسندي ڪيترن اهل علم حضرات، ان ۾ نئين سرجان پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ورتي، جن سڀني ۾ وري بہ "عرساڻي" جو نالو ئي نمايان رهيو ۽ سندس تحريرون علم و ادب، ڊراما، تعليم ۽ نصاب جي سلسلي ۾ ڪافي همگير ۽ سگهاڻيون رهيون.

"سکر سيئي ڏينهن" ۾ عرساڻيءَ جي پنهنجي آتم ڪهاڻي بيان ٿيل آهي، جا پاڻ اڄ کان تقريباً ١٥ سال اڳ ۾، سرڪاري نوڪريءَ تان رٽائر ٿيڻ بعد هڪدم قلمبند ڪئي هوائين. جن تجربن ۽ آزمودن مان سندس زندگي لنگهي پار پئي آهي. تن کي پيش ڪندي پنهنجي مافي الضمير بيان ڪيو اٿس. سچ آهي تہ جنهن ٻوليءَ ۾ ڪنهن بلند مرتبي شخصيت جي آتم ڪهاڻي ڇپجي ٿي تحقيق ان قوم جي نيڪ بختي لاءِ هڪ وڏيڪ دروازو کليو پوي. هن خود نوشتہ سوانح حيات تي بہ اهوئي قول صادق اچي ٿو، جيڪا نہ رڳو سنڌي قوم لاءِ نيڪ شگون ڄڻبي بلڪ سنڌي ادب ۾ يقيناً اهو هڪ قابل قدر اضافو سمجهيو ويندو.

منهنجي ساٿس تمام گهاٽي قرابت رهي آهي. هو منهنجو مامو ۽ سهرو بہ ٿئي تہ منهنجي والد مرحوم جو سوٽ ماسات بہ آهي. آئون هميشہ کان مامن سان گڏ رهيو آهيان. ان ڪري منهنجو ساٿس گهريلو سنگ رهيو آهي. سندس وڏا پٽ ۽ مان همعمر هجڻ باعث گڏ ڪيڏيا، پڙهيا ۽ گهميا ڦرياسون. منهنجي تعليم ۽ تربيت سندس زير سايہ بہ رهي. اسان سيني ڪي گڏ پاڙهيندو بہ هو تہ جڏهن ڪڏهن ميلن مجلسن ۽ تقريبن تي بہ پاڻ سان وٺي هلندو هو. ويتر جڏهن کان مون ۾ ادبي ذوق جو لاڙو پيدا ٿيو. تڏهن کان وٺي آڄ هن جي هرڪا تحرير چاهہ سان پڙهندو رهيس ۽ سندس شخصيت لاءِ مون ۾ وڌيڪ شوق ۽ جستجو پيدا ٿي ۽ سندس هلتن کي گهڻي غور سان ڏسندو وائسندو ۽ پروڙيندو رهيس. اهو ئي ڪارڻ آهي جو هن جو خاڪو مون کان لکڻ ممڪن بنجي سگهيو جنهن ۾ سندس عام انساني روپ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم ۽ ان جي هڪ مختصر جهلڪ هن ڪتاب ۾ بہ شامل آهي.

مون ڪيس شروع کان ئي هڪ سادگي پسند، قناعتي، باعمل ۽ جدوجهد ڪندڙ انسان ڏٺو. ساري عمر مهملات، فضول ڳالهين ۽ هر قسم جي لغويات کان بلڪل ڪناره ڪش رهيو. پيو تہ ٺهيو پر بيجا طلبن ۽ خواهشن جو پاڻ کي ڪڏهن بہ اسير نہ بنايائين. هميشہ پين جي جڙيءَ ۾ راضي، اولاد عزيزن ۽ گهر جي خوشيءَ ۾ خوش. سنگت ساٿ جو ڪوڏيو، پر اها بہ پنهنجي حلقي تائين محدود ۽ رڳو رس رهاڻ تائين مستعد. دوستيءَ ۾ بہ وفاداري بشرط استواري جو قائل رهيو. معمول مطابق هلت چلت هلندي سندس حياتي ڪڏهن بہ ايوڳي يا بي رنگ نہ رهي. ان جي بدران هو سوسائٽيءَ ۾ هڪ همه ڪار، مصروف ۽ فعال شخص بنجي رهيو.

"سکر سيني ڏينهن" هڪ عام وچولي سنڌي خاندان جي هڪ مهذب فرد جي خود نوشتہ سوانح حيات آهي، جنهن زندگيءَ جي جهدوبقا ۾ هميشہ صراط المستقيم وارو رستو ورتو. سندس احوال پڙهبو تہ ان ۾ ڪي بہ غير معمولي واقعا، انوکا يا ڇرڪائيندڙ حادثا نہ ملندا، ۽ نہ وري ڪو ان ۾ اوکيون لاهيون چاڙهيون يا ڪي حسرتناڪ ڳالهيون ملنديون. هن زندگي نہ ڪا گلن جي سيج تي عيش عشرت سان گهاري آهي ۽ نہ وري ڪو فقط ڪنڊن جي واٽ تي هلندي گهاري اٿس. جيڪو هڪڙو رخ هميشہ تابناڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، سو آهي، منجهس سدا حيات ولولو، شگفتگي ۽ شادابي، جا پڙهندڙن کي هر وقت پاڻ ڏانهن ڪشش ڏياريندي ۽ متوجہ ڪندي رهي ٿي.

اها رمق منجهس فقط ثابت قدمي ۽ استقلال سببان پيدا ٿي. سندس طرز عمل ۾ ڏسبو تہ جاکوڙ، بلند حوصلي ۽ جرائت کانسواءِ راست گوئيءَ جو پهلو نمايان رهيو آهي، جوئي هر انسان جي سچي خوشيءَ جو ثمره ثابت ٿئي ٿو. ممڪن آهي تہ ڪي مصنف کي هرويرو ڪارنامن جو اتاهين بلنديءَ تي ڳولي لهڻ ۾ ڪامياب نہ بہ ٿين، تاهم هنن کي هڪ بامقصد ڪامران، ڪامياب ۽ مطمئن زندگي جي ڀرپور جهلڪ ضرور ملندي انڪري سندس حياتيءَ جي

آزمودن ۾ پڑهندڙن لاءِ ڪيترين ني سبق آموز ڳالهيون موجود آهن.

"سکر سيني ڏينهن" ۾ نہ تہ ڪن آتم ڪهاڻين وانگر واقعات کي خوامخواه غير معمولي بنائڻ لاءِ هٿرادو ڳالهيون ٺنبيون ويون آهن، نہ سستي شهرت خاطر جذباتي ماحول اُڀاري غلو پيدا ڪيو ويو آهي، نہ وري ڪو پرڪشش اسلوب بيان جي شوق ۾ لفظي مرصع ڪاريءَ جي طلسم جو سهارو ڳوليو ويو آهي. اهڙين سيني ڳالهين جي قطع نظر، مصنف پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾، حياتيءَ جي اهم مرحلن ۾ پنهنجي اختياري هلت ۽ عملي اندازکي بنا ڪنهن مغالطي جي قدري صافگوئيءَ سان بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن سان بلاشڪ لکندڙ جي شخصيت جي تصوير جا ڪي پهلو چٽيءَ طرح روشن ٿي بيهن ٿا.

هن ڪتاب جي انڪري بہ اهميت آهي، جو آتم ڪهاڻيءَ جو ذڪر ڪيل ڪن مختلف دورن ۾ ان زماني جي پس منظر جي سهڻيءَ ريت عڪاسي ڪئي وئي آهي، جنهن مان آڳاٽي وقت جي طرز حيات، سادي سودي رهڻي ڪهڻيءَ کانسواءِ تعليمي ماحول ۽ طريقہ ڪار جي بہ بخوبي آگاهي ملي ٿي.

"سکر سيني ڏينهن" جي خاص خوبي مصنف جي سپڪ سوادي زبان آهي، جا هميشہ جيان سندس بين ڪتابن وانگر، معيار جي تورتڪ جي لحاظ کان نهايت ني بلند مقام تي رسيل آهي. جنهن ۾ هڪ شائستگيءَ وارو مدرسي پيرايو ملي ٿو، جيڪو پنهنجي پر ۾ بولي سکندڙن لاءِ گهڻوني سامان رکي ٿو. دراصل اسلوب جي سموري شوخي ۽ چستي ان جي فطري روانيءَ ۾ سمايل آهي، جيڪا نج لفظي سرمايي، ورجيسن ۽ اصطلاحن جي پرپور ادائيگي سببان ان ۾ پيدا ٿي سگهي آهي. هرڪو باب الڳ طور تي پنهنجي پر ۾ هڪ مڪمل وارتا رکي ٿو، جن مان ڪي مضمون تہ نهايت ني دلچسپ آهن ۽ ادبي لحاظ کان انشائيہ جو درجو رکن ٿا.

اڪثر بولين ۾ ڪن شخصن جون آتم ڪهاڻيون وڏي شهرت رکن ٿيون، ڇو جو انهن ۾ سيني تڪلفات ڇڏي، حقيقت جو انوکو رستو اختيار ڪيو ويو آهي. انهن ۾ اخلاقيات جي اوڙڪ، اشرافيت جو لبادو، زماني سازيءَ جو لحاظ خاندان يا وڏماڻهپيءَ جا قدر اقدار، مطلب تہ ڪنهن بہ رنڊڪ يا مصلحت کي خاطر ۾ نہ آندو ويو آهي. اهڙين آتم ڪهاڻين ۾ ذاتي لغزشن ۽ ڪوتاهين، جو نہ رڳو کليءَ دل سان اعتراف ڪيو ويو آهي، بلڪ اندر جي اصلي ۽ باطني انسان کي پنهنجو پاڻ مان ڪڍي، جيئن جو تيئن بين آڏو آڻي بيهاريو ويو آهي. سنڌي بوليءَ ۾ اهڙيون آتم ڪهاڻيون تہ بلڪل نہ هئڻ جي برابر آهن. البت سوانح حيات جا ڪي ڪتاب ملن ٿا، جن ۾ زندگيءَ جا ڪي روشن پهلو ضرور چمڪايا ويا آهن. انهن جي ڀيٽ ۾ "سکر سيني ڏينهن" هڪ مڪمل آتم ڪهاڻي آهي، جيڪا پڑهندڙن کي گهڻي حد تائين سچائيءَ سان پريل ضرور محسوس ٿيندي ۽ بيو تہ اسلوب ۽ بوليءَ جي لحاظ کان اُن جو ادب ۾ بلاشڪ هڪ مستقل مقام آهي.

قلمڪار: (ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي)

ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر جي انسپيڪٽنگ آفيس جو عملو (گروپ فوٽو سال 1950ع)



کابي کان: مسٽر محمد موسيٰ(A.D.E.I) ٿرپارڪر، مسٽر الله رکيو(A.D.E.I) ٿرپارڪر، مسٽر فضل احمد(A.D.E.I) ٿرپارڪر، مسٽر ايم. ايم. عرساڻي (Deputy.Edu: Inspector) ٿرپارڪر،
مسٽر محمد قاسم (A.D.E.I) ٿرپارڪر، مسٽر الهه بچايو (A.D.E.I) ٿرپارڪر، مسٽر حاجي محمد (A.D.E.I) ٿرپارڪر.

(ب)

# نئين ڇاپي بابت ويچار

**آتم ڪهاڻي** جي ڪتاب جي حيثيت ۾ "سکر سيئي ڏينهن" کي هن وقت سنڌ اندر تمام گهڻي شهرت حاصل ٿي چُڪي آهي. ڪيترن احبابن طرفان ان سلسلي ۾ مصنف کي تعريفي خط بہ موصول ٿيا هوا. جن ۾ جناب قبلہ مرحوم مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ جو تحسين نامون بہ شامل هو، جنهن ۾ هن عرساڻي جي طرز بيان ۽ سنڌيداني جي نہ رڳو تعريف ڪئي هئي، بلڪ بعض بابن ۾ آيل نج سنڌي لفظن ۽ اصطلاحن بابت لغت لکڻ جي بہ کين ترغيب ڏني هئي. ان کان علاوه محترم الطاف شيخ بہ هن سوانح حيات ڇپائڻ تي مونکي مبارڪ باد جو خط لکيو. افسوس آهي جو مصنف جي وفات بعد لساني هنگامن دوران لڏپلاڻ ۽ جايون مٽائڻ جي باعث سندن قيمتي شيون بہ محفوظ رهي نہ سگهيون.

محمد اسماعيل عرساڻي پنهنجي وقت جو مقبول ترين ليکڪ ۽ ڊراما نگار ٿي رهيو آهي. هن جي شخصيت وانگر سندس انداز بيان بہ عوام ۾ پُرڪشش رهيو آهي، جنهن جو اندازو سندس ڪتابن جي طلب مان لڳائي سگهجي ٿو. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو ١٩٨٥ع ۾ ڇپيو هو، ٿوري عرصي ۾ ئي اهو مارڪيٽ مان کپي ويو. ان بعد اسان کان "سکر سيئي ڏينهن" جي خريداري لاءِ بار بار چاهڪن طرفان اصرار رهندو آيو آهي، اوسر پيڙهڪا جي منتظمين عوام جي اشتياق کي ڏسندي نہ رڳو هن ڪتاب کي ڇپائڻ جو فيصلو ڪيو، بلڪ سندس بين ڇپيل ڪتابن ۽ اڻ ڇپيل مواد کي بہ شايان شان طريقي سان ڇپائڻ جو ارادو ڪيو آهي. سکر سيئي ڏينهن جي هن ڇاپي ۾ خاص ڪري عرساڻي جو لکيل هڪ عدد باب جيڪو اڳ ڇپجڻ کان رهجي ويو هو، ان کي نئين ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ان کان علاوهٗ محمد اسماعيل عرساڻي بابت خاڪو ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي جو رقم ڪيل آهي، جيڪو سندس شخصيت جي مختلف پهلن کي آشڪار ڪري ٿو سو پڻ پڙهندڙ جي دلچسپيءَ خاطر شامل ڪيو ويو آهي.

**امتياز احمد عرساڻي**
منيجر اوسر پيڙهڪا اشاعتاڻو
تاريخ ٦_٦_٢٠٠٦

(ت)

# عرساڻي صاحب عرف ٽررو صاحب

## (شخص ۽ عڪس)

### از قلم: ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي

(ننڍپڻ کان وڏ پڻ جي زندگيءَ جو خاڪو جيڪو مصنف جي حياتيءَ ۾ ۱۹۸۰ع ۾ لکيو ويو)

**ٽررو** صاحب جو نيارو عنوان پڙهي حيران نہ ٿجو. ائين نہ سمجهو تہ آئون ڪو ڪنهن اڻ جاتل شخصيت کي گمر ناميءَ جي پردي مان ڪڍي عالم هستي ۾ آڻي رهيو آهيان. ان جي برعڪس هي خاڪو سنڌي ٻوليءَ جي هڪ انتهائي معروف اديب محمد اسماعيل عرساڻي متعلق آهي، جنهن جي شخصيت عُرساڻيءَ جي مخفف سان سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جاتي سڃاتي وڃي ٿي. هن ۱۹۳۵ع ۾ پنهنجي عملي زندگيءَ جي آغاز ٽر جون پنون پيئيندي ڪيو. جتي لڳاتار هو ۱۵ سالن تائين ”ايڊيوڪيشنل سپروائيزر“ ٿي رهيو. اتي مٽس ٽررو صاحب جو نالو ٻہ پئجي ويو. ۽ ان اسم سان اڄا سوڌو هو ماڻهن جي دلين ۾ وينل آهي. هن جي بي مثل ڪار نمايان اتي اڻ مٽ اثر ڇڏيا آهن. ”ٽررو صاحب“ جيتوڻيڪ هڪ سادو ۽ ڪرو عوامي ٻوليءَ جو ٻول آهي. تاهم ڪنهن صداقت جو امين ضرور آهي. عموماً لقب ۽ خطاب فقط ڪنهن اداري طرفان ني ٺاڦيل هوندا آهن. پر هي نالو ساده لوح ماڻهن جي دلين ۾ پيدا ٿيل پيار ۽ خلوص جو آئينہ دار آهي. تعليمي مهم جوئي دوران عرساڻيءَ کي ٽرن برن ۾ ووڙيندو ڏسي بي ساختہ ماڻهن جي چپن تي ٽررو صاحب جو نالو اچي ويو. ان نالي مان هن جي ڏکهي ۽ ڪٺن جدوجهد جي ياد تازه ٿئي ٿي جيڪا پاڻ تعليم جي روشني پکيڙڻ لاءِ ڪئي هوائون!

**خاڪي نويس جو ادبي هستيءَ سان رشتو ۽ لاڳاپو:**

ڪنهن وڏي ڄمار واري شخص کان پڇيو ويو.
”اي نيڪ بخت بزرگ! تنهنجي ڪاميابيءَ جو راز؟ هن وراڻيو:
”قناعت، راست بازي، سليقي مندي، محنت ۽ اڏنگاين کان پاسو ڪرڻ.“

اهو ٻڌي اٿين محسوس ڪيم، جڻ ته جنهن شخص جي زندگيءَ جو عڪس ان سونهري قول ۾ نهان آهي. تنهن جهڙي شخص جو مون ته ضرور ڪٿي مشاهدو ڪيو آهي ۽ سوچڻ سان ڪجهه لمحن ۾ ئي ذهن جي شفاف شيشي اندر ڪنهن جو چهرو چمڪڻ لڳو. ليڪن هي ڇا؟ اها هستي مون لاءِ ڌارين ته نه هئي! پنهنجي ئي ٻي حسيءَ تي ذرا تعجب ٿيڻ لڳم. اجا اک مس ڇنڀي هوم، جو منهنجي دوربين نگاهه جي دائري جي چوڌاري ان شخصيت جا ورن ورن ڏسڻ ۾ آيا ۽ هُو پنهنجي موج ۾ هلندي چلندي نظر آيو. حياتي لاءِ شيڪسپيئر ڪهڙو نه سهڻو مثال ڏنو آهي، هيءَ دنيا هڪ پرده سيمين وانگر آهي جنهن جو هر فرد گويا اداڪار آهي. ماڻهو وجود پائي هن ڌرتي جي اسٽيج تي لهن ٿا ۽ هر ڪو پنهنجو ڇگو منو ڪردار نڀائي پردي پٺيان گم ٿي وڃي ٿو. اسين ڪيترن ئي وڏن ماڻهن جون سوانحات پڙهون ٿا، جن مان ڪن جون ته سندن تي لکيل هونديون آهن پر انهن ۾ پل مانسائي وارو روپ ته ملندو آهيَ. پر اصل رنگ جي ڇهراڻ انهن ۾ ٿوري ڪا شامل هوندي آهي. نجي زندگيءَ ۾ هر انسان جو ذاتي عمل ۽ ڍنگ ڌاڌو انوکو ٿئي ٿو. جنهن کي پروڙڻ سان ڪنهن وقت تپرس ٿيندو آهي ته ڪڏهن وري مزو ايندو آهي!

محمد اسماعيل عرساڻي هڪ عالي ظرف انسان آهي، جيتوڻيڪ تعليمي ۽ ادبي ميدان جو شهسوار رهيو آهي پر في الوقت جسماني ضعف يا نظري ڪوتاهيءَ ڪري مجلسي زندگي کان ڪناره ڪش ٿي ويو آهي. سندس شخصيت جوئي اعجاز آهِي جو رٽائرمينٽ کي سالها سال گذري وڃڻ بعد به ڪيئي چاهيندڙ ساڻس ملاقات لاءِ ايندا رهن ٿا. ڪيترا جهونا احباب دور دراز کان جڏهن حيدرآباد ايندا آهن تڏهن ساڻس ملاقات جو موقعو هٿان نه ڇڏيندا آهن. هو جتي به پير پائيندو آهي ته دفترن جا ڪارندا سروقد اٿي سندس تعظيم ڪندا آهن! سنڌيدانن وٽ هن جي هستي ڏاڍي محترم آهي. جو ته پاڻ سنڌي ٻوليءَ جو ٻاجهارو ۽ سهڻو طرز نگار آهي. پر مون لاءِ سندس شخصيت اجا به وڌيڪ پياري ۽ ڪشش ڪندڙ آهي. جنهن جا شايد هي سبب هجن. هڪڙو ته منهنجي ساڻس تمام ويجهي قرابت ۽ مائٽي آهي. بابا سائين مرحوم کي ڪو به ڀاءُ ڪو نه هو. صرف سندس سڳا سوٽ هوا. منهنجو ڏاڏو ۽ نانُو پاڻ ۾ ڀائر هوا. ان نسبت سان منهنجي ڏاڏاڻي ۽ ناناڻي آڪهه به ساڳي رهي. وڏي مائٽ جي تعلق کانسواءِ هڪ لکندڙ ۽ اديب جي حيثيت ۾ به منهنجي ساڻس انسيت آهي. مان سندس اڳيان ننڍڙو ٿي وڏو ٿيو آهيان. سندس روپ منهنجي اکين جي تارن ۾ ترندو رهيو آهي. اڃو ته ڪي جهڪليون ڏيکاريانوا!

پينگهي ۾ هڪ معمر شخص لڏي رهيو آهي. هُو سنڌيءَ جو اديب ۽ رٽائرڊ تعليمي آفيسر آهي. سندس عمر هن وقت ٧٦ سالن جي قريب ٿيندي. پيرانه ساليءَ ۾ هڪ وفا شعار زال

جو ساٿ وڏو پرجهلو ٿيندو آهي. جنهن سان گڏ ڪنجندڙ وقت اڪيلائپ جي ڪوڙاڻ جو احساس به مناس ۾ بدلجي پوندو آهي. سندس رفيقہ حيات اڃا جوان سال هئي. مگر هوءَ زنده ناهي. تڏهن به هن جي ولولن کي لوڏو آيل محسوس نٿو ٿئي. ڪنهن مفڪر ڪهڙو نہ سهڻو قول چيو آهي تہ "انسان ڪڏهن بہ پوڙهو ڪو نہ ٿيندو آهي. اهي تہ بيا ماڻهو ڪيس پوڙهو چوندا رهن ٿا. ورنہ جذبن جي لحاظ کان تہ هو سدائين جوان هوندو آهي." هن جي زندگيءَ جا شب و روز نهايت اطمينان ۽ سڪون سان گذرن پيا. پيرسنيءَ ۾ ڪين علالت، ضعيفائي ۽ نظر جي ڪوتاهيءَ جي شڪايت آهي. مگر گفتار توڙي انداز معمول مطابق ڏسڻ ۾ ايندو ۽ ساڻس ملندڙ کي ڪا بہ ڳالهہ غير معمولي ڪين لڪائيندي! هُو خوش ذوق ۽ خوش مزاج رهي ٿو. عمر روان ۾ وقت سان آزاد خيال نون ڳالهين کي سرهائيءَ سان قبوليندڙ ۽ تبديلين ڪي سهسائي ڇڏيندڙ! هميشہ کان گڏيل ڪٽنب سان رهي ٿو. جيڪو شروع کان ئي اسان وٽ گهرو نظام جو هڪ سماجي ڍنگ آهي. واحد بلڊنگ ۾ جدا جدا گهر آهن. جن ۾ سندس فرزند اهل عيال سان رهن ٿا تہ مٿين گهر ۾ وري سندس ياءُ جو اولاد پنهنجي عيال سان رهائش پذير آهي. مون کي بہ ڪانئس جدا ٿئي، انڪل ئي سال ٿيندا تہ پنهنجي جاءِ هيرآباد نزديڪ وڃي رهيو آهيان. ئي ڏينهن جيڪڏهن مون کي ساڻس ملڻ ۾ دير ٿيندي تہ ضرور فون تي ڳالهائيندو يا ٻار جي هٿان نياپو موڪليندو تہ اچي ملي وڃ.

اچي ڏينهن جو ويندس، تہ ڀاڻ پينگهي ۾ لڏندو يا پير پٽ تي لتڪايو اهليو پيو هوندو يا شام مهل ٻاهر ورانڊي ۾ بستري تي دراز قد ليٽيل هوندو. ٻاس جي دٻلي ۽ رومال بہ پر ۾ رکيل هوندس. ڳالهين ڪندي وچ ۾ چپٽي پري ڏي ۽ رومال سان نڪ اگهي ڇڏي. اها عادت انڪل ويهن سالن کان بيماريءَ جي عارضي کان پيل اٿس. اسان الهڙ پائي يا مشغوليءَ کان ڪي ڳالهيون معمولي يا ننڍڙيون سمجهي ياد نہ بہ رکون، ليڪن هن بزرگ کان مشڪل ڪا ڳالهہ وسرندي هوندي. ڪنهن ڪم جي استواري هجي، ڪنهن ٻار جو امتحان يا نتيجو هجي، ڪٿي وڃڻو هجي يا ڪنهن کي اچڻو هجي. مطلب تہ اورئين پرئين هر ڪنهن عزيز بابت دريافت ڪندا. جڏهن ڪو بي خبريءَ جو اظهار ڪندو تہ هو حيرت ۾ تاسف مان چوندو "بابا! ڪهڙو حال اٿو؟ ايتري بہ خبر نٿا رکو" ننڍي وڏي جي اون رکڻ، خبرگيري ڪرڻ ۽ هر ڪنهن جي بهتري لاءِ سوچڻ، فطري خوءِ اٿن. اهو گڻ وڏ پڻ ۾ پيدا ڪو نہ ٿيو اٿس. پر هميشہ کان ائين سنبران. مهر ۽ ٻاجهہ پري طبيعت رکڻ باعث سندس ذات هر ڪنهن پاتيءَ کي ڏي ڏيندڙ آهي. بس! ملاقات مهل ذرو پرزو احوال ڏيندو وٺندو ۽ جڏهن بخوبي خبرون چارون هلي بس ٿينديون تہ پوءِ وري زماني جا حال احوال ٿيندا. مون سان ايتري قربت اٿس جو ڪچهريءَ مان ڪڏهن بہ هن جي طبيعت پرجندي محسوس ڪا نہ ٿيندي. هي اٿو منهنجو ماموءِ سهرو محمد اسماعيل عرسائي!!

## ننڍڙو اسماعيل هڪ شرارتي ٻار

ننڍڙي هوندي والدين ۽ ٻيا مائٽ هن کي مانُ سڏيندا هوا. ائين ڪٿي چنجي ته اهو (ڪوڏاٿي) جو نالو هوس. پر ناني مرحيات سندس والده وڏيءَ عمر ۾ به کيس مان سڏيندي هئي. رڳو ڪڏهن ڪڏهن سندس واتان اسماعيل ٻڌبو هو. اهڙو ٻار ڪو مشڪل هوندو جو ننڍي وهيءَ جي شرارتن کان خالي هوندو. اُن ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ڪي ٻار گهڻ شرارتي ته ڪي وڌيڪ اُهنڊ هوندا آهن پر حرڪتي سڀ هوندا آهن. مانُ هڪ غير معمولي شرير ٻار هوندو هو جنهن جي حرڪتن جو عڪس هتي پيش ڪيو ويو آهي.

ننڍڙو اسماعيل ننڍي هوندي سياءَ جو مائٽو هوندو هو. پر انهيءَ مائٽ ۾ پس پرده ڪيترين ني شيطان گيريون پنهان هونديون هيون. رکي رکي ڪا نه ڪا حرڪت اهڙي ڪري ويهندو هو جا ٻين هم عمر ٻارن جي سوچ سمجهه کان گهڻو ٻاهر هوندي هئي. مون کي ٻڌايائون ته اسان جي پاڙي ۾ هڪ ڳاڙهي ڪتي هوندي هئي، جا ويچاري هڪ اک کان ڪاٽي به هئي. ماه شعبان عيد برات تي هر جڳهه مسلمان آتشبازيءَ جو شغل ڪندا آهن. اسان جي ڳوٺ هالا نوان ۾ ان وقت اها رسم بي حد ڪمال تي هئي ۽ زور شور سان دارون سازيو ويندو هو. ٻيا مائٽهو ته ٻارن کي آتشبازيءَ جون شيون خريد ڪرڻ لاءِ روڪڙا پيسا ڏيندا هوا ۽ ٻار پاڻهي آتشبازيءَ جي دڪان تي وڃي ڦٽاڪا، نيلوفڙيون، رنگين تيلين جا جرقل، ڪُپڙيون، وچون، جهرمر واريون سرايون خريد ڪندا هوا. سندن والد مرحوم ڪنهن ٻار کي دڪان تي وڃڻ نه ڏيندو هو، پر ان جي عيوض پاڻ ڪافي انداز ۾ آتشبازيءَ جو هر قسم سامان خريد ڪري ايندو هو. جو گهر جي سڀني ٻارن کي هڪجيترو ۽ هڪجهڙو ورهائي ڏيندو هو.

جنهن سان ٻار ڪجهه گهر جي اندر ۽ ڪجهه ٻاهر گهٽيءَ ۾ جلائي شوق پورو ڪندا هوا. پاڙي جا ٻيا ٻار به پنهنجو سامان آڻيندا هوا ۽ ننڍڙو "مان" به انهن سان گڏ پنهنجو اثاثو آڻيندو هو. چون ٿا ته ننڍا ٻار ته بجاءِ خود پر هالن ۾ ڏاڙهيءَ سان مڙس به آتشبازي جو مظاهرو ڪندا هوا. هالن ۾ هڪ ڳالهه جا خاص مشهور هئي، سي هوا ٽونٽا. اها جنس سواءِ هالن ۽ نصرپور جيَ ٻيو ڪٿي به ڪو نه جُڙندي هئي ۽ دڪانن تي وڪامندي هئي. ٽونٽا نيروفڙين وانگر هوندا هوا. ليڪن نروفڙين تي جهلي لڳل نه هوندي هئي پر ٽونٽن تي وکن جي جهلي لڳل هوندي هئي. ازانسواءِ ٽونٽا ٻارڻ بعد وني اڏامندا هوا ۽ نهايت خطرناڪ هوندا هوا. ٽونٽن ٻارڻ جو ڪم به سيڪو ڪري نه سگهندو هو. ان ڪم جا خاص ماهر هوندا هوا. جي اڇي ٽونٽا سازيندا هواءِ تماشبين ٻري پري ٿي بيهندا هوا. خير. ننڍڙي اسماعيل کي هن آتشبازي مان هڪ شرارت سُجهي آني جا هيءَ هئي جو ڳاڙهي ڪُتي جي پڇ ۾ ڪٽي هڪ ننڍڙي ڦٽاڪن جي

پيتي ٻڌندو هو. ڪتي ويچاري گهرو هيرايل هئي، سا مات ڪري ويٺي هوندي هئي جڏهن ڦتاڪن جي پيتي سندس پيچ ۾ سوگهي ڪري ٻڌي رهندو هو تڏهن پيتيءَ واري وچين جامڪيءَ کي تيلي ڏيندو هو ۽ سڙ کن ڦتاڪا وٺي ڦاٽندا هوا ۽ يڪايڪ ٺڪا ٺوڪي جو ڦهڪاءُ پنجي ويندو هوا ڪتي ويچاري ورڻ ڊپ کان هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندي لُوهون ڏيندي هئي. ان حالت ۾ ڪنهن گهر ۾ گهڙي ويندي هئي ته پاڙيوارن لاءِ آزار مچي ويندو هو ۽ خطرو لاحق ٿيندوهو ته مبادا گاهه جي گڏن يا ٻُهه يا رکيل ڦتين وغيره تي نه چڙهي ۽ انهن کي باهه نه لڳي. آخر جڏهن سيني پاڙيوارن کي خبر پئي ته هيءَ شرارت اسماعيل ڪئي آهي ته سندن والد کي دانهن ڏنائون. جنهن کيس گهڻي هدايت ڪئي ۽ ان جي نقصانن بابت سمجهايو ۽ پيار سان منع ڪئي. ننڍڙي مان کي هن ڳالهه مان اهڙو ته لطف ٿئي آيو. جو ٻيا ڏهه ڪم منع ڪرڻ تي ترڪ ڪري ڇڏي ها. پر ههڙو لطف قربان ڪيئن ڪري؟ ٿي ڏينهن عيد جو دارون ٻرندو هو ۽ اسماعيل به بلا ناغه ائين ڪرڻ کان نه گسندو هو. ڪتيءَ سان حرڪت جي شروعات ٿي. پوءِ ته ٻلي ۽ آخر سڪتي حلال خور جي گڏهه تي اچي نوبت پهتي. گڏهه جي پيچ ۾ ڦتاڪا ٻڌڻ البت ڏکيو ڪم هو. پر سڪتي جو گڏهه ويچارو ڇٽ پوڙهو پر ضعيف نه هو. سو رڍ کان به غريب. ڪجهه به وينو ڪرينس. پر مات ڪري پيو هوندو هو. پر جڏهن ڦتاڪن جي ٺڪا ٺوڪي پيچ ۾ ٿيندي هيس ته پوءِ جوان ٿي پوندو هو ۽ ان وقت ڪو هجي جو هن جون ٽاپيون ڏسيا ڇورا ڇورا هن جي پنيان ڪلن جا ڪُوڪريا. ان طرح سيئي لطف اندوز ٿيندا هوا. ڪم ۾ سيني ڇورن جو اڳواڻ "اسماعيل" هوندو هو. ٻيو ڪو اهڙي ڪم جي جرئت نه ڪندو هو. اسماعيل ننڍڙو ٻار، ڪم عقليءَ جو زمانو. نه هيءَ پرواهه نه هوءَ. مائٽن جون سئون پيون پونديون هوس ته اسماعيل ڏاهو ٿي، اهو ڪم چڱو ناهي، آئينده ڪڏهن به ائين نہ ڪجان. پر اهي لانون اهي چگهه. ڦتاڪا ڏنائين ته مست ٿي ويندو هو. هوش حواس وڃائي ويهندو هو. هوننن جو ٻين سان ڏاهپ جون ڳالهيون ڪندو هو ۽ ٻين هڪ جيڏن کي نصيحتون ڪندو هو. اهي سب وسري ويندبون هوس. ڦتاڪا مليا ته ڏاهپ غائب.

هوننن ته هڪ جيڏن ٻارن ۾ ڏاهو ٻار ليکبو هو پر شرارتن ۾ ڪانئس ڪير پڄي. رکي رکي ڪا نه ڪا شرارت ڳولي ڪڍندو هو. گيدوڙن جي موسم به واه جا هوندي هئي. گيدوڙا نڪتا ته ٻارن جي موج ٿي ويندي هئي. ننڍڙو ماڻ خوب گيدوڙا کائيندو هو ۽ دوستن کي به کارائيندو هو پر ان تي اڪتفا رهي ها ته مضائقو ڪونه هو. پر هن جي حرڪتي دماغ هتي به هڪ اهڙي شرارت سٽي ورتي جا سچ پچ ته برداشت کان ٻاهرا گيدوڙا کائي جڏهن ڊاپندو هو ته ڊو جون پُستيون شروع ڪندو هو. هٽ ۾ لڪائي ٽي چار داٽا ڪٽندو هو ۽ هڪ جيڏن سان راند ۾ ياڪر پائي، هڪ به گيدوڙا ڇٽي، ان جي گگ هر هڪ جي وارن ۾ اهڙي طرح وجهي ڇڏيندو

هو جو همرائن کي ڪل ئي ڪا نہ پوندي هئي. پلي سندن مائرون پيون منهن مٿو پٽين ۽ چورن کي ڏڪ بجا هڻن تہ مٺا هي ڇا ڪري آيا آهيو. گيدوڙن جي گِگ صفا جهڙي لِوَ. اصل اهڙي بچڙي جو ڪپڙي اگهڻ سان ڪڍجي، تہ بہ ان جو وارن مان نڪرڻ محال. جڏهن صابڻ سان ماءُ مٿو ڏنارين تڏهن جند ڇٽي. مائرون ان تڪليف ڪري پنهنجي ٻارن کي ڏڪ بجا بہ هڻن تہ مٺا هڪڙا گيدوڙا ڪانو ٻيا وري وارن ۾ ڦيهي وجهو. ڪنا مٺا ڪٿي جا. هُو ويچارا قسم کڻن تہ الاهجي ڪنهن گگ لاتي آهي اسان ڪو نہ وڌي آهي. آخر اها لڪ ڇپ ڪيترو وقت؟ سيني کي خبر پئي تہ اهو اسماعيل اِهي ڪم انهيءَ جا. پٽس وٽ پاڙي وارن جون دانهون تہ اسماعيل کي جهليو نہ تہ اسين ڇماٽون هڻنداسونس. پر ڇماٽن جو ڊپ ڪٿي ٿوهُن کي ڊيڄاري؟ گيدوڙو هٿ ۾ اچي، اهو نہ ڪائي بہ ڪنهن جا وار نہ ٿڦي تہ ڪهڙي ڪم جو؟

هڪ ٻي شرارت مان ڪيس مزو ايندو هو. اجا ٻاراڻي ڪلاس ۾ پڙهندو هو. هالن ۾ سرور نوح جو ساليانو ميلو هو. ننڍڙي مانَ ٻين رانديڪن سان گڏ هڪ ننڍڙي گول آرسي بہ خريد ڪئي. ٻين رانديڪن سان تہ رانديون ڪندي ڪندي سڀ ڀڃي ڦٽا ڪيائين. باقي رهي آرسي ان ڪان ڪهڙو ڪم وٺي؟ شڪل ڏسڻ لاءِ تہ گهر ۾ وڏيون عمديون آرسيون موجود هيون ۽ سندس ماءُ اهي هٿ ۾ کڻڻ ڪان منع بہ ڪندي هئي ۽ چوندي هئي تہ آرسي نہ کڻو متان ڪيرائي رکو. پر هيءَ ننڍڙي آرسي تہ سندس نجي ملڪيت هئي. جيئن وڻيس تيئن استعمال ڪري. سو ان ڪان ڪم وٺندو هو پاڇولي جو. آرسي کڻي سج کي سامهون جهليندو هو ۽ ان جو اولڙو ڪنهن نہ ڪنهن گهر جي ڀاتيءَ تي وجهندو هو. ماءُ رڌڻي ۾ ماني ويٺي پچائيندي هوس، تہ ان جي منهن تي اولڙو ڪندو هو. ماسيس ڪپڙا ويٺي سبندي ۽ پريندي هئي تہ ان جي مٿان اولڙو ڪندو هو. ڀيڻ قرآن جو دؤر ويٺي ڪندي هئي تہ ان جي منهن تي اولڙو مطلب تہ هر هڪ کي اولڙي مان ڪڪ ڪري وجهندو هو. جي اهي تنبيهہ ڪنديون هيون تہ پاڻ ڪان ننڍن ٻارن جو وارو ايندو هو. ان تي هيڪاري جيجل ڪاوڙبي هئي، چو تہ ان وقت اهو وهم هوندو هو تہ اولڙو پوندو تہ ٻار بيمار ٿي پوندو. ان ڪري ٻارن کي مُلي ڪان اولڙو بہ پڙهائيندا هوا. سارو ڏينهن آرسي ۽ مانُ. اولڙو ۽ ٻار. گهر مان دڙڪا مليا تہ پاڙي جي ڪُني آئي، ماسي ڇتل، ماسي صابل، ماني ڪڏو ناني نوران کي تنگ ڪندو رهندو هو. هُو ويچاريون ڪورين جا اٽ تي نڙا پيون پريندڙيون هيون تہ انهن جي اکين تي اولڙو وجهندو هو. لڪڻ ڪٿي اٽنديون هيون تہ وٺي ڀڄندو هو وري، اها ئي مهل وري وجي وارد ٿيندو هو. مطلب تہ گهر ٻار اوڙو پاڙو اولڙي جو شڪار!

هڪ دفعي اسڪول مان موڪل ملي، تہ هالن جي مارڪيٽ واري ميدان تي هڪ مسخري پي مسخري وڌي، ٻار مسخري ڏسڻ بيهي رهيا. مسخري جون ڪي ڳالهيون سمجهہ ۾ آيون ٿئي ڪي وري سمجهي نہ ٿئي سگهيا. نيٺ بہ جو ننڍا ٻار جو ٿيا! پر مسخري جي سيني

ڳالهين مانَ، جنهن ڳالهه نٺڍڙي مانَ کي متاثر ڪيو، سا هئي سندس بدفضيلتي، جنهن سيني کي خوب ڪلايو. هن کي اهڙي انڪل هئي جو پنهنجي ڪچ مان ٻانهن گهڻَ سان ٺٺَن جو آواز ٺني ڪڍيائين، هو بهو سچا پچا ٺٺ ٺني لڳا. خير مسخري پوري ٿي. مسخري کي مائٽهن پئسو پئسو خيرات ڏنو. اسماعيل وٽ بہ هڪ پئسو هو جو هن کي خاص ڪري انهن ٺٺن ڪڍڻ جي عيوض ڏنائين. ان بعد گهر وڃي مسخري وانگي ڪچ مان ٺٺن ڪڍڻ جي پرئڪٽس ڪئي ۽ ٿوري گهڻي ڏينهن ڪامياب ٿي ويو. پوءِ جهل ٻُني آني ڪُني، پاڙي جو هر هڪ ٻار ۽ اسڪول جو هر هڪ سنگتي اسماعيل مان ڦاسجي ويو. ڪنهن نہ ڪنهن جي پرڀاسي ۾ ٻيهي انهن سان ڳالهيون ڪري ڪين بي گمانو ڪندي اوچتو ڪچ مان ٺٺ ڪڍائي وٺي ڪلندو هو ۽ چوندو هو تہ "ادا! هي ڇا ٿو ڪرين، ٺٺ تہ نہ ڏي". هن جي ائين چوڻ تي ٻيا ٻيٺل ٻار بہ وٺي هن تان ڪلندا هوا ۽ هن ويچاري جو منهن پلڪڙو ٿي ويندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪو ٻار روئي بہ وجهندو هو ۽ گاريون بہ ڏيندو هو. ليڪن ننڍڙي اسماعيل کي ويتر همت ايندي هئي يعني تہ چيڙائڻ وارو مقصد پورو ٿيندو هو. ڪلاس ۾ استاد کي شڪايتون بہ ملنديون هيون، بہ ٽي پيرا ٺڦڙون بہ کاڌائين پر هن جو اهوئي ڳن ڪهاڙي ۾. سؤ روپيا خرچجن تہ بہ اهڙو لطف نہ اچي جهڙو جنهن کي چيڙائڻ سان! هڪ دفعي پاڙي ۾ هڪ فقير قاسم نالي رهندو هو. ڪٿيس ٿي ڪئي. جو هن پير مرد سان بہ ساڳي کيچل ڪيائين ۽ هن بہ وجهہ وٺي ڪيس پڪڙي وڌو ۽ پنهنجي پيريءَ واري عصا سان خوب مرمت ڪيائينس."

اجها هڪ ٻي مزيدار شرارت ٻڌو. تڏهن پاڙي ۾ هڪ بلڪل غريب ماڻهو صالح نالي رهندو هو، هن کي عام طرح "صالح سرڻ" ڪري چوندا هوا. سرڻ سندس چيڙ هوندي هئي. مگر هُو ايترو تہ چڙندو هو جو هٿن ڪان نڪري ويندو هو. البت جيڪو سرڻ چوندو هوس ان کي چوندو هو "ماڻهين سرڻ!" هن جي غريباڻي گهر جو ٻاهريون دروازو بہ اهڙوئي ني غريب هو جهڙو پاڻ، چوڪرن هن جي هڪ ٻي چيڙ ڳولي ڪڍي، جيڪا نقصانڪار هئي. ايندي ويندي صالح سرڻ جي دروازي کي اچي ڏڪو ڏيندا هوا ۽ ٺڙڪي جي آواز تي پڇندو ايندو هو نہ تہ ان ڪري تہ ڪو هن کي ڪير در تي سڏي ٿو. پر فقط انهيءَ ڊپ ڪان تہ چوڪرا دروازو پٽي چڏيندا ۽ آئون ڪٿان پئسا آڻيندس جو ٻيو دروازو لهرائيندس. هُو هڪلَ ڪندو. ٻارن کي جهلڻ لاءِ وٺي پڇندو هو پر هو مسڪين ڪراڙو ۽ ٻار پڄڻ جا ڇُوها سو صالح کي ڪٿي ٿا وٽ ڏين! اسماعيل کي تہ کپينديون ني اهڙيون حرڪتون هيون! سو ايندي ويندي اها هڪرت ڪٽي ڪيائين. پلا لنگهہ جو هن جي در وٽان ٿيو. سو دروازو دعوت پيو ڏيندو هو ڪڏهن ٿا ري ڪونيا دعوتي اچن.هڪ دفعي صالح ننڍڙي اسماعيل کي در کي ڏڪو ڏيندي ڏسي ورتو ۽ پوءِ سندس اتان لنگهڻ جا ٽاٽا جانچي وجهہ پيو ڳوليندو هو تہ ڪڏهن ٿو شڪار اچي. مانُ بہ

حرفتي سو هن کي سولو بڻ تہ ڪو نہ ڏيندو هو. هڪ دفعي صالح لٽ ڪٽيو. ننپ هٽيو دروازي پنيان بيٺو هو. مانَ جو دروازي ۾ هٽ وجهڻ ۽ هن جي بہ هنڙي لٽ لڪا ڪرڻ. پير زور هوس جو بچي ويو نہ تہ حياتيءَ ياد ڪري ها. تہ ڪو مڙس گڏيو هوا آخر صالح ورچي پيو. حيلو وسيلو نہ ڏسبدي پٽس کي دانهيون ۽ سندسُ والد پيار محبت سان کيس هدايت ڪئي ۽ سمجهايائينس تہ پيرسن ماٹهو کي رنجائڻ تمام گهڻو گناھ آهي ۽ جيڪڏهن اهڙي حرڪت وري ڪيائين تہ هُو کيس مار ڪيندو تڏهن مس مس وڃي ويچاري صالح جي جند ڇٽي. مانُ رڳو گهر ۽ پاڙي ۾ شرارتن تائين بس ڪو نہ ڪندو هو پر ننڍڙي هوندي خطاب کان بہ نٽائيندو رهندو هو ۽ پڙهڻ کان بچڻ لاءِ عجيب عجيب حرڪتون ۽ انڪلون ويڙهائيندو رهندو هو. جنهن جو هن پاڻ پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ ذڪر ڪيو آهي. ڪنهن کي ڪهڙي خبر تہ هي شرارتي بار مستقبل ۾ وڏو تعليمي خدمتگار ۽ سنڌي ٻوليءَ جو نامور اديب ٿيندو. مون سندس ننڍپڻ جون ڳالهيون ڪانئنس ۽ ٻين وڏن مائٽن کان ٻڌيون هيون. جي ايتري قدر تہ دلچسپ لڳيون جو انهن کي نيٺ تحرير ۾ آڻي اسماعيل جو ننڍپڻ جو خاڪو تيار ڪيم.

## جهد و بقا ۾ ڪامياب ۽ بي مثال شهرت:

"عرساڻي" جي ننڍڙي نالي وارو فقرو اڄ بہ پنهنجي ذات ۾ وڏي ڪشش رکي ٿو. انهيءَ نام نامي سان هو هنڌين ماڳين مشهور آهي. انهيءَ اسم ذات ۾ تاثير جو اندازو تڏهن ٿئي ٿو. جڏهن ڪئين استادن ۽ شاگردن کانسواءِ زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ ڪامياب فرد اڄ بہ عرساڻيءَ جو نالو محبت ۽ احترام سان وٺن ٿا ۽ پنهنجي شاگرديءَ جي زماني کي ياد ڪندي سندس لازوال عمل ۽ ڪردار جو ڪو نہ ڪو ڇڏيل اثرائتو ڍنگ نهايت فرط جذبات مان بيان ڪن ٿا. ماما اسماعيل رٽائرمينٽ کانپوءِ گهرو زندگي ۾ پابند ٿي ويل آهي جتي قيد حيات جا باقي لمحا نهايت عافيت ۽ طمانيت سان گذري رهيا اٿس. حالات تحت پنهنجي مزاج مطابق هُو مستعد نہ سهي تاهم چاهيندڙن جي دلين کان دور ٿي نہ سگهيو آهي!

حيدرآباد ۾ هلندي گهمندي انيڪ موقعن تي ڪيترن شخصن سندس باري ۾ استفسار ڪيو هوندو. مون کي سنڌ جي ماحول ۾ جتي بہ ڪنهن ڪچهريءَ ۾ شرڪت جو موقعو مليو آهي، اتي هر پيري ڪي نہ ڪي شخص اهڙا بہ ضرور گڏيا آهن. جيڪي شوق ۽ جذبي سان محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو حال پڇڻ لڳي ويندا آهن.

ڪو دور ماضي ۾ جهاتي پائيندي حسرتناڪ لهجي ۾ چوندو؟

"عرساڻي صاحب ڇني ڪٽي بس ڪر. اهڙا آفيسر ڪٿي؟" ۽ ڪو تجسس مان گهري جذبي جو اظهار ڪندو.

"ڏاڍو قابل آفيسر هو!"

۽ ڪو چوندو "سائين واهه جو اديب آهي".

اليڪشن دوران ڪٿي پرزائيڊنگ آفيسر مقرر ٿيس. هڪ منجسٽريٽ صاحب ڊيوٽيءَ تي آيو. مون سان تعارف ٿيڻ سان ئي ماما بابت جستجو ڪرڻ لڳو. "سائين منهنجو هاءِ اسڪول ۾ انگريزيءَ جو ٽيچر هو. عرساڻي صاحب بي مثل استاد هو!" بدين ۾ هڪ رٽائرڊ استاد سان ملاقات ٿي ٻڌايائين ته مان بدين ضلعي جي دور درازي ڳوٺ ۾ ماستر هوندو هوس ۽ عرساڻي صاحب جي حد ٿر تائين وسيع هوندي هئي. اسان کي ڊيوٽي تمام هوشياريءَ سان ڏيٺي پوندي هئي. جو هر وقت الڪو رهندو هو ته متان صاحب نه اچي ڪڙڪي! ۽ ٿيندو به ايهين ئي هو. ٿوري گهڙين ڏينهن سچ پچ ته اچي سهڙندو هو!" ۽ اهڙا انيڪ مثال دهرائي سگهجن ٿا: جو عرساڻيءَ جو نالو ڪن تي پوڻ سان اٺ ڏئل يا ٻڌل سندس چاهيندڙ هلي اچي ملندا ۽ ڪيترائي بزرگ نهايت ادب ۽ تعظيم سان ذڪر ڪندا ۽ پراڻن تعلقاتن تي روشني وجهڻ لڳي ويندا ۽ سندن سلام ۽ نياز پهچائڻ جي ور ور ڏئي پارت ڪندا ۽ ڪي پريت جا پانڌيئڙا ته شوق وچان ڪهي اچي ساڻس ملندا ۽ پراڻي محبت جي ياد کي تازو ڪندا آهن.

سچ پچ ته نئين نسل جا فرد به هن جي ادب پارن ڪري سندس شخصيت سان گهڻو پيار رکن ٿا. رڳو هڪڙو مثال پيش رکندس. حبيب بئنڪ سول اسپتال روڊ واري برانچ ۾ نئون نئون مئنيجر بدلي ٿي آيو هو. جو صاحب اصل ۾ نوشهروفيروز جو ميمڻ آهي. دوران ملاقات هن پڇيو ته هڪ "عرساڻي" جنهن جو نالو ياد نٿو اچيم، ان جو ڊراما "بدنصيب ٿري" مون اسٽيج تي ڏٺو به هو ۽ ٽئين درجي انگريزيءَ ۾ وري مون ان ڪتاب کي پڙهيو. جنهن جو نقش منهنجي دل تي اڄا به اُڪريل آهي. اهو مون کي ايترو وڻيو هو، جو ڪنهن به ڪتاب مون کي ايڏو متاثر نه ڪيو آهي. ان ڊراما منهنجي دل ۾ ٿرين سان ڏاڍي محبت ۽ همدردي پيدا ڪئي ۽ خيالن ئي خيالن ۾ ٿر جي پٽن جو سير ڪندو رهيو آهيان! اهڙي بيابان ۾ جنهن آفيسر سالها سال رهي ابوجهه ماڻهن ۾ تعليم پکيڙي، تنهنجو حوصلو خود جبل وانگي اڏول هوندو! اڄ تائين ان سان ملاقات جو شوق دل ۾ سانڍيو ويٺو آهيان."

ٿورن ئي ڏينهن بعد اهو ساڳيو شخص اسان اجهاڻ لاءِ عرساڻيءَ سان ملڻ آيو ۽ انتهائي شوق سان سندس مشاهدن ۽ تخليقن بابت ڳالهيون ٻڌندو رهيو. هن ٻڌايو ته اها ملاقات سندس زندگيءَ جي قيمتي اثاثو آهي. جڏهن موڪلايائين ته ساڳي متحير احساس جي سونهري گهڙين جي ياد کي ذهن ۾ سميٽي روانو ٿي ويو!

سوال ٿو پيدا ٿي ته معاشري ۾ ڪيس ايڏي مچتا ڪيئن حاصل ٿي؟ ۽ ان جي پويان سندس ڪهڙي جاکوڙ ڪيل آهي؟ مون کي ان جو ادراڪ تڏهن حاصل ٿيو. جڏهن ٿر جو سير

ڪندي ذاتي تجربو ٿيم. هو ٻين ڪيترن ئي وصفن سان ياد ڪيو وڃي ٿو. پر ٿر جي نسبت سان خاص طور سڃاتو وڃي ٿو. اتي هڪڙو نئون ۽ نيارو نالو ڪن تي پيم. ريگستان جي ماڻهن ڪان "ٿرري صاحب" جونالو اڃا تائين ٻہ ڪو نہ وسريو آهي. ١٩٧٢ع جي ٿڌڙي موسم ۾ ٿر گهمي رهيا هواسون. جتي عجيب نظارا پسندي حقيقت تي خواب جو گمان ٿيو ٿئي! اتي ڪيترين ئي ڳالهيون منهنجي اچرج جو باعث بڻيون. ليڪن جنهن ڳالھ سيني ۾ گهٽو اتساھ ڏنم. سا هئي هڪ تعليمي آفيسر جي نيڪ نامي! جنهن کي رٽائرڊ ٿي ڳچ سال ٿيا. مگر ٿر ڇڏيندي تہ ڪيس وڏو عرصو گذريو.

ڪنهن اوطاق ۾ هڪ جهور پوڙهو بزرگ ويٺل هو. منهنجي ساڻس واقفيت ڪرائيندي ٻڌايائونس تہ: "هي نوجوان فلان شخص جو عزيز آهي. جيڪو هتي اسڪولن جو صاحب هو." ڪي گهڙيون تہ هُو ماٺ ۾ اچي ويو ۽ پوءِ وراڻيائين تہ: "او ...... هو جيڪو پنهنجو ٿررو صاحب هوا" ان بعد هو ڏاڍي اڪير سان ڳڌيو. جڻ تہ منهنجي موجودگيءَ جو ڪيس اعتبار ئي نہ ٿيندو هجي! جنهن بعد گهڻي دير تائين هن حال احوال پڇيا ۽ "ٿرري صاحب. جي ايامڪاريءَ جون مزا وٺي ڳالهيون ڪندو رهيو. سندس لفظ لفظ مان سڪ ۽ محبت جو اظهار ٿي رهيو هوا

اها هڪ جفاڪشيءَ جي سرگذشت آهي. جيڪا حيرت انگيز ۽ دلچسپ تہ ضرور آهي. پر ان ڪان ٻہ وڌيڪ پنهنجي پر ۾ سبق آموز آهي. سائنس فڪشن جون ڪهاڻيون پنهنجي تصوراتي عالم سببان حيرت انگيز هونديون آهن. ليڪن انهن مان هڪڙي تہ ڏاڍي دلچسپ لڳم. جنهن جو مرڪزي ڪردار "هيري" آهي. هُو ٻارن ٻچن سميت راڪيٽ مان لهي. مريخ جي زمين تي قدم رکي ٿو ۽ آسپاس جو ماحول ڏسي مٿس خوف ۽ ٻُت ۾ ڪپڪپي جي لهر ڊوڙڻ لڳيس ٿي ۽ گهڻا ڏينهن تہ ڪيس مريخ جي اوپرائيءَ ڪان بيزاري رهي. ليڪن هلندي هلندي پاڻ اٿ محسوساتي طور تي مريخ جو جزو بنجي وڃي ٿو. جڻ تہ سندس خمير جي پاڙ ئي ان ۾ ڪتل هئي. ايتري قدر جو جڏهن دنيا مان هڪ ٻيو راڪيٽ لهي ٿو. تہ اهي انسان ٻہ هيري کي ڏسي ڪيس مريخ جي ڪا مخلوق ڀانئين ٿا ۽ ڪائنس دنيا جي رهاڪن بابت پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳن ٿا.

هن خاڪي جو ڪردار ٻہ جاڻو نپنو هالن جي مردم خيز مٽيءَ ۾. ثانوي تعليم حيدرآباد. انٽر علي ڳڙھ ۽ اعليٰ تعليم وري ڪراچي جي ڪاليجن مان حاصل ڪيائين. ليڪن جڏهن ١٩٣٥ع ڌاري نوڪري سانگي "اسڪولن جو صاحب" (ايڊيوڪيشنل سپروائيزر) ٿي، ٿرپاڪر ۾ پير پاتائين تہ "ٿر" جو ٿي رهجي ويو! جڏهن اول هيڊڪوارٽر مان گشت تي نڪري ٿو ۽ اٺ تي سوار ٿي ٿر جي ريگستان ۾ پهچي ٿو تہ سندس حالت ٻہ سائنس

فساني جي سورمي "هيري" کان ڪا گهٽ ڪا نہ ٿي هئي. هِن جي آڏو واريءَ جا جبل هوا. هڪڙا مٿيرا تہ ٻيا وري ان کان ٻہ مٿانهان تہ اڳيان وري تمام اوچا. مطلب تہ هيٺ مٿي واريءَ جي دڙن جو اڻ کٽ سلسلو هو! انين سمجهائين تہ چوڏاري سمنڊ بي ڪران آهي. جنهن جي تري ۾ هو بيٺل هو! ۽ پاڻ کي نئين پراسرار ڪائنات ۾ ڏسي مٿس خوف طاري ٿي ويو!

ڪنهن ڳوٺڙي ۾ اسڪول وزٽ ڪرڻ جو اهو پهريون ئي تجربو هوس پر آزمائش اتي ختم ڪا نہ ٿي هئي. اچا پٽن جي حيرانيءَ ۾ غلطان هو. جو مٿان وري ڪاڏو پيتو وه ٿي لڳو. اتي جو پاڻي ٻاڙو. جنهن ۾ اُبت گهڻي! بس پهريون گلاس پيئڻ سان ئي الٽي ڪري وڌائين! پيٽ جي اشتها مٿائڻ لاءِ ماني جو گرهہ چٻاڙيائين تہ واريءَ جي ڪرڪر سان وات پرجي آيس. پر پوءِ ٿر جي فضائن سان جلدي رلي ملي ويو. وارياسين پٽن جي لڳندڙ واءَ مان کيس هڳاءُ اچڻ لڳو. ماحول کي تجسس ۽ شوق سان ڏسي ڏسي ان جي ذري ذري مان واقف ٿي ويو. جنهن جي ذڪر سان "سير ريگستان" پريو پيو آهي.

ان بعد هو هميشہ اُٺ جي پٺي تي سوار ڊگهيون ڊگهيون منزلون طئي ڪندو ڏسبو هو. صحرا جي هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين سفر ڪندو رهندو هو. ننگر پارڪر، ڇاڇرو، مٺي، عمرڪوٽ ويندي رحمڪي بازار جا ڏيپلي تعلقي جي ڏکڻ الهندي ڪنڊ جي دنگ تي هئي. هر اسڪول جو وقفي وقفي سان معائنو ڪندو رهندو هو. ڏينهڪ سراسري ۲۴ ميل مفاصلو طيءِ ٿيندو هو. ان وچ ۾ هڪ ٻن هنڌن تي ڊاٻو ڪرڻو پوندو هوس. ٿوري دير ساهي پٽي اکو ڦلو ڪري وري پنڌ چڪيندو هو! روزانو اها مسافري پنج ڇهہ ڪلاڪ ٿيندي هئي. سدائين وارياسين پٽن جا پنڌ هوا ۽ ڏاگهي تي "ٿررو صاب" ڏسبو هو.

جڏهن واءُ لڳڻ سان واريءَ جا طوفان اٿن تہ ائين سمجهبو آهي تہ پٽن ۾ سچ جا واڪا پيا پون ۽ ٿري ماڻهن جي تقدير اجڙيل زندگيءَ تي روئي آه و فغان پئي پري! جڻ تہ قدرت ماڻهن جي جهل ۽ پستيءَ تي نالان هجي! ليڪن ٿرڙي صاب ماڻهن جي ايوڳي حياتي ۾ رونق آڻڻ جو ساهس ڪيو ۽ وارياسن ميدانن تي علم جي ڦهلاءُ لاءِ ڪاريءَ اُس ۾ پاڻ پتوڙيندو رهيو. هن "بدنصيب ٿري" ڊراما لکي ٿرين جي مصيبتن کي آشڪار ڪيو ۽ سندن سڪل ڳلن تان ڳوڙها اگهيا. هو انهن سان ايترو تہ گهائل مائل ٿي ويو. جو هر قوم ۽ ذات جو ننڍڙو خواه وڏو کيس پنهنجي پٽ جو رهواسي ڪري سمجهڻ لڳو ۽ اهو ئي سبب آهي جو "ٿرري صاب" جو نالو جت ڪٿ وڃي ويو!

هُن جي ٿر ۾ هر ڪنهن نيات جي ماڻهن ۾ بي حد عزت هوندي هئي. هندو ماسترن کي بہ هڪ اک سان ڏسندو هو. لهاڻا. مينگهواڙ توڙي ٻين اڇوت ذات وارن هندن ۾ فرق نہ ڪندو هو. بلڪ پوئتي پيل ذاتين جي هندن تي خاص عنايت جي نظر رهندي هوس ۽ ماسترين جي

خالي آسامين لاءِ انهن کي اول موقعو ڏياريندو هوا! انهن ڳالهين سبب وڏي عرصي گذرڻ باوجود بہ سندس نيڪ نامي ڳائجي پئي، جيڪي تعليم کاتي جا عملدار اتان گشت ڪري موٽن ٿا سي بہ ان جي ساک پرين ٿا. ڪجھ سال اڳ محترم ابراهيم جويو، سنڌي زبان جو نامور قلمڪار، پنهجي سنگت سان سياحت تي نڪتو هو ۽ ٿر ٿر اندر ٿاڪ ورڙي ڏٺا هوائين. واپسيءَ بعد عرساڻيءَ سان ملندي حيرانيءَ مان ٻڌائڻ لڳو تہ: "عرساڻيءَ جي نالي جي ڏاڍي ساراهہ ٻڌم ۽ چيائون ٿي تہ ٿر ۾ وري اهڙو آفيسر نہ آيو." آئون پاڻ بہ ڏيپلو، مٺي ۽ ٻيا گهٽا گام گهميو ۽ ڦريو هوس پر مشاهدي ۾ آيو تہ جن بہ ماڻهن عرساڻيءَ کي ويجهڙائي کان ڏٺو يا سندس ايامڪاريءَ مان گذريا هوا. سي ڏاڍي محبت ۽ اڪير وچان ياد رکيو اچن. "ٿرري صاب" جي مقامي بولي ۾ معنىٰ آهي "ٿر جو صاحب" شروع ۾ تہ نئون نالو ٻڌندي چرڪ نڪري ويو هوم مگر جنهن وقت ان جي حقيقت ظاهر ٿي، تنهن وقت کان ڪيس جاڻڻ جو مون ۾ تجسس وڌندو رهيو، جنهن جي نتيجي ۾ آخرڪار هي خاڪو لکجي تيار ٿيو.

## شخصي اوصاف خدوخال ۽ انفرادي رنگ:

محمد اسماعيل عرساڻي فطرت انساني جو متوازن نمونو آهي. اهو اڏول جاکوڙي سخت جان، قول ۽ فعل ۾ هڪجهڙو، خوددار، کرو ۽ اصول پسند شخص آهي. هن کي قدرت هڪ طبعي ۽ تخليقي مزاج عطا ڪيو آهي. اڄ اديب عموماً خود کي جينيس يا فنڪار پسائڻ خاطر پاڻ سان ڪي ائبنارمل اوصاف لاڳو ڪري چڏيندا آهن ۽ ڪوشش ڪندا آهن تہ هو نشست برخاست يا هلت چلت ۾ عام سماجي فرد بدران عجيب مخلوق لڳن! محمد اسماعيل عرساڻي هڪ غير معمولي فنڪار هوندي بہ هڪ سنئون سپاتو فرد آهي. سندس شخصيت هڪ ڊرامہ نگار، مضمون نويس، زباندان، نصاب نويس، تعليمي ماهر ۽ پنهنجي وقت جي هڪ برجستہ عملدار ۽ هڏڏوکي آفيسر جي حيثيت سان ساري سنڌ ۾ شناسائي رکي ٿي. خاص ڪري سنڌي درسيات ۽ نصاب کي وڏي معيار تي رسائڻ ۽ بنيادي تعليم جي پکيڙڻ، واڌاري ۽ سڌاري ۾ سندس پورهئي جي نور نچوڙ شامل رهي آهي. پڙهيل ماڻهن جي سوسائٽي ۾ شاعريءَ کي بہ هڪ اعزاز تصور ڪيو ويندو آهي. اسماعيل کي بہ شاعرانہ ذوق اصل کان هو. فطرت جي حسن ۽ رنگينيءَ مان حظ وٺڻ جي هر بشر ۾ صلاحيت ٿيندي آهي. مگر سندس شاعرانہ اظهار ڪنهن قلبي واردات جي اثر کان نٿو ڏسجي. البت ائين آهي جو ادبي محفلن ۾ اٿڻ ويهڻ ۽ فارسي دانيءَ جي چشڪي سندس روان طبع کي مهميز ڏني، نظم اختيار ڪرايو ۽ شاعريءَ جا آداب پورا ڪندي "فدا" جو تخلص اختيار ڪيائين. مگر مون کي سو ڪجھ عجيب لڳندو آهي. دراصل خماريل نيڻن ۽ زلف پريشان واري حالت هُون يا نہ هُون ان کي ڪٿي ٿني ننڍڙي عمر ۾

پروڙي سگهيس! جواني ديواني ٿيندي آهي. ان عمر ۾ ماڻهو خود به خود سونهن ڏانهن ڇڪجي ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن مومل جي ڪاڪ تي رسڻ لاءِ اُت هاڪاريندي منزلون سئيون هجنس ته به ٿي سگهي ٿو. شايد ڪن سان نينهن جو ناتو به نڀايو هجيس ۽ ڪن سهڻن تان فدا به ٿيو هجي. جا ڳالهه فطري به آهي پر منهنجي خيال ۾ ديوانگي ۽ مستيءَ جو طاري رهڻ، سا خوءِ منجهس شروع کان ئي شامل ناهي. اهو ئي سبب اهي، جو دنيادار ۽ تعلقات ۾ سندس شخصيت هميشه کان متوازن رهي آهي ۽ وضعداريءَ کي ڪڏهن به هٿان نه ڇڏيو اٿس. حياتيءَ ۾ لاهيون چاڙهيون هر ڪنهن تي اچن ٿيون. مگر زماني جي حوادث جو اثر مٿس پيل محسوس نٿو ٿي. سندس طبع جي شوخي ۽ انفرادي رنگ ۾ ڪڏهن به فرق نه آيو آهي. سندس روپ سادو سودو تڪلفات کان عاري، عمل کرو ۽ صاف چهري جو ڪٽڪائون سفيدي مائل ڪليل رنگ، پهلودار مهاندو، نوڪدار ڪاڏي تي وريل، منهن تي ڏگهو نڪ آويزان، جنهن جون چونٽيون ناس وٽان ٿلهيون ۽ موڪريون، ناسي پوزا اکين جا تارا، سنها چپ، مٿي جي وارن جي هميشه کان انگريزي ڪٽ، پيشانيءَ مٿان مٿي جي پاسن کان وار ڇٽيل، رڳو وچ مان اُڀي سينڌ نڪتل. ان ڪري پيشاني ايي نظر اچي. سدائين ڪلين شيو ڪيل، نڪ هيٺان وارن جي ننڍڙي چونڪڙي، جيڪا مڇ جي نشاني طور ڇڏيل آهي. ان جا وار به چڊا ڪتريل، رڳو غور سان ڏسڻ بعد اها مڇ پانبي آهي. عالمگير جنگين جي زماني ۾ اڪثر عملدارن جي مڇ جي ڪٽ خاص قسم جي هئي. هٽلر جي تصوير کي ڏسندا ته سندس مهاندي تي وارن جي تڏ ويٺل نظر ايندي ان ڪري عرف عام ۾ اسين سنگتي پاڻ ۾ ان کي هٽلر ڪٽ مڇون سڏيندا هواسون. گهڻن آفيسرن کي مون پاڻ به ڏٺو ۽ ڪي تصويرون به ڏٺيون اٿم پر اڪثر سنڌ جي تعليمي عملدارن کي اها ئي مڇن جي ڪٽ منهن تي سونهندي ڏٺي. ڊاڪٽر ڏائود پوٽو مرحوم، خانبهادر محمد صديق ميمڻ مرحوم، علي اڪبر ميمڻ مرحوم، حافظ محمد صادق مرحوم، نور احمد ميمڻ مرحوم ۽ خدا نه پلائي ته ڊاڪٽر غلام حسين جعفري مرحوم، آغا تاج محمد مرحوم ۽ علامه آءِ آءِ قاضي مرحوم کي به جوانيءَ ۾ اها مڇن جي زيبه ڏنل آهي! بين ڪاتن جي عملدارن کي به چون ٿا ته گهڻن کي اهيئي مڇون رکيل هونديون هيون!!

وڏي عمر ۾ طبيعت ۾ لاغر ٿيڻ ته هڪ قدرتي ڳالهه آهي. پر سندس ڊيل ڊول هميشه کان رعباتئو، قدقامت البت ڊگهي، جنهن کي سروقد چئجي، بدن جو لاڻيرو پر چڙڪ ۽ ڦڙتيلو ۽ عملداريءَ جي وقت ۾ پتلون، ڪوٽ، هيٽ ۽ انگريزي ناٽ سان ٺاءِ زيب تن ڪندو هو. پلي ته گهڻن آفيسرن ۾ گڏ بيٺل هجي، پر سيني کان ڪڙو تڙو. سندس شخصيت پري کان ئي پڌري خانگي ڪم ڪار ۽ ٻاهر نڪرڻ مهل به چوڻي ڏيڊ تختي سلوار قميص جي مٿان نسر جي هلڪي رنگ جو ڪوٽ ۽ جناح ڪيپ ضرور پاتل هوندس ۽ پوءِ جڏهن لڪڻ هٿ ۾

لوڏيندو ٻاهر نڪرندو هو ته سندس چال ٻه ڏسڻ وٽان هوندي هئي.

هن جي هر ڪم ۾ چستي ته هوندي آهي ليڪن رفتار ۾ بلا جي ڦڙتي هوندي اٿس. تکي هلڻ ۾ ڪو شرط رکي ساڻس قدم ملائي ته ملائي سگهي، ورنه رواجي حالت ۾ ائين ڪرڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهه نه آهي. جيئن سندس قد ڪاٺ سڌو سنئون تيئن پنڌ به سڌو ڪچيندو. ٻاهر نڪرڻ ڪانپوءِ نڪ سامهون هلندو رهندو ۽ لوٽي ڦيرڻ يا هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ ڪانسواءِ تيز رفتاريءَ سان ايستائين هلندو رهندو جيستائين سندس قدم منزل مقصود تي اچي نڪا ڪندا آهن. فاصلو ڪٿي پريرو ڇو نه هجي، ته ٻه قدم يڪساهيءَ ڪڇندا رهندا. اسين جڏهن ننڍڙا ڇوڪرا هوندا هواسين ۽ مامي سان ٻاهر وڃڻو پوندو هو ته ڊوڙون پائيندا هلندا هواسون. هيو به ڪو جڏهن تيزيءَ سان هلندو هو، تڏهن ساڻس هم‌قدم ٿي سگهندو هو! هاڻي جي اها قوت نه رهي آهي ته به چال جي ڍار ۾ ڦير نه آيو آهي!

عمل ۽ مزاج ۾ تيزي هن جو خاص گڻ رهيو آهي. عرساڻيءَ ۾ جيئن هلڻ ۾ بلا جي تيزي هئي، تيئن واسطيدارن هن کي هر ڪو ڪم به وٽ وٽان ڪري تيزيءَ سان ختم ڪندي ڏٺو. جيئن تحرير ۾ تيز قلم ثابت ٿيو. تيئن غصي ۾ بنهه تيز. چيڙاڪ اهڙو جو ڪنهن ٻاڙو ٻوليس يا ڪچي ڦڪي سمجهه ۾ آيس، ته پوءِ پوتاريل ڊگهي وانگر سگهن تي چاڙهي ڪٿي اڇلائيندس. گهڻي چڙ ڪري ننڍڙي هوندي وڏيون اسماعيل کي "ٽانديءَ ٽپڻو" به چونديون هيون. حرف ته وڏي ڳالهه پر پاڻ تي ڪو ڪک به نه سهي! پنهنجي ايمان جو بدلو چڪائڻ لاءِ خوب واجب وجائي چيهه ڪندو، پر جتي بنهه زير ڪرڻ يا سڌارڻ جو معاملو هوندو ته اتي هو صفن صفا ڏکي ڪان ڪم وٺڻ کان به نه گسندو!

اين جي وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾، عرساڻيءَ کي هڪ بينڊ ماستر سان ڪمري ۾ رهڻو پيو. هڪڙي ڏينهن در کي بولٽ چاڙهي، بينڊ ماستر کي سندس بينڊ باجي جي ڏونڪي سان اهڙو ته سنيو ڪنيو جو ويچارو پنهنجي سويل رياض ڪرڻ واري شوق تان هميشہ لاءِ هٿ ڪڻي ويو! مبادا عرساڻيءَ جي ننڊ ڦٽي پوي ۽ وري مار ڪاڻي پوي! سندس روبرو عرساڻيءَ بابت جتي به ذڪر خير نڪرندو هو ته چپن تي هميشہ اهيئي لفظ ايندا هوس ته "ڏاڍو ڪرڙو آفيسر آهي!" هالا ۾ پاڻ هيڊماستر هو جتي هڪ دفعي آفيس جو در بند ڪري اتي جي هندو سائنس ٽيچر کي لڪڻ سان اهڙي ته مار ڪڍيائين جو گهوڙا گهوڙا خون خون ڪندو پيرين اگهاڙو وڃي پڳو ۽ پنيان لوٽو ڦيري به نه ڏنائين. ڪيس سڌارڻ جو عرساڻي وٽ هيو ڪو نسخو بچيوئي ڪو نه هو! ۽ اها مار واقعي به سائنس ٽيچر لاءِ سنوار ثابت ٿي! ان بعد نه ڪڏهن هن اسڪول کان موڪل ورتي ۽ نه ئي وري ڪو پيرڊ پڙهائي کان خالي ڇڏيو! باقي عمر ويچارو موقعي بي موقعي فقط عرساڻيءَ جا گڻ ڳائيندو نظر آيو!

ائين سندس مار گزيده گهٽا! پر ڪي واسطيدار سندس مزاج کي هڪدم پروڙي پنهنجي ڪوتاهين جو،شروع ۾ ئي اقرار ڪري ڇڏيندا هوا ۽ آئنده لاءِ توبهه تائب ٿي، سندس بلند شخصيت آڏو سر تسليم خم ڪري ڇڏيندا هوا. اهڙا زبردست ونس به گهٽو مان لهندا هوا ۽ هر ڳالهه ۾ هنن جو خيال رکندو هو. هڪوار ڪنهن متعلق يقين ٿي وڃينس، ته هو منهنجي حقيقي تعظيم ڪري ٿو ۽ بلڪل سائس سچو ۽ وفادار آهي ته پوءِ عرسائيءَ جي مهربانين جو ڇٽ ٻڌجي ويندو!

پراصل ڳالهه هلي پئي سندس ڪاوڙ جي! ننڍي هوندي اسين ٻار به گهٽي ۾ گهٽو ڪائنس ڏڄندا هواسون. مائٽ به ٻارن کي شرارت کان روڪڻ لاءِ سندس نالو وٺي ڊپ ڏياريندا هوا. ڏيندو سو وڏ ۾ وڏ ڪوڙو دڙڪو هو. پر سو به ساهه سڪائڻ لاءِ ڪافي هوا! ننڍڙي هوندي پڇ ڊڪ ڪرڻ سڀني ٻارن جي فطرت آهي. منهنجو ماسات جيڪو هينئر انجنيئر آهي (هن وقت ٽيڪساس آمريڪا ۾ مقيم آهي) تنهنجي زباني ڳالهه آهي ته. هڪڙي ڏينهن اسان ٻارن سڄو گهر مٿي تي کڻي ڏنو هئوسون. ڪنهن جي به دڙڪن کان نٿي مڙياسون. اوچتو ماما اچي نازل ٿيو زوردار آواز ۾ دڙڪو ڏنائين.

"اڙي ڪير ٿو گوڙ ڪري؟"

ماما وڏي جو آواز ٻڌڻ سان اسان ٻار ڇڙوڇڙ ٿي وياسون. ڊپ مان ڪو ڪٽ پٺيان لڪو، ته ڪو کٽ هيٺان، ته ڪنهن وري پاڻ کي هنڌن جي پيتي ۾ لڪايو. ڪو ڪيڏانهن ڀڄو ته ڪو ڪيڏانهن ويو. ماما کي هٿ ۾ ڏنڊو هو. ڪوڙ پڇاڙي هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو ڳولڻ لڳو. مون کي ميز هيٺان ويٺل ڏسي، ڪٽي ٻانهن ۾ هٿ وڌائين "چوڻ لڳو" اڙي ٻاهر نڪر بدمعاش گهر ۾ گوڙ لاتو ائئي؟" ماما جو ايترو ڪرڻ ۽ ڏڪڻيءَ ۾ منهنجي چڊي آلي ٿي ويئي!

هر معاملي ۾ طبع جي تيزي هن جي خاص خصلت رهي آهي. شل نه ڪنهن ڪم جي پويان لڳي، وس ڪندي ٻيو ڏينهن ته ڇا پر ٻيو پهر به ٿيڻ نه ڏيندو. اصل ترٿيءَ تي بهشت کٽي پوءِ اٿندو، پر جنهن ۾ ڪم پيو سو اصل مُنو. عرسائي کي ڪمري ۾ اندر گهڙندو ڏسي. "شامت اعمال ما صورت نادر گرفت" جي سراپا تصوير بنجي ويندو. هو ائين ئي سمجهندو ته اج ڪو منهنجي عملن جي پڇاڙي جو ڏينهن آيو آهي ۽ پاڻي رفتن نه جائي مانند جهڙي حالت ٿي ويندس ۽ جلدي جلدي عرسائيءَ کي راضي ڪري منجهائنس ڇوٽڪارو حاصل ڪندو! نه رڳو ايترو بلڪ جان خلاصيءَ جا به نفل شڪراني جا به پڙهي ڇڏيندو!!

حافظ محمد صادق، جو هن وقت جنت آشياني آهي، ڏاڍي دلچسپ شخصيت جو مالڪ هو. اسان جو نهايت من گهريو عزيز هو. هُو ڪردار جي تند مزاج جي باري ۾ ڏاڍيون مزيدار ڳالهيون ٻڌائيندو هو. عرسائي ۽ پاڻ شاگرديءَ جي زماني کان ئي هڪبئي جي ويجهو

رهيا هوا. هڪ ڀيري مزاحاً چيائين "عرساڻي پوليس کاتي ۾ ڏاڍو ڪامياب وڃي ها، پڪي ۾ پڪو ڏوهاري به سندس اڳيان سچ ڳالهائڻ شروع ڪري ڏي ها!" ڳالهه ڪندي ٻڌايائين تہ "مان جڏهن ميرپورخاص هاءِ اسڪول ۾ ماستر هوس، تڏهن عرساڻي ٿرپارڪر جو تعليمي آفيسر هو ۽ سندس هيڊڪوارٽر بہ انهيءَ شهر ۾ هو. مان ڏسندو هوس تہ ڪيترا عرضدار يا ڪي سفارشون آڻيندڙ، آفيسر سان منهان منهن ٿيڻ جي همت نہ ساري، گهڻي دير تائين بيٺا رڳو دل مِن هٿندا هوا ۽ ڪي وري ملڻ کانپوءِ پلڙي منهن سان ٻاهر ايندا ڏسبا هوا. ڇا بہ هجي، پر انتظامي معاملن ۾ هو سختيءَ سان ڊسپلن رکڻ جو قائل هو ۽ ڪنهن سان بہ ڇڏ ڇوٽ ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿيندو هو. پلا بيجا رعايتون گهرندڙ وٺانس مايوس ٿي نڪرندا هوا. تہ اهو ڪو عرساڻيءَ جو ڪيو ڪرتيو ٽوروني چئبو؟ هو تہ هڪ باخبر، قابل ۽ نهايت ملنسار آفيسر هو. هن وٽ درخواستون جو ترت اڪلاءُ ٿيندو هو. ملازم ڪي ڪا بہ دقت يا پريشاني شل نہ اچي، ان ڪي دور ڪرڻ لاءِ هو اوڏي مهل ڪمر ڪشي بيهندو هو!

هڪ ٻي راءِ مان بہ هن جي شخصيت جو عڪس ملي ٿو. "عرساڻي ڪم ڪرڻ تي اچي تہ دريا ٽپي وڃي، نہ تہ صفا اڌ تي بيهي رهي." مرحوم جان محمد قريشي الله مرهہ ڪريس ڳالهين ڳالهين ۾ اهي ٻول چيا هوا. ڳچ سال ٿيا جو هن بيٺ عملداريءَ تان رٽائرڊ ڪيو هو ۽ آخري عمر تائين عرساڻيءَ ساڻ نياز مندي‌ءَ جي واٽ هوس. اها راءِ صحيح هجي يا نہ بہ هجي. البت عرساڻيءَ جو دوستن، واقفڪارن ۽ اثر وارن وڏن ماڻهن سان رويو هڪجهڙو رهندو هو. جنهن ۾ ڪا بہ گهٽ وڌائي نہ ٿيندي هئي. جيڪڏهن جائز ڪم هوندو تہ ٺڏي تي اُڪلائي ڇڏيندو هو. نہ تہ ٺڙنپ جواب! ڪٿي ڪهڙو بہ ڊنگ ڇو نہ هجي!! ملازمت دوران ڪيس اهڙي ڪيترين تي ڪٺن آزمائشن مان لنگهڻو پيو!! اڄو تہ بہ ٽي واقعا اوهان کي ٻڌايان. جيڪي هڪ فرض شناس ۽ ايماندار عملدار جو هڪ وقيع مثال پيش ڪن ٿا. جنهن ۾ سندس پامردي ۽ جرئت جو انوکو روپ نظر ايندو.

## عرساڻي هڪ اصول پسند عملدار:

تعليم کاتي جا ڊائريڪٽر ايندا ويندا رهيا. پاليسيون بدلبيون رهيون. وقت ڦرندا رهيا. سرديون گرميون اينديون رهيون قدر ۽ ماڻ مٽبا رهيا پر هُو جيسين ملازمت ۾ هو تيسين پنهنجي اصول پرستيءَ تي سختي سان قائم. ڊاڪٽر دائود پوٽہ ڪڏهن بالاعملدار هو تہ عرساڻي ماتحت عملدار پر ٻنهي جو لڳاءُ ۽ سروڪار قابل ديد! ڊاڪٽر دائود پوٽي ڪلام گرهوڙي ڪتاب لکيو تہ يڪا ٽي دفعا عرساڻي جو شڪريو بجا آندائين. ٽيو ائين جو پيش لفظ ۾ اظهار تشڪر لکڻ تہ حسب معمول آهي. جيڪو ڊاڪٽر دائود پوٽي تفصيلي لکيو. مگر پوءِ ڪتاب

جي عين وچ ۾ هڪ فوٽ نوٽ به عرساڻيءَ جي ٿوري ميڄ لاءِ وقف ٿي چڪو. مگر ڪتاب پورو ٿي ويو. پر ڊاڪٽر صاحب جي تسلا نه ٿي سگهي ۽ مجبوراً آخري صفحي تي خاص الخاص هڪ پيرو وري اهڙوئي ساڳي نموني سان اظهار ڪيو ويو! ٿورا نه ٿورا مون تي مارونڙن جا! منهنجي پياري دوست حيدر علي خان ڪتاب پڙهندي مهل جڏهن طرحداريءَ جو اهو حال ڏٺو. تڏهن ڪانئس رهيو نه ٿيو ۽ نيٺ مون کان پڇيائين "ته يار. خير ته آهي عرساڻي صاحب يلا ڊاڪٽر صاحب ۾ ڪهڙو هڏڪ وڏو! جو ٿورا لاهيندي ڪٽڻ ۾ نه پيو ماپي!" مگر تعلقات جي نزاڪتن جي اسان کي ڪهڙي جاڻ! يارن جون رمزون يار پروڙين ۽ گونگن جون ڳالهيون مائٽ پروڙين! پاڻ ته اهيئي خبرون ڪنداسون جيڪي ڪُوڙين ڪنين اسان کي معلوم ٿيو آهي!

مير الهه بچايو خان. هڪ وڏو اثر وارو زميندار هو. جنهن جا ان وقت ڊاڪٽر دائود پوٽي سان. رفاقت جي حد تائين مراسم هوا. مير صاحب هڪ ماستر جي بدلي رد ڪرائڻ لاءِ اصرار ڪيو ته اهو ماستر جهڏي ۾ ئي رهي. معاملو اصل اُئين هو جو هيڊ ماستر اڊنگي روشن ڪان تنگ اچي ان ماستر خلاف رپورٽ موڪلي هئي. جنهن تي عرساڻيءَ بدلي جو آرڊر ڪيو هو. هوڏانهن وڏن. گهڻا وس لاتا پر اڳيان عرساڻي صاحب سان ٽڪر هوا! قلم وهيو سو وهي چڪو هو. لکيو منجهه نراڙ قلم ڪيارڙي نه وهي! زمين جنبد نه جنبد گل محمد وارو معاملو ٿي پيو. بهرحال ان سلسلي ۾ ڪنهن جو به اثر قبول نه ڪيو ويو.

اهڙو مثال هڪ هندو ماستر مولچند جو به آهي. جو ميرپورخاص جي ڪنهن اسڪول ۾ مقرر هو. هن به ڊاڪٽر دائود پوٽي تي زبردست اثر هلايو ته رٽائرمينٽ ڪانپوءِ نوڪريءَ ۾ توسيع ملي. مگر ٿيو اهوئي جو هميشه ٿيندو آيو. بقول شاعر ته

سود خاطر جي ويا نذر آيا نظر
جيڪي هٿ ۾ هون. سو الٽو اڏائي مونيا!

ڊاڪٽر دائود پوٽي حڪم ڪيو ته اهڙو پروپوزل موڪليو وڃي. پر عرساڻي اڻلندو ڳالهه نه قبولي. ان جي مخالفت ڪئي! يلا مولچند پڙهائيءَ جو ڪم ته ڪندو ئي ڪو نه هوا ويمي ڪمپنيءَ جو ايجنٽ هو. سيئين جون مسواڙون به اڳاڙيندو هو. سڀ کان وڏي ڳالهه ته اها بي انصافي ٿي ها. جو ملازمت ۾ توسيع ملڻ سان. ڪنهن سينيئر استاد جي حق تلفي به ٿئي ها! يلا ايترين ڳالهين هوندي عرساڻيءَ جهڙو انصاف پسند آفيسر ڪيئن ٿو ڪم ڪري! انڪار تي ڊاڪٽر کي البت ناراضگي ٿي ۽ ڪيس ڪراچيءَ ۾ گهرايائين. مگر عرساڻيءَ جي جواب کان بلڪل مطمئن ٿي ويو ۽ مولچند جا سيئي اثر بيڪار ٿيا!

رڳو عملدار ته نهيو بلڪ اهڙا مثال به آهن. جو وڏا حاڪم عرساڻيءَ جي دربار ۾ هام هڻي ويا هوندا. پر پوئين پير هٽين نلا موٽي ويا هوندا. بقول شاعر:

جيڪي هت فخر و وفا جو دمر هڻي ويندا رهيا،
آرزو هڻن سان مٽيءَ ۾ ملائي موٽيا!

عرساڻي هالا ڊويزن ۾ آفيسريءَ دوران هڪ مهاجر ماستر کي حيدرآباد کان سيڪاٽ بدلي ڪئي ڇو ته هو پڙهائي جو ڪم اصل نه ڪندو هو. هيڊ ماسترن جون مٿس رپورٽون هيون. جي عاجز اچي چڪا هوا. بس سائين بدليءَ جو حڪم ڇا نڪتو اصل پنيور کي باهه وٺي وئي! مير علي احمد موصوف ان وقت سنڌ حڪومت ۾ وزير تعليم هو. جنهن موصوف بدلي رد ڪرڻ لاءِ زور پريو ۽ اهڙو خط لکيائين. ليڪن عرساڻيءَ بدستور انڪار ڪيو. معاملو نهندي نه ڏسي ان ماستر جي موڪل منظور ڪرڻ لاءِ چيو ويو. جا ڳالهه به عرساڻيءَ کي انصاف وٽان نظر نه آئي ۽ پنهنجي موقف تي اڙجي رهيو. نيٺ مير رسول بخش مرحوم آفيس ۾ وٽس هلي آيو. جنهن جي زور پرڻ تي رڳو ايتري رعايت ٿي، جو ٻه مهينا ڪاٽ پگهار سان موڪل منظور ڪئي وئي! قاضي اڪبر مرحوم وزير تعليم ۽ مير غلام علي ٽالپر مرحوم ٻئي حضرات به عرساڻي کي آزمائي چڪا. هنن هڪ هيڊماستر جي بدليءَ جو آرڊر رد ڪرڻ لاءِ زور پريو. جنهن تي سنگين جرم ثابت ٿيو هو پر عرساڻيءَ اهڙي ڳالهه مڃي ته پوءِ آفيسرڪيئن چوائي!! جيستائين هو پاڻ آفيسر هو. تيستائين اهو ماستر پنهنجي من ماني ڪري نه سگهيو. بهرحال وٽس ڪامياب سفارش هلائڻ لاءِ ڪو به "جيڪ" ڪارگر نه ٿي سگهندو هو! حيلہ باز جون سڀئي تدبيرون پاڻي ۾ پُسي ويندڀون هيون ۽ چاره گر لاچار ٿي ويهي رهندا هوا بلآخر هن کي ڪاٽ ڪلهي تي ڪٿو پوندو ۽ ڇپن تي فقط سرد آه رهجي ويندي هئي!!

بس انهن ڳالهين ڪري "ڪڙڪ آفيسر" سمجهيو ويندو هو. جنهن ۾ ڪا شڪ شبهي جي گنجائش ڪانهي. سفارش کي پنيءَ پنيان اچلائڻ ڪري هو هميشه آزمائش ۾ مبتلا رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو هو جو بالا عملدار ڪائنس ناراض ٿي پيا هوندا. پر هو اصولن جي پوئواري خاطر هر ڪو ستم خوش دليءَ سان سر تي سهائي ويو هوندو! بقول لطيف"جي تون پهڻ پب جا ته لگ به منهنجا لوها" وانگر ڪي به رڪاوٽون سندس اٽل ارادي کي لوڏي نه سگهنديون هيون! ۽ نازڪ موقعي تي صاحب اختيار اڳيان اڪثر هڪڙو ئي جملو دهرائيندو هو!

"سائين منهنجا سنڌ جون چار ڪنڊون ڏٺل اٿم. جيڏانهن موڪليندا ته پنهنجو مقدر سمجهي هليو ويندس. ان کان وڌيڪ ڀلا ڪري به ڇا ٿا سگهو؟!" ليڪن حاسد ته ائين حيرت ۾ مبتلا ٿي ويندا هوا. جڏهن ڏسندا هوا ته عرساڻي جنهن نئين عهدي جي چارج سنڀالي آهي، تنهن جي انتظام ۽ ڪارڪردگيءَ ۾ چارچنڊ لڳي ويا آهن ۽ ان تر ۾ سندس نيڪ نامي ويتر ڦهلجي وئي آهي!!

اڪثر ڪري اهو خيال ويٺل هوندو اهي ته خانگي نوڪريءَ ۾ مالڪ جي دستگيري ۽

خُوشامد ڪانسواءِ ڪم نہ هلندو آهي پر عرساڻي نجي شعبي ۾ نوڪري ڪرڻ بعد بہ ساڳيو ئي اصول پسند رهيو ۽ سندس فيصلن آڏو اچڻ جي ڪنهن کي بہ همت نہ ٿي. رٽائرمينٽ کانپوءِ جامع عربيہ هاءِ اسڪول حيدرآباد جي انتظاميہ بورڊ جي بي حد اصرار تي محمد اسماعيل عرساڻي ان اداري جو هيڊماسٽر ٿيڻ قبول ڪيو. دنيا شاهد آهي تہ جيڪو اسڪول افراتفريءَ جو شڪار هو سو صرف چند مهينن ۾ ئي نظم ۽ ضبط ۾ مثالي بڻجي ويو. پهرين صورتحال اها هئي جو مائٽ ٻارن جو نالو ڪيرائي ٻين اسڪولن ۾ داخل ڪرائي رهيا هوا. ليڪن پڙهائيءَ ۾ باقاعدگي اچڻ سان هينئر اسڪول ۾ داخل ٿيندڙ شاگردن جو انگ حدف کان بہ وڌي ويو! عرساڻيءَ اسڪول ۾ اچڻ سان اهڙا جرئت ڀريا مثبت قدم کنيا. جنهن جو نتيجو سڌاري جي صورت ۾ نڪتو. هن انتظاميا ڪاميٽيءَ جي صدر جي اسڪولي نظام ۾ بيجا دست اندازي کي اچڻ سان بنجو ڏئي ڇڏيو. صدر نواب صاحب هوندو هو. جنهن جي معاملات ۾ ايڏي مداخلت هوندي هئي جو شاگردن جي جمع ٿيل في بہ اڪائونٽنٽ کان وٺي رمندو رهندو هو. جنهن سبب استادن کي پگهار بہ وقت سر نہ ملندا هوا. عرساڻي صاحب اداري جي چارج وٺڻ بعد بيقائدگين جو جائزو وٺندي هڪدم انهن جو سدباب ڪيو. شاگردن جي گڏ ڪيل في بہ الڳ هيڊ ۾ بئنڪ ۾ جمع ٿيڻ لڳي. جنهن مان استادن کي پهرين تاريخ تي باقاعدگيءَ سان پگهار ملڻ لڳو. اهڙي طرح ڊائريڪٽوريٽ تعليمات کي خط لکي اسڪول جي امداد جي مد ۾ ملندڙ رقم شخص واحد کي سونپڻ بجاءِ ان جي صحيح استعمال لاءِ لکيائين. محمد اسماعيل عرساڻي ان اداري جو صرف هڪ سال هيڊ ماسٽر رهيو.بعد ۾ نظر جي تڪليف سبب استعيفيٰ ڏئي پاڻ کي ذميدارين کان سبڪدوش ڪيائين. ليڪن جيڪو بہ عرصو رهيو. تنهن ۾ اداري ۾ تعليم جي بهتري لاءِ ايڏا مشڪل قدم کنيائين. جو سندس جاءِ تي ٻيو ڪو بہ عملدار ايڏي جرئت ۽ حوصلي کان ڪم وٺي نہ سگهيوٰ ها. خاص ڪري اهڙي حالت ۾ جو هن کي اسڪول ۾ مقرر ڪرڻ وارا بہ اهيئي فرّد هوا. جن کي ڪيس انصاف سان هلڻ لاءِ چوٽو ٿئي پيو. هن اهڙي احسانمنديءَ کي ڪڏهن بہ قبول نہ ڪيو. جنهن ڪري سچائيءَ جي اصولن کي تياڳ ڏيڻو پويو!

## عرساڻي تيز فهم ۽ حاضر جواب:

عرساڻي صاحب پنهنجي وهيءَ ۾ بلا جو حاضر جواب. تيز فهم ۽ معاملہ شناس هو. مون کي جهڙس شخص ڪو ورلي نظر آيو. معاملي سان اصل ائين نمٽندو جو ڳالهہ آئي وئي ٿي ويندي. جڻ تہ ڪجهہ ٿيو ئي نہ هوا ساٿس خواهہ مخواهہ اٽڪڻ واري کي خجالت ڪٽڻي پوندي هئي!! سندس حاضر جوابي ۾ مستعدي جو هڪڙو مثال پڙهندڙن آڏو رکان ٿو. جو دلچسپيءَ کان خالي نہ آهي. هن پنهنجي دراز عمري ۾ ڪوشش ڪندي ڪورٽ جي چائنٽ نہ ٿيي. پر

٦٠ سال عمر ۾ ڪيس دوست جي گواهيءَ خاطر عدالت جو منهن ڏسڻو پيو. اهو تڏهن ٿيو جو محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هڪ اخبار نويس تي بدناموسيءَ جو ڪيس ڪيو هو. ان اخبار نويس ڊاڪٽر موصوف جي مرتب ڪيل ڪتاب "مناظرا" تي گندي نڪتہ چيني ڪئي هئي، جنهن ۾ ڊاڪٽر لاءِ توهين آميز جملا لکيل هوا ۽ ڪتاب جي ڪن جملن تي اعتراض ورتل هو. جيئن تہ ڊاڪٽر بلوچ کي اهو ثابت ڪرڻو هو تہ اهي اعتراض هيٺ آيل فقرا واقعي اخلاق کان ٻاهر نہ آهن ۽ اخبار نويس جي الزام تراشي بي بنياد ۽ غلط آهي ۽ محض ڊاڪٽر موصوف کي هڪ اسڪالر جي حيثيت کان ڪيرائڻ جي ناڪام ڪوشش ورتل آهي. ان ڪري ڊاڪٽر بلوچ کي ضرور ڪن سنڌي اديبن کي ئي گواهي طور پيش ڪرڻو پيو هو. موصوف ڏيپلائي ۽ عرسانيءَ جو نالو گواهن جي طور ڪورٽ ۾ پيش ڪري ڇڏيو. ڊاڪٽر بلوچ عرسانيءَ کي فقط ڪنهن دوست جي زباني چوائي موڪليو تہ سندس نالو گواهيءَ ۾ ڏنو ويو آهي. اميد تہ صحيح طور تي ترجماني ڪندا. ڪورٽ مان سمن جاري ٿي چڪا هوا. فقط ٻن ٽن ڏينهن جو وقفو هو. عرساني پوري وقت تي ڪورٽ ۾ حاضر ٿيو. ڊاڪٽر موصوف جو وڪيل عُبدالقادر هالپوٽو هو ۽ سيشن ڪورٽ جو جج جمال ابڙو صاحب هو. اول ڪيس سڏ ٿيو. وڪيل ڪورٽ کي درخواست ڪئي تہ شاهد بيمار آهي. فالج جو مٿس حملو ٿيو هو. ان ڪري گهڻي دير بيهي نہ سگهندو. ڪيس ويهڻ جي اجازت ڏني وڃي. جج موصوف پيجري ۾ هن کي ڪرسي رڪائي ڏني ۽ هو ويهي رهيو. مرحوم پير بخش چنا بئريسٽر مخالف ڌر جو وڪيل هو سو اٿيو ۽ شاهد تي جرح شروع ڪيائين. جيئن ڪجهہ ٻڌو اٿم سو نذر قرطاس ڪريان ٿو. ڪورٽ قسم کڻڻ لاءِ ارشاد ڪيو ۽ شاهد چيو تہ "خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي سچ چوندس"

ان بعد سوال جواب شروع ٿيو.

چنہ صاحب: اوهان ڊاڪٽر بلوچ جو لکيل ڪتاب "مناظرا" پڙهيو آهي؟

شاهد: "ها"

وڪيل: اعتراض هيٺ آيل جملا پڙهڻ لڳو ۽ چيائين تہ اهي جملا مناظرا ۾ پڙهيا آهن؟

شاهد: "ها"

چنہ صاحب: اوهان سنڌيءَ جا اديب آهيو. ٻڌايو تہ اوهان ڪيترا ڪتاب لکيا آهن؟

شاهد: سؤ ڪن ڪتاب لکيا هوندم.

چنہ صاحب: لوڪ ادب جا ڪتاب لکيا اٿو؟

شاهد: "ها"

چنہ صاحب: انهن جا نالا ٻڌائي سگهندا؟

شاهد: سورٺ راءِ ڏياچ، سنڌي سباجهڙا، ٻارن جون آکاڻيون، وتايو فقير وغيره.

چنه صاحب: سورٺ راءِ ڏياچ لوڪ ادب جو ڪتاب نه آهي.

شاهد: "هوندو".

چنه: اوهان کي مناظرن جي انهن جملن ۾، جي مون پڙهي ٻڌايا هوا، بدتهذيبيءَ ۽ خراب زبان ڪم آندل ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

شاهد: "نه"

چنه صاحب: اوهان کي شاهد وارڻ لاءِ ضرور ڊاڪٽر بلوچ اڳواٽ چيو هوندو.

شاهد: "نه"

چنه صاحب: هينئر اوهان جامعه عربيه ۾ هيڊماستر آهيو؟

شاهد: "جي ها"

چنه صاحب: ڊاڪٽر بلوچ جامعه عربيه ڪاميٽيءَ جو ميمبر آهي؟

شاهد: "نه"

چنه صاحب: اها جاءِ اوهان کي ڊاڪٽر بلوچ جي سفارش سان ملي هئي؟

شاهد: "نه"

چنه صاحب: اوهان کي ڪيئن خبر پئي ته هن قسم جو ڪيس ٿيو آهي ۽ اوهان کي شاهد واريو ويو آهي؟

شاهد: اوهان صاحب ني پهريان شخص هوا، جنهن مون کي هن باري ۾ مطلع ڪيو ۽ ان بعد ڪورٽ جي سمن مان ظاهر ٿيو ته مون کي گواهه بنايو ويو آهي.

چنه صاحب: مون اوهان کي ڪڏهن چيو؟

شاهد: تلڪ چاڙهي تي، آئون شام وقت پنهنجي پيٽوپي حافظ صادق جي گهر ٽريننگ ڪاليج ڏانهن وڃي رهيو هوس توهان پنهنجي آفيس مان موٽي رهيا هوا. ملڻ وقت توهان نه فقط ڪيس بابت ٻڌايو. بلڪ پڇري ۾ چار ڪلاڪ ويهارڻ جي ڌمڪي به ڏني.

اتي ڪورٽ ۾ ٺهڪڙو مچي ويو. مسٽر هاليپوٽي ڪورٽ کي استدا ڪئي ته ڪورٽ مهرباني ڪري هن ڳالهه جو نوٽ وٺي. چنه صاحب البته هڪو ٻڪو ٿي ويو ۽ سندس حوصلو هيٺ مٿي ٿيڻ لڳو ۽ ڪاوڙ ۾ اچي فرمايائين.

چنه صاحب: ڇا مناظري ۾ پڙوا، پاڙيا، حرامي جهڙا لفظ ناشائسته ناهن؟ اوهين جيڪر اهي لفظ پنهنجي ٻارن کي ڳالهايو؟

شاهد: مهرباني ڪري مناظري ۾ جتي اهي لفظ استعمال ٿيل آهن اهي پڙهي ٻڌايو ته مان چئي سگهندس ته ڪهڙي معنيٰ ۾ استعمال ٿيل آهن ته مان اوهان جي سوال جو جواب ڏئي سگهان؟

هتي اخبار نويس جو صلاحڪار ڪراچيءَ کان آيل هو، ان چنه صاحب کي چيو ته بس

هن ڪان وڌيڪ نہ پڇو ۽ عرسانيءَ کي اڌ ڪلاڪ ۾ ٿي اجازت ملي وئي. ڪورٽ مسٽر هاليپوٽي کي عرسانيءَ کان پڇڻ جي اجازت ڏني. مگر هن چيو تہ ضرور ڪونهي، اهڙي طرح هو جلدي واپس ٿيو.

ڪورٽ ماڻهن سان ڀريل هئي ۽ ڪن ماڻهن ٻاهر ڪيس چيو تہ سائين اوهان تي حملن لاءِ وڏيون تياريون هيون، پر توهان تہ جادو ڪري ڏيکاريو. ڪجھ ڏينهن بعد جڏهن مسٽر هاليپوٽہ سان اکيون چار ٿيس تہ هن بہ کيس ڏاڍو داد ڏنو تہ "اوهان جا جواب لاجواب هوا".

## عرساڻي ننڍن ۽ وڏن جو ليکڪ ۽ ماهر استاد:

محمد اسماعيل عرساڻي گهڻين صفتن جو جامع نظر اچي ٿو. هڪ آئيڊيل آفيسر ڪانسواءِ، آزموديگار استاد ۽ اعليٰ قلمڪار جي ٽن شخصيتن گڏجي سڏجي هڪ واحد ڪردار جو روپ ڌاريو آهي. ڪي سندس عملداري ۽ انتظام جا مدح خوان رهيا تہ ڪي ادبي نگارشات کان متاثر تہ ڪي وري پڙهائيءَ جي تدريسي ڍنگ کان مرعوب! مگر جنهن رنگ ۾ بہ سندس شخصيت کي ڪٿي جاچيم، تہ هو مون کي فقط هڪ استاد ئي نظر آيو! سندس تخاطب ۽ نصيحت آميز پيرايو، هلت چلت ۾ پروقار سادگي ۽ گفتگو ۾ هڪ اديبانہ ڍنگ، اوقات گذر ۾ پابندي ۽ توازن، چوندا آهن تہ ترتيب ۽ سليقي سان زندگي گهارڻ هڪ سلجهيل دل و دماغ جو شيوو آهي ۽ سمجهان ٿو تہ ان روش مان انسان جي دلجمعي ۽ طمانيت جو هڪ بيساختہ اظهار ٿئي ٿو. هو پنهنجي رهڻي ڪهڻيءَ ۾ بي انتها سليقہ مندر رهيو آهي. گهڻي عرصي کان نظر ڪمزور اٿس ۽ ان باعث ويسارو بہ گهڻو ٿي پيو آهيس، تاهم، ڪنهن شي کي ڪٽڻ پائڻ ۾ سندس هٿ هرگز نہ منجهندو! ونس هميشہ کان هر شي ٺاهيڪي ۽ مقرر جاءِ تي ملندي!

سندس تدريسي مهارت جي کهڙي تعريف ڪري کهڙي ڪريان! ١٩٦١ع ۾ ٽريننگ ڪاليج اسڪول سڪرنڊ ۾ مان زير تربيت پرائمري استادن جو مدرس هوس ۽ عرساڻي صاحب هيڊ ماسٽر هو. هُن جون استادانہ ۽ علمي معيار جون تنقيدون مون پاڻ ٻڌيون، جي هو پريڪٽيڪل ليسنن تي ڪندو هو. درسي نصاب تي اخبار ۾ ڇپيل سندس تنقيدون بہ ان ڳالھ جو منهن ڏنو ثبوت آهي! نڪتہ داني ۽ پرک ۾ ساڻس ڪو استاد مشڪل سان ڪلهي جوسي ڪري سگهندو! لساني جاڻ ۽ تورتڪ پلي تہ ڪو ڪائنس سکي! خصوصاً نثر جي عبارت ۾ پڙ!! مان تہ ماما آڳيان عربي فارسي لفظن جا اچار وننديءَ هبڪندو آهيان. چو جو اچا سوڌو هو منهنجا اچار درست ڪرائيندو رهندو آهي!! هو منهنجي مضمون جي ساراھ دل سان ڪندو آهي. کيس مضمون پڙهي ٻڌائڻ ڪانپوءِ مان ان کان مطمئن ٿي ويندو آهيان. ايتري قدر جو اظهار ۽ ٻوليءَ ۾ ان کي بلڪل تڪميل شده سمجهڻ لڳندو آهيان ۽ وري ڪڏهن بہ

ڪنهن لفظ ۾ مشڪل سان ڪا مٽ سٽ ڪريان!!

مرحوم ڪريم بخش چنه هڪ ڀيري مون سان ذڪر ڪيو ته "سنڌ مدرسي ۾ عرساڻيءَ جيڪي ٽي مهينا مون کي انگريزي پاڙهي ۽ گرامر جا اصول سمجهايا، سي منهنجي دل جي فرحيءَ تي اُڪري ويا ۽ آئنده لکڻ پڙهڻ ۾ اهيئي مددگار بنيا". جامعه عربيه هاءِ اسڪول جي هيڊماستريءَ واري وقت ۾ هو بي ٽي جا ليسن ڏسي رهيو هو. هڪ استاد جو انگريزي ۾ نڪتل ليسن بلڪل ئي نه وڻيس. هن کيس سنڌي سڄو ليسن پلان پاڻ ٺاهي ڏنو. جڏهن اهو هن پنهنجي پروفيسر کي وڃي ڏيکاريو ته هُو دنگ رهجي ويو ۽ تعريف ڪندي چيائين ته "اهو جنهن به لکيو آهي، سو بلاشڪ اسڪالر ۽ تعليمي جاڻو هوندو!" هو درسيات ۽ نصاب جو يڪتا عالم ۽ استاد سمجهيو وڃي ٿو. ساري عمر درسي ڪتاب لکيائين، جن کي ساري سنڌ ۾ شهريت حاصل هئي. ون يونٽ جي زماني ۾ چڻا پيئيءَ ۾ هن جا لکيل نصابي ڪتاب گهڻي ۾ گهڻا پاس ٿيا ۽ اولين طور شمار ڪيا ويا ان ڪري هن کي مغربي پاڪستان جي صوبي اندران زماني ۾ پنجاهه هزارن جي هڪ ڪثير رقم معاوضي طور حاصل ٿي!

محمد اسماعيل عرساڻي ننڍن شاگردن ۽ بالغن ٻنهي ۾ هڪجهڙو مقبول اديب رهيو آهي. دراصل هو ننڍن وڏن ٻنهي جو ليکڪ هو. سندس ڪتاب جيئن شاگردن ۾ ڪارائتا تيئن وڏن جي دلچسپيءَ جو باعث رهيو آهي. ان ڪري هُو هر وهيءَ ۾ سڃاتو وڃي ٿو. عرساڻيءَ جي عبارت کي بلاشڪ استادانه چئني سگهجي ٿو. هُو لکڻ جو اصل چوهو آهي. سندس سيني جي صدريءَ ۾ يادداشتن جو ذخيرو هر وقت پيل هوندو آهي. ڪا ڳالهه ڪڏهن ڪا پڙهي هوندائين يا ڪا ڏٺي وائٺي هوندائين ته هميشه لاءِ صدريءَ ۾ محفوظ ٿي وئي هوندي ۽ وقت ضرورت ان مان ڪڍي هڪ دم مضمون تيار ڪري وٺندو! ٻيا انساني لڳ لڳاپا ۽ مادي اسباب ته نهيو مگر پکي پکڻ، جيت جڻا ۽ ننڍڙين رواجي شين جي جيوت جي ڍنگ بابت مشاهدي ڪيل باريڪ ڳالهيون به پنهنجي ذهن مان ميساري نه سگهيو آهي! ايتري قدر جو ڪاڪي گرداس واڌواڻيءَ کي "نياريون وڻون" تي تبصرو ڪندي ان کي سنڌي زبان جو پهريون سائنسي ڪتاب چوڻو پيو. چو ته انهي کان اڳ ڪنهن به ليکڪ مشاهدي مان جيتامڙن ۽ پسن بابت ايتري دلچسپ معلومات ڪا نه لکي هئي! اعتبار نه اچيو ته "نياريون وڻون" پڙهي ڏسو. جنهن کي هن بمشڪل ڏهن ڏينهن ۾ لکي تيار ڪيو. يعني روزانو سراسر چار مضمون لکي تيار ڪيا! اهڙي طرح نصابي ڪتابن ۾ ڪيئي دلچسپ سبق مختلف عمرين جي شاگردن لاءِ لکيل اٿن. ڊزن ڊايالاگ ۽ ٻيا ڊراما جتي ٻارن جي زبردست دلچسپيءَ جو سامان رکن ٿا اتي بدنصيب ٽري، سورٺ راءِ ڏياچ، حسن پروين ۽ ٻيا ڪيترا ڊراما ۽ ڪتاب هر عمر جي انسان لاءِ ڪشش رکندڙ ثابت ٿيا آهن!

ڪيس "قلم جو ڌڻي" چنجي ته صحيح ٿيندو. قلم هٿ ۾ جهلي، پاڻي تي پنو رکي، ڪٽ تي ويهي تحرير شروع ڪيائين ته پهرين سٽ کان وٺندي آخر سٽ تائين سمورو مضمون يڪساهيءَ لکي پورو ڪري اٿندو! اسان وانگر ٻاٿون کائي گهڻيون ڏئي ڏئي اصل ڪو نه لکي! البت ميز ڪرسيءَ تي مون ڪيس آفيس ۾ فقط دفتري ڪم دوران ڏٺو، ورنه گهر ۾ هن وڏا وڏا ڪتاب ڪٽ تي ويهي لکيا آهن! اٿين ڏنو ويو ته ورانڊي ۾ پيل ڪٽ تي گوڏو پيچي صبح کان لکڻ شروع ڪيائين ته وري منجهند ٿي ويندي. ماني کائي ٻنپهرن جو آرام لاءِ ٿوري دير آهربو هو، وري سانجهين جو منهن اونداهي ٿيڻ تائين ڪم ڪندو رهندو. رات جو لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڪندي اسان ڪڏهن ڪو نه ڏٺس. رات جو سوير ئي سمهڻ جي عادت اصل کان پيل اٿس. لکڻ مهل هرويرو اڪيلائي يا خاص ماحول جي به ڪيس ضرورت پيش نه هوندي آهي! لکڻ ۾ اهڙو چُست هوندو جو ٻئي پاسي ڌيان اصل نه ويندس. گهر جا ڀاتي ورانڊي کان ڪمري ۾ پيا لنگهندا ڪندا. ٻار ٻچا اڳڻ ۾ پيا ڊوڙون ڊڪون پائيندا. پر ڪنهن جي سڏ واڪي تي لکڻ جي رفتار ۾ خلل نه پوندو اسان گهڻو ڪري ڪيس لکندي ڏٺو ۽ پڙهڻ ۾ رڌل "نه" جي برابر ڏٺوسين. اخبار ۾ لاڳاپيدار مضمون يا اهم خبرون ضرور پڙهندو، پر روزانه اخبار به ڪا گهر ۾ هر روز نه ايندي اٿس. هو هڪ راست گو لکندڙ قلمڪار آهي، جنهن جي تحرير ۾ فڪري اڏام بدران مسئلي جي چند چاڻ زوردار نموني سان ٿيل هوندي آهي. پنهنجي دور جو مشهور ڊراما نگار ۽ اديب رهيو آهي. ليڪن فراخ دل به اصل هڪڙوئي! جيڪڏهن ڪيس ڪو مضمون لکي ڏيڻ لاءِ چوندو هو ته هو ٻنان ڪنهن پس و پيش جي لکي ڏئي ڇڏيندو. اهڙي طرح لکڻ توڙي لکائڻ ۾ ليکو چوکو ڪونه رکي!

## عرساڻي هڪ سادگي پسند ۽ اڏول انسان:

سندس زندگي گهڻين طلبن کان آجي ۽ لوازمن کان ڇٽل. تمام سادو، سودو گهاريندي به هشاش بشاش نظر اچي! مون کي ڪڏهن به نه لڳو ته ڪنهن شئي جي خواهش پوريان ڪا بي تحاشا ڊوڙ وڏي هجيس!! سندس شوق صاف سٿرو، ڪيس ساري جمار ۾ جيڪو سامان خريد ڪندي يا گهر ۾ آڻيندي ڏٺم، سو تمام مختصر آهي!! مثال طور جڏهن ننڍڙا هواسون، جنهن جي پوري سانير نه اٿم پر گهر جي وڏن ڀاتين کان معلوم ٿيو، هن تمام هڪ سهڻو پينگهو گهر ۾ وڌو، جيڪو گهڻي شوق سان آرڊر تي ٺهرايائين ان جي سرائيءَ مٿان پرت تي محمد اسماعيل عرساڻي جو نالو ڪند ٿيل آهي. مضبوطي ۽ نزاڪت ۾ اجا سوڌو بي مثل آهي، پر پالش جو منهن وري نه ڏنو اٿس! هنن ڏينهن ۾ پاڻ گهڻو وقت ان پينگهي ۾ جهوليندو يا آرام ڪندو رهندو آهي. بيو ٿيو خير!! شي ۾ سونهن کان وڌيڪ سندس ڌيان جٽاداريءَ ڏي گهڻو ويندو آهي.

فحش کل يوڳ يا بي مصرف ڪچهري کيس اصل ڪا نہ وڻندي رڳو رؤنشي ڪاڻ ڪو تماشو يا ميڙاڪو ڏسڻ کان بہ بچان ڪندو! مطلب تہ فضول ڳالهين ۾ ڪڏهن بہ نہ الجهندو آهي. انڊورگيمس ڏانهن اک کڻي بہ نهاري. جو انهن کي وقت جو اجايو ذيان سمجهي! نہ ڪڏهن فلم بينيءَ جو ڪُڏ نہ وري سازو آواز ۾ هرويرو مدهوش رهيو البت تفريح طبع لاءِ سنگيت مان لطف ضرور وٺندو. نديڙو. ٽرانسسٽر ريڊيو هميشہ پاڻ سان گڏ رکندو آهي! البت ڪو زمانو هو جڏهن کيس نوڪريءَ ۾ رائفل کڻندي ڪجهہ پيرا شڪاري ڪپڙن ۾ ملبوس ضرور ڏٺو هئوسونس! ساري عمر مهملات کان پاسو ڪندي، اسان کيس فقط ادب نويسيءَ جي ذوق ۾ رڌل ڏٺو!

عرساڻي هڪ اڏول انسان هو. مشڪلاتن ۾ رهندي هُو سخت جان بنجي ويو هو. نوڪريءَ ۾ ڪيترا لاها چاڙها ڏٺائين. بعضي تہ کيس تمام ڏکيا فيصلا ڪرڻا پوندا هوا، جنهن ڪري هن کي هر وقت مشڪل آزمائش مان لنگهڻو پوندو هو. ان هوندي بہ زندگيءَ جي جدوجهد ۾ هو راست بازيءَ کان ڪڏهن ڪو نہ هٽيو. سندس ڪاميابيون هن جي همعصر يا وري معاشري جي بدخوءِ شخصن کي ڪنڪنديون ضرور هيون. هُو هميشہ وجهہ ڳوليندا رهندا هوا تہ عرساڻيءَ کي ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان اهڙي مشڪلات ۾ مبتلا ڪريون جو سندس عهدي ۽ ناموس کي ڇيهو رسي، هنن کي اهو وجهہ تڏهن مليو جڏهن عرساڻي "سنڌي سڀاجهڙا" ڪتاب لکيو. جنهن کي تمام گهڻي شهرت ملي. جيڪڏهن عرساڻيءَ جي عمل ۽ ڪردار کي ڏسبو تہ هو سرڪار بهادر جو فرض شناس عملدار ضرور هو. ليڪن ملازمت جا فرض عوامي خدمت جي جذبي تحت عبادت سمجهي بجا آڻيندو هو. سچ پڇو تہ هن کي سياست لاءِ ذري ماتر بہ رغبت نہ ڏٺيسون! کيس اگر ڪا دلچسپي بہ هئي تہ پنهنجي دائره عمل کي تعليم ڦهلائڻ ۾ وڌ کان وڌ مصروف رکڻ تائين! ان کان ٻاهر ڪڏهن بہ نهاريو ڪونہ. هن آڳونو رت ۾ ٻوڙي شهيد سڏائڻ جي ڪڏهن بہ ڪوشش نہ ڪئي آهي. پر خدا ڀلو ڪري جماعت اسلاميءَ وارن جو. جنهن کيس وڏي ۾ وڏو سياستدان بنائي پيش ڪيو ۽ سنڌي قوم پرستيءَ جو محرڪ طور ملڪ ۾ پذيرائي ڪئي!! اجا هاڻي بہ ٿورا سال اڳ ۾ "زندگي" رسالي ۾ هڪ پرپُور مضمون شايع ٿيو هو. جنهن ۾ پنڪو وڌو ويو تہ پاڪستان قائم ٿيڻ بعد هڪ تعليمي آفيسر "سنڌي سڀاجهڙا" ڪتاب لکي سڀ کان پهرين سنڌي قوميت جو ٻج ڇٽيو. پر حقيقت صرف ايتري هئي تہ ماما رڳو مولانا وفائيءَ جي فرمائش پوري ڪندي ڪٺي سنڌيدانيءَ جو جوهر ڏيکاريو! عرساڻي تہ فقط سنڌيت جو شناسا هو. سياسي منزل ماڻڻ جو کيس خواب خيال بہ نہ هوا! البت ثقافتي پرک جي جوش ۽ جذبي ۾ سڀ ڪجهہ سچ لکي وڃي پار پيو. جا سندس فطرت ثاني هئي! سنڌي سڀاجهڙا ڪتاب خلاف ساري ملڪ ۾ غوغاءُ مچايو ويو.

ديوارن تي پوسٽر چپسان ڪيا ويا. سندس مخالف آفيسرن اندروني طور تي ڪتاب جا تراشا فرضي تاويلن سان لکي ترجما ڪرائي سرڪار کي موڪليا. ڪتاب تي تعصب پرستي ۽ تفرقو ڦهلائڻ جون اجايون تهمتون مڙهيون ويون ان ڪري سرڪاري حڪم سان ڪتاب جون ڪاپيون دڪانن ۽ اسٽالن تان کڻايون ويون. مطلب ته چوڌاري هڪ طوفان بدتميزي کڙو ڪيو ويو مگر عرساڻي جي عزم ۾ استقلال کي ذري ماتر به لوڏو نه آيو. جيتوڻيڪ سنڌي پريس به سندس ترجماني ڪرڻ بدران خاموشي اختيار ڪري رکي هئي ۽ عوام ۾ اجا ايتري سجاڳي نه هئي جو حق گوئيءَ لاءِ آواز اٿاري. عرساڻي علامه آءِ آءِ قاضي جي چوڻ تي ترميم شده سنڌي سباجهڙا ڪتاب جو هڪ ٻيو ڇاپو ڇپائي مارڪيٽ ۾ آندو. البته انهيءَ ڪتاب جي انڪوائري جي پاداش ۾ اڳتي هلي کيس ملازمت ۾ سينيارٽي مطابق ڪلاس ٽو مان ڪلاس ون ۾ پروموشن نه ڏنو ويو! بهرحال هيءَ مصيبت به خوش دليءَ سان عرساڻي پنهنجي سيني تي سهائي ويو ۽ پريشانيءَ مان پيشانيءَ تي ذرو گهنج آڻڻ نه ڏنو! هن آزمائش ۾ به هو هميشه جيان اڏول رهيو!

چوندا آهن ته انسان سدائين ساڳيو ناهي، پر مون مامي جي چهري تي ڪڏهن به مايوسي ڇانيل نه ڏٺي. هميشه پرسڪون ۽ مطمئن!! اهو شايد ان ڪري جو هن ڪڏهن به حسد ۽ ڪيني کي پنهنجي دل ۾ ڪا به جاءِ نه ڏني. دوستن يارن جي خيرخواهي چاهي ۽ مٽن مائٽن جي ترقيءَ تي بي حد سرهو ٿئي. زندگيءَ جي ڊوڙ ۾ ڪيترا رفيق ڪائنس اڳتي نڪري ويا ڪيترين خوبين جو حامل هوندي به کيس جائز موقعن ۽ رعايتن کان رهيو ويو. ليڪن حق تلفيءَ جي شڪايت سندس واتان ڪڏهن به ٻڌڻ ۾ نه آئي.

اجايون طلبون ڊارڻ بدران پنهنجون ضرورتون تمام مختصر رکيائين. ڪيڏو نه عجب ڇنبو، جو جنهن شخص جو پير پٽ تي نه هوندو هو ۽ ساري عمر جاکوڙي ڪندي گذاريائين، سو رٽائرمينٽ کانپوءِ يڪايڪ گهر گرهستيءَ ۾ ٻڌجي ويهي رهيو! نه دنيا جي سير سياحت جي خواهش نه ڪنهن چيز جي بي مايگيءَ لاءِ حسرت! نه وري ڪو قيامت ۽ عقبيٰ جي چونڪاري جي جهوري، جيڪا اڪثر شخصن تي عمر جي آخري حصي ۾ طاري ٿيل ڏسبي آهي. زندگيءَ سان چاهت ۽ ولولي جو ثبوت فقط ٻارن ٻچن سان سندس بي انتها پيار منجهان ملي ٿو!

ڏئي وٺي فقط ادبي چاهه ۽ ذوق قائم رکندو آيو، پر سوني قسمت، نظر جي ڪوتاهيءَ سببان سندس لکڻ، جون آسون اميدون دل جون دل ۾ ئي رهجي ويون. ڪيترا انگريزي ٻاراڻي ادبي سيروسياحت، ڪهاڻين، معلومات ۽ ٻاراڻن ٻولن جا باتصوير ڪتاب چونڊي ترجمي لاءِ رکيا هوائين، جيڪي يقيناً سنڌي ادب ۾ هڪ قيمتي اضافي جو سبب بنجن ها، چو ته عرساڻي ان فن ۾ يڪتا آهي انهيءَ ڏان جي ڪتابن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ جي کيس ڏات عطا ٿيل آهي. هو نهايت شسته سليس ۽ مزيدار ٻاراڻي ٻولي لکي ڄاڻندو هو. هن نهايت عملي ۽

ڪارگر زندگي گذاري ۽ جيڪا بہ ڪا حاصلات ٿيس ان تي بلڪل مطمئن آهي ۽ پنهنجو پاڻ ڪي انتهائي خوش نصيب انسان تصور ڪري ٿو. هن پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ سڪر سيئي ڏينهن قلمبند ڪئي آهي، جنهن ۾ سندس جاکوڙ ۽ جدوجهد جي دلچسپ داستان سان گڏ گڏريل اڌ صديءَ ۾ تعليم ۽ تدريس جي سرگذشت بيان ڪندي ڪيترين ئي عجيب و غريب حقيقتون پهريون ڀيرو ڪتاب جي صفن ۾ آنديون اٿس. جيڪي وڻندڙ اثرائتي خودبيانيءَ جي انداز ۾ لکيل آهن. بهرحال اهو اٿو پورهيت اديب ۽ خادم تعليم جي زندگيءَ جو خاڪو! هن ۾ اورچائي، ايمانداري، جاکوڙ، مردم شناسي ۽ ذهانت جا جيڪي انگ سمايل هو. تن کيس هڪ باڪمال شخصيت بنائي ڇڏيو هو!



# "انتساب"

**حزن** و ملال ۽ عيش و طرب ﺑﻪ لازم ملزوم چيزون آهن انهن جي ميلاپ جو نالو ئي ﺗﻪ دنيا آهي!

الحمدلله، زندگيءَ ۾ ڪيئي مسرتون ماڻيون اٿم پر جا خوشي مون کي پنهنجي پهرين فرزند ارجمند خالد حسين جو هن وقت گورنمينٽ ڪاليج آف ٽيڪنالاجي حيدرآباد ۾ هڪ انسٽرڪٽر جا فرائض انجام ڏيئي رهيو آهي، ان جي اولاد باسعادت ٿي ٿي، اهڙي ڀي ڪا ﺑﻪ خوشي ياد ﻧﻪ اٿم. گويا هفت اقليم جي شاهي عطا ٿي هيم.

ان خوشيءَ جي ياد ۾ جا سندس طفيل حاصل ٿي هيم. آءٌ هيءَ پنهنجي ڪاوش سندس نام نامي ڏي منسوسب ڪريان ٿو ۽ دعا ڪريان ٿو ﺗﻪ شال موصوف زندگيءَ جي بهترين خوشين سان همڪنار رهي. آمين.

**محمد اسماعيل عرساڻي**



# پيش لفظ

## بسم الله الرحمٰن الرحيم

**ناظرين** ڪرام جي خدمت عاليه ۾ پڌرو ڪرڻ ٿو گهران ته مان نه عالم آهيان ۽ نه اديب، نه سياسي ليڊر يا قومي رهبر آهيان ۽ نه ڪو فني ماهر- سوانحيات فقط انهن هستين جون لکيون وينديون آهن جن پنهنجي مبارڪ زندگين ۾ نمايان ڪارناما ڪري ڏيکاريا هوندا آهن. منهنجي هن خودنوشته سوانح حيات ۾ اهڙو ڪو به قابل ذڪر ڪارنامو نظر نه ايندو. مون فقط پنهنجي بي ثمر زندگيءَ جو مختصر بيان ڏنو آهي ته ڪئي جائس، ڪئي نپنس، ڪئي ڪئي تعليم ورتم ۽ ڪئي پيٽ جي پوجا لاءِ هٿ پير هلايم ۽ ڪهڙن مهربانن ۽ احبابن سان حياتيءَ ۾ چار چشمي ٿي. اها هڪڙي بلڪل رواجي زندگي آهي جا هرڪو هن دنيا ۾ جمڻ مرڻ جي عرصي درميان ماڻي ٿو. آءٌ پنهنجي حياتي جي آتم ڪٿا تي ڪهڙو فخر ڪري سگهان ٿو جو مون کي زيبا هجي!

مون کي جيڪڏهن ڪو فخر آهي ته فقط هن ڳالهه تي آهي ته منهنجي زندگي هڪ ساده لوح فرض شناس جي زندگي آهي. مون پنهنجي ملازمت جي دوران قوم جي ٻچن جي ديانتداريءَ سان خدمت ڪئي ۽ جنهن حُسن سلوڪ سان پنهنجي ماتحت استادن ۽ شاگردن سان پيش آيس ۽ جن معزز بزرگن سان پيش اچڻ جوموقعو مليو يا جن عالمن جي صحبت جي سعادت حاصل ڪيم يا جن عزيز و اقربا ۽ والدين سان فضيلت ۽ ادب سان سر تسليم خم ڪيو يا جن دوستن سان قرب جون ظريفانه ڪچهريون ڪيم تن مون کي هنن سيني حلقن ۾ ڪافي پيارو ڪيو ۽ انهن جي دلين ۾ جڳهه حاصل ڪيم. ماتحتن سان پيار، بالادستن جي عزت، علماءَ سان صحبت، دوستن سان الفت، عزيزن سان محبت، اولاد سان شفقت ۽ والدين جي رضا جوئي منهنجي زندگيءَ جو شعار رهيو. دانسته ڪنهن کي به نه ڏکويم ۽ نه نقصان رسائڻ جي مذموم حرڪت ڪيم. تاهم انسان جائز الخطا آهي. گناهگار آهيان، ڪيترائي قصور نادانسته طور مون کان سرزد ٿيا هوندا، جن لاءِ هر وقت بارگاهه ايزديءَ ۾ سربسجود ٿي بخششون گهرندو رهان ٿو. ۽ اهوئي مولٰي مهربانِ بهتر معافي ڏيندڙ آهي. پُروقار هستين جي

سوانحيات مان تہ اسان کي ڪافي سبق ملن ٿا. پر اِن چوڻ ۾ غلطي نہ ٿيندي تہ ڪڏهن ڪڏهن مون جهڙن سراپا. علم کان بي بهرن جي حياتين مان بہ عقلمند انسان ڪو نہ ڪو فائديمند نڪتو ڳولي ڪڍندا آهن.

داناءَ تہ بجاءِ خود پر ديوانن جي داستان زندگيءَ کي بہ غور سان پڙهڻ بعد ڪجھ قيمتي متاع ملي ويندو آهي. منهنجي سوانح پڙهڻ مان جيڪڏهن ناظرين کي بيو ڪو فائدو پراپت نہ ٿيو تہ ڪم از ڪم منهنجي خطائن، غلطين ۽ لغزشن مان ئي سبق وٺي سگهن ٿا. پاڻ کي انهن جي تڪرار کان بچائي سگهن ٿا. ڪن جي علم مان فائدو وٺبو آهي تہ ڪن جي جهل مان اڪسير جو اثر رکندڙ سبق ملي ويندا آهن. ڪنهن بزرگ کان سوال ڪيو ويو تہ "اين قدر و حڪمت از ڪہ آموختنِ!" تہ جواب مليو تہ "از جاهلان" ۽ جڏهن کانئس وضاحت طلب ڪئي ويئي تڏهن فرمايائين تہ جاهل جيڪي ڪندا هوا. مان انهن جي خلاف عمل ڪندو هوس ۽ هنن جي تعليم کان ڪناره ڪش رهندو هوس.

ان موجب منهنجي ناظرين ڪرام کي باادب گذارش آهي تہ منهنجون ڪوتاهيون درگذر ڪن ۽ مون کي دعائي خير سان ياد فرمائين چو تہ هن وقت منهنجي عمر تقريباً اسي سالن کي اچي پهتي آهي ۽ علالت جي زندگي بسر ڪريان ٿو ۽ ضعف بصارت سبب تحريري ڪم بہ مشڪل ٿي پيو اٿم. ان هوندي بہ ساري سپ جمار جو تعليمي خدمت ڪندو رهيو آهيان سا عادت نہ ٿي بدلجي ۽ ڪجھ نہ ڪجھ ڪندو رهان ٿو. هيءَ سوانح بہ انهن ئي حالات هيٺ لکي اٿم جيڪڏهن ناظرين جي مزاج کي پسند پئي تہ باقي مون کي چا کپي.

گر قبول افتد زهي عزو شرف

**محمد اسماعيل عرسائي**



باب پهريون

# حسب نسب

"ذات ناهي ذات تي جو وهي سو لهي." سچ ۽ سراسر سچ آهي. ذات تي فخر ڪرڻ فضول آهي الله تعالىٰ وٽ وڏيڪ عزت وارا صرف متقي ۽ پرهيزگار آهن. ذاتيون رڳو سڃاڻپ لاءِ آهن ۽ نہ فخر ڪرڻ لاءِ (و جلعنا کم شعوبا و قبائل لتعارفوا ان اکرمکم عندالله اتقاکم). قرآن مجيد ۽ حديث شريف اندر هن باري ۾ بلڪل چٽائيءَ سان بيان ڪيو ويو آهي تہ نہ ڪنهن ڳوري کي ڪاري تي ۽ نہ عربيءَ کي عجميءَ تي ڪا فوقيت حاصل آهي. برتري ۽ بزرگيءَ جو سنڌو سيڙهو صرف تقوا ۽ نيڪ اعمال آهن. نماز جي صفن ۾ هڪ خاڪروب هڪ شهنشاهه سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهي ٿو. مسجد ۾ ڪنهن وڏي ننڍي لاءِ ڪا خاص جاءِ مقرر ڪيل نہ آهي. بنده ۽ بنده نواز يڪسان آهن. خداوند تعالىٰ شال اسان کي هٺ، غرور، ۽ تڪبر کان پناهہ ڏئي. پاڻ کي ٻين انسانن کان ڪن بہ بنيادن تي افضل ۽ اشرف نہ سمجهجي. اها ئي سچي مسلماني آهي ۽ اهائي دين مبين جي منشا آهي. اسان کي جڳائي تہ ذات پات پلجي وڃون ۽ فقط مسلمان ٿيون. ذات عالي فقط انهيءَ خالق اڪبر جي آهي، جنهن اسان کي هڪ گندي قطري مان پيدا ڪيو آهي. سڀني انسانن جي پيدائش هڪ ئي نموني ڪئي ويئي، يعني تہ پيءُ جي پُٺ ۽ ماءُ جي پيٽ مان.

قدرت جون نعمتون سڀني لاءِ هڪجهڙو اثر رکن ٿيون. پاڻي، هڪ پنگيءَ جي اڃ بہ ساڳيءَ طرح رفع ڪري ٿو، جهڙي هڪ سيد جي. سج، چنڊ، تارا ۽ ڪتيون، هڪ غريب جي گهر ۾ روشني بلڪل ان طرح ڏين ٿا، جهڙيءَ طرح هڪ شاهوڪار جي گهر ۾. برسات وسي ٿي تہ غريبن جي جهوپڙيءَ کي بہ پسائي ٿي ۽ اميرن جي محلن کي بہ پڄائي ٿي. هوا لڳي ٿي تہ شاهہ و گدا جي جسم تي هڪ جهڙو اثر ڪري ٿي باهہ ۾ جيڪڏهن هڪ چمار نپو ڏيندو تہ ان کي بہ اهڙيءَ طرح ساڙيندي، جهڙيءَ طرح هڪ برهمڻ کي. هڪ پيرزاده يا مخدوم زاده جي ڳلي تي ڇُري وهائي ويندي تہ ان کي بہ اهڙيءَ طرح وڍيندي جهڙيءَ طرح هڪ ڏڦير کي ڪهندي. جيڪڏهن هڪ سيٺ کي سوئو نبو تہ ان جي جسم مان بہ رت نڪرندو ۽ هڪ نوڪر کي هٿبو تہ بہ رت نڪرندو ۽ نہ پونءِ، پوءِ جڏهن قدرت، ڪنهن وڏي ۽ ننڍي ۾ امتياز نہ رکيو آهي تہ انسان ڇو غرور ڪري، صرف پنهنجي ذات تي جا فقط سڃاڻپ لاءِ مليل آهي، ان

تي جو فخر ڪري؟ اناج، ميوو ۽ ٻيو ڪاڌو سڀ ڪنهن جي بک لاهي ٿو. سڀ ڪنهن جي پيٽ ۾ ساڳي گندگي جڙي ٿي. ائين هرگز نہ آهي تہ امير جي پيٽ ۾ گلقند ۽ غريب جي آنڊي ۾ گوبر نهي ٿو. بيماريءَ ۾ دوا اثر ڪري ٿي تہ شودر کي بہ صحتياب ڪري ٿي ۽ ٻاڻيڻ کي بہ. مطلب تہ جمڻ جو نمونو هر انسان جو ساڳيو آهي ۽ موت هر ڪنهن کي پهچي ٿو. ڪو بہ مستثنيٰ نہ آهي ۽ مرڻ بعد:

چو آهنگ رفتن کند جان پاک
چہ بر تخت مردن چہ بر روئي خاک

هر هڪ جو جسم فنا ٿي خاڪ ٿي وڃي ٿو. نالو فقط ان جو رهي ٿو، جنهن جا عمل نيڪ آهن. هن مان ثابت ٿيو تہ بزرگيءَ جي نشاني فقط چڱا اعمال آهن. پڙهندڙ مون کان وڌيڪ ڄاڻن ٿا تہ ڪني پاڻيءَ جي پيدائش، انسان آخر ڇا آهي جو هٺ ڪري ۽ پاڻ کي ٻين کان وڏو ڄوائي ۽ هيٺ مٽي جا درجا قائم ڪري؟ اهڙيءَ غلطيءَ کان شال رب العالمين انسان ذات کي پناهہ ڏئي. آمين!

مٿين چند سٽن لکڻ مان منهنجو مقصد فقط اهو ظاهر ڪرڻ آهي تہ بندو هڪ غريب انسان آهي جنهن کي نہ پنهنجي ذات تي فخر آهي ۽ نہ پنهنجي علميت تي، جنهن کان حقيقتاً هو بلڪل بي بهره آهي ۽ علم جي عين کي بہ نہ پهتو آهي. البتہ پنهنجي سوانح لکڻ جي جرئت ڪئي اٿم، سو صرف هڪ بزرگ جي تلقين جي بنا تي. اهو بزرگ اسانجو علامہ آءِ آءِ قاضي مرحوم آهي جنهن هڪ دفعي تقرير ڪندي مشورو ڏنو هو تہ جيڪڏهن هر هڪ پڙهيل ماڻهو پنهنجي سوانح صداقت ۽ سچائيءَ سان لکي، تہ يقيناً هڪ عمدو ادبي ڪتاب جڙي پوي ۽ آئنده نسل ان مان پنهنجي راه عمل جوڙين. شرط فقط صداقت جو آهي. انهن لفظن مان اثر وٺي هر وقت دل ۾ هورا کورا هوندي هيم تہ پنهنجي سوانح لکان. جيتوڻيڪ پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪي بہ اهڙا وڏا ڪارناما ڪو نہ آهن، جن مان عوام ڪو سبق حاصل ڪري تاهم هيءَ جسارت ان ڪري ڪئي اٿم تہ من منهنجي غلطين مان ئي ڪنهن کي هدايت ملي ۽ هو اهي ساڳيون ئي غلطيون نہ ڪن. جيڪڏهن ائين ٿيو تہ پوءِ منهنجي هن ڪاوش گويا چڱو نتيجو ڪڍيو ۽ ان جو ثواب مون کي مليو. مون ۾ بہ خود تہ ڪي بہ چڱايون ڪونهن ليڪن ڪن بزرگن سان صحبت ڪندي جو ڪجهہ پرايو اٿم، تن جو انڪشاف ٻين لاءِ مشعل راه بنجي!

کمال همنشين بر من اثر کرد
وگر نہ من همان خاکم کہ هستم

مهيني ربيع الآخر ۾ جنهن کي عام طرح يارهينءَ جو مهينو سڏبو آهي، تنهنجي يارهين تاريخ هالن ۾ هڪ ننڍو ميلو لڳندو هو، جنهن جو متولي مرحوم پير پنيل هوندو هو. اسين ننڍا

هواسين ۽ مرحوم بابا سائين اسان کي اهو ميلو گهمائڻ لاءِ هالين پراڻي ونيءَ هلندو هو. هالن پراڻن جو ڳوٺ اسان جي شهر هالن نون کان اولهندي طرف ٻن ميلن جي مفاصلي تي واقع آهي. هالن پراڻن کان فرلانگ کن اوريان هڪ رستو ڏکڻ طرف ڦٽندو هو. جو خانوٽ جي ڳوٺ ڏي ويندو هو. خانوٽ جو ڳوٺ اتان هڪ ميل فاصلي تي آهي. اهو هالن پراڻن جي قاضي محلي کان اوڀر طرف لڳو لڳ لنگهندو هو. رستي جي اولهندي قاضين جا گهر هوندا هوا ۽ اڀرندي طرف هڪ قديم قبرستان هوندو هو. جڏهن ان قبرستان وٽ پهچندا هواسين. تڏهن بابا سائين اُت تان لهي پوندو هو ۽ ان مقام تي ڪجهه وقت ترسي ختمو ڏيندو هو. ان بعد اسين قاضين جي محلي طرف وڏي ميلي ۾ ايندا هواسين.

بابا مرحوم کان پڇندا هواسين ته اهو مقام ڪنهن جو آهي؟ هتي اوهين ڪنهن کي ختمو ڏيو ٿا؟ اُن تي بابا مرحوم اسان کي ٻڌايو ته هن مقام ۾ منهنجو ڏاڏو مرحوم ۽ ڏاڏي مرحومہ مدفون آهن. ڏاڏي مرحومہ جو نالو حاجي مڪي هو. وڌيڪ تفصيل سان ٻڌائيندي پنهنجي ڏاڏي مرحومہ بابت هن طرح احوال ڪندو هو.

"اسان جو ڏاڏو اصل عرب ۽ مڪي مڪرمہ جو باشندو هو. ڪندو ڳوٺ جي نزديڪ راهو قومہ جا ماڻهو رهندا هوا جي مالدار هوا ۽ ٻيلي ۾ مال چاري ان تي گذران ڪندا هوا. هڪ سال انهن راهن مان ڪي ماڻهو حج بيت الله جو فريضو ادا ڪرڻ لاءِ ويل هوا ۽ موٽندي هڪ غريب عرب کي ساڻ وٺي آيا ۽ اچي ڪيس پاڻ وٽ رهايائون ۽ هن جي موجودگيءَ کي پنهنجي لاءِ برڪت جو باعث سمجهندا هوا. اسان جي ڏاڏي جو اصلي نالو ته خبر ناهي ته ڪهڙو هو مگر جيئن ته هو مڪي شريف جو هو. ان ڪري هن کي سڏيندائي حاجي مڪي هوا.

ڪجهه عرصو ڏاڏا مرحوم راهن ۾ رهيو جن سندس ڏاڍيون خدمتون ڪيون ليڪن ويچارا راهو پڙهيل ڪين هوا جنهن ڪري ڏاڏا کي اتي قلبي سڪون حاصل نه هو. لهاذا هو ٽن ميلن کن پنڌ تي سانوٽي آخوندن وٽ اچي گذارڻ لڳو جي هڪ ته پڙهيل هوا ٻيو منجهن ڪيترا حافظ، عالمہ ۽ بزرگ هوا. جن جي صحبت ۾ رهڻ ڏاڏا مرحوم کي راس آيو. اهو وقت اهڙو هو جڏهن عرب جي پار جي ڪانگل جي به عزت ڪرڻ وڏي سعادت سمجهي ويندي هئي. سانوٽي بزرگن ڏاڏا سائينءَ کي نهايت سکيو رکيو. ڪجهه وقت اتي رهڻ بعد ڏاڏا مرحوم جو هالن پراڻن جي ڀني بزرگن سان دوستانو ناتو قائمہ ٿيو. جن ڪيس پاڻ وٽ اچي رهڻ تي آماده ڪيو ۽ ڏاڏا آخوند صاحبن کان اجازت وٺي ڀني بزرگن وٽ اچي رهيو. ڀني بزرگن ڪيس نهايت آب و عزت سان پاڻ وٽ رهايو ۽ ڪيس ميمڻ قومہ جي هڪ معزز شخص عبدالله پٽ گل محمد ميمڻ جي نياڻي خديجہ سان شادي ڪرائي، هتان اسان جي پيڙهي شروع ٿي.

بابا مرحوم مزيد ٻڌايو ته ڏاڏا مرحوم کي فقط هڪ فرزند تولد ٿيو. جنهن جو نالو محمد

احسان رکيو ويو. ان وقت جي رواجَ موجب ربيع الاول يعني عرس مهيني ۾ جمڻ ڪري ڪيس عرف عام ۾ محمد عرس سڏيو ويندوهو. اسان جو بابا سائين اجا ۱۴ _ ۱۵ سالن جو مس هو تہ ڏاڏو ۽ ڏاڏي هڪبئي پٺيان انتقال ڪري ويا ۽ بابا يتيم ٿي ويو. هن کي پنهنجي بزرگن وٽ قرآن پاڪ ۽ فارسي جي ڪجهہ تعليم بہ ملي. اسان جي ڏاڏي حاجي مڪي مرحوم کي سنڌي زبان چڱي طرح اچي وئي هئي ۽ ان هوندي بہ بابا کي ٿوري گهڻي عربي زبان ڳالهائڻ ايندي هئي. اسان جي ڏاڏيءَ ۽ ڏاڏي جون قبرون هن مقام ۾ آهن. جي زماني جو دستبرد کان هن وقت ڊهي ويون آهن.

بابا مون کي ٻڌايو تہ سندس والد ۲۵ ورهين جي عمر ۾ پنهنجي بزرگن کان رخصت ياب ٿي هالن ٺون ۾ اچي مستقل سڪونت اختيار ڪئي. هالن ٺون ۾ ڪيس ڪارڙا قوم جي ماڻهن، جي ذات جا ميمڻ هوا تن سنگ ڏنو ۽ ورثي ۾ ڪيس چڱيون خاصيون جايون بہ مليون. راهو قوم جا ماڻهو سندن نهايت معتقد هوا ڪن ٻين عقيدتمندن وٽان بہ کين چڱي ملت هئي جنهن تي سندس خاصو گذران هوندو هو. هن جو وقت اڪثرعبادت ۽ عام ماڻهن جي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ بسر ٿيندو هو. ڪارڙا قوم جا ماڻهو مير صاحبن جي زماني ۾ فوجي ماڻهو هوندا هوا، جنهن ڪري کين زمينون بہ مليل هيون ۽ سندن حيثيت مٿاهين هوندي هئي. مگر زماني جي گردش سبب انهن مان گهڻا تہ اجل جو شڪار ٿي ويا ۽ پويان البتہ مسڪينيءَ جي حالت ۾ زندگي بسر ڪرڻ لڳا. مطلب تہ بابا مرحوم هالن ٺون جي شهر ۾ اڪيلو رهجي ويو جنهن جو ٻيو ڪو بہ ويجهو مائٽ ڪو نہ رهيو.

مٿي ذڪرل ٿيل منهنجي والد مرحوم جي مختصر بيان مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ منهنجي ڏاڏي مرحوم محمد عرس هالن ٺون ۾ پڪيءَ طرح رهائش اختيار ڪئي ۽ ازدواجي زندگي بسر ڪرڻ لڳو. ازدواج جو ثمره اولاد آهي. ۽ ڏاڏا سائين کي بفضل خداوند تعالىٰ ڪل ٦ پٽ ۽ هڪ نياڻي ڄاوا. نياڻي تہ ننڍڙيءَ وهيءَ ۾ ئي گذاري وئي. باقي ٦ پٽ رهيا جن جا نالا هي هوا:

(۱) عبدالله (۲) محمد هاشم (۳) حافظ شفيع محمد (۴) عبدالستار (۵) محمد موسىٰ (٦) محمد. انهن مان محمد مرحوم تہ ۱۲ ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو ۽ عبدالستار ۲۵ ورهين جي عمر ۾ داعي اجل کي لبيڪ چئي. ڏاڏا سائين ڪثرت اولاد سبب ڪجهہ وقت غريبي حال ۾ گذاريو. آخر الله تعالىٰ غفور الرحيم ڪارساز آهي، سندس فرزند وڏا ٿيا. کين ان وقت جي لحاظ کان قرآن شريف، سنڌي ۽ ڪجهہ فارسيءَ جي تعليم ڏياريائين.

منهنجي وڏي چاچي عبدالله ڪپڙي جو دڪان ڪيو، جتي هالن ٺون جون سوسيون، گربيون ۽ ٻيو ڇيڪ جو هٿ جو اُٺيل ڪپڙو جو عام طرح حيدرآباد جا عامل ديوان ۽ ٻيا هندو پتلونن ۽ پاجامن لاءِ ڪم آڻيندا هوا تنهن جو وڏي ۾ وڏو اسٽاڪ رکيائين. ان سان گڏ ٻيو بہ

عام ڪپڙو جهڙوڪ چريل چانديون، اجرڪون، بافتو ۽ ململ وغيره وڪري لاءِ موجود رکندو هو. ان وقت هالن کي ڪا بہ ريل گاڏي ڪا نہ هئي. حيدرآباد اچڻ لاءِ ٽي اسٽيشنون هونديون هيون. (١) شهدادپور (٢) ٽنڊوآدم (٣) اڏيرو لال. چاچا عبدالله حيدرآباد ۾ سوسيون گريبون ۽ چيڪ نيڪالٰ ڪري اتان بافتو وغيره خريد ڪري ايندو هو. اهڙيءَ طرح سندس گذران تمام سٺو هو. سندس ٻيو نمبر ڀاءُ محمد هاشم منهنجو والد هو. هن پنج درجا سنڌي پاس ڪيا هوا ۽ هالن جي سول ڪورٽ ۾ عريضي نويسيءَ جو شغل اختيار ڪيائين. سندس اکر نهايت پڪا موتين جهڙا هوا ۽ عريضي نويسيءَ مان سندس گذران تمام چڱو ٿيندو هو. ٽيون نمبر ڀاءُ منهنجو چاچو حافظ شفيع محمد قرآن پاڪ جو حافظ هو ۽ قرا ٔت بہ چڱي ڄاڻندو هو. هن ڪاميٽي امتحان جنهن کي بعد ۾ فائنل چيو ويندو هو پاس ڪيو ۽ ڪيس سڌو سنئون تپيداري ملي (تپيداري اسڪول پوءِ قائم ٿيو) سرڪاري نوڪريءَ جو ان وقت چڱو مانُ هوندو هو ۽ چاچا حافظ نهايت چڱي روزگار سان لڳي ويو. سيني ۾ ننڍي ڀاءُ محمد موسيٰ چار درجا سنڌي پاس ڪيا ۽ پوءِ ڪجهہ وقت گهر جو ڪاروبار سنڀاليندو هو جيستائين ڪو سندس مستقل روزگار جو تسلي بخش انتظام ٿئي.

هاڻي بفضل خدا وند تعاليٰ ڏاڏا جون خداوند قدوس سڀ بکون لاهي ڇڏيون ۽ هو بلڪل فارغ الباليءَ سان صوم و صلوات ۽ رب پاڪ جي عبادت ۾ گذارڻ لڳو جيڪو بہ پاڙيسري يا ڪو ٻيو ماڻهو ڪيس ڪنهن بہ ڪم ۾ مدد لاءِ چوندو هو تہ هو فوراً پنهنجي حتيٰ الوسع ان جي مدد ڪندو هو. اهو مشغلو سندس آخري عمر تائين رهيو.

هاڻي مسئلو پيدا ٿيو پٽن جي شاديءَ جو. مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ هالن جي هيڏي ساري پريل شهر ۾ اسان جو ڪو بہ رت جو رشتيدار ڪو نہ هو. رواج موجب شاديون ٻدي تي ٿينديون هيون ۽ ڏاڏا وٽ ڪا بہ نياڻي ڪانہ هئي. سندس پٽن جي عمر وڌندي ٿي ويئي، روزگار ڪشادو هو. ڪجهہ جايون ۽ زمين بہ خريد ڪري ورتي هوائون. هاڻي خانہ آباديءَ جو فڪر دامنگير هوس. آخرڪار ڪاساز حقيقي اهو مشڪل بہ حل ڪيو ۽ چئني پائرن کي حيدرآباد مان هڪ ئي گهر مان ٽي پينرون ۽ هڪ سؤٽ هڪ ٻئي پويان نڪاح ۾ مليون ۽ سيني جون شاديون نهايت ڌام ڌوم سان ٿيون. ڄڃ جيڪا هالن کان شهدادپور اسٽيشن تائين آئي، ان ۾ ١٥ کان ٢٠ ڪجاوا ۽ ٻيا مهري آٹ قطاريل هوا. ان زماني ۾ حيدرآباد مان شادي ڪرڻ کي وڏي ڳالهہ سمجهيو ويندو هو ۽ ان کان اڳ هالن شهر ۾ اهڙو ڪو بہ مثال نہ ٿيو هو. خير، الله تعاليٰ جڏهن ڪنهن جون جوڙون جوڙي ٿو تہ دير ڪا نہ ٿو ڪري. هڪ مسافر مسڪين بي وطن عرب جو سرزمين مقدس تان اچڻ ۽ هن خاندان کي وجود ملڻ، انهيءَ ذات باري تعاليٰ جا ئي ڪم آهن. ٻئي کي ڪا مجال!!

وقت گذرندي ويرم ڪا نہ ٿو ڪري. هڪ ٻئي پنيان ڇئني ڀائرن کي الله تعاليٰ اولاد ۽ رزق ساڻ مالا مال ڪري ڇڏيو ۽ هر هڪ کي ڀهريائين فرزند نصيب ٿيو ۽ شڪراني جا شادمانا ٿيا. منهنجي وڏي چاچي عبدالله کي ڀهريائين پٽ تولد ٿيو. جنهن جو نالو نور محمد رکيو ويو. منهنجي والد محمد هاشم جي وڏي فرزند جو نالو عبدالستار ۽ منهنجي چاچي حافظ شفيع محمد کي گل محمد ۽ چاچا محمد موسيٰ کي عبدالحي نالي فرزند عطا ٿيا. آءٌ پنهنجي والد مرحوم جو ٻيو نمبر پٽ آهيان ۽ مون کان بعد منهنجا ڀائر محمد اسحاق ۽ عبدالفتاح ڄاوا. منهنجو هڪ ڀاءُ نور احمد ۽ هڪ ڀيڻ ننڍڙي ڄمار ۾ ئي وفات ڪري ويا ۽ باقي اسين چار ڀائر ۽ ٽي اسان جون ڀينرون وڏي وڏا ٿياسين.

هالن جي شهر ۾ ان وقت ڪو بہ انگريزي اسڪول ڪو نہ هو. بابا مرحوم کي پنهنجي ٻارن کي انگريزي تعليم ڏيارڻ جو عزم مصمم هو. البتہ اسان کي حيدرآباد ۾ پنهنجي ناناڻن ۾ رهڻ جي سهولت بہ هئي. ان ڪري پرائمري ڇنن درجن جي پوري ڪرڻ بعد اسان کي حيدرآباد گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. موجوده نور محمد هاءِ اسڪول ان وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول هو. اسان جو وڏو سؤٽ نور محمد فائينل پاس ڪرڻ بعد ٽپيداري اسڪول حيدرآباد ۾ داخل ٿيو ۽ جلد ئي وڃي ٽپيدار ٿيو ۽ روزگار سان لڳو. منهنجو وڏو ڀاءُ عبدالستار، منهنجو سؤٽ گل محمد ۽ آءٌ انگريزي پڙهڻ لاءِ حيدرآباد ۾ وياسين. مون کي چوٿين درجي پرائمري ۾ پهريون نمبر پاس ٿيڻ سبب گورنمينٽ اسڪالرشپ ملي پهرئين درجي انگريزي کان وٺي بي اي تائين اسڪالرشپون ملنديون رهيون.

بابا مرحوم جي هوشياريءَ ۽ قابليت سبب هالن جي مخدوم صاحبن جي نظر انتخاب مٿس پيئي ۽ کيس پنهنجي عام مختياريءَ جي آڇ ڪري ڪانئس عريضي نويسي ڇڏائي پنهنجي ملازمت ۾ رکيائون. بابا مرحوم کي سندس وفاداري ۽ قابليت سبب مخدوم صاحبن جو وڏو قرب حاصل هو ۽ سندس مشوري کانسواءِ مرحوم مخدوم محمد زمان اول تہ ڪو بہ ڪم نہ ڪندو هو. المقصد تہ ان وقت بابا مرحوم شهر جي معزز ترين هستين مان هڪ هو ۽ نهايت ڀهچ وارو ٿي پيو. مخدوم صاحبن کيس پنهنجي باغن ۾ ۽ زمينن جي آڳ واڳ سنڀالڻ لاءِ هٿ ۾ ڏيئي ڇڏي ۽ انهن جي ئي طفيل سندس عزت ان وقت جي آفيسرن ۾ بدرجہ اتم وڌي ويئي ۽ سنڌ جي ڪمشنر جو درباري بہ ٿيو جو هڪ وڏو اعزاز سمجهيو ويندو هو. اسان جا ناناڻا سومرا هوا. اسانجي ناني مرحوم علي محمد کي ٻيا بہ ڀائر هوا (١) محمد ابراهيم (٢) احمد. نانا علي محمد مرحوم ۽ سندس ڀاءُ مرحوم احمد ريشم فروش هوا ۽ فقير جي پڙ حيدرآباد ۾ سندن دڪان هو. جنهن مان سني آمدني هين. مرحوم محمد ابراهيم ٽپيدار هو. مرحوم احمد سڄي عمر شادي ڪا نہ ڪئي ۽ مرحوم محمد ابراهيم کي نرينہ اولاد ڪو نہ

ٿيو. فقط اسان جي نانا سائين علي محمد کي ٻه پٽ هوا (۱) محمد بخش (۲) پير محمد مرحوم محمد بخش پوليس کاتي ۾ ٿاٽي جو هيڊ منشي هو ۽ مرحوم پير محمد کي درزڪو دڪان هوندو هو. مرحوم محمد ابراهيم منهنجي يادگيريءَ کان اڳ گذاري ويو ۽ باقي نانا سائين سندس ڀاءُ مرحوم احمد ۽ منهنجا ٻه ماما مرحوم محمد بخش ۽ پير محمد اسان ڏٺا جي نهايت خوش روزگار هوندا هوا. آخر ۾ ڪل من عليها فان. هر چيز فاني آهي.. سڀئي هڪ ٻئي پٺيان رحلت ڪري ويا ۽ هن وقت ناناڻي خاندان مان ڪو ٻه بچيل ڪونهي.

هالن نون ۾ ڏاڏا مرحوم جي ساهراڻي آڪهه مان اسان فقط ٻه ماڻهو ڏٺا (۱) مرحوم الهه ورايو (۲) مرحوم علي محمد. مرحوم الهه ورايو فارسيءَ جو گوهر هو. ديوان حافظ جي پڙهڻ بعد سندس دل اٿي ويئي ۽ هميشہ ديوان حافظ مان غزل پڙهندو رهندو هو ۽ ديوانہ وار گذاريندو هو. مرحوم علي محمد سول ڪورٽ جو بيلف هو. هالن جي سول ڪورٽ منتقل ٿي شهدادپور ويئي، ان ڪري مرحوم علي محمد اتي نوڪري ڪندو هو. اسان جي ڏاڏيءَ مرحوم جي هڪ ڀيڻ آخوند صادقاڻين انصارين ۾ پرڻيل هئي جنهن کي فقط فرزند ٿيو جنهن جو نالو آخوند محمد صابر انصاري هو ۽ کيس هالن نون جي بازار ۾ ڪاشيءَ جي سامان جو دڪان هوندو هو. اسين مرحوم محمد صابر کي چاچا ۽ سندس والده کي ڏاڏي سڏيندا هواسين آخر قدرت جي قانون مطابق اهي ٻه وفات ڪري ويا. هن وقت مرحوم علي محمد ۽ آخوند محمد صابر جي پوين ۾ ڪي داٽا وجي رهيا آهن. خداوند ڪريم کين آباد ۽ شاد رکي آمين. ڏاڏي مرحومہ جي هڪ ٻي ڀيڻ هالن پراڻن ۾ ميمڻن ۾ پرڻيل هئي، جنهن مان کيس هڪ فرزند هو جنهن جو نالو محمد حيات هو. هن مرحوم کي ڪجهه زمين پنهنجي ٻه هئي ۽ مالدار ٻه هو ۽ بلڪل سکيو هو. سندس والد ۽ والده گذاري ويا هوا ۽ پاڻ سڄي عمر جريده رهيو. بابا سائين جن کيس ماساتُ ڪري سڏيندا هوا. اسان کيس گهڻو وقت ڏٺو وائنو ۽ ننيڙي هوندي کائنس خرچيون ۽ پيار حاصل ڪيا. الله تعاليٰ مٿس رحمت فرمائي. آمين.

چونڪ اسان جو پڙ ڏاڏو ۽ ڏاڏو ٻئي ميمڻن سان منسلڪ ٿي ويا ۽ اسين ٻه هالن نون ۾ ميمڻن جي پاڙي ۾ ئي سڪونت پذير ٿياسين، ان ڪري اسان ميمڻ سڏجڻ لڳاسين ۽ اڄ سوڏو پاڻ کي ميمڻ سڏائيندا ٿا اچون. ميمڻ قوم ۾ اڪثر ڪٽنب پنهنجي ڏاڏي يا پڙڏاڏي جي پٺيان سڏبا آهن. مثلاً يونساڻي، يوسفاڻي، صادقاڻي، خيرواڻي، عارباڻي وغيره. ان رواج موجب اسين پنهنجي ڏاڏي مرحوم جي پٺيان سڏجڻ لڳاسين ۽ اها اسان جي ڪنيت رهي. هن وقت اسان مان مرحوم عبدالله منهنجي وڏي چاچي ۽ والد مرحوم محمد هاشم جا پويان اسين سال ۱۹۳۲ع کان حيدرآباد ۾ مستقل طور رهندڙ آهيون ۽ چاچا حافظ شفيع محمد مرحوم چاچا محمد موسيٰ مرحوم جا پويان اڃا هالن ۾ رهن ٿا جتي اسان جا اباڻا ڪک آهن.

❑

باب ٻيون

# سياڳو سَمو

**مان** مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان ته بابا مخدوم صاحب جي ملازمت ۾ اچڻ بعد چڱيءَ بلنديءَ کي پهتو. ۽ ڪجهه زمين به خريد ڪيائين ۽ انهيءَ سان گڏ مُخدوم صاحب ڪيس پنهنجي بهترين ٻلي زمين ٻنا ڏِل جي ڏني جنهن کي آباد ڪرڻ لاءِ هن پنهنجي ننڍي ڀاءُ محمد موسيٰ کي مقرر ڪيو. اها زمين شهر جي بلڪل لڳ علي گنج يا پاهڙ واهه تي هئي جو واهه هالن نون جي شهر کي ٽن طرفن الهندي، اُتر ۽ اوڀر کان ڦري ايندو هو ۽ گهاٽ گهاٽ تي غسل لاءِ مردن خواه عورتن لاءِ چاڙهيون ٺهيل هونديون هيون جتي عام ماڻهو وَهنجندا به هوا ۽ ڪپڙا لٽا به ڌوئندا هوا. نديءَ وهيءَ وارا ڇوڪرا ۽ جوان پاڻي ۾ ترندا ۽ ڏاهي رانديون ڪندا هوا.

چاچا مرحوم انهيءَ زمين تي ڪل چار نار چاڙهيندو هو جن جا پڙوها پڪين سرن سان اوساري ٺهيل هوا انهن نارن تي انبن جا چند وڻ ۽ گيدوڙيون ٻيٺل هونديون هيون. سندس محنت ۽ بخت (جو محنت سان ئي ايندو آهي)، ڪيس مالا مال ڪري ڇڏيو ۽ عام طرح وڏيرو موسو سڏجڻ لڳو، ونس اُٺ، ڏاند، ڳئون، مينهون ۽ هرٽين جهڙيون ٻريون ٻڪريون ۽ ٻيو مال بڪثرت هوندو هو. جڻ لاءِ مستقل طور ڪِڙ ۽ مَنهن ٺهيل هوندا هوا ۽ هر هڪ لاءِ نگران خدمتگار هوندا هوا. ڍورن جي ڏاري ۽ چاري لاءِ جدا جدا آهر هوندا هوا جن ۾ وڏا ڪونار پڪيءَ طرح ٻنڌ ٺيل هوندا هوا. ڪم از ڪم ڏهه وڏا مٽ زمين ۾ کُتلَ هوندا هوا جن ۾ کڙ پسايو ويندو هو ۽ مٽرن جي ڏاري ۽ ڪڪڙن پسائڻ لاءِ وڏا پاري نڪر جا ڪونار هوندا هوا جن ۾ چاڻ ۽ چونو ۽ ڪَڪڙن سان گڏ ڏارو پسايو ويندو هو. چاچا جا هاري اڪثر خدا آباد جا چانڊيا ۽ ڪي سانڊاڻ جا ڏاهري هوندا هوا. جن جي همراهي چاچا سائينءَ جي بخت کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا.

چوندا آهن ته شوق جو ملهه ڪونهي. اسان پنهنجي چاچي کيّ مال جو جيترو شوق ڏٺو اوترو ڪن ٿورن مالدارن کي هوندو. ٻه همراهه ته صرف مال جي ڪتر لاءِ مقرر هوندا هوا جن مان هڪ جو نالو اسماعيل ۽ ٻئي جو نالو ميهار چانڊيو مون کي ياد آهن. ان وقت اڄا ڪُتر جون هٿ واريون مشينون به رائج نه ٿيون هيون، تنهن ڪري ڪُتر جا، مٿين مُنهن لڳندي هئي، ان لاءِ ڪم از ڪم ٻن همراهن جي ضرورت هوندي هئي. ڏاندن لاءِ ٻاجهريءَ جي اٽي جا ٿلها روٽ

اڏ ڪچا اڏ پڪا پچايا ويندا هوا، جن ۾ آگرين سان سوراخ ڪري جانيي جو تيل وڌو ويندو هو. ٻئي طرف ٻيرن جا چيچڪا ۽ پلڙا. جا پڻ مال لاءِ هڪ طاقتمند خوراڪ سمجهي ويندي هئي، سا هميشہ موجود رکي ويندي هئي. ڇنن ۽ منهن سان متصل هڪ لانڍي نهيل هوندي هئي جا اوطاق طور ڪم آندي ويندي هئي ۽ ان کي هڪ ڏاڪائون در هو. اندر هڪ طرف ٻہ ٽي منجا ۽ پنج ڇهہ منجيون پيل هونديون هيون تہ ٻئي طرف مٽرن جي ڏاري ٻوسي ۽ ڪڪڙن جو ڳوٺيون حفاظت سان رکيل هونديون هيون ۽ ڪڙ جون ناديون هڪ ٻئي مٿان مناري وانگر اونڌيون رکيل ڏسڻ ۾ اينديون هيون. آئي وئي يار سنگتيءَ سان ڪچهري اتي ٿيندي هئي ۽ مانيءَ ٽڪيءَ جي آڌرڀاءُ ۽ آرام لاءِ اها ئي هوادار لانڍي هئي جا موجوده بنگلن کان بہ وڌ رونق بخشيندي هئي.

ماهئي مال لاءِ هڪ سانُ، ڳائي مال لاءِ ساني ڍڳو ۽ اوٺي مال لاءِ ڏاچي ۽ گهوڙين لاءِ هڪ محڪڙو گهوڙو بہ چاچا سائين پنهنجا رکندو هو. هڪ گهوڙي چاچا حافظ شفيع محمد جي هوندي هئي جو ٽپيدار هو. هڪ گهوڙو بابا سائينءَ کي مخدوم صاحبن کان چڙهيءَ لاءِ مليل هوندو هو ۽ هڪ گهوڙو ياڻ چاچا محمد موسيٰ مرحوم جو هوندو هو. جن جي بيهارڻ لاءِ جدا هڪ پپر جي بلند درخت جي هينيان جو اسان جي نارن وٽ بيٺل هوندو هو. هر هڪ جانور لاءِ جدا جدا ڪُرهيون نهيل هونديون هيون. گهوڙن ۽ گهوڙين لاءِ هڪ هاري سيس جي طور مقرر ڪيل هوندو هو. جو پهريداريءَ جو فرض بہ بجا آڻيندو هو. ان سان گڏ بابا سائين مخدوم صاحب جن کان هميشہ بہ شڪاري ڪتا جي سندن لوڏ جا هوندا هوا. خاص عنايت طور وٺندو هو. ورنہ لوڏ جو ڪتو ڪو بہ امير ماڻهو ڪنهن کي نہ ڏيندو آهي. جو اهڙا ڪتا نهايت قيمتي هوندا آهن ۽ هر هڪ ڪتوڏهن پهريدارن جي برابر هوندو هو.

اسان جي نارن تي مينهن جا پاڏا ۽ وڇون هڪ طرف ڳنن جا ڳابا ۽ ڳابيون. ٻئي طرف ٻڪرين جا ڇيلا ۽ ڇيليون ٽئين طرف. انن جا گونرا ۽ گونريون چوٿين طرف تہ گهوڙن جا وڇيرا ۽ وڇيريون پنجين طرف. مطلب تہ هڪ عجيب سمان ۽ حيرت انگيز ڪيفيت هوندي هئي. الغرض تہ رب تعاليٰ پنهنجي ضعيف ٻانهي محمد عرس تي جيڪي عنايتون ڪيون. انهن جو ڳاڻيٽو ڪري ئي نٿو سگهجي.

مينهون ٻنهي مهلن تي اڌ اڌ مڻ کير ڏينديون هيون تہ ڳئون ١٠_ ١٢ سير ۽ ٻڪريون ۴_ ۵ سير. شام جو ڏهائي ٿيندي هئي تہ سازهن ۽ گوهن جي گهوگهو لڳي ويندي هئي: سبحان الله مٿين منهن کير ٿيندو هو. جو هاري ناري هڪ طرف پيئندا هوا. گهر ۾ روزانہ سازها پرجي جدا ايندا هوا. تہ مارڪيٽ ۾ وڪري لاءِ الڳ موڪليو ويندو هو. کير پٽارو ڪافي انداز ۾ ڄمايو بہ ويندو هو ۽ صبح جو مايون هاراڻيون اسان جي گهرن ۾ اچي اهو ولوڙينديون هيون ۽ جنڊي

چڙهيل منڊيون جن ۾ ڪوڏين پريل ٽوٽر پيا لٽڪندا هوا. تن جي ولوڙڻ جو آواز ڏاڍو ڪنن، دل ۽ دماغ کي پيو سيبائيندو هو. اوڙو پاڙو، غريب غربو ۽ اوي سوي ڏڌ گهرندو هو ته کيس ڪشاده دليءَ سان ڏکيون ڀري ڏنيون وينديون هيون. پارن وارين غريب عورتن کي ڏُڪي لاءِ مکڻ مفت ڏنو ويندو هو. اسان ڏسندا هواسين ته جڏهن مکڻ جا پريل ڪنگر گڏ ٿيندا هوا تڏهن اهو مکڻ تپائي گيهه ڪيو ويندو هو ۽ وسلڻ جي کائڻ لاءِ سڀ پاڙي جا ٻاراچي گڏ ٿيندا هوا جي کائي چڙهه ڪندا هوا.

مون مٿي ذڪر ڪيو اهي ته چاچا محمد موسيٰ کي پلن وهڻن ڏارڻ جو نهايت گهڻو شوق هوندو هو. لاڏو اٺ، اسان جو آن. ڦتيون ۽ ٻيلي مان ڪاٺيون ڍوئيندا هوا ۽ نارن ۾ وهندا هوا ته مهري اُٺ سواريءَ لاءِ رکندو هو. جن لاءِ سُکني مير جت جي ڳوٺ جو هڪ مير جت جنهن جو نالو سهجو مير جت هو. سو خاص مقرر ڪيل هوندو هو. انن جا ساز جهڙوڪ لاڏو انن لاءِ پلڻ ۽ ڪجاوا ۽ مهري انن جا پاکڙا، جلون، نتون (نطعون) ۽ پيو گاشي جو سامان ۽ انن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ چانديءَ جون ڳانيون هونديون هيون. گهوڙانن وهڻن لاءِ تل ٽڙها، هنا ۽ ٻيا ساز هوندا هوا. اهي سڀ شيون اسان پنهنجي اکين ڏٺيون. اهو سامان اڪثر چاچا مرحوم پٺوري جي ميلي تان خريد ڪندو هو. ڏاندن کي پيتلي ٽليون، ٻڪرين کي لوهي ٻڙيون ۽ مينهن پٺارين کي ڳچي ۾ گهنڊلا ٻڌا ويندا هوا. مال جي وٿاڻ تي وجبو هو ته هر هڪ جانور جو جدا جدا آواز مثلاً گهوڙن جو هڻڪارون، مينهن پٺارين جون ڊڪون، ڳئن جون رنيون، ٻڪرين جون ٻيڪون ۽ ننڍڙي مال جا ننڍڙا ڪومل آوازا! الله اڪبرا هڪ عجيب نقشو هوندو هو. بارش ڪانپوءِ البته مک ۽ مڇر ٿيندو هو ته پوءِ مال پٺاري جي ڪن ۽ پُڇ پيا لڏندا هوا ۽ چاري پچائڻ لاءِ واهو يا پٽر ۽ پيو سائو ڪک پن ساڙي دونهيون دکايون وينديون هيون ۽ گهوڙائين ۽ ماهني مال جي پنيءَ تي نپڙيون وڌيون وينديون هيون ته مڇرن جي چڪن کان محفوظ رهن. چاچا مرحوم وسڪاري جي موسم بعد جڏهن پٽن ۽ پوٺن تي چراگاهه ايري پوندا هوا تڏهن پنهنجو مال اڪثر وسن تي به موڪليندو هو. مال جي سک لاءِ پنهنجي هُڙي به هوندي هئي ۽ اڪثر اوقات سرڪاري پنجريءَ ڏيڻ سان مال ٻيلي ۾ به موڪليو ويندو هو.

انهيءَ زماني ۾ سال ۾ عام واهن تي فقط خريف جو هڪ فصل ٿيندو هو. درياءَ ۾ جڏهن چاڙهه ٿيندو هو تڏهن پاڻي ازخود وهي اچي واهن ۾ پوندو هو ۽ واهه وهڻ لڳندا هوا. واهن جي وهڻ کان ٿورو وقت اڳ واهن جي کاني کٽائڻ لاءِ چيڙون نڪرنديون هيون ۽ پنهنجي پنهنجي حد ۾ هرڪو کامڙين کي کاڏو کارائيندو هو. چاچا مرحوم به ڳڙ جي تهريءَ جون ديڳيون لهرائيندو هو ۽ ڏاڍي مزيدار ٿيندي هئي. پاڻي وهي اچڻ کان اڳ نارن چاڙهڻ جي نوبت ايندي هئي. واڍا ڪم ۾ لڳي ويندا هوا ۽ چڪريون، ڳاڏيون، لٺيون ۽ ڍينگا سڀ درست ٿيڻ

لڳندا هوا. ڪِپ ۽ ڏِين جا ڍير گڏ ٿي ويندا هوا ۽ مالهي مالهون وڻن ۾ مشغول ٿي ويندا هوا. جن کي ڳڙ جون ڳرهاڙيون يا بُسريون ڪارايون ويندڙيون هيون. ڪنيار, ڪنگرن جا گڏهه پري اچي لاهيندا هوا. جن کي مالهه ۾ ٻنڌڻ سان ٻڌو ويندو هو. انهن موقعن تي اسين ننڍا ٻار ضرور اتي ويندا هواسين. هون ٻڌڻ تي ٻه چيڙون هلنديون هيون. پهريائين لاهه ڪڍي پوءِ ڪندا ڪڙچ گڏ ڪري کهڙ سازيا ويندا هوا. اوڏون درست ٿينديون هيون. ٻنا ٻڌبا هوا. ٻارا نهندا هوا. ڪڙا پچندا هوا. تر يا سانهر گهمائبو هو. مطلب ته هڪ قدرت جو لقاءُ هوندو هو. اڄ اسان جي ٻارن کي ڪا به خبر ناهي ته چرخي پوک اڳي ڪيئن ٿيندي هئي ۽ هاڻي موڪي پوک ڪيئن ٿي ٿئي.

ربيع يا چيٽ جي فصل ۾، چاچا سائين ڪچي ۾ هالن پراڻن کان اولهه طرف ميل ڏيڍ پنڌ تي مخدوم صاحب جي سيلابي زمين آباد ڪندو هو. جا درياءَ جي چاڙهه وقت درياءَ ٻوڙيندو هو ۽ ان ۾ ڪافي سيلاب رهندو هو ۽ اتي ڪٽڪ، مٽر، مگ ۽ چڻا نهايت پلا ٿيندا هوا. اهو فصل ناڙيءَ تي ڪيو ويندو هو ۽ ناڙي هڪ ڏينهن ۾ ڪئي ويندي هئي جنهن تي پڻ چيڙ وهندي هئي ۽ مٺن چانورن جون ديڳيون هڪ طرف لاٿيون وينديون هيون ته ڳڙهاڙيون ٻئي طرف پچائي ڪم وارن همرائن کي ڪارائبيون هيون. اها زمين جا چاچا مرحوم ربيع لاءِ آباد ڪندو هو، سا بلڪل انهن کنڊرن (دڙن) جي ويجهو هوندي هئي، جي اصل مخدوم نوح رحمت الله عليه جي مقبرن جا ڏنل نشان هوا. پڙهندڙن کي معلوم آهي ته مخدوم نوح رحمت الله عليه جو مقبرو اصل اتي هو جو درياءَ جي پاڻڻ بعد هالن نون ۾ منتقل ٿي آيو. درسي ڪتابن ۾ ان باري ۾ هڪ سبق پڻ ڏنل آهي.

اسان جا نار پاهڙ واهه جي پرينءَ پر هوندا هوا ان ڪري جڏهن واهه وهي ايندو هو تڏهن اسان کي يا ته هالن جي سرڪاري آفيس واري موريءَ کان ڦري وڃڻو پوندو هو جو پنڌ سجيهه ٿيندو هو. يا ته نارن جي سامهون واهه جي آرپار هڪ ڪاٺي رڪائي ويندي هئي، جا چڳيءَ طرح گهڙائي تختي وانگر سڌي ڪئي ويندي هئي ۽ واهه جي ٻنهي پاسن کان ايبون ڪاٺيون کوڙي تن ۾ هڪ نوڙ ٻڌو ويندو هو ته ڪاٺيءَ تان لنگهڻ مهل ان جو سهارو وٺي لنگهجي. هاري ناري خواهه اسين سڀ انهيءَ ڪاٺي جو استعمال ڪندا هواسين.

ان ڪاٺيءَ جي بلڪل لڳ آمن ۽ احمد مهاڻا واهه جي پيٽ جي ويڪر ۾ هڪ رُڃ هڻندا هوا جنهن ۾ مڇي جام مرندي هئي. رُڃ جو پاڻيءَ جي سطح کان واهه جي تري تائين لڳل هوندو هو، سو ترندڙ مڇي کي روڪ ڪندو هو ۽ مڇي مٿي ٽپ ڏيندي هئي ته ان مطلب سان مٿي جا جاري رڪائي ويندي هئي، ان ۾ ڦاسي پوندي هئي ۽ مڇيءَ ڦاسڻ جو هڪ عجيب تاثر ڏسڻ ۾ ايندو هو. اڪثر رڃ ۾ جرڪا، گنڊڻ، چيلري مڇي ۽ ڪڳا يا رڙا ڦاسندا هوا ۽ ميزبحرن کي چڱو روزگار جڙندو هو. احمد مهاڻو. لٺيءَ جا لڪڻ سيخن وانگر گهڙي ان ۾ رڙا چيري سيخ

تي چاڙهي پچائي اسان کي کارائيندو هو. تازا، ڏڪ ڏڪندا رڙا پچڻ بعد نهايت لذيذ ٿيندا هوا، جن جي لذت اسان کي اڄ تائين نہ وسري آهي.

جمعي ۽ آچر ڏينهن، اسين ننڍا ٻار ضرور نارن تي ويندا هواسين. ڳاڏيءَ تي وهڻ ۾ نهايت لطف ايندو هو. نارن جو رينگٽ هڪ عجيب سرور پيدا ڪندو هو جنهن ڪري مون کي تہ ڳاڏيءَ تي اڪثر ننڊ اچڻ لڳندي هئي، ان ڪري چاچا سائين مون کي ڳاڏيءَ تي وهڻ کان منع ڪندو هو. مون کي ننڊي هوندي البتہ ٻاراڻي هرچر گهڻي هوندي هئي. هڪ دفعي ڪتر جي لانڍيءَ ۾ سانوڳاهہ مٺ ۾ جهلي، آڏيءَ تي رکي، ڪتر جي کهاڙيءَ سان جيئن ڪتر ڪرڻ جو شوق ٿي پليم، تيئن پنهنجي آڱر وڍي رکيم. هڪ طرف آڱر مان رت پئي ريلا ڪري وهيو تہ ٻئي پاسي چاچا سائين مون کي چڱي خاصي مار بہ ڪڍي.

اسان جي وهنجڻ لاءِ هڪ اڌ ۾ جتان ٻيون بہ بہ اڌون وهي ٿي نڪتيون اتي چاچا مرحوم، اسانجي قدبت سارو هڪڙي ڪشادي کائي ڪٽائي چڏي هئي جتي ويهي وهنجندا هواسين. بهرحال چاچا مرحوم جي هر ڳالهہ تي پوري نظرداري ۽ چوڪسي هوندي هئي. ڪهڙا نہ اڳوندرا ڏينهن هوا!! ٻاروتڻ ۽ معصوميت ڪهڙيون نہ عجيب نعمتون آهن!! وڏڙا ويچارا اسان جون حرڪتون ڏسي خوش پيا ٿيندا هوا ۽ دعائون گهرندا هوا تہ اسين شال وڏا پريا ٿيون. وڏڙن جي دعائن بيشڪ اثر ڪيو وڏي ڄمار بہ ملي، شاديون بہ ڪيونسين. عيال جي نعمت بہ نصيب ٿي، روزي بہ ڪشاده عطا ٿي، مگر ان سان گڏ عزيز و اقارب جي موتن جا صدما ۽ هن دارالمحن جي ٻين رنجن، فڪرن ۽ جهنجهٽن جو مقابلو بہ ڪرڻو پيو ۽ ڪڏهن ڪڏهن بي شڪر انسان جي زبان مان هي الفاظ بہ نڪرندا رهيا تہ:

مصيبت اور طول، زندگانی
بزرگوں کی دعا نے مار ڈالا

اسان جي ٻنيءَ ۾ سواءِ چانورن جي ٻيو هر قسم جو اناج پوکيو ويندو هو. ڇو تہ اسان جو شهر ۽ آسپاس واري جوءِ وچولي ۾ هئڻ ڪري، اتي ڪو بہ ساريال فصل ڪو نہ پوکبو هو. اسين چانوريا تہ ڏوري ناري مان گهرائيندا هواسين جي مخدوم صاحبن جا وڏا وڏا زميندار مريد هوندا هوا يا تہ لاڙ مان ڪورواهي چانور ڪجهہ موتيا ۽ ڪجهہ رتڙيا گهرائيندا هواسين. البتہ گهوگهاري جا سڳداسي چانور مقامي طور خريد ڪندا هواسين. ربيع يا چيٽ ۾ ڪڻڪ ۽ خريف يا ڪتيءَ ۾ ٻاجهري، اڇي جونر ۽ ڳاڙهي جونر پوکيندا هواسين. جنهن مان چڱي اُپت ٿيندي هئي. خاص طور اُپت ڪپهہ جي فصل يعني ڦٽين مان ٿيندي هئي، جنهن جي پوک اناج جي نسبت وڌيڪ ڪئي ويندي هئي. مني ڳني جي کائڻ لاءِ ڪجهہ ٻارا ڪمانڊڙيءَ جا پوکيا ويندا هوا. باقي ووڻن پوکڻ تي خاص توجهہ ڏنو ويندو هو. هڪ تہ زمين پلي هوندي هئي ٻيو

چڱيءَ طرح ڪمايل هوندي هئي. تنهن ڪري اناج خواهه ڦٽين جا فصل بلڪل ڀلا ٿيندا هوا ۽ ڪٽي مان ڪاسو ٿي پوندو هو. گڏ ڪرڻ جو ڪم اڪثر مايون ڪنديون هيون ۽ لاباري ۽ ڦٽين جي چونڊيءَ تي به اڪثريت ماين جي هوندي هئي. جڏهن پوک نسرندي هئي ۽ سنگن تي داڻا پربا هوا تڏهن پيها اَڏيا ويندا هوا ۽ مٽيءَ جا پنوڙا آٽي انهن مان ڳوڙها ناهي سڪائي ڪانياٽين ذريعي جهار هڪلڻ تي استعمال ڪيا هوا. پوڙي پکيءَ واري جهار البته اهنجيري هوندي هئي، جنهن کي ديجاري پڄائڻ لاءِ ڪِتون نهرايون ويندیون هيون. جن تي سجادي جو پوچڙ هوندو هو، جنهن مان اهڙو ته نڪاءُ نڪرندو هو. جو سارو جهنگل ٻُري ويندو هو. ننڍي هوندي اسين پيهن تي وڃي ويهڻ کي گهڻو پسند ڪندا هواسين. اسان جي هارين مان هڪڙو ڪانياٽين وڻڻ جو ڏاڍو هوشيار هو. سو اسان کي ننڍڙيون ڪانياٽيون ناهي ڏيندو هو ۽ انهن لاءِ ننڍڙا گليلا به موجود ڪري ڏيندو هو ته پلي وڏيري جا ٻار ڪانياٽين جو شوق ڪن.

جڏهن اناج جي پوک پچي راس ٿيندي هئي، تڏهن لابارن جا سعيا ٿيندا هوا ۽ ڪٽان ڪٽان جا لاهيارا اچي مڙندا هوا. سنگن جمع ڪرڻ لاءِ پٽ اجو ڪري ٻاريون ۽ کرا تيار ڪيا ويندا هوا جتي اوطاق لاءِ لانديون ناهيون وينديون هيون. جن تي همراهه حفاظت لاءِ رهايا ويندا هوا. هلرون ٻڌڻ وقت عجيب نظارو هوندو هو. هارين جي، هلر تي "هَلي مَلي" جي هونگار واقعي عجيب هئي. هلڙن جو ڪم پورو ٿيندو ته اُن اجو ڪرڻ لاءِ واٽرڻ جو دور شروع ٿيندو هو. خاص قسم جا وڏا ڇڄ جن کي گاگڙا چيو ويندو هو. تن جي ذريعي واٽر شروع ٿيندي هئي. اَن هڪ طرف ته تُهہ ٻئي طرف. انبار لڳي ويندا هوا. اَن گولائي تي ساٿاري رکيو ويندو هو ۽ چوڌاري نپو لڳايو ويندو هو. مبادا ٻار مان اَنُ چوري ٿي وڃي. جلد ئي اسان جو حجام، ڪنڀار، ڏوبي، واڍو، ۽ مڱڻهار جي اسان جا آهتي هوندا هوا، سي آهت وٺڻ لاءِ اچي سهڙندا هوا. اَن جي ماپ پاٿين ۽ ٽوين سان ڪئي ويندي هئي ۽ هي سيئي پنهنجو آهت وٺي کلي خوش ٿي دعائون ڪندا هوا. فقير فقري ۽ پير مرشد جو حصو ڪڍي ۽ پنهنجي ڪاڏي ۽ ٻج لاءِ اَن رکي، باقي اناج نيڪال ڪيو ويندو هو جو واٿيا ڏڙوائي، ٻار تي اچي توري تڪي ڳوٿيون پري سبي يا ٽنبيون هٽي ڪٽائي ويندا هوا.

ڦٽين جي چونڊي وقت، مايون جيترو چُونڊ ڪنديون هيون. ان جي حصہ رسد روڪڙن پئسن بدران ڦٽيون ونديون هيون جي شام جو ڪانيي تي وجهي پنهنجي ککن ڏانهن موٽنديون هيون ۽ روزانہ روز ائين ڪيو ويندو هو.

ڦٽين جا اڪثر ڪري ٽي چونڊا ٿيندا هوا ۽ دلفريب نظاروهوندو هو. جڏهن چونڊ ختم ٿي ڦٽيون کري تي گڏ ڪيون وينديون هيون. تڏهن انهن جا گراهڪ جي اڪثر هندو هوا. سي ڏڙواين، ڪانٽن، برڪين يا پنڊن سميت اچي منهن ڪڍندا هوا. اگهہ ٻار اڳيئي نبريل هوندا هوا

ڦٽين جي تور ۽ برڪين جو پرجڻ شروع ٿي ويندو هو. ڌڙواين جا آواز هي برڪت (برڪت) هي ٻ. هي ٿي وغيره ڌڙي ڌڙي تي سُريلا آواز هڪ عجيب و غريب نماءُ پيدا ڪري ڇڏيندا هوا. ڪتل ورهائي ويندي هئي جا سيپني چاهہ چس سان کائيندا هوا.

چاچا مرحوم جڏهن پيدائش جي وڪري جا پئسا گهر ۾ آڻيندوهو، تڏهن چاندي جي رپين ۽ گينين جون ننڍڙيون ڪاريون پرجي ايندیون هيون. گينيءَ جي قيمت ان وقت منهنجي سانير موجب ١٣ کان ١٥ روپيہ ٿائين هئي. الله تعالىٰ جي ڏنل نعمت جي فراوانيءَ ڪري هر هڪ فنمليءَ کي سونيون ساهيون ۽ ٻيا چانديءَ جا زيورات ميسر هوندا هوا ۽ ظاهر آهي تہ روڪڙ ۽ زيورن جي حفاظت لاءِ دانشمنديءَ جي تقاضا هئي تہ هڪ تجوڙي خريد ڪئي وڃي. لهاذا هڪ ڪافي ڳري تجوڙي ننڍي آدم مان خريد ڪئي وئي. اهو وقت اهڙو هو جو تجوڙيون ڪن جزوي ماڻهن وٽ هونديون هيون. اسانجي وڏن تجوڙي خريد ڪئي تہ لامحالہ شهر ۾ چوبول ٿي ويو تہ عرساڻين وٽ خزانن جا کوهہ آهن "نظر بدور" ائين تہ هرگز نہ هو پر تڏهن بہ اسان کي شاهوڪارن جي دفعي ۾ شمار ڪيو ويندو هو. الله تبارڪ و تعالىٰ جا ڪروڙ احسان جنهن اسان جي جهولي پُر ڪري ڇڏي ۽ بسا اوقاف تہ "شکوه کوتاهي دامان" هوندو هو. بيشڪ رب کي جو ڏيهن جو ڏاتار آهي تنهن کي وڏي قدرت آهي.

قادر! قدرت تو داری هرچہ خواهی آن کُنی
مرده راجاں بہ بخشی زنده را بیجاں کُنیٰ
شاه را تاج، ستانی آرزوئے نان کُنی
هر گدائے راکہ خواهی آ زمان سلطان کُنی



باب ٽيون

# سک جا ڏهاڙا

سچ چيو اٿن تہ "اتم کيتي، وڌندڙ واپار" مگر کيتي بہ اها کپي جا "سر سيتي" هجي. چاچا مرحوم پنهنجيءَ مان سواءِ ڪپڙي جي، ٻي هر ڪا ضرورت جي شيءِ حاصل ڪندو هو. نارن جا ڏهاڙا ايندا هوا تہ مَنهنَ جي مٿان ڪدو ۽ سنڌي ساين تورين جون وليون چاڙهجي وينديون هيون ۽ انهن جي سبز پتن ۽ پيلن گلن سان مَنهنَ معطر ٿي ويندا هوا. ڪدو جي هر هڪ قسم جو ٻج پوکيو ويندو هو. کائڻ جا ڪدو، مير بحرن جي تُنبن لاءِ ڪدو، ڳائيندڙن جي يڪتارن لاءِ ڪدو، جوڳين جي مرلين لاءِ تُنبيون، سَتنامين ۽ سُوامين جي لوٽين لاءِ تنبيون، مطلب تہ گول ۽ ڊگها ڪدو بڪثرت پوکيا ويندا هوا. تورين مان ڪي ٻيجارن لاءِ ڇڏيون يندڀون هيون. جن جي خشڪ ٿي وڃڻ بعد انهن مان ٻج ڪڍي باقي ٿلهن کوکن مان گهوڙن جي صفائيءَ لاءِ ڪرڪرا ٺاهيا ويندا هوا. سستائيءَ جو زمانو هو. ڪنهن کي کائڻ کان جهل پلَ ڪا نہ هئي.

اڏن جي ڪَپرن سان پيندڀون لڳايون ويندڀون هيون ۽ وچ وچ ۾ چونرن جو قريون جن کي رانهان بہ چيو وڃي ٿو. تن جا ٻوٽا لڳايا ويندا هوا جن مان خوب ڏو ڪندا هواسين. اوني ڳوار جا تہ چند ٻارا وهڻن لاءِ خاص رکايا ويندا هوا. باقي ڪاچڻ ڳوار جا کائڻ لاءِ مخصوص هوندي هئي، تن جا ٻُوڙا اڪثر اڏن جي ڪپن سان لڳايا ويندا هوا.

اسان جي ٻني ڏکڻ طرف کان علي گنج واهہ وٽان نارن کان شروع ٿي. اُيرندي ۾ ڊپٽيءَ جي باغ، جانورن جي اسپتال ۽ منزل گاهہ سان لڳو لڳ هلندي هئي ۽ الهندي طرف اسان جي هُڙيءَ سان دنگ هوندو هوس. اُتر ۾ سنڌس پچور هو جو وڃي وِسُي وٽ ختم ٿيندو هوءِ وسي جڏهن پربي هئي، تڏهن ان جي اٿل سبب ڪنارن واري زمين سيراَب ٿيندي هئي، جنهن ۾ چاَچا مرحوم آرائين جي پوک ڪندو هو. آرائين ۾ گدرا، چاهيون، ونگا ۽ ميها پوکيا ويندا هوا. ٻنيءَ جو هڪ ٽڪر خاص، پٽائي گجرن ۽ لاهوري گجرن لاءِ مخصوص ڪيو ويندو هو. هندو هاري خاص طرح ڀاڄين ۾ تماڪ پوکڻ ۾ ماهر سمجهيا ويندا هوا. تنهن ڪري چاچا مرحوم انهن پوکن لاءِ سندن خدمتون حاصل ڪندو هو. ڀاڄين ۾ ساوا مرچ، واڱڻ، ٿوم، بصر، ميٿي، پالڪ، چوڪو ڏاٿا ۽ پن گوبيون ۽ ڦل گوبيون پوکايون ويندڀون هيون. تماڪ جڏهن تيار ٿيندو

هو تڏهن اهي ساڳيا واٽيا هاري ايندا هوا جي تماڪ وڌي، پن خشڪ ڪري پنهنجي انداز ۾ پنڊيون پريندا هوا. جي آراضيءَ جي طرف کان گهرايون وينديون هيون. تماڪ مان اپت بہ چڱي ٿيندي هئي ۽ ڪمين ڪارين کي بہ چلم ڇڪڻ لاءِ ڏنو ويندو هو. بہ ٽي پنڊيون ان مقصد سان خاص گهر ۾ استعمال لاءِ رکايون وينديون هيون ۽ باقي تماڪ نيڪال ڪيو ويندو هو. ان وقت ۾ بيڙي ڇڪڻ جو رواج گهٽ هو ۽ جتي ڪٿي چلم نظر ايندي هئي. مهتن جي دڪانن تي، مسلمانن جي اوطاقن ۽ گهرن ۾ چلم جو چرچو هوندو هو. اسان جي گهر ۾ بہ بابا سائين ۽ چاچا محمّد موسيٰ چلم ڇڪيندا هوا. ازانسواءِ سوالي موالي بہ تماڪ جي ڳوٺي لاءِ سوال ڪندو هو، جنهن کي خالي نہ ڇڏيو ويندو هو.

ٻاجهريءَ جو اَڌ ٻني اَنَ کان گهٽ رکيو ويندو هو ڇو تہ ان جي گهرج ٻني اناج کان گهٽي پوندي هئي. گهوڙن جي داڻي ۽ مال جي ڪاڏي لاءِ ٻاجهري بهترين خوراڪ هوندي هئي. ٻاجهري جا ڪُهر رڌي مال کي کارايا ويندا هوا ۽ سارو سال ان لاءِ ٻاجهريءَ جي ضرورت پوندي هئي. ان وقت ڪڻڪ کائڻ جو ايترو رواج نہ هو. وچولي ۾ جوئر ۽ اسان جي پٽ ۾ ٻاجهري ئي مکيہ اَن هو جنهن جو عام استعمال ٿيندو هو. هاري ۽ همراهہ تہ شڪايت ڪندا هوا تہ ڪڻڪ مان سندن شڪم نہ ٿو پلجي. کير مکڻ لسي ۽ ڏونرو فقط ٻاجهري جي مانيءَ سان مزو ڏني ٿو. سياري جي موسم ۾ هالن جي ساري شهر ۾ صبح سويري ٻاجهريءَ جي رٻ رڌي ويندي هئي. چانهہ کي ڪا بہ اهميت ڪا نہ هئي چانهہ فقط تڏهن استعمال ڪئي ويندي هئي، جڏهن ڪنهن کي تَپ بخار ٿيندو هو جنهن لاءِ چانهہ ڇپني نهڪندڙ پاڻيءَ ۾ وجهي بيمار کي جهنڊ ڪرائي اُب ڏني ويندي هئي. ٻيءَ صورت ۾ چانهہ جو نالو بہ ڪو نہ ورتو ويندو هو. ٻاجهريءَ جي رٻ ٻن طريقن سان ٺاهبي هئي. هڪ ڏاري جي رٻ ۽ ٻي ڪُني جي رٻ. ٻاجهريءَ کي جنڊ ۾ ڏري، ڏارو ٺاهيو ويندو هو ۽ اکري مُهريءَ ۾ ڪُٽي، ڪُنو ڪيو ويندو هو. ڪُني جي رٻ البتہ ڏاري جي رٻ کان وڌيڪ لذيذ ٿيندي هئي. خاص ڪري جڏهن ان ۾ مکڻ وجهبو هو. ٻاجهريءَ جي رٻ صبح جو سوير سيءَ ۾ نيرن بہ هوندي هئي تہ چانهہ جو بہ ڪم ڏيندي هئي سياري ۾ ڪني رڌڻ جو بہ رواج هوندو هو. چانورن وانگر، ٻاجهريءَ کي رڌي ان ۾ ڳاڻو گوشت وجهبو هو تہ ٻاجهريءَ جو پلاءُ ٿي پوندو هو. جنهن کي عرف عام ۾ کني چوندا هوا ۽ نهايت لذيذ ٿيندي هئي. گهرن ۾ عام جام نيرن ٻاجهريءَ جي مانيءَ ۽ لسي مکڻ سان ڪرڻ ۾ ايندي هئي. اسان جي گهر ۾ نيرن جو دستور اهوئي هوندو هو. البتہ منجهند جي ماني ڪڻڪ جي پچائي ويندي هئي. ان وقت هالن ۾ ڪڻڪ جي ماني تورا ماڻهو کائيندا هوا. اسان جون مائرون حيدرآباد جون هيون تنهن ڪري گهر ۾ ڊڳڙ، اڦراٺا ۽ چلا پچايا ويندا هوا. ڳاڙهي ۽ اڇي جوئر مان اسين ڦلا بہ پوڳڙين کان نهرائيندا هواسين. ۽ ڳڙ ۾ ڦلن جا منيا ۽

ڳڙڌاٿيون بہ نهرائيندا هواسين. ڪڏهن ڪڏهن ذائقي وٽڻ خاطر جوئر جي ماني بہ پچائيندا هواسين جا ڪنهن بہ حالت ۾ ٻاجهريءَ کان گهٽ نہ هوندي هئي. چانورن جون ڳريون بچنديون هيون سي پيهاڻي ان مان بہ مانيون پچايون وينديون هيون. خاص طور چانورن جا چلا نهايت خوش ذائقي ٿيندا هوا. ازانسواءِ سانئون پنهنجو ٿيندو هو. جنهن مان ڪڏهن ڪڏهن ماني بہ پچائي ويندي هئي نہ تہ اڪثر ڪري سانئين جي ڏاري ۾ مناٽ وجهي ٻاٽ ٺاهيو ويندو هو جو کيرٿيءَ جي لذت بخشيندو هو.

المقصد تہ قدرتي کاڌا جهڙوڪ اناج، کير، مکڻ، ڏڌ ۽ ڀاڄيون وغيره استعمال ٿيندا هوا. موجوده دور جا شهري مصنوعي کاڌا جن عوام جا معدا ڪمزور ڪري ڇڏيا اهن، تن جو ورلي ڪو استعمال ٿيندو هو. البتہ انبڙي جو سانڌاٿو (آچار) عام طرح غريب ماڻهو سنڌيندا هوا ۽ ڳنڊڻ بدران، ماني سانڌاٿي سان کائي ويلو ڀاري ويندا هوا. اسان جي گهر رزق جي فراواني ۽ سڀ شيون پنهنجون هئڻ ڪري ڪدو، ميهن، پٽائي گجرن، بصر، ساون مرچن، ليمن، گوار، ڏونرن، موري، گوگڙن ۽ سرنهن جي ڳنرن جي سانڌاني جون وڏيون وڏيون چاڏيون. برنيون ۽ مرتبان ڏسڻ ۾ ايندا هوا. انبڙين مان تيل جو آچار، سرڪي جو آچار ۽ چٽڻي ۽ مربو ٺاهيو ويندو هو. ٻانهي کي ڪهڙي قدرت آهي جو الله تبارڪ و تعالىٰ جي بي پايان نعمتن جو ويهي وستار ڪري!!

چاچا مرحوم ڪنهن ڪنهن سال باغ بہ مقاطعي تي ڪٽندو هو. پوءِ تہ انب، سنڌي ڏاڙهون، ليما، زيتون، صوفي بير اسان جي گهر ۾ انبار لڳي ويندا هوا. مخدوم صاحب جن جي هالن شهر ۾ بہ عمدا باغ هوندا هوا هڪ اوريون يا پراڻو باغ ۽ ٻيو پريون يا نئون باغ. پراڻو باغ تہ بلڪل تعلقي آفيس جي پريان هو. جنهنجي ذڪر الهندينءَ ڪنڊ تي مخدوم صاحب جن جو هڪ ننڍو بنگلو نهيل بہ اسان ڏٺو. هينئر نہ اتي بنگلو رهيو آهي نہ باغ. باغ واري زمين تي آبادي ڪئي وڃي ٿي. ٻيو نئون باغ جو ٺورو پريرو هوندو هو. سو نهايت هڪ اعلىٰ درجي جو باغ هو. هن باغ ۾ چونڊ انبن جا وڻ پوکيل هوندا هوا. وڻ وڻ تي جدا جدا نالو رکيل هوندو هو. مثلاً جمون، سدا گلاب، مصري، پتاشو وغيره حقيقت بہ اها هئي تہ جمون جنس جي انبن مان سواد بہ جمونءَ جو ايندو هو ۽ خوشبوءِ بہ جمون واري هوندي هئي. سدا گلاب کائبو هو عرق گلاب جي سڳنڌ ايندي هئي. هڪ انب جو وڻ هوندو هو. جنهن جا انب پال نہ وجهبا هوا. ان جون انبڙيون ڪچيون ئي کائبيون هيون. جن کي ڪچ مني جون انبڙيون چئبو هو. ان سُڪار جي زماني ۾ جڏهن عام انبڙيون ٻن اڍائين آني اڍائي سير جڙنديون هيون. تڏهن بہ ڪچ مني هڪ هڪ انبڙيءَ جو ملهہ بہ آنا هوندو هو. هنن انبڙين ۾ عجب اسرار رکيل هو. ڪچي انبڙي ۽ کٽاڻ بہ لازم ملزوم ڳالهيون آهن. مگر هن انبڙيءَ ۾ کٽاڻ برائي نام بہ ڪا نہ هوندي هئي. کائبي هئي تہ

گويا ناريل وارو سواد ايندو هو. مخدوم صاحب جن هن وڻ جون انبڙيون گهڻي انداز ۾ پنهنجي لاءِ مخصوص رکندا هوا ۽ دوستن احبابن کي سوکڙي طور ڏيندا هوا. هن باغ جي مقاطعي لاءِ تمام گهڻا شائق گراهڪ هوندا هوا ۽ بلڪل چڱي اگهه ۾ ويندو هو.

اسان جي گهر ۾ اسان جون مائرون نورالله مرقدها نهايت سنجيده سگهڙ ۽ ڀهڳڻ هيون. هو نهايت عمدا طعام ۽ مٺايون بہ ٺاهينديون هيون. ڪٽڪ مان لپني ۽ مٺيون موٺيون ۽ ڏيٽڙا، ڏاٿڻ جي مغز مان پنجيري ۽ چڙوري بنائينديون هيون، جنهن ۾ خوب مغزات پيل هوندا هوا. جي موسم سرما لاءِ معجون جو ڪم ڏينديون هيون. رمضان شريف جي ويجهڙائيءَ ۾ ڪٽڪ جو ميدو پيهائيو ويندو هو، جنهن مان سيون جڙنديون هيون. جي مايون رات جو ڪم ڪار ڪان فراغت بعد اچي گڏجي دلن جي پنيءَ تي چاٺا رکي هٿن سان ٺاهيندو هيون. ان وقت اجا يسين ٺاهڻ لاءِ هٿ جون مشينون رائج نہ ٿيون هيون. پنهنجيءَ ڪٽڪ جو نشاستو آسن حلوائيءَ کان ڪڍايو ويندو هو، جنهن مان حلوي جا ٿالهہ سڄي گيهہ ۾ ٺهرائيندا هواسين. ڏونگهين، بوهي چٽن ۽ ڪاڄن جو وڙو بہ گهر ۾ ٺاهيو ويندو هو. اڄ اهي ڪاڄا عنقا آهن. اهي مٺايون اسين ٻار، چارئي پهر پيا چرندا ڪائيندا هواسين. لاهوري گجرن کي کير ۾ رڌي سيرو بنايو ويندو. پنهنجي ڳئن ۽ مينهن جي پس مان پِس جا ٿالهہ ۽ ٻرهيون بنايون وينديون هيون. مطلب تہ ان قادر مطلق ۽ مهربان مولٰي جي ڪهڙين ڪهڙين نعمتن ۽ عنايتن جو اذڪار ڪري سگهبو!!

هر چيز جي فراواني هوندي هئي. ان يان پنهنجو، گيهہ مکڻ پنهنجو، تيل تماڪ پنهنجو، ميوو ڀاڄي پنهنجي، وقت ياد ٿو اچي تہ تصور ني نٿو ڪري سگهجي تہ وري بہ ڪي اهڙا سک جا ڏهاڙا موٽي ايندا.

انَ جي اثاث مون لاڙ جي پوٺن ۽ ٿر جي پٽن ۾ پنهنجي اکئين ڏٺي آهي. اُوسر جا لمحا بہ ڏٺا اٿم تہ سُڪار ۽ ساوڪ جا منظر بہ مشاهدو ڪيا اٿم. بارش نہ هئڻ سبب سارو ملڪ ويران هوندو آهي جڻ تہ رت جي بوءِ پيئي ايندي آهي. وري جڏهن مهر جا مينهن وسندا آهن، تڏهن اهي ساڳيون پيٽيون سبزه زار بنجي وينديون آهن. لاڙ جا پوٺا ۽ پٽن جا مَڙها ۽ ماٿاريون هڪ عظيم چراگاهہ بنجي ويندا آهن. بيشڪ قادر ذوالجلال ڪانسواءِ بي ڪنهن کي قدرت آهي آهي جو مرده کي زنده ۽ زنده کي مرده ڪري سگهي!!

مون کي ياد آهي تہ اسان جي ٻنيءَ مان جڏهن ڪرا ڪجي ويندا هوا، تہ ٻنيءَ واري ساري زمين جنهن تي ساوڪ ني نظر ايندي هئي ۽ سائو گاهہ ۽ ڪانا رقصان هوندا هوا سا پڙيانگ ڏسڻ ۾ ايندي هئي. بار تي تُهن جا ڍير لڳا پيا هوندا هوا، جن تي ٻنارن، داين ۽ اوڏن جا گڏهہ بيٺل نظر ايندا هوا ۽ ڪورڻ وارا ونڻائيون وڍي ويندا هوا. ڪانا وڃي ڏنين ۾ جمع ٿيندا هوا، اور جا گاهہ بہ پنهنجو دؤر ختم ڪري لڪُ لنگهائي ويندو هو. زمين ونڻائين ۽ ڪانن جي

ڪُتين سان لبريز هوندي هئي.خود رُو وليون ۽ جهنگلي ٻوٽا سڪي ٺوٺ ٿي ويندا هوا. ڇيڙن ۽ ٿوهن جون وليون جوڙين ڏيکاري فنا ٿي ويندڙيون هيون. باقي ڪي ڪانڊيرا ۽ اڪ وڃي بچندا هوا جي اُنهي ساريءَ بهاريءَ تي ماتم ڪندا نظر ايندا هوا. ڇهن مهينن جي رونق فقط هڪ مهيني ۾ بي نام و نشان رهجي ويندي هئي. "هو الباقي لايزال"

خدا رابقاءَ و خدا رابقا دگر هرچہ بيني فنا در فنا.

ان زماني ۾ ٻنراجن جو پاڻي ڪو نہ هو. جنهن جا وارا ٻڌل هجن ۽ وارن ۾ ماڊيولن تان لئيون لڳن بلڪ خون بہ ٿين. الله تعاليٰ جو آل جال پاڻي سڀڪو پنهنجي پوک کي پنهنجي گهرج مطابق پياري پچائي راس ڪندو هو ۽ سال جا باقي ڇهہ مهينا گهر وڃي الوليون ڪندو هو ۽ پنهنجي رب کي ياد ڪندو هو. ۽ سندس ڏنل رزق جا شڪرانا ڪندو هو. هينئر تہ بہ ٽي فصل ٿين ٿا ۽ ٻارهن ئي مهينا هڻ هٿا لڳي پيئي آهي، پوءِ بہ بي شڪريءَ جو صدائون هر طرف ڪان ٻڌڻ ۾ ايندڙيون رهن ٿيون.

پنهنجي حسب ۽ نسب جاٺائڻ ڪانپوءِ مون پنهنجي خاندان جي سربلنديءَ واريون حالتون ان ڪري بيان ڪيون آهن تہ پڙهندڙن تي واضح ٿي وڃي تہ ڪهڙي پس منظر ۽ ماحول ۾ منهنجو جنم ٿيو. اهي چند صفحا جي مون انهيءَ سلسلي ۾ لکيا آهن. سچ پچ تہ انهن کي جيڪڏهن پوريءَ وضاحت سان لکان تہ هڪ مهاڀارت ٺهي پوي ۽ مان نٿو سمجهان تہ ناظرين ڪرام چاڪاڻ هن هيچمندان، حقير، پُر تفصير جي سوانح جون ايتريون مقالون ويهي پڙهڻ ۾ وقت ضايع ڪن. آخر منهنجي حالت مطالع ڪرڻ مان سندن ڪهڙو ڪاج سرندو!!

هتي هي بہ اکر لکڻ ضروري سمجهان ٿو تہ منهنجو والد مرحوم ۽ سندس ڀائر منهنجا چاچا، اهو سارو سک جو زمانو پاڻ ۾ گڏ هوندا هوا ڪُني پاڻ هڪ هوندي هين. ڪاڏو زڏبو هو تہ سيني لاءِ هڪ جهڙو، چوڙ لاءِ ڪپڙو ورتو ويندو هو تہ سيني لاءِ هڪ جهڙو. مطلب تہ هالن نَون جي شهر ۾ خواهہ آسپاس، اسان جي مائٽن جو اتحاد بينظير ۽ ضرب المثل هوندو هو. جيستائين سندن ڪارخانو گڏ رهيو، تيستائين هرڳالهہ ۾ ڪاميابيءَ سندن قدم چميا ۽ سندن رزق ۾ نت نيون برڪتون نازل ٿينديون رهيون. چيو اٿن تہ:

ز اتفاق، مگس شهد مي شود پيدا،
خداچہ لذت شيرين در اتفاق نهاد.

باب چوٿون

# منهنجو جنم

**جمر** ۽ موت بيني ڳالهيون هڪ جهڙيون فطري آهن. جيڪو نڪر گهڙيو اهو سو ضرور ڀڄندو. ليڪن انساني فطرت آهي، ته جڏهن ڪو به انسان اولاد جي نعمت کان سرفراز ٿئي ٿو. تڏهن هو خوشيون ڪري ٿو ۽ جڏهن ڪو رشتيدار موت جي عقابي چنبي ۾ اچي هنن کان هميشه لاءِ جدا ٿي وڃي ٿو. تڏهن هو حسرت جا ڳوڙها ڳاڙهي ٿو. برخلاف ان جي جو جڏهن ڪو انسان جو ٻار تولد ٿئي ٿو ته هو هن دنيا ۾ رئندو اچي ٿو ۽ سندس عزيز خويش کلندا رهن ٿا ۽ جڏهن دنيا کان موڪلائي ٿو ته پاڻ ان پالڻهار کي کلندو مڙئي ٿو ۽ پنهنجي رشتيدارن کي روئندو ڇڏي ٿو. سڳوري سعدي عليه فرمايو آهي ته

یاد داری کہ وقت زادن تو همہ خنداں بوند و تو گریان
انچنان زی کہ وقت مردن تو همہ گریان بوند و تو خندان

بهرحال انسان ويچارو خلقت ۾ ضعيف آهي ۽ هو ويچارو اولاد جي نعمت کان بهرو ٿئي ٿو ته کيس ضرور خوشي ٿئي ٿي ۽ ۽ ان جي فرقت سندس قوت برداشت کي زيرو زبر ڪريو وجهي ۽ هو ڳوڙها ڳاڙڻ تي مجبور ٿي وڃي ٿو. جمر جو نمونو الله تبارڪ و تعاليٰ هڪڙو ئي خلقيو آهي. هر هڪ انسان ساڳئي طريقي سان پيءُ جي پٺ ۽ ماءُ جي پيٽ مان پيدا ٿئي، ليڪن موت جا نمونا الله تعاليٰ مختلف طريقن جا پيدا ڪيا آهن.“انسان جي موت جي جاءِ ۽ نمونو فقط انهيءَ باري تعاليٰ جي مشيت ۾ لڪيل آهي. انسان بيمار ٿي مري. حادثاتي موت مري، سفر ۾ مري، حضر ۾ مري، پاڻيءَ ۾ مري يا هوا ۾ وفات پائي، اهو راز فقط انهيءَ رازدان حقيقيءَ کي معلوم آهي. موت جي حقيقت انسان کان هر حال ۾ قدرت مخفي رکي آهي، ورنه هيءَ ته پيرو اُيو ۽ ڪار مٿو انسان هوند موت کان بچڻ لاءِ به گهڻيئي ڪي تدبيرون سوچي، غالب مرحوم فرمايو آهي ته:

موت نے کردیا لاچار وگر نہ انسان،
هے وہ خود بین کہ خدا کا بهي نہ قائل هوتا!

مون ذڪر ڪيو ٿئي، ته ٻار جو جمر مائٽن لاءِ هزارين خوشيون ۽ ڪروڙين اميدون کڻي اچي ٿو. غريب هجي توڙي امير، اولاد، خصوصاً پٽ پيدا ٿيڻ تي گهڻو ئي خوش ٿئي ٿو. انهيءَ

ڪليہ قاعدي موجب جڏهن راقم الحروف ڄائو تڏهن بہ ابي امان ۽ عزيز واقارب تمام خوشيون ڪيون ۽ هڪٻئي کي مبارڪون ڏيڻ لڳا. دستور موجب کنڊ جون ڳوٿيون خريد ڪيون ويون. آئي ويئي زال زنب، ٻار ٻچي ۾ ٻُڪ کنڊ جا تقسيم ڪيا ويا. لنگها آيا. خشڪي فقير آيا. دهل ۽ شرنايون وڄيون. فقير فقرو، غريب غربو پنهنجي قسمت وني ويو. ڍوئٺا ملندا رهيا. دايون مايون پنهنجا لاڳ وٺي دعائون ڪرڻ لڳيون. ڇنيون ٿيون. منڻ ٿيا. جهنڊون لٿيون. عقيقہ ٿيا. بهر صورت دستوري رسومات سڀ بجا آنديون ويون. هالن نون جي قديم مردم خيز خطي، منجهہ عيسوي سنہ جي تاريخ ١٧ سيپٽمبر ١٩٠٦، صبح جو فجر نماز وقت بروز خميس، عرساڻي قبيلي ۾ هڪ خاڪي پتلو، پنهنجي فاني جسم ۾ روح وٺي، هن دنيا دنيءَ ۾ پيدا ٿيو.

بابا مرحوم مون کي هنج ۾ کڻي ڪنن ۾ ٽي ٽي دفعا بانگون ڏيئي منهنجو نالو محمد اسماعيل رکيو. اهڙي طرح عرساڻي خاندان ۾ هڪ نومولود جو اضافو ٿيو.

ان وقت ۾ نہ تہ ڪي ويم گهر هوا ۽ نہ ڪي ڊاڪٽرياڻيون ۽ نرسون هيون. سنڌي دايون ويچاريون هونديون هيون جي پنهنجي ڪم ۾ ڪافي مهارت رکنديون هيون ۽ ويايل عورت جي خاصي خدمت ڪنديون هيون. سوئانجي جو سارو وقت آڌ مک ۽ ڦڪيون سُٽيون ڪنديون هيون. سوئانجي واريءَ عورت کي هيٺ پاٿاري ناهي ڏينديون هيون ۽ موجوده وقت وانگر کٽ تي نہ سمهاريو ويندو هو. نوزائيده ٻار کي بہ ماءُ پنهنجي پير ۾ هڪ منجيءَ تي رلڪن ۽ تنجڻ ۾ پنهنجي پاسي ۾ سمهارينديون هئي، ۽ منهن رکڻي يا ڪوٺاري سيرانديءَ کان ڏيئي مٿان شبنم يا سنهي ململ جو ڪپڙو وجهي ڇڏيو هو. تہ ٻارتي ڪا مک نہ ويهي ٻار پُر اطمينان ۽ سڪون سان آرام ڪري اهو دستور اڄ بہ هلندو ٿو اچي. ٻار کي روزانہ صبح جو دائي اچي آڊينڊي مکينڊي هئي. ٻار جي مٿي وهارڻ لاءِ وڏو جتن ڪيو ويندو هو، ڇو تہ سنڌ ۾ ناريلي مٿو پسند نہ ڪيو ويندو آهي. گرائيپ واٽر ۽ فوڊ پيارڻ جو نام و نشان بہ ڪو نہ هو. ماءُ جي ٿڃ بيشڪ امرت رس آهي. ان کان وڌيڪ ٻيو ڪو بہ فوڊ قوت بخش ٿي نٿو سگهي. اهوئي سبب آهي جو اڍائي سال عمر تائين جيڪڏهن ماءُ جي ٿڃ سگهي نہ ويئي آهي تہ مٿس وڏو حق آهي تہ ٻار کي ٿڃ ڏيندي رهي. اهو فقہ جو هڪ صحيح مسئلو آهي.

مکڻ جو ڏکو ٻار کي کارايو ويندو هو. ۽ ان ۾ مناڻ يا ڦڪي ملائي ويندي هئي، جا جوهر جي نڪين، ڦونڻ ۽ مصريءَ کي ڪٽي چاڻي ميدي جهڙي ڪري رکبي هئي. بهرحال والدين جيڪي پنهنجي ٻچڙي جي سک آرام، تندرستي ۽ سلامتي لاءِ احتياط وٺندا آهن، سي سيئي ورتا ويندا هوا.

هتي هڪ ڳالهہ لکڻ ضروري ٿو سمجهان تہ منهنجو چاچو حافظ شفيع محمد جو قرآن پاڪ جو حافظ هو ۽ سندس حافظو نهايت قوي هو. سو چوندو هو تہ مان سيپٽمبر ۾ نہ. پر

فيبروري ۾ جانو هوس ۽ منهنجي عمر جي تاريخ اسڪول ماسترن داخلا جي عمر پنج سال ڏيکارڻ لاءِ اٽڪل روءِ غلط لکي ڇڏي آهي. والله اعلم باالصواب.

رفته رفته خوشيون ٿي پوريون ٿيون. جنهن روح کي دنيا ۾ اچڻو هو، سو اچي چڪو. هاڻي هن دارالمحن جي ڪشمش شروع ٿي. اسان جي گهر اتر ڏکڻ جي سمت تي نهيل هو. منجهس هڪ ٻدرو هو. ان جي اڳيان هڪ ڪشادو ڪليل صفو ڇڇهريءَ سان هو ۽ ان جي اڳيان وڏو صحن يا اڱڻ هوندو هو جنهن ۾ پُني (بيت الخلا) ويڙهو (غسل خانه) ۽ رنڌڻو (بورچيخانه) هوندا هوا. منهنجي پيدائش ٻدري ۾ ٿي. ٻدري خواه صفي جون ڇتيون نم جي ڪامن ۽ ڪرڙ جي پٽين سان جڙيل هيون. جاءِ ڪافي ڪهني هئي. ڇتيون سڀ ڪچين سرن جون هيون. اجا آءٌ هفتي ڪن جو مس هوس ته هڪ ڏينهن ٻن پهرن (منجهند) جي وقت اوچتو ئي اوچتو منهنجي مٿان جا ڇت جي ڪامر هئي، سا ڏکڻ طرف منهنجي ۽ امڙ جي پيرانديءَ کان ٽڪاءُ ڏيئي پٽ سان گسڪندي اچي هيٺ پيئي چوندا آهن ته مارڻ واري کان بچائڻ وارو ويجهو آهي. حقيقت ۾ مارڻ ۽ بچائڻ وارو ساڳيو ئي الله ٻاجهارو آهي. اها ڪامر اتر ۾ پٽ سان لڳي بيٺي هئي، ڏکڻ واري چيڙي زمين تي اچي ڦهڪو ڪيو ۽ هڪ مثلث يا ٽڪندي جي صورت ۾ بيهي رهي. مٽي ۽ ڪک ڪريا مگر اهي به ٿوري انداز ۾! سڄي گهر ۾ هيجان مچي ويو. ڏک ڏوڙ پنجي ويئي. مون کي ۽ امڙ کي صحيح سلامت ٻاهر ڪڍيو ويو. الله تبارڪ و تعالىٰ جا شڪرانا ۽ حمد بجاءِ آندا ويا. جانچ ڪرڻ تي ڏسڻ ۾ آيو ته ڪامر جي ڏاکڻين چيڙي جو فقط اهو ٽڪر جو پٽ ۾ اندر هو، سو سڙي ويو هو ۽ ڪامر بلڪل ڇت ونان ٽٽي، ڇت تان گسڪي ائين اچي زمين تي بيهي رهي گويا ڪنهن هٿ سان لاهي هيٺ رکي هجي. بيشڪ هي هڪ معجزو هو. ائين پئي ڀانيون، ڄڻ خداوند قدوس جي ملائڪن جو ڪارنامو هو. خير خيرات ڪئي ويئي ۽ الله جي ذات عالي صفات جي ڪرم و رحم ۾ ايمان پختو ۽ تازو ٿيو.

حمد بي حد مر خدائي پاک را،
آنکہ ايمان داد مشت خاک را.

اسان جي پاڙاري چاچا جي گهر ڪئي ويئي ۽ جاءِ کي فوراً درست ڪرايو ويو. هن دنيا ۾ اچڻ ڪانپوءِ جن ڳاٽيني کان ٻاهر ڏکن ۽ ڏوجهرن جو مقابلو ڪرڻو پوي ٿو، تن مان فقط هيءَ پهريون رونشو هو. الله تعالىٰ بچاءُ ڪيو جو ڪروڙين سجدن جو سزاوار آهي.

سجدا سجود توکي جڳائن هزار يار،
تون رب تون رحيم تون قادر تون ڪردگار.

والدين پنهنجي ٻچن لاءِ جيڪي تڪليفون وٺن ٿا ته تن جي عيوض قرآن پاڪ ۾ الله تبارڪ و تعالىٰ اسان کي سيکاري ٿو ته انهيءَ طرح دعا گهرندا ڪريو.

وقت چورن وانگر چرندو رهي ٿو، ڏينهن مان مهنا، مهينن مان سال هڪبئي تي ضرب ٿيندا هلندا ٿا هلن. مگر غافل انسانن کي ڪجهه پتو ڪو نه ٿو پوي ته عمر ڪيئن ٿي گذري. ڪتابن ۾ هڪ نظم پڙهندا هواسين، جنهن جو عنوان هو "وقت چوي آءُ بادشاهه."

چورن وانگي آءُ چران سمجهو ڪي سمجهن،
پلڪن مان پهر ٿي، ڏينهڙا ٿا گذرن،
لنگهيو ورهيه وجن، پاڻهي پوندا پيش مون!

اڄ ننڍو سيان وڏو، اڃا پنجن مهنن جو مس ٿيس ته منهنجي پياري امڙ بيمار ٿي پئي، ۽ منهنجي ٿڃ جو مسئلو پيدا ٿيو. اسان جو پاڙو عارباڻي پاڙو سڏبو هو ۽ عارباڻي سڀ ذات جا ميمڻ هوا. هنن عارباڻين جي قبيلي ۾ هڪ بزرگ ٻاجهوءَ نالي رهندو هو، جنهن کي سڄو پاڙو چاچا ٻاجهوءَ جي نالي سان سڏيندو هو. هُو ويچارو ڪورڪو ڌنڌو ڪندو هو. عيال وڏو هوس، ان ڪري سڄي پاڙي ۾ هن کان وڌيڪ ڪو به ٻيو غريب ڪو نه هو. سندس گهرواري هڪ نهايت سنجيده عورت هئي. اسان جي گهر ۾ اڪثر و بيشتر سندس اچڻ ٿيندو هو. سيئي کيس ماسي چتل چوندا هوا. منهنجي ڄمڻ کان ٢_٣ مهينا اڳ کيس هڪ پٽ يعقوب نالي ڄائو هو. جو پڻ ان وقت ٿڃ تي هو. امڙ جي بيماري سبب هن مون کي پنهنجي گود ۾ ورتو ۽ ٿڃ پيارڻ شروع ڪئي. سندن گهر اسان جي گهر کان فقط ٢٠_ ٢٥ قدمن تي هو. رات جو ڪنهن به وقت هڪ دفعو يا پنج دفعا، جنهن وقت به مان روئندو هوس ته بابا مرحوم ماسي مرحوم کي سڏي ايندو هو ۽ وڏي خوشي سان هلي ايندي هئي ۽ مون کي ٿڃ پياري ڏءُ ڪرائي ويندي هئي. ان طرح ڏينهن جو به جنهن وقت کيس سڏ ڪبو هو، ان وقت خُوش خوش هلي ايندي هئي. هن منهنجي رضائي ماءَ مون کي جيئن جو تيئن کير پياريو ۽ امڙ جي بيمار هئڻ سبب ڪا به لڪا وجهڻ ڪا نه ڏني. امڙ مرحوم به فضل ايزد تبارڪ تعاليٰ بلڪل تندرست ٿي، مگر ٿڃ سڪي وئي تنهن ڪري مان گهڻو تڻو هن پنهنجي رضاعي ماءُ جي کير تي پليس. بابا ۽ امان سندس گهڻي سار سنڀال لهندا هوا ۽ ائين سمجهڻ ۾ ايندو هو ته گويا اسان جي گهر جي ڀاتياڻي آهي.

هالن نون کان ٻن ميلن مفاصلي تي ۽ هالن پراڻن جي بلڪل نزديڪيءَ ۾ ٻيلي جي پر تي ٻچا قوم جا ماڻهو رهندا هوا جي مالدار هوندا هوا، ۽ سندن گذر کير مکڻ ۽ ڏڌ وڪڻڻ تي هوندو هو. شام جو مرد ماڻهو کير جا ساڙها پري هالن جي مارڪيٽ ۾ وڪڻڻ ايندا هوا ۽ ڏينهن جو سندن قوم جون مايون چاڏيون ڏڌ مکڻ جون ڪٽي شهر جي جدا جدا پاڙن ۾ ورڇجي وينديون هيون. اسان جي ڳوٺ ۾ مرحوم مائي بچي ڏوڌياڻي ايندي هئي. هن کي به خيرو نالي هڪ پٽڙو ٿڃ تي هوندو هو جو قريب قريب منهنجي عمر جيترو ئي هو. چاڪاڻ ته ڏوڌياڻين کي گهڻو ڪري سڄو ڏينهن شهر ۾ لڳي ويندو هو ۽ شام جو ڳوٺ موٽنديون هيون. ان مائي بچي

پنهنجي پٽڙي خيروءَ کي ساڻ کڻي ايندي هئي. ڀچا قوم جا ماڻهو مخدوم صاحبن جا مريد هوا. ۽ بابا مرحوم مخدوم صاحب جو عام مختيار هو. ان ڪري بابا جو گهڻو ادب ڪندا هوا ۽ جهڳڙا مونا فيصلا بہ بابا کان ڪرائيندا هوا. ماڻهو مالدار ۽ پورهيتي مگر عقل جا بلڪل سادا هوندا هوا. هنن جي سادگيءَ جون هالن ۾ ڪيترين ئي ڪهاڻيون زبان زد خلايق آهن. جي مان هتي طوالت جي سبب ضروري نٿو سمجهان. مائي بچي پنهنجي پٽ خيروءَ کي اسان جي گهر ڀينگهي ۾ سمهاري پنهنجو ڏڌ مکڻ وڪڻندي هئي. بار روئندو هو تہ کيس اطلاع ڪبو هو ۽ هوءَ هڪدم هلي ايندي هئي. مائي بچي جڏهن پنهنجي پٽ خيروءَ کي ٿڃ ڏيندي هئي تہ مون کي بہ زوري هنج ۾ کڻي ٿڃ پياري ڇڏيندي هئي. اهڙي طرح هن مرحوم بہ مون کي ڪافي وقت ٿڃ پياري. منهنجي ٽين رضاعي ماءُ مرحوم قاضي يار محمد جي اهليہ محترم هئي. قاضي يار محمد مرحوم هڪ ماهر حڪيم هو ۽ بابا مرحوم جو گهاٽو دوست هو ۽ سندس اهليہ امان مرحوم جي گهاٽي ساهيڙي هئي. قاضي يار محمد جي پٽ عبدالواحد سان گڏ مون سندس والده جي ٿڃ پيتي. اهڙيءَ طرح منهنجي ٿڃ جو قدرت جي طرفان انتظام ٿيندو رهيو ۽ ايستائين هليو جيستائين مون کي ٿڃ ڇڏائي ويئي.

مٿي ذڪر ڪيل بيان مان ظاهر ٿيندو تہ منهنجا ٿڃ شريڪ ڀائر ٽي هوا: (١) محمد يعقوب (٢) خير محمد يا خيرو (٣) قاضي عبدالواحد. پهريون ڀاءُ وڏي هوندي مزدوري ڪندو هو ۽ اهڙو تہ پهلوان هو جو اڊائي مٽي ڳوڻ کي ڀاڪر وجهي کڻي ڪلهي تي رکندو هو. جوانيءَ ۾ ئي هن کي چرش جي نشي جي بري عادت پئي ۽ تقريباً ٣٥ _ ٣٦ ورهين جي ڄمار ۾ ڪمزور ٿي وفات ڪيائين. عام طرح کيس ملنگ سڏيندا هوا.

ٻيو ڀاءُ خيرو ڀچو هڪ وڏو ڪانڪو ۽ چور ثابت ٿيو ۽ مال جي چوري ڪندو هو. هن پار جون مينهون ڪاهي درياءَ جي هن پار ويندو هو. ۽ هُن پار جون هن پار هالن جي پٽ ۾. هن جهڙو ناميارو مال جو چور ٻيو ڪو ورلي ٿيو. بہ چار گهمرا ٽيپون ڪَاٽيائين ۽ آخر اهو بہ تقريباً ساڳي عمر ۾ وفات ڪري ويو. ٽيون ڀاءُ قاضي عبدالواحد پرائمري ماستر هو جو پڇاڙيءَ ۾ هالن جي پرائمري اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو ۽ رٽائرڊ ڪرڻ بعد ٿورا سال ٿيا تہ گذاري ويو. انالله ونا اليه راجعون. هن وقت نہ تہ ڪا منهنجي رضاعي مائرن مان حيات آهي نہ ڪو ڀائرن مان جيئرو آهي. الله تعالىٰ کين مغفرت ڪري. آمين!

بهرڪيف ٿڃ جون ٽڦيڙون ڪاني ڪاني ڪڍُ جا ڪشت ڪاني ڪاني (جا ننڍي هوندي گهڻي هوندي هيم) دردر تان قوتُ حاصل ڪري آخراچي وڏيرڙو ٿيس. چنن سالن جي ڄمار کي پهتس تہ ڏاڏا مرحوم جي وفات جي سانير فقط ايتري آهي تہ گهر ۾ ٻاڙي جون زالون ۽ ٻاهر اوطاق ۾ مرد فاتحہ لاءِ پئي آيا ۽ ٻڌم پئي تہ ڏاڏا حج تو وجي. "سبحان الله وبحمده" دنيا ۾

اڪيلو ۽ يتيم ڏاڏا سائين. پنهنجي پنيان هڪ پورو خاندان ڇڏي ان باري تعاليٰ عزاسمهٗ جي سڏ کي لبيڪ چئي سڀني کان مرڪندو موڪلائي ويو. اناللهوانا اليه راجعون.

لازم هے هر بشر کو خيال قضا رهے
هم کيا رهينگے جب نہ رسولؐ خدا رهے

ڏاڏي مرحوم کي گذرڻي اجا ٦ _ ٨ مهينا مس ٿيا هوا تہ هالن ۾ مائي (ماتا) جي هولناڪ مرض پنهنجي پوري زور سان منهن ڪڍيو. چون ٿا تہ ان سال جهڙي زبردست ماتا هالن ۾ ان کان اڳ ڪڏهن بہ نہ پئي هئي. هن موذي مرض جو وار سڄي شهر ۾ پهريائين مون تي ٿيو ۽ پوءِ تہ برنڊڙ باهہ وانگر مائي سڄي شهر کي وڪوڙي وئي. شهر ۾ اهڙو گهر ڪو نہ هو جتي مائيءَ منهن نہ ڪڍيو. خاص طور ننڍن ٻارن تي ئي هن بيماريءَ جو حملو ٿيو ۽ ڪيترائي معصوم هن مرض جو لقمو ٿي جان بحق ٿي ويا. ٽن ڏينهن اندر سيتلا وسي ويا ۽ منهنجي حالت بلڪل نازڪ ٿي وئي. بابا مرحوم لاڙڪاڻي ويل هو. ڪيس تار ڪئي وئي ۽ مرحوم لاڙڪاڻي مان پَسيءَ (ڪنجهي) جا وڻا ٽالهيون ۽ بيو سامان وٺي آيو ۽ ڪجهہ مينا تي چنيل گلاس ۽ سرهيدانيون بہ آنڌائين. جي بيماريءَ وارو سمورو عرصو منهنجي وندر جو سامان هيون. منهنجو بدن سڄو سيتلن جي موتين سان جهنجهجي ويو. مگر اکين ۽ وات ۽ نڙي ۾ بہ بي انداز داڻا نڪري پيا. جن جي عذاب جو تاب نہ سهي وقتي بيهوش بہ ٿي ويندو هوس. ۽ مائٽن ۾ روج پئجي ويندو هو. ماتا جو ان وقت نہ ڪو علاج هو ۽ نہ علاج ڪيو ويندو هو. هندو عورتون گهرايون ويندون هيون جي واس ڏوپ ڪنديون هيون! ماتا کي راضي ڪرڻ جا هندوري ۾ ويهي ڀڄن يا گيت ڳائينديون هيون. الله رکي وٺي تہ ڪير ماري سگهي!! آخر ٽُلڪي ٽُلڪي هن شديد مشڪلات مان پار اُڪاريائين. مائي مڙڻ لڳي، ڪَرِيون ٻڌجڻ لڳيون. بدن جي چمڙي ۾ سيٽ ۽ باهہ شروع ٿي. سارو وقت مشغلو اهو هوندو هو تہ ڪڇيون ڪرِيون پيو پٽي لاهيندو هوسَ. ان تان مائٽ سخت روڪيندا هوا. مگر مان روڪيو نہ روڪبو هوس. مجبور ٿي منهنجا هٿ ڪپڙي سان ٻڌي ڇڏيندا هوا. مان دانهون ڪندو هوس، روئندو هوس، مگر مون کي ڪرِيون پٽڻ کان باز رکڻ جو مائٽن وٽ اهو هڪڙو ئي طريقو بچيو هو. مائي مڙي تہ ڇندبو لڳو. پاڙي جون مايون مبارڪون ڏيڻ لاءِ اينديون هيون. ڪنهن جي ڳالهہ ڪهڙي، ڪنهن جي ڪهڙي سڀ ڪا پنهنجا پنهنجا تجربا ۽ چشم ديد حقيقتون بيان ڪندي هئي، مگر هڪ ڳالهہ ۾ سڀ متفق هونديون هيون تہ ڪڇي ڪڙي جتان بہ لاٿي هجيم اُتي سرمون دبي ڇڏيو. مائٽ چوندا هوا تہ خاندان جي سڀني ٻارن ۾ آءٌ پوري رنگ جو ڄائو هوس، مگر سيتلن جي حملي مون کي پوري مان ڪٽڪ رنگو بنائي ڇڏيو. ڪجهہ سال منهن تي سيتلن جا نشان رهيا چو تہ منهن جي چمڙي نرم ٿيندي آهي. پوءِ رفتہ رفتہ پوري رنگ هئڻ مان اهو فائدو ٿيو جو نشان بلڪل

مينجي ويا. هينئر ڪو بہ ڏسندڙ مشڪل سان تاڙي سگهندو هو تہ مون کي ڪا مائي (ماتا) نڪتل آهي. هن عمر تائين الله تبارڪ و تعالىٰ کي بچائڻو هو. آخر عافيت ملي. بدن ۾ بہ ڳري ڪندا ٿي ويو هوس ۽ ڪيترا سال ڏيرو معلوم ٿيندو هوس چوندا آهن تہ ڏيري کي مڇر گهڻو. ان جي مصداق اڪثر اگهو بہ رهندو هوس.

آخر ۾ عمر اچي پنجن سالن کي ويجهي ٿي. ان وقت جو دستور هوندو هو تہ پهريائين قرآن شريف ناظران پڙهائي ان بعد اسڪول ۾ ويهاريو ويندو هو. مون کان پهرين منهنجو وڏو ڀاءُ ۽ ڀيڻ خطاب (ختاب) ۾ ويهي چڪا هوا. خطاب درتي هو. بلڪل اسان جي گهر جي سامهون آخوند محمد جي زوجہ محترمہ آخونديائيءَ جو گهر هو ۽ اتي ٢٠ـ ٢٥ ٻار قرآن شريف پڙهندا هوا. آخونديائي مرحومہ اڪيلي هوندي هئي. گهر جو ڪم ڪار بہ سندس سپرد هوندو هو ۽ پڙهائڻ جو بوجو بہ. مڙني سيني کي منهن ڏيندي هئي. سندس پڙهائي تمام پڪي پختي هوندي هئي. ٻار وڏي آواز سان پڙهندا ۽ ڪا بہ زير زبر جي چُڪ ڪندا هوا تہ پري کان ئي درست ڪندي هئي. ٻارن جي تعداد ۾ اڪثريت نياڻين جي هوندي هئي. فقط اسان جي ڪٽنب جا پٽ ٻار بہ پڙهائيندي هئي ۽ ٻيا نہ. هاڻي بسم الله ڪري مون کي خطاب ۾ ويهاريو ويو. بسم الله جي مٺائي ورهائي وئي. ۽ تعليم جي ابتدا ٿي. پڙهڻ سان منهنجي دل بلڪل نہ لڳندي هئي. مڪتب کان گسائڻ ۽ نٽائڻ جا ڪئين حيلا بهانا تراش ڪندو هوس ۽ ڪهڙين مشڪلن سان پڙهيو هوم. ان جو ذڪر هن بعد پنهنجي تعليم جي عنوان هيٺ ايندو.



## باب پنجون

# منهنجي تعليم جي شروعات

**ان** زماني ۾ عام رواج هوندو هو ته اول سيڪو مائٽ پنهنجي ٻارن کي قرآن پاڪ جي ناظران تعليم ڏياريندو هو ۽ ان بعد ابتدائي اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ وهاريندو هو. ان ڪري هر چڱي آباد شهر، خواهه ٻهراڙين ۾ مدرسا موجود هوندا هوا. اسان جي شهر هالن نون ۾ به ڪافي خٿاب هوندا هوا. جن ۾ ٻارن کي قرآن شريف جي تعليم ڏني ويندي هئي. هن ڪم لاءِ هر هڪ پرپور محلي ۾ آخوندياڻيون هونديون هيون جي پنهنجي گهرن ۾ ٻار پڙهائينديون هيون. ڇوڪرين کي اسڪولي تعليم اڪثر ڪري ڏياري نه ويندي هئي ۽ انهن کي اسڪولن ۾ موڪلڻ وڏو عيب سمجهيو ويندو هو. اهوئي سبب هو جو نياڻين جا مڪتب ڇوڪرن جي مڪتبن کان گهٽا هوندا هوا، جن ۾ ڪجهه ننڍڙا نينگر به پڙهايا ويندا هوا. البت وڏن ڇوڪرن لاءِ مسجدن ۾ پڙهائڻ جو انتظام هوندو هو. اسان جي شهر هالن ۾ اسان جي عارباڻي پاڙي، ڪڪن جي محلي، عالياڻي گهٽيءَ ۽ ٻين هنڌن تي نينگرين جا وڏا مڪتب هوندا هوا ۽ خليفي جي مسجد، ڪڪن جي مسجد ۽ قاضي سليم الدين مرحوم جي مڪتب ۾ انهن جو خاطر خواه بندوبست هوندو هو.

قرآن ناظران پڙهڻ بعد نياڻين کي باب، نور نامو ۽ احد نامو پڙهايو ويندو هو ۽ ٿورو سنڌي لکڻ، پڙهڻ جي تعليم به ڏني ويندي هئي. ايتري تعليم بعد ڇوڪريون ڏهن ٻارهن سالن جي جمار کي پهچي ويندي هيون ۽ والدين انهن کي گهرن ۾ ويهاري ڇڏيندا هوا ۽ کين امور خانه داريءَ جي تربيت ملندي هئي. ڇوڪرن کي والدين سنڌي اسڪول ۾ داخل ڪرائيندا هوا ۽ ڪي مائٽ اسڪولن ۾ موڪلڻ کان وڌيڪ انهن کي عربي مدرسن ۾ تعليم ڏيارڻ جو شوق رکندا هوا. جتي قرآن پاڪ جي حفظ ڪرائڻ جو به مڪمل بندوبست هوندو هو. مون کي ياد آهي ته هالن نون ۾ اهڙو سال ڪو نه هوندو هو جنهن ۾ هڪ يا ٻن قرآن جي حافظن جي حافظي نه ٿيندي هئي جنهن بابت مدرسن ۾، جي مسجدين ۾ ئي هوندا هوا. اتي مجلسون منعقد ڪيون وينديون هيون ۽ نئين حافظ کي رڪوع شريف پڙهايا ويندا هوا ۽ حافظ خواه استاد کي دستار ٻڌائي ويندي هئي ۽ شڪراني جي مٺائي ورهائي ويندي هئي. اهي شاگرد جي عربي پڙهندا هوا سي فارسي آمدنامه دوايه ڪريما کان شروع ڪندا هوا. هن طريقي کي درس نظامي

چئبو هو. هن طريقي ۾ ۱۴_ ۱۵ سال لڳي ويندا هوا. هينئر عربي طريقه تعليم ۾ به ڪافي انقلاب آيل آهي. هالن شهر ۾ چوٿين پنجين سال هڪ اڌ طالب ضرور مولويت جي دستار فضيلت ٻڌندو هو. اهڙيءَ طرح عام مسلمانن جو خدا ۽ رسول ۽ ان جي دين متين ڏي گهڻو توجهه هوندو هو. قال الله و قال الرسول جو دور دورو ڪنن کي سيبائيندو هو. عربي مدرسا به هالن ۾ چڱا هوندا هوا. مولوي قاضي معين الدين، خليفو مولوي حاجي محمد، مولوي حافظ محمد اڪرم انصاري ۽ قاضي شهر مولوي شفيع محمد مجاور، درس تدريس جو سلسلو قائم رکيو ايندا هوا. هاڻي ته حالات دگرگون آهن. هينئر ٻارن کي سلام مسنون "السلام عليڪم" جي عيوض والدين "باءِ باءِ ٽاٽا" سيکارڻ ۾ فخر ڪن ٿا ۽ امان، بابا جي بدلي "ڊيڊي ۽ ممي" چونديَ خوشي محسوس ڪن ٿا. چراغِ سفالين (نڪر جي ڏين ۽ بوريانشيني (تڏن تي ويهي) ڪنڌ ڌوڻي پڙهڻ تي تمسخر ڪن ٿا. حالانڪ انهن ڪنڌ ڌوڻيندڙن جيڪا تعليم ۱۴_ ۱۵ سالن اندر گڏوگڏ تصنيفات به ڪيون، اهي ڪتاب اڄ اسين ۱۵ سالن اندر هڪ به ڪماحقه پڙهي، سمجهي ۽ پرجهي نه ٿا سگهون. احياءَ علوم الدين جهڙو ڪتاب جو امام غزالي رحمت الله عليه لکيو جنهن لاءِ دانشورن جو قول آهي ته جيڪڏهن مذهب اسلام جا خدانخواسته سڀ ديني ڪتاب برباد ٿي وڃن ۽ فقط هڪ احيا ' العلوم بچي پوي ته هوند دين اسلام کي ڪو به نقصان نه پهچي، اهو ڪتاب جيتري عرصي ۾ امام صاحب تعليم وٺندي لکيو اوتري عرصي ۾ اڄ اسان جي زماني جا طالب فقط ان کي چڱيءَ طرح پڙهي به نٿا سگهن. بغداد مصر ۽ ايران جون دانش گاهون، اهي سڀ انهن نڪرن جي ڏينن ۽ زمين تي تڏن تي ويهي پڙهندڙن جا ڪارناما هوا. اهو وقت اهڙو هو. جو نه ته ڪي مدرسن جون فلڪ بوس عمارتون هيون ۽ نه اليڪٽرڪ جا قمقمہ هوا. جيئن هن وقت بقعه نور بنيا وتن نه هوا اعليٰ درجا جا موجوده زماني وارا فرنيچر ۽ نه ٻين شعبن لاءِ اعليٰ انتظام. ماديت جو نام و نشان ڪو نه هو فقط روحانيت ڪارفرما هئي.

رسول پاڪ جي احڪام جي تابعداري هئي "اطلبوالعلم ولوكان بالصين" تي عمل هو. علم جا پروانا ڪشان ڪشان سالها سال پيرين پنڌ ڪري پتنگن وانگر انهن دانش گاهن جي روشنيءَ جي گرد اچي جمع ٿيندا هوا جتي نه ڊائننگ ٽيبلون هيون ۽ نه نفيس کاڌا هوا. ڏڌ ماني تي گذر هو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جهڙا بزرگ ڏڌ ماني کائي واريءَ تي ويهي، اسان جي لاءِ اهڙو ڪلام ڇڏي ويا. جنهن جا اڄ تائين تفسير لکيا پيا وڃن، شرحون ڪيون پيون وڃن، مگر هر مرحلن تي نيون نيون رمزون ۽ نوان نوان راز منڪشف ٿيندا ٿا رهن. بهر ڪيف آءُ پنهنجي موضوع کان ٻاهر وڃي رهيو آهيان، مون کي ته فقط پنهنجي تعليم جي شروعات لکڻ مقصود آهي. هي چند سٽون تمهيداً لکي ويو آهيان جنهن لاءِ ناظرين اميد ته معاف فرمائيندا.

مون مٿي ذڪر ڪيو آهي تہ اسان جي هالن واري گهر جي بلڪل آمهون سامهون، گهٽيءَ جي ٻئي پاسي، آخوندياڻي مرحومہ جو گهر هو ۽ اسان جي خاندان جي ٻارن کي قرآن پڙهڻ جي انتهائي سهولت ميسر هئي. گويا پنهنجي ئي گهر ۾ قرآن پڙهڻ جو انتظام هو ۽ پري وڃڻو ڪو نہ پوندو هو. مون کي ختاب ۾ وهاريو ويو. بسم الله ٿي. رواج موجب ختاب جي ٻارن کي ڳڙ جي ٿهري رڌي ڪاراني وئي. آخوندياڻي مرحومہ وٽ قرآن پاڪ ناظران پڙهائڻ جو دستور اهو هوندو هو تہ اول اول ٻارن کي قرآن پاڪ جي آخري سيپاري جي پوئين ايمي ياد پڙهائي ويندي هئي. پهرئين پاره جي سوره فاتح پڙهي پوءِ قل اعوذبرب الناس کان ٿي هلبو هو ۽ لم يکن الذين تائين ياد پڙهايو ويندو هو. ان بعد ٽيهون سيپارو ڪڍايو ويندو هو ۽ باقاعده سيپاري تان پڙهائي شروع ڪئي ويندي هئي. هن سيپاري جي اختتام تي پنج سيپاري ڪڍائي ويندي هئي، جنهن ۾ ٢٦ کان ٣٠ سيپارا پورا ڪيا ويندا هوا. ان بعد قرآن پاڪ وٺايو ويندو هو جو ا ل م کان شروع ڪري ٢٥ پاره تائين هليو وڃبو هو. آخوندياڻيءَ جي پڙهائي بلڪل پڪي هوندي هئي. ڪن ذهين ٻارن کي ان طرح پڙهائيءَ ۾ ٻہ سال کن لڳي ويندا هوا ورنہ اڪثر نياڻيون تہ ٽي يا ساڍا ٽي سال قرآن ختم ڪرڻ ۾ وٺي ويندي هيون.

پهرين ايمي ياد ڪرڻ تي استاد کي مٺائي ڏني ويندي هئي سيپاري پورو ڪرڻ تي رئو ڏنو ويندو هو. اڌ قرآن تي سڄو جوڙو ۽ سڄي قرآن پڄائڻ تي هڪ عمدو جوڙو مٺائي ۾ ڪجهہ روڪڙ ڏني ويندي هئي. اهو هو غريب استادن جو معاوضو ۽ اهو هئي نيوشن في. قرآن ختم ڪرڻ بعد ڪم از ڪم ٻہ دور ۽ وڌ ۾ وڌ ٽي دور قرآن پاڪ جا مڪتب ۾ پورا ڪرڻ لازمي هو جنهن بعد آخوندياڻيءَ کي مٺائي ڏيئي دعا وٺي موڪلائبو هو.

پهريائين تہ مون مڪتب ۾ اچڻ ۾ ڏاڍي خوشي محسوس ڪئي پر پوءِ رفتہ رفتہ "کہ عشق آسان نمود اول ولي افتاد مشڪلها" وارو معاملو ٿيو. مڪتب جون سختيون، ڇڙٻون، ڇهڙون چماٽون، چينيون، چمڪون، دٻون ۽ چنبا منهن ڪڍڻ لڳا. هن منظر مون کي مڪتب کان منهن موڙڻ تي مجبور ڪيو ۽ شروعاتي شوق ۽ ذوق خيرباد چئي ويا. گسائڻ جي عادت منهن ڪڍيو. مڪتب ۾ نہ وڃڻ لاءِ بهانا تراش ڪرڻ لڳس. ڪڏهن پيٽ جو سور، ڪڏهن مٿي جي سور جي شڪايت ڪري ختاب مان گسائڻ لاءِ حيلہ سازيون ڪرڻ لڳس. اول اول تہ والدين ويچارا مڃي ويندا هوا تہ ٻچڙو ويچارو سچ ٿو چوي ۽ گهر ۾ ويهاري ڇڏيندا هوا ۽ آخوندياڻيءَ کي منهنجي سڪا لائيءَ بابت چوائي موڪليندا هوا مون کي پيٽ جي سور لاءِ جوهر جون ٽڪيون کارائيندا هوا جي مون کي ڏاڍيون وٽنديون هيون. پر آخر "واريءَ سندو ڪوٽ اڏي اڏبو ڪيترو!" پاڻي تي ڇٽ آخر ڇا بيهندو ۽ رڃ جو ڪوڙو ڏيک ڪيترو ڊوڪو ڏيئي سگهندو! نيٺ ٻہ ڪوڙ جو مٿلو ڪوڙ ئي آهي. سچ ڪاري هيٺان هرگز لڪي نہ سگهندو. مائٽ

منهنجا ڄڻيا ڪو نہ هوا، آءُ سندن وياءُ هوس. تازڻ وارا تازي ٿا ونن. منهنجي ماڳ ۽ منزل کي پانهي ويا ۽ ڪن مروت ڪرڻ لڳا ۽ گهٽر کان جهلي مڪتب جي ترم ۾ وجهي ايندا هوا. هن طرح پهرين ايمي تہ پوري ڪيم. امڙ کي مبارڪون مليون پر انهن مبارڪبادين گهڻو وقت جتاءُ ڪو نہ ڪيو. منهنجو دير سان اٿڻ، نيرن ڪرڻ ۾ گوڻناٽي ڪرڻ، دير ڪرڻ جا حربا ڪنهن بہ ڪم نہ آيا. آخر منزل اتي وڃي پهتي جو مڪتب ۾ ٽنگو ٽالي ڪري نيو ويندو هوس جتي نت نوان دڙڪا ملندا هوا. ڪنن ۾ ز ه وجهي ٽنگڻ، بند ڏيڻ، ماڪوڙا چنبڙائڻ جهڙيون هولناڪ سزائون تجويز ڪيون وينديون هيون.

چوندا آهن تہ بندي جي من ۾ هڪڙي تہ مالڪ جي ارادي ۾ ٻي. مائٽن ۽ آخونداڻي هڪڙي سوچي ۽ بندي وري ٻي سوچي. ختاب مان پڄڻ جا پهه پچايم ۽ رڻون رڻيم ۽ انهن ۾ بلڪل ڪامياب ٿيس. خبر ناهي تہ مون کي اهڙو عقل انهيءَ عمر ۾ ڪيئن ٿي آيو. آخونداڻي ويچاري صبح جو نيرن گهي جو ڪم پورو ڪري اچي سيني ختابين کي سبق ڏيندي هني ۽ بار ياد ڪرڻ ۾ لڳي ويندا هوا. پوءِ منجهند جي مانيءَ پچائڻ جو سعيو ڪندي هني. هن جو رڌڻي ۾ گهڙڻ ۽ منهنجو پيشاب جي بهاني اٿڻ. موريز دروازي وٽ هني، ان ڪري پڄڻ جو وجهہ ويتر سولائيءَ سان ملندو هو ۽ ڏسندي ڏسندي پکي پڃري مان پرواز ڪري ويندو هو. ختاب مان پڄي آخر ڪيڏانهن وڃان! لڪڻ جون جايون ڳولي ڪڍيم، بہ جايون هن مشڪل مهم لاءِ موزون هيون. اسان جي پاڙي ۾ هندن جو هڪ قدم قتل نڪاٿو هوندو هو جنهن ۾ هڪ ڪندي جو وڻ بيٺل هو. ان لاءِ عام ماڻهن جو خيال هو تہ اهو ڪندو ڳرو آهي ۽ ان ڪري ڪو بہ اندر نہ ويندو هو. اها جاءِ لڪڻ لاءِ منهنجو پهريون انتخاب هني. بک اُڃ جي پرواهہ ڪا نہ هوندي هيم. ان ڪندي جون سڪل سگريون جي هيٺ ڇٽيون پيون هونديون هيون ۽ ڪو بہ اهي ڊپ کان نہ کائيندو هو، سي آنون خوب نوش جان ڪندو هوس. مائٽن کي اطلاع ملندو هو تہ اسماعيل پڄي ويو آهي تہ ڏاڍو پريشان ٿيندا هوا. هتي هتي ڳوليندا هوا مگر نڪاٿي بابت هنن کي وهم گمان ني ڪو نہ پوندو هو. سج جا پويان پاڇا هوندا هوا ۽ ختاب کي پوڄاڙيءَ جو موڪل ملي ويندي هني. بار خوشيءَ کان "ڪل ڪل موڪل ــ ڪل ڪل موڪل" ڪري ٻاهر نڪرندا هوا. آواز ۾ مزو هون ۽ آنون بہ چپندي چپندي ٻاهر نڪري ايندو هوس. پر اينرو عقل هوم جيئن ڪو هن پناهگاهہ مان نڪرندو نہ ڏسي وٺي ۽ آئينده نڪاٿو ظاهر نہ ٿي پوي. آخر رات جو ڪيڏانهن وڃان. سڌو پير پير ۾ گربہءِ مسڪين وانگر گهر جي در تي بيهندو هوس. ڪو نہ ڪو ڏسي وٺندو ۽ مون کي پڪڙي اندر ڪندا هوا. جٽ ڦٽ ٿيندي هئي پر ڪن بوڙا ڪري وينو سٽندو هوس ۽ اها پيناري ويو هوس. سيئي بابا جي اچڻ جو انتظار ڪندا هوا چو تہ مار ڏيڻ جو حق انهيءَ وٽ محفوظ هوندو هو. بابا جو اچڻ

گويا منهنجي لاءِ آفت جو نزول هوندو هيو. مار ملندي هئي مگر اثر اهڙو جهڙو نود پر سوئو. بابا پڇندو هو ته "هئين ڪئي" ان جي جواب کان جواب هوندو هو. گسائڻ جي ڏوهه کان وڌيڪ مار ان ڏوهه جي ملندي هئي ته "ڪئي هوس" جنهن جو جواب آئون هرگز نه ڏيندو هوس ان سوال جي ورائيءَ کان وائي بند هوندي هيم آخر سنجي ساٿو ٿي سمهي پوندو هوس. پهرين ڏڪ تي رڙ ڪندو هوس ۽ بس اها پهرين رڙ هوندي هئي. وري سٽي سُرڊ ڪري ڇڏيندا هوا مگر، ٻڙڪ به ٻاهر نه ڪڍندو هوس.

الله اڪبرا ماءُ پيءُ نيٺ به ماءُ پيءُ آهن. سندن آنڊا اٿلي ايندا هوا ۽ ماني کائڻ لاءِ چوندا هوا ۽ مان مانٽ ئي مانٽ سان انڪار ڪندو هوس. پٽ کير اڳيان رکيو ويندو هو. ٻئي هٿ وٺي انهن تان پاڻي نائي منهنجا هٿ ڌاريا ويندا هوا مگر ماني کائڻ کان نابري واري وهندو هوس. پهريائين دڙڪا، پوءِ ريهڻ رييڻ پيار ڏيڻ ۽ آخر منٿون ڪرڻ مگر سپ بيسود. ڪڏهن مڃي به ويندو هوس ۽ ڪڏهن صريحاً نئو اکر واري لنگهڻ سمهي پوندو هوس. صبح ٿيندو هو ته ساڳيا لائون ساڳيا ڇُگهه. آخر منهنجي خوش قسمتي يا بدقسمتيءَ سان هڪ ڏينهن حلال خور جي گڏهه نڪاٽي پر لنگهي آئي ۽ اچي سگرين کي ڪوڙڪا ڪڍائڻ لڳي. سڪٽي فقير به پير ڪٽندي گڏهه کي اچي لڏو ۽ اندر مون کي وينل ڏسي بابا کي وجي ٻڌايائين ۽ منهنجي پناهه گاهه جو پتو پنجي ويو. آخر اوٺيهه راتيون چور جون ته ٿيهين رات ساڌ جي. هاٿي عقل جي ڊوڙ ڪيم ۽ هڪ ٻي جاءِ ڳولي لڌم. پوڙهو فقير قاسم ڳڪو پاڙي پر هڪ ڪسيرن جي قتل جاءِ پر اوتارو ڪريو وينو هوندو هو. ماني خيرات جي ملندي هيس، سندس سمورو اساس هڪ ڪٽ، هڪ ڪنگر، هڪ جتي، به تڏا ۽ به ڦاٽل رليون هونديون هيون. هن ويچاري جي نظر تمام ڪمزور ۽ جهانوري هوندي هئي ۽ آءٌ بلي پير اندر گهڙندو هوس ۽ هڪ قتل ۽ خطرناڪ ڪوني جا ان جاءِ پر هئي، جنهن پر فقط ڪوئن جا ٻر هوندا هوا ۽ اڪثر ٻارن کي ڊيڄاريو ويندو هو ته قاسم ڳڪي واريءَ ڪوئن جي ڪونيءَ پر توهان کي بند ڪبو. سا ڪوني مون پنهنجي پناهه گاهه لاءِ انتخاب ڪئي. ويچارو قاسم ته ڏسندو ئي ڪو نه هو. جاءِ کي دروازو به ڪو نه هو. پيرسن ويچارو لٽ ڪٽي گداگريءَ لاءِ نڪري ويندو هو ۽ آءٌ اوتاري جو لڪل واهي ٿيو وينو هوندو هوس ۽ ڪڏهن اُج لڳندي هيم ته قاسم جي ڪنگر مان پاڻي پي وري وجي پنهنجي آسڻ تي وهندو هوس. نه هوندو هوم ڊپ ڊاءِ جنن جو نه ڪوئن جو خوف. ڊپ جنهن شيءِ جو نالو. سو مون کي خداوند ڪريم طبيعت پر ئي ڪو نه ڏنو ۽ آئينده حياتيءَ پر به ڊج ڊپ جو لفظ منهنجي لغت پر ئي ڪو نه رهيو. آخر عشق ۽ مشڪ ڪٽي ٿي لڪي سگهي. هڪ دفعي ڪنگهه جو حملو ٿيو. ڪنگهه زور وٺي ويئي، ضبط نه ڪري سگهيس ۽ ڪراڙي قاسم فقير ڪنگهڻ جو آواز ٻڌي رڙ ڪئي ته اڙي ڪهڙو آهين؟ جواب نه ملڻ تي لٺ ڪٽي ڪوني پر آيو ۽

رازکلي پيو. بابا کي ٻڌايو ويو. حاصل ڪلام بابا ڏاڍو تنگ ٿيو. امان ويچاري احمد شاهه جي بيبيءَ کان رڪيبيون لکائي پيارينديون هئي، تعويذ ٻڌنديون هئي، ختاب ۽ قرآن شريف جا ختما ڪڍائينديون هئي، پاڻي پڙهائي پيارينديون هئي ۽ سڀ حيلا ڪري وٺي ته جيئن منهنجي پڙهڻ ڏي دل وري مگر ڦڪيون تڏهن فرق ڪن، جڏهن امر ٿئي ان کي" اهو جنگ وجدال جو سلسلو بابا ۽ منهنجي وچ ۾ هلندو رهندو هو. آخر هڪ ڏينهن هڪ رپيو خرچي ٻه ڏنائين ۽ نرميءَ سان پڇيائين ته آخر تون پڙهندين يا ڪوري ٿيندين؟ مون وراڻيو ته آءٌ اسڪول ۾ پڙهندس. ان وقت تائين سيپارو ختم ڪري چڪو هوس. گهر ۾ مشورو ڪيائون ته لاچار کيس اسڪول ۾ چڏجي ته پنهنجي وڏي پاءُ ۽ سؤٽن سان گڏجي وڃي. قرآن شريف پوءِ کيس پڙهايو ويندو. بيوڪو ٻه چارو نه ڏسي مون کي اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. آخوندياڻيءَ ويچاريءَ کي ڏاڍو ڏک ٿيو جو آءٌ نهايت ذهين هوس، سبق مليو ۽ ٻه گهمرا دور ڪندو هوس ته پٽر تي ليڪو. سبق بلڪل ياد ٿي ويندو هو ۽ سيني ٻارن کان اڳ ٻڌائيندو هوس. مون کي ويچاري آخوندياڻي گهٽو چوندي ٻه ڪا نه هئي مگر ٻين ٻارن جو ڪراهڻ ڏسي:

خنجر چلا کسی پہ تڑپتے ہیں ہم امیر
ساری جہاں کا درد ہمارے جگر مین ہے۔

وارو قصو هو. ٻارن تي ست ڪُتَ جون اذيتون ڏسي، دل مڪتب کان نهي ويئي ۽ منهنجي ناهڙ طبيعت اهڙي ماحول ۾ شايد رهڻ گوارا نه ڪيو. چو ته مان سمجهندو هوس ته "هڻ ڏيءَ کي ته سکي ننهن، اڄ آفت هڪڙن تي ته سڀاڻي مون تي ٻه ضرور نازل ٿيندي. ڳالهيون ته گهڻي تي ناهيون ويون آهن ته "استاد جي مار ٻار جي سنوار" "جور استاد به ز مهر پدر". پر مان ڪنهن به طرح جسماني سزا جو قائل نه آهيان ۽ ان کي هڪ عظيم گناهه سمجهان ٿو.

حاصل ڪلام مون کي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو ۽ آئون ريجهي ويس ۽ پنهنجي وعدي تي قائم رهيس. روزانه سعيي سان خوش خوش سنيري اسڪول ويندو هوس. امان منهنجي لاءِ بيبيءَ کان ڪاري ڊاک پڙهائي رکي هئي، جا روزانه سنجهه صبح مون کي ڏيندي هئي ۽ شوق سان کائيندو هوس. واقعي انهيءَ ڊاک ۾ ڪو معجزو هو جو منهنجي طبيعت پڙهڻ سان بلڪل لڳي ويئي ۽ ائين پئي نظر آيو ته جڻ ته آئون اهو ياجوڪڙ اسماعيل آهيان ئي نه.

❑

باب ڇهون

# منهنجي ابتدائي (پرائمري) تعليم

**سنڌيءَ** ۾ پهاڪو آهي تہ "آءٌ بہ هلنديس پيڪي منهنجي بہ لهندي سڌ" آخر هالن نون جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيس. ختاب ڇڏي اسڪول ۾ وڃڻ جي سڌ ان ڪري ڪيم، جو اسڪول لاءِ منهنجو تصور هو تہ اتي، گهنڊ لڳي ٿو، قطار ٺئي ٿي، بينچن تي ويهجي ٿو، اڏ ڏينهن پڙهجي ٿو، رانديون رونديون آهن، امتحان لاءِ صاحب اچن ٿا، راڳ روپ آهن، تصويرن وارو ڪتاب آهي، سليٽ، پنو، چاڪ، بورڊ، ارٿميٽيڪاڻ، گهڻا ٻار ۽ ماستر آهن، تصويرون ٽنگيل آهن، جهلي ٽنگيل آهي، ڪنڌر گارڻ جون پيتيون ۽ زورس جوڙا (بارس) ڏنڊ ڪرڻ ۽ پينگهن ۾ لڏڻ وغيره جا مزا موجود آهن. اهي سڀ ڳالهيون ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي وڏي ڀاءُ ۽ سوٽن سان گڏ اسڪول ۾ گهمڻ ويندو هوس تہ نهايت خبرداريءَ سان جانچي ڏسي ڇڏيون هيم ۽ تڏا شوڪارا پري چوندو هوس تہ اسڪول ۾ ڪڏهن پڙهندس! ٻاراڻيون سڌون بہ مزيدار آهن. هو بهو انهيءَ ڳالھ وانگر جو هڪ ڇوڪريءَ جي شادي پئي ٿي، ڪيس ڏکي ڇٽي اٺو ملي (ابٽڻ) تلوڪڙيون ڪڍي، عطر مکي سهڻو موچارو ڪيو ويو، ڳهہ ڳنا، نوان ڪپڙا پارائي ڳاڙهي ڪنوار بنايو ويو، عجيب عجيب سات سنوڻ ڪيا پئي ويا ۽ ڳيچن جي ڏمر متل هئي تہ ڪنوار جي ننڍڙيءَ معصوم ڀيڻ، اهي مزيدار ڳالهيون ڏسي تڏا شوڪارا پئي ڀريا ۽ دل ۾ چوڻ لڳي تہ "وي الله سائين! اسين ڪڏي وڏي ٿيسان" آخر منهنجي بہ سڌ پوري ٿي. اسڪول جنهن جي نالي کان ماٺرون ٻارن کي ڊيڄارينديون هيون ۽ ٻار اسڪول جي نالي کان ٺاهہ ڪائيندا هوا ۽ اسڪول کي هڪ ڀيانڪ ۽ دهشتناڪ جاءِ تصور ڪيو ويندو هو، سو مون کي راس آيو. جتي وڃڻ کان ٻيا ٻار ڊڄندا ۽ ٿهندا هوا، اتي آءٌ ڪُڏ پئي ڪاهي ويس. اسڪولي عشق جي ابتدا ڪيم. هاڻي اڳتي ڏسڻو هو تہ ڇاڇا ٿو ٿئي. اسڪول جي رعونتن ۽ مزيدارين، ۾ ڪيتريون مصيبتون بہ لڪل هيون، جي اتي وڃڻ بعد رفتہ رفتہ مون تي آشڪار ٿيون. آخونداڻي مرحوم جو قدر محسوس ٿيڻ لڳو. پليل آءٌ بہ ڪو نہ هوس. اسڪول واقعي هڪ دلچسپ تعليم ۽ وندر جي جاءِ آهي، مگر ان کي ماسترن (استادن) ئي جهنم بنايو آهي. رولن ۽ نيٽن جي سَٽ ڪُٽ ڪري، معصوم ٻارن جي نازڪ پنن تي نشان ۽ هٿن تي سوڄ، منهن تي چماٽن جي ڏڪن جا نير، ڪَنن ۾ هٽ وجهي اٺ ويهہ ڪرائڻ، هڪ ٽنگ تي بيهارڻ، ٻُبين ۾ چهنڊڙيون

پائڻ، ڪن مروڙڻ، ڪلاڪن جا ڪلاڪ بينچ تي اٿاري بيهارڻ، مڪون ۽ لتون هڻڻ، ڪڪڙ بنائڻ، ميز جي خانن ۾ هٿ وجهائي زور سان خانا بند ڪرڻ، وار پٽڻ، بند ڏيڻ، ڪوني ۾ پورڻ ۽ ان ڪانپوءِ مقعد تي ماڪوڙا چهنائڻ ڳاڙها مرچ وجهڻ ۽ ابتو ڪري ٽنگڻ جا سڪتا ڏڪا، ٻارن جي ساهه سڪائڻ لاءِ ڪافيءَ کان زياده عقوبتون هيون. جن سان ڪيترن ٻارن کي ٻه چار ٽيڻو پوندو هو.

هي ڳالهيون واقعي اسڪول کي جيلخانه جي سختين کان وڌيڪ بيرحميءَ جو مرڪز بنائي ڇڏينديون هيون. ڪاري چڪر وارا قيدي به شايد ئي اهڙين هولناڪ سختين سان آشنا هوندا! بهرحال، منهنجو ڪڏهن به انهن عقوبتن سان پلوءُ نه پيو. جنهن جا سبب به ٽي هوا هڪ ته مان تمام هوشيار ڪم ڪندڙ ۽ وقت تي اسڪول ۾ سعيي سان ايندڙ هوس، ٻيو ته منهنجو پيءُ سڪيو ۽ هلنديءَ پڄنديءَ وارو ماڻهو هو ۽ ماستر صاحبن کي خاص چوڻ هوندو هو ته منهنجي ٻار کي سزا ڏيڻ کان پرهيز ڪن. هو هڪ دفعو اڳئي ختاب کان ٽٽو آهي ۽ جي اسڪول کان به گسائڻ پيو ته سندس زندگي خراب ٿيندي، ۽ ٽيون ته بابا مرحوم استادن جا گهٽائي ڪم ڪندو هو. انهن جي پٽن کي نوڪري وٺي ڏيڻ، تپيداريءَ ۾ چونڊرائڻ ۽ ٻيو سندن خوشامديون به ڪندو هو. ان ڪري آءٌ هر قسم جي تعدي کان محفوظ رهندو هوس. ان کانسواءِ مون کي نصيب ۾ جيڪي استاد مليا، اهي نهايت سالم طبيعت جا هوا ۽ متي ذڪر ڪيل سزائن ڏيڻ جا عادي نه هوا ۽ ٻارن کي پيار، محبت ۽ عزت سان پڙهائيندا هوا. پنج ئي آڱريون برابر ڪين آهن، ڇڱن ۾ مٺا ۽ مٺن ۾ ڇڱا هوندائي آهن. ٻاراٺو ڪلاس جنهن کي متفرقه ڪلاس به چوندا هوا، ان ۾ داخل ٿيس، منهنجو پهريون استاد قاضي عبدالستار مرحوم (پورگر) هو جو بلڪل پيرسن هو. پينشن کي قريب هو. سڄي عمر ٻاراٺي يا پهرئين ڪلاس تي رهڻ ڪري بنيادي ڪلاس کي پڙهائڻ ۾ ماهر ليکيو ويندو هو. هن ڪلاس ۾ شروعات پٽيءَ سان ڪئي ويئي، مون کي ا_ ب_ ب_ پ_ چار حرف لکي ڏنا ويا. پٽيون ميسارڻ لاءِ اسڪول جي اڱڻ ۾ هڪ وڏي نڪر جي ڪونڊي پاٺيءَ سان پريل زمين ۾ ڪتل موجود هوندي هئي. ميٽ جو ذرو ذرو سيئي ٻار گهران ڪٺي ايندا هواسين پٽي ميسارڻ جو آءٌ وڏو ماهر ٿي ويس. ٻين ڪن ڪلاسي سنگتين جون پٽيون به آءٌ ڪين ميساري ڏيندو هوس. ميٽ سڪڻ ۾ دير ٿيندي هئي ته پٽيءَ کي هٿ ۾ ڪٺي اُس تي لوڏا ڏيندو هوس ته جلد سڪي ۽ استاد کان حرفن لکائڻ ۾ ٻين کان سبقت ڪٺان.

استاد قاضي عبدالستار مرحوم وٽ هڪ پتر جي مس ڪُپڙي هوندي هئي، جنهن ۾ ڏامر جهڙي چلڪٺي ڪاري مس پيل هوندي هئي. ٻارن جي هٿان مس هارجي پوڻ جي خوف کان مس ۾ ڪوندا (سٽ جا منجهيل ڌاڳا) وجهي ڇڏيندو هو ۽ پُنهنجي ڪلڪ، ان مان ٻوڙي

جلي خط ۾ عاليشان ڪارا حرف لکي ڏيندو هو ۽ هر هڪ کان حرف چوائيندو. سبق ڏيندو ويندو هو. پوءِ ته اسان جي الف انب. ٻ بلا. ٻي ٻڪري ۽ پي پولڙي جي ڏمر مچي ويندي هئي. انب. بلا. ٻڪري ۽ پولڙي جون شڪليون چارٽ تان ڏيکاريندو هو. حرفن بر زبان ياد ڪرڻ کانپوءِ ڪلاس ۾ جيڪي واريءَ سان ڀريل ڪونڊيون رکيون هونديون هيون ۽ ڪتل ۽ گدامڙيءَ جي ککين جا تس ڀريا رکيا هوندا هوا. تن جي مدد سان پڙهيل حرف لکڻ سيکاريندو هو. واريءَ تي آڱر سان لکائيندو هو ۽ ککين کي هڪٻئي جي ڀرسان رکي حرف جوڙائيندو هو. انهيءَ استعمال کانپو بورڊ تي چاڪ سان لکائڻ جو استعمال به ڏيندو.

ڪجهه ڏينهن بعد اندا پرائڻ جي منزل تي پهچايائين. آليءَ پنيءَ تي اِندا ڪڍي ڏيندو هو. جي گهران پيري ايندا هواسين. جنهن لاءِ اسان مان هر هڪ کي گهر ۾ مس ڪپڙي رکڻي پيني ۽ ڪلڪ استاد صاحب سڀ ڪنهن کي پاڻ گهڙي ڏيندو هو. الف بي پوري ڪري. باب يا ڪڪ شروع ڪئي ويندي هئي ۽ ان سان گڏوگڏ ڳڻڻ ۽ انگ به سيکاريا ويندا هوا. فيروزي موتين جون مالهائون ۽ ارٿميٽيڪاڻ ان ڪم لاءِ استعمال ڪيون ويندون هيون. تقريباً چار يا پنج مهينا ان ۾ لڳي ويندا هوا ۽ ان بعد ٻاراڻو ڪتاب جو ٽڪي يا ٽن پئسن ۾ ملندو هو. سو وٺايو ويندو هو ۽ ان جي پوري ڪرڻ ۾ دير ڪا نه لڳندي هئي. ڪَڪ سکڻ کانپوءِ هِجي ڪرڻ ۾ دشواري ڪا نه ٿيندي هئي. سچ پچ ته سنڌي پڙهڻ لاءِ اهوئي هڪ صحيح بهترين ۽ واحد ڪامياب طريقو آهي، جنهن جي وسيلي ٻار جي پيڙهه پڪي ٿئي ٿي. ان کانسواءِ ٻيو سيڪو طريقو منهنجي نگاهه ۾ ناموزون ۽ نقصانڪار آهي. خاص طور غنه نون جي سکيا جا هن طريقي سان ڏني وڃي ٿي. سا بي مثال آهي.

قاضي عبدالستار مرحوم پيرسن ۽ رٽائر ڪرڻ کي ويجهو هو. کنگهه گهڻي هوندي هيس. جنهن ڪري مڇيءَ جو تيل (ڪاڊ لور آئل) استعمال ڪندو هو ۽ دوا جي شيشي سدائين اسڪول ۾ کڻي ايندو هو. بلغم گهڻو هوندو هوس. سياري ۾ ڪاري کٽي ڪلهن ۾ ڪري ايندو هو ۽ اونهاري ۾ ململ جو پهراڻ ڍڪيندو هو. جنهن جي ڳچيءَ جي پاسي کان ٻيڙي لاهي چڏيندو هو ته سندس ڇاتيءَ جا وڏا سفيد وار ظاهر ٿي پوندا هوا. اونهاري ۾ اڪثر مٽي تي اسپنگر جي ڇَپڙي چڙهيل هوندي هيس ۽ گاهي گاهي مکڻ جي ڇپڙي به رکندو هو جا ونڙندي هئي ته ڳچيءَ تائين. ريگاڙا پيا ڳڙندا هوس ۽ پهراڻ جي ڳچي اڪثر سٽيي رهندي هيس. صحت جي انهيءَ حالت ۾ به پنهنجي فرض ادائي تي نهايت پابنديءَ سان ڪاربند هوندو هو. ٻارن جي طبيعتن کي شروعات کان ئي اهڙو ڀانپي وٺندو هو جو والدين به پنهنجي ٻارن جون طبيعتون اوترو نه سڃاڻندا هوا، جيترو قاضي صاحب ڄاڻندو هو. مون کي ته نفسياتي طرح اهڙو سڃاڻي ورتو هوائين جو اسڪول سان منهنجي دل ڳنڍجي ويئي. جيئن جيئن هو چوندو هو ته "اسماعيل

هوشيار چالاڪ ۽ ڏاهو بار آهي، تيئن تيئن آءٌ سنو ڪم ڪندو هوس. سائينءَ جو چاڪ، پنو، پين، پينسل، رجسٽر، ڪلڪ ۽ مس ڪُپڙي ۽ بورڊ اگهڻ جو ڪپڙو (ڊسٽر) صبح جو خاني مان ڪڍي ميز تي رکڻ ۽ موڪل مهل وري سنڀالي خاني ۾ رکڻ، بورڊ اگهڻ، تصويرن ۽ بين ڪلاس جي شين جي سنڀال ڪرڻ منهنجي فرائض ۾ داخل هو. استاد جي ويجهڙائي ۽ پيار سبب سڄي ڪلاس ۾ مون کي برتري حاصل هئي. باراڻي ڪلاس ۾ ڪو به مانيٽر مقرر ڪونه هوندو هو، مگر مانيٽر جون سڀ جوابداريون منهنجي مٿان هيون. آءٌ ڪنهن به چينپ کان بالاتر هوس. مون کي استاد ڪڏهن "ڙي" به نه چيو.

آخر باراڻي ڪلاس جو مدو پورو ٿيو. ديوان موتيرام اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ساليانو امتحان وٺڻ آيو. آءٌ پهريون نمبر پاس ٿيس ۽ پهريون ڪتاب ۽ سليٽ پينن سميت انعام مليو. منهنجي خوشيءَ جي ته ڪا حد ئي ڪا نه رهي. ائين پئي ڀانيم جڻ ته ساري دنيا فتح ڪئي اٿم ۽ قارون جو خزانو انعام مليو اٿم. قاضي مرحوم مون کي شاباس ڏني. الله تعالىٰ مرحوم تي رحمت ڪري! منهنجو پڙهڻ تي شوق وڌايائين. مون مان اسڪول جو ڊپ ڪڍيائين ۽ منهنجو حوصلو وڌايائين.

امتحان پورا ٿيا ته هڪدم ڪلاس بدليا. منهنجي دل نه ٿي چاهيو ته ڪنهن ٻئي ماستر وٽ پڙهان. مغموم هوس ته خبر پئي ته اسان کي پهريون درجو به قاضي صاحب پڙهائيندو. خوشي کان ڪپڙن ۾ نه ٿي ماپيس. بڌل ڳالهه صحيح نڪتي. پهريون درجو قاضي صاحب کي مليو. بابا قاضي صاحب کي هڪ به پُڙي اجرڪ ڍڪائي ۽ سندس احسان مڃيا. پهريون درجو قاضي صاحب وٽ پوري اتساهه سان پڙهي پورو ڪيم ۽ وري به سالانه امتحان ۾ اول نمبر آيس. قاضي صاحب رٽائر ڪيو ۽ ٻيون درجو ماستر عبدالغفور ڪيلاٺي مُلي کي مليو. مون هن مرحوم جي سختيءَ جون ڳالهيون ٻڌيون هيون ۽ ان ڪلاس ۾ وڃڻ کان ڪيٻائڻ لڳس ۽ انڪار ڪيم. ماستر سهجرام هيڊ ماستر هو. ڏاڍو ڪرڙو ۽ رعبدار هو. بابا مرحوم ان وٽ ويو ۽ چيائين ته مهرباني ڪري، ٻيون درجو ماستر نهالچند ڪنيءَ کي ڏي. هن صاحب بابا جو چوڻ نه موٽايو ۽ ٻيون درجو ماستر نهالچند کي ڏنو ويو. جنهن مون کي ڏاڍي پيار سان پڙهايو. ٽيون درجو ماستر احمد خان ڏاهري وٽ پڙهيس جنهن تازو ورنيڪيولر فائينل پاس ڪيو هو. مگر غريب جو ٻار هو غريب ٿي پڙهيو هو. طبيعت ڏاڍي سلڇڻي هيس. نا تجربيڪار هوندي به محنتي ۽ جفاڪش ڏاڍو هو. اڻ آزمودگاري سخت محنت سان آزمودگار مگر سست کان وڌيڪ چڱا نتيجا ڏيکاريندي آهي. ٿيو به ائين. اسان جي ڪلاس جا شاگرد ساليانه امتحان ۾ سيني فل پاس ٿيا ۽ مسٽر احمد خان کي هڪدم پڪو ڪيو ويو. آءٌ بفضل خدا وري به پهريون نمبر پاس ٿيس ۽ درجي چوٿين ۾ آيس. هيڊ ماستر سهجرام به رٽائرڊ ڪيو ۽ قاضي عبدالغفور

صاحب جو مرحوم قاضي عبدالستار جو پاءُ هو ۽ هڪ وڏو تعليمي جاڻو ۽ باوقار هيڊ ماسترٽي گذريو آهي. هيڊ ماستر ٿي آيو. هن صاحب چوٿون ڪلاس مسٽر هاسي مل جي حوالي ڪيو. جنهن جهڙو هوشيار ماستر هالا نون جي شهر شايد ئي ڪڏهن ڏٺو هجي. هُو صاحب سخت به ڏاڍو هو. مگر منهنجي لاءِ ميڻ جهڙو نرم هو. مون سان ايتري ته محنت ڪيائين، جو چوٿين درجي جي ساليانه امتحان ۾ سيني ڪمن ۾سڀ مان سڀ مارڪون کنيم ۽ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر حيدرآباد منهنجي سفارش ڪري مون کي ڏهه رپيا ماهوار اسڪالر شپ وٺي ڏني، انهيءَ شرط سان ته مان انگريزي تعليم وٺان. اها آچ بابا سائينءَ جي عين خواهش وٺان هئي، جنهن اهو شرط قبول ڪيو. جيڪڏهن اسڪالر شپ نه ملي ها ته به مون کي انگريزي تعليم (ثانوي تعليم) ڏياري وجي ها، چو ته منهنجو وڏو پاءُ ۽ سوٽ اڳئي انگريزي تعليم لاءِ حيدرآباد موڪليا ويا هوا. بهرحال انهيءَ آچ کير ۾ کنڊ جو ڪم ڪيو ۽ مون کي گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد (موجوده نور محمد هاءِ اسڪول) ۾ داخل ڪرايو ويو.



# منهنجي ابتدائي تعليم (ياڱو ٢)

**هتي** هن امر جو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته ان زماني ۾ ڪتابن تي ايترو خرچ ڪو نه هوندو هو. باراٺي ڪلاس ۾ پهرئين درجي ۾ فقط پٽي، ڪتاب ۽ سليٽ وٺائي ويندي هئي. ٻئين ۽ ٽئين درجي ۾ فقط مشق ڪاپيءَ جو اضافو ڪيو ويندو هو جا ڇپيل نه هوندي هئي مگر پنن کي سبي پاڻ تيار ڪبي هئي. هڪ بندي پڻ نهرائي ويندي هئي. جنهن تي ٻئين درجي ۾ تعلقي جي ۽ ٽئين ۾ ضلع جي جاگرافي لکائي ويندي هئي ۽ هڪ ٻيءَ بندي تي ڏکين لفظن جي معني. ٽئين درجي ۾ پٽيءَ جو استعمال ختم ٿي ويندو هو. چوٿين درجي ۾ مرزا قليچ بيگ مرحوم جي ڇپايل سنڌ جي تاريخ وٺائي ويندي هئي ۽ رياضي جو ڪم سڄو سليٽ تي ڪرايو ويندو هو. جنهن لاءِ ڪو به انگي حساب ڪو نه وٺايو ويندو هو. گهر جو ڪم، حساب، صورتخطي ۽ خط لکڻ وغيره سليٽ تي ڪري ويندا هواسين. ان هوندي به تعليم جو معيار سٺو هوندو هو. ڪتابن جون قيمتون نالي ماتر هونديون هيون. باراٺي ڪتاب جي قيمت ٽڪو. پهريون ڇهه پئسا، ٻيو اڍائي آنه، ٽيون ٽي آنه ۽ چوٿون چار آنه. پٿر جي سليٽ به آنا، پٽي به آنا ۽ اڃا پنا پائيءَ هڪ. ڪلڪ پائيءَ هڪ. پينون پائيءَ به هونديون هيون. سبحان الله ڇا عجيب وقت هو.

ساليانه امتحان جي اختتام تي اسڪول ۾ ساليانو جلسو ڪيو ويندو هو. جنهن ۾ درسي ڪتابن جي سبقن تي ننڍا ننڍا ڊائلاگ ننڍن ٻارن کان ڪرايا ويندا هوا ۽ وڏا ڊائلاگ مٿين ڪلاس جي شاگردن کان. جلسي جي پوري ٿيڻ تي ٻارن ۾ انعام ورهايا ويندا هوا جنهن لاءِ شاگردن کي صاحب کان انعام وٺڻ ۽ سلام ڪرڻ جو طريقو اڳواٽ سيکاريو ويندو هو. انهن سيني ڪمن، ڊرامن خواهه ڊرل ۽ ديسي راندين جو روح روان ماستر فرمان علي صاحب هوندو هو. جو نوشهره فيروز جي پيرن مان هو ۽ سندس مائٽي هالن جي مخدوم الهه اوپائي سان هوندي هئي. هن بزرگ جي آءُ ڪهڙي تعريف ڪري ڪهڙي ڪريان. ڪتابن جي دلچسپ سبقن تان دلپسند ڊائلاگ به پاڻ ناهيندو هو ۽ انهن ۾ ضروري جاين تي راڳ به پاڻ لکندو هو. باراٺي ڪتاب مان "هيري ۽ منگهن واري سبق" ۽ "صابو_ اما آءُ جيڪر ٻلي هجان ها". انهن ٻن سبقن تي سندس ننڍا ڊائلاگ باراٺي ڪلاس جي ٻارن کان ڪرايا ويندا هوا. پهرين ڪتاب مان "رڍ ۽ ٻڪري"، "ڳنون ۽ مينهن"، "طوطو ۽ ڪانءُ" وغيره. ٻئين ڪتاب مان "ڏيڏر ۽ تلاءَ" "عرب ۽

سندس عربي گهوڙو“ ۽ ”رامجي ۽ نَي نگ“ وغيره. اهڙي طرح ٽئين ۽ چوٿين ڪتاب مان ”گهڻ جو دلو“، ”حاتم ۽ نوفل“ ، ”مهاڻو ۽ پلو“. ”قاضي ۽ ٻار“ وغيره وغيره سبق جا دلپسند ڍانلاگ هڪ طرف ڪرايا ويندا هوا ۽ ڪتاب جا بيت ڪورس ۾ (گڏ) ٻارن کان ڳارايا ويندا هوا. ٻاراڻي ڪتاب مان ”چوڪر توکي رنگ ڏيکاريان“. ”ماءُ پيءُ جو چيو مڃجي“ ۽ ”ڏٺيءَ جا اسين گيت ڳايون سدا“ پهرئين مان ”واهه ڙي تارا گول تارا“ ۽ ”ڏسو ته وڻ ڪيئن ٿو ڪري يلائي“ ٻئين ڪتاب مان ”ٻارو اچي مڙو هڪ ماڳ“ ”اجهو آسوءَ جو مهنو آيو“ ”ٻڌو هيءَ ڳالهه هڪ هرڻيءَ جي ٻارو“ ۽ ساڳيءَ طرح ٽئين ۽ چوٿين ڪتاب مان ڪي چونڊ بيت جهڙوڪ: ”رهون سرڪار سان هر دم سچائيءَ سان وفائيءَ سان ”شهنشاهه کي اسانجي تون سلامت رک خداوندا“ ”سکيءَ کي سسئيءَ چيوا ادي الله توهار“ ”وقت چوي آءُ بادشاهه“ ۽ ”موني آئي منڊ تي واهه واهه رت بهار“ وغيره وغيره خوش الحان سان ڳارايا ويندا هوا. سچ پچ ته بيتن (نظم) پڙهائڻ جو مقصد به صرف اهو آهي ته ٻار کي جمالياتي خوشي حاصل ٿئي نثر ۽ نظم پڙهڻ جي ڍنگ تي خاص توجهه ڏنو ويندو هو. جو هينئر مفقود آهي.

ماستر فرمان علي مرحوم ڪي شعبده بازيون (جادوءَ جون حرفتون). به ڄاڻندوهو. جي نهايت مزيدار هونديون هيون. خاص طرح اهي حسابي انڪلون اسان کي حيران ڪري ڇڏينديون هيون. رانديون ڪرائيندو هو ته انهن راندين تي به سندس موزون راڳ جوڙيل هوندا هوا. نوڙيءَ ٽپڻ جي راند تي ”اچو نوڙيءَ ٽپڻ سکون ٻارو ڙي“ ۽ ڊرل تي ”ٻارو اچو اچو. شل جيو بچو. ڪري سنئين سڌي سپ بيهو قطار“ ۽ مثال ”يڪ مشت نمونه خروار“ بيان ڪريان ٿو.

ٻاراڻي ڪان ٻئي درجي تائين اسان کي دستڪاريءَ جو ڪم به هيءَ صاحب سيکاريندو هو. پنو ويڙهڻ، پنو ڪترڻ، مٽيءَ مان رانديڪا ٺاهڻ ۽ جوئر جي تيلن، جن کي ڪُتلا چوندا هواسين تن مان چوڙا، ڪنگڻ، ميز، ڪرسي، کٽ ۽ نٽ بولو ۽ ٻيا ڪيترائي رانديڪا ٺهرائيندو هو. پني مان ٻيڙيون، جهاز، ٻتون وغيره ۽ مٽيءَ مان اُٺ، ڍڳا، چٽون، جهرڪيون، سيني وجائڻ جا بوڙيندا ۽ جاميٽريءَ جون شڪليون. جاگرافيءَ جا ماڊل جهڙوڪ ڍنڍ، بيٽ، نار، راس، جبل ندي وغيره ۽ ٻيون به قسمين قسمين شيون ٺاهڻ سيکاريندو هو. ٽئين ۽ چوٿين درجي ۾ اچڻ بعد دستڪاريءَ جو ڪم گهٽ ٿي ويندو هو ۽ ڊرائنگ سيکاري ويندي هئي. شروعات ۾ سليٽ تي ۽ پوءِ ڊرائنگ پنن تي رنگ ڏيڻ سان سيکاري ويندي هئي. ڊرائنگ ۾ ميوا جهڙوڪ ڏاڙهون. زيتون، صوف، ليمون وغيره. پاڄين ۾ موري، توري، پينڊي، سائو ۽ ڳاڙهو مرچ ۽ واڱڻ وغيره سيکاريا ويندا هوا ۽ انهن کي رنگين چاڪن سان قدرتي رنگ ڏيڻ جو استعمال ڏنو ويندو هو. اڄ مانٽيسوري، ڪنڊر گارٽن ڪلاس جدا جدا آهن ۽ ڊرائنگ ٽيچر علحده آهن ته راندين لاءِ انسٽرڪٽر خاص مقرر ڪيل آهن. مگر افسوس هينئر جا ٻار جا ٿا سکن ۽ اسان کي جا

سيکاريو ويندو هو سو ياد ڪري اکين ۾ لڙڪ اچي ٿا وڃن.

آهه! ماستر فرمان علي مرحوم! اڄ هنجو ثاني استاد مون کي قطعاً نظر نٿو اچي. الله مٿس رحمت ڪري شال! لئبرري جي چارج ٻه فرمان علي مرحوم وٽ هوندي هئي. ٻاراٺي ڪان ٻئي درجي تائين، اسان کي ننڍيون مزيدار آکاڻيون سيکاريون وينديون هيون. هفتي ۾ ٽن ڏينهن تي ٽائيم ٽيبل ۾ آکاڻين جو فرجو (پيرڊ) رکيل هوندو هو. ٻارن کي اهڙيون آکاڻيون سيکاريون وينديون هيون جن ۾ لفظن جو تڪرار هوندو هو جئن ٻارن جي زبان ڳالهائڻ تي اُٿلي ۽ هري مثلاً "ست پڇو ڪوئو" ۽ "جهرڪي ۽ لعل ڪٽينڙو" پهرئين ۽ ٻئين درجي ۾ ڏنل آکاڻيون ۽ ان ڪانسواءِ جنن، پرين، ديوين، راڄا رائين ۽ بادشاهن جون آکاڻيون ڪجهه اسڪول ۾ ٻڌايون وينديون هيون ۽ ڪجهه اسين گهران مائٽن کان سکي ايندا هواسين ۽ اسڪول ۾ واري واري سان ڪري ٻڌائيندا هواسين.

ٽئين ۽ چوٿين درجي ۾ ماستر فرمان علي مرحوم، اسان کي ننڍڙا ننڍڙا ڪتاب پڙهڻ جي هير وڌي. انهيءَ زماني ۾ ميشرس پوڪر داس وارن وٽ ٻارن جي پڙهڻ جهڙا گهڻائي ڪتاب هوندا هوا. جي اسڪولن جي لئبررين لاءِ سرڪاري طرح خريد ڪيا ويندا هوا. ننڍڙا قصا ۽ ڪهاڻيون نثر خواهه نظم ۾ اسان کي پڙهڻ لاءِ اشو ڪري ڏنا ويندا هوا. ڪن جا نالا مون کي اڄ ٻه ياد آهن. مثلا دلپسند قصا دل بهار، ڏهه قصا، گڏ، جن ۾ زليخا جا بيت، ٻُڌاپڻ، چلڙو، ڪوئو ٻلي، ٽوپي پڳ، ٻيڙي چلم وغيره هوندا هوا. ازانسواءِ لوڪ ڪهاڻيون جهڙوڪ عمر مارئي، سسئي پنهون، مومل راڻو ۽ پَرين جون آکاڻيون ۽ مزاحي آکاڻيون جهڙوڪ موالين ۽ ڏهرين جا لتڪا چٽڪا هوندا هوا. سچ پچ ته منهنجي ادبي ذوق جو بنياد اتان پيو. زليخا جا بيت ۽ چلڙو ته بر زبان ياد هوندا هوم ۽ هر وقت ڳائيندو وتندو هوس. جيتوڻيڪ هوس قدرتي بي سرو ڳائڻ ٻاڙو هوم، تڏهن ٻه جهونگاريندو وتندو هوس. پڙهڻ جي شوق ايترو ته اچي ڳتر ڪان جهليو جو ناتال ۾ جڏهن ڪتاب رعايتي اڌ قيمت ۾ ملندا هوا. تڏهن امير حمزه، چار درويش، حاتم طائي، جانعالم، سيف الملوڪ وغيره جهڙا ڪتاب پنهنجي پئسن سان خريد ڪري پنهنجو شوق پورو ڪندو هوس.

تحقيق ماستر فرمان علي مرحوم جهڙا ڪامل استاد جنهن اسڪول ۾ هجن، ان جا شاگرد ڇو نه مرڪَنِ ۽ هوشيار ۽ ذهين سڏائين.

بهرحال ١٩٠٦ع ۾ جانس، پنجن ورهين جو ٿي اسڪول ۾ وينس پنجن سالن ۾ ٻاراٺو ڪلاس ۽ چار درجا پورا ڪيم ۽ جمار ۾ ١١ سالن جو وڏو ٿيس يا ٻين لفظن ۾ عمر جا ١١ سال قدرت جي طرفان مقرر ڪيل جمار مان ڪنجي ويا. پرائمري اسڪول جي شروعات يعني ١٩١١ع ۾ جارج پنجم تخت نشين ٿيو هو ۽ سيني اسڪولن ۾ جشن ملهايا پئي ويا. اسان کي

۽ منزل گاهه ميدان تي استاد قطار ۾ وٺي هليا. جتي اسان کي نڪل جو هڪ هڪ بلو مليو. جنهن تي شهنشاهه جارج پنجم ۽ سندس مهارائيءَ جي تصوير اُڪريل هئي. اهو بلو اسان مان هر هڪ شاگرد جي قميص تي ربين ۽ ڪانٽي سان لڳايو ويو ۽ هڪ هڪ پڙو مٺائيءَ جو مليو. ائين پيو پايان جڻ تہ ڪالهوڪو ڏهاڙو آهي. اهو جلسو منهنجي لاءِ پرائمري اسڪول ۾ پهريون جلسو هو. بهرحال آئون اسڪول کي الوداع ڪري اسڪالر شپ کٽي حيدرآباد گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ آيس. اسڪول کان اڳ ۽ اسڪول ۾ جن راندين روندين ۾ دلچسپي وٺندو هوس ۽ جي منهنجا ٻاروتڻ جا اسڪولي سنگتي هوا، تن جو ذڪر ايندڙ قسط ۾ ڪندس.

انشاءَ الله العزيز وما توفيي الاباالله



باب ائون

# ٻاراڻي وهيءَ جون رانديون ۽ حرڪتون

**ٻار** ۽ رانديون ٻہ لازم ملزوم شيون آهن جي هڪ ٻئي کان الڳ ڪري نہ ٿيون سگهجن. اها ٻاراڻي چرپر ئي آهي جا منهنجي خيال ۾ ٻار جي واڌ جو وڏو ڪارڻ بنجي ٿي. ڇهن ورهين جي ڄمار تائين تہ ٻار جي راندين جو ميدان سندس گهر ئي هوندو آهي. جتي هو پنهنجي رانديڪن سان وندرندو آهي. پنجن سالن بعد گهر کان ٻاهر گهٽيءَ ۾ ڊڪڻ ڊوڙڻ جهڙو ٿيندو آهي. اسان جي ٻاروتڻ ۾ رانديڪن تي ڪو خاص فضول خرچ ڪو نہ ٿيندو هو. موجوده دؤر ۾ ٻارن جي رانديڪن تي سوين بلڪ هزارين رپيا خرچ ڪيا وڃن ٿا. شاهوڪار ماڻهن جي تہ ڳالهہ درڪنار پر وچولي طبقي جا ماڻهو بہ سون جي خرچ ۾ پئجيو وڃن. ان زماني ۾ ڏيڍ ٻن سالن جي عمر تائين تہ ٻار کي فقط هڪ چوڪي ۽ هڪ جهنجهڻو وٺي ڏنو ويندو هو. جي جنڊيءَ جا ٺهيل هوندا هوا ۽ هالن جي شهر ۾ ئي وڳهامل ناهيندا هوا. ٺڪي چوڪي ۽ آني جنجهڻو وٺي ڏنو ويندو هو. ٽن چئن سالن جي عمر ۾ ڪي رانديڪا مٽي ڳوهي ان مان ٻار پاڻ ناهيندا هوا مثلاً گوليون، گولا، سرون وغيره ڪي ٺڪر ۽ ڪاغذ جا رانديڪا هندو قوم جون ڪاڇياڻيون عورتون ناهي اينديون هيون. جهڙوڪ ڦرمونيون، جهرڪيون، اٺ، گهوڙا، ڪپڙا، جنڊڙيون وغيره جي مانيءَ جي ٽڪر ڏيڻ سان ملندا هوا. بعضي ماني ٽڪر نہ هوندو هو تہ ان مُٺ تي وٺبا هوا انهن کانسواءِ خالي باڪس (ماچيس) پڳل مٽن ۽ دلن ۽ پرڻن جون گرڻيون وغيره رانديڪن جو ڪم ڏينديون هيون. ڪو ڦاٽل ڪتاب يا رنگين پنو هٿ اچي ويو تہ اهو بہ رانديڪن ۾ شامل ڪيو ويندو هو. سارو ڏينهن ٻارن جو انهيءَ ڪونس ڦتائيءَ ۾ گذرندو هو ۽ ڪو وقت مائٽن جي جند آزاد هوندي هئي. مخدوم نوح الله عليه جو ماهہ پهريون سومار ٿيندو هو يا ڇهہ ماهو ۽ ٻارهن ماهو ميلو لڳندو هو تہ وڏ ۾ وڏ رانديڪا جي مائٽن کي خريد ڪرڻا پوندا هوا سي هوندا هوا نياڻين لاءِ ڇينيءَ جون پوريون ۽ توتاريون ۽ پٽن لاءِ توتاريون ۽ واجو ننڍي پوري ٽڪي ۽ وڏي آني ملندي هئي. اهڙيءَ طرح ننڍي توتاري پنسي ۽ وڏي ٽڪي ملندي هئي ۽ واجو سادو ٻين آني ۽ اوچو چئن آنن ملندو هو. هلندڙ دؤر ۾ پلاسٽڪ ڪم ڪري ڏيکاريا آهن. ريل گاڏيون، هوائي جهاز ۽ قسمين قسمين جا پکي ۽ جانور وغيره جن جو ڇا ذڪر ڪجي. پنجن ورهين جي وهيءَ کي پهچڻ بعد گهٽيءَ جون رانديون ڪيڏيون وينديون

هيون. اهي رانديون خاص طور چانڊوڪي راتين ۾ کيڏڻ جو مزو ۽ لطف وڌيڪ هوندو هو. نياڻيون اڪثر اُسڙي ڇانوڙيءَ، ناني چا ٿي ڳولين، امان سئي، اهي ٻه رانديون کنديون هيون ۽ پٽ، ڪوڏي ڪبل، ونجهوٽي، ٻاري جهل، چڙهي چيلهه پڇوس، ڊڍ پلي، ليٽ ڪبوتر ۽ ملهه وڙهڻ جون رانديون ڪندا هوا. هنن راندين تي خرچ بلڪل ڪو نه هوندو هو ۽ مزو وڌيڪ هوندو هو.

پنجن سالن کان ڏهن سالن تائين يعني پرائمري تعليم جي اختتام تائين اسڪولي راندين سان گڏ ٻاڙي جي راندين ۾ نانگيل ڦوسيل، گلي ڏڪر، ڇڏن يا گولين راند ڪينهوڙي راند لاٽون ڦيرائڻ، لغڙ اڏائڻ ڪي مکيه رانديون هونديون هيون.

موڪل جي ڏينهن، منهنجون مشغوليون اڙٻنگ چوڪرن سان هونديون هيون. ڪڏن تي چڙهي پتين تان ٽپا ڏيڻ ۽ ڊوڙون پائڻ، ڊوڙ جو آئون بلڪل چوهو هوندو هوس ۽ ورلي ڪو مون کي پڪڙي سگهندو هو. مائٽ مون کي ٽپن ڏيڻ ۽ وڻن تي چڙهڻ کان ڏاڍو روڪيندا هوا پر منهنجي انهن راندين کانسواءِ سرندي ڪا نه هئي مائٽن جي بي ڇپائيءَ جو نتيجو اهو ٿيو، جو ائن نون ورهين جي عمر ۾ مون کي چن (هرنيا) ٿي پيو. بابا ويچارو پريشان ٿي پيو ڊاڪٽر هڪ پٽو چاڙهيو جو نانگ ڦڻ وانگر هوندو هو آپريشن جي وٽ وٺان ڪا نه هئي منهنجون ڊوڙون ۽ وڻن تي چڙهڻ بند ٿي ويو. آخر ڇهن سٽن مهينن جي پٽي چاڙهڻ بعد منهنجو چُن لهي ويو ۽ آئون نوبنو ٿيس. ليڪن اڙٻنگائيءَ واريون رانديون ختم ٿي ويون. نه فقط اهي رانديون پر ٻين راندين کان به گوشو ڪندو هوس جو ڊاڪٽرن، طبيبن ۽ سيني کان وڌي حڪيم الله تعاليٰ منهنجي لاءِ ان ۾ بهتري ڄاتي، منهنجون رانديون اهڙي طرح گم ٿي ويون جيئن ڳنوڻ جا مٿيان ڏند. وندر ته هر حال ۾ کپندي هئي، تنهن ڪري مون سجو ڏيان گهر ۾ ويني راندين رچائڻ تي مرڪوز ڪيو. منهنجي گهر ۾ منهنجي اسڪولي سنگتين ۽ ساٿين کي موڪل وارن ڏينهن تي گڏ ڪري، آئون ماستر صاحب ٿي ويهندو هوس ۽ ٻين کي پنهنجو شاگرد سمجهي پڙهائيندو هوس. لکڻ پڙهڻ ۽ حسابن تي مارڪون ڏيندو هوس ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي بڙائي ۽ برتري قائم رکيو ايندو هوس. ڪجهه وقت بعد دوست هليا ويندا هوا آئون ويهي قصن ڪهاڻين جا ڪتاب پڙهندو هوس ۽ ٻين کي پڙهي ٻڌائيندو هوس.

چاچا عبدالله مرحوم جي پراڻن ڪتابن سان هٿ چراند شروع ڪيم. انهن ۾ ڪي فارسي ڪتاب هوا ۽ ڪي اردو شعر جا ڪتاب هوا. مثلاً "چمن بي نظير" وغيره جي پنهنجي سمجهه کان ٻاهر هوا، بهرحال مون کي هڪ ڪتاب مجمع القوائد سنڌي ۽ وڏو فالنامه سنڌي هٿ آيا جي ڪٽي پنهنجي حوالي ڪيم. منهنجون رانديون جي بند ٿي ويون هيون تن جو نعم البدل ملي ويم ۽ پيدا ٿيل خال پرجي ويو. فالنامي ۾ گول چڪر نڪتل هوا، جن جي خانن ۾

انگ لکيل هوا ۽ انهن جي سامهون فال جو جواب غور سان پڙهي سمجهي ويس تہ فال هن طرح پوندي. هاڻي مون مان هر هڪ ڦاسي ويو. جنهن تنهن کان انگن تي هٿ رکائي فالنامہ تي شوڪارو هڻي، انهيءَ انگ وارو مضمون پڙهي ٻڌائيندو هوس ۽ ڪاميابيءَ تي ڏاڍي سرهائي ٿيندي هيم. رفتہ رفتہ ڳالھ وڌي ويئي اوڙي پاڙي جون مايون فال لاءِ اينديون هيون ۽ واھ واھ ٿي ويئي.

مجمع الفوائد کي غور سان مطالعو ڪيم. عجيب غريب تعويذ لکيل هوا پر لکڻا سڀ زعفران سان هوا. زعفران جي معنيٰ پڇيم. چيائون تہ ڪيسر. بازار مان ٻن آنن جي وٺي آيس ۽ ان کي رڱڙي مس ناهيم دل چيو تہ هاڻي مون کان ڪو تعويذ لکائي. هڪ ڏينهن هڪ ساٿياڻي مائي اسان جي گهر ۾ آئي ۽ شڪايت ڪيائين تہ ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن تہ مڇي ڦاسي ڪا نہ ٿي. مون هڪدم چيس تہ ماسي توکي تعويذ لکي ٿو ڏيان تون "پنيل" کي چؤ تہ ڪڙهي ۾ ٻڌي ڇڏي (پنيل سندس پٽ جو نالو هو). تہ مڇي جام مرندي. چيائين تہ ابا تڏهن تہ ڀلائي. وضو ڪري مجمع الفوائد تان ڏسي زعفران سان تعويذ لکيم ۽ مائيءَ وڃي ڪڙهي ۾ ٻڌو. الله جي قدرت تان قربان وڃان، مڇي سرس مرڻ لڳي. مائي پنج پئسا سنت جا کڻي آئي ۽ ٻيون بہ ساٿياڻيون مايون ڏڙا ڏڙ اچڻ لڳيون. مشهوري ٿيڻ سبب هڪ ونديار مائي بہ آني جا مالدار هئي. چيائين تہ ابا ڏڌ ولوڙيان ٿي پر مکڻ بنھ ڪو نہ ٿو نڪري. ان قسم جو تعويذ ڳوليم تہ اهو بہ ليپ ۽ مائيءَ کي لکي ڏنم جو وڃي منديءَ ۾ ٻڌائين. قادر جي قدرت تان قربان وڃان مکڻ جا چاٺا نڪرڻ لڳا پوءِ تہ وارو وار ٿي ويئي. ڪو چوي تہ منهنجي گهوڙي کي چرڪ آهي، ڪو چوي تہ مينهن مڙي نہ ٿي ڪو چوي تہ منهنجي ڳئون ڏھ ٿي هڻي ۽ ڪنهن کي ويجهو اچڻ نہ ٿي ڏئي وغيره. آخر نوبت اتي اچي پهتي جو جنن ڀوتن لاءِ ۽ محبت لاءِ بہ تعويذ لکڻا پيم جي سڀ مجمع الفوائد ۾ هيڪاندا هوا. سنت جا پنج پئسا ملندا ٿي وياءِ زعفران ايندي ٿي وٺي. جيڪي پئسا بچندا هوا تن مان آسن حلوائي کان ماکي ڳبيت ۽ جوهردار ريوڙيون وٺندو هوس، چينچل واڻيءَ کان مانو ۽ حاجي الھ ورائي (ڊگي) کان نڪي سيخ ڪواب ۽ ٿانون مهتي کان ڀُڳل چڻن جي دال وٺي کائيندو هوس. ڪجھ مصري بہ وٺندو هوس جا ڪڏهن ڪڏهن پڙهي ڏيڻي پوندي هئي. ڪير ٿو چوي تہ تعويذات جو لکڻ نفع بخش ڌنڌو نہ آهي.

هيءَ ئي عمر هئي جنهن ۾ مطالعي جو شوق جاڳيو جنهن بابت مون پنهنجي پرائمري تعليم واري بيان ۾ ذڪر ڪيو آهي. شايد شعرگوئيءَ جو رجحان بہ هن ئي عمر ۾ سرجيو هو تہ مون کي تڪ بنديءَ تي ڳالهائڻ جو ملڪو بہ هن ئي منزل تي حاصل ٿيو. اڪثر تڪ بنديءَ تي ڳالهائڻ سان آئون پنهنجن ننڍڙن ساٿين کي حيران ڪري ڇڏيندو هوس. مثلاً چوڪرن کي سڏ ڪندو هوس تہ چوندو هوس "اچو سيئي يار، گڏجي ويهو يار، ڪانو نہ ڏاڍي مار" يارن کي

دڙڪو ڏيندو هوس تہ چوندو هوس "سائين نہ هٽبو نيت، ڦاڙي نہ وجهبو پيٽ" ڪو شيءِ ڪائي ويندو هوم تہ ڪل پوڳ ۾ چوندو هئس "ڪائي وئين منهنجي سموري دال. تون آهين ڏاڍو بدافعال" ڪنهن ڪي ڪتاب ڪڻڻ تان روڪيندو هوس تہ چوندو هومانس تہ "ڪڻ نہ منهنجو ڪتاب اڇي ويهي ڪر حساب، غلط نڪرنديئي جواب" اهڙيءَ طرح گهر ۾ بہ ائين ڳالهائيندوهوس ۽ چوڪرا سائينءَ کي چوندا هوا تہ اسماعيل بيٺ ٿو ناهي. سائين گهرائي پڇيو هو تہ "اڙي اسماعيل، تون بيٺ ناهيندو آهين ڇا. ان تي آئون ڏاڍو شرمائيندو هوس ۽ چوندو هوس تہ نہ سائين هي ڇرچا پيا ڪن. سائين اصرار ڪندو هو تہ مون کي بہ بيٺ ناهي ٻڌاءِ. گهٽيءَ ريڙهہ پيڙهہ بعد چئي ڏيندو هوس تہ " سائين تنهنجو چاڪ، آهي اچو ۽ پاڪ، بورڊ آهي ڪارو، لڪيل آهي سارو، ميز سائين جي مزيدار، ٽنگون جنهن کي آهن چار، ڪرسي اهي نيٺ واري، سيني کي آهي پياري" ان تي سائين چوندو هو تہ "بس بس، شاهہ لطيف نہ ٿي وڃين" سيئي چوڪرا ٽهڪ ڏيئي کلندا هوا. سائين وري شاباس بہ ڏيندو هو ۽ چوندو هو تہ اسماعيل ڏاڍو ذهين ۽ هوشيار ٻار آهي. آئون نهايت گد گد ٿي ويندو هوس.

ان طرح ننڍپڻ جون گهٽي ئي يادگيريون اٿم ۽ هر هڪ ڪلاسيءَ جون ڪي ڳالهيون ياد اچن ٿيون جي جيڪر سڀ لکندو وڃان تہ هوند. دفتر پرجي وڃن جيتوڻيڪ هتي انهن سيني بابت لکڻ جي گنجائش نہ آهي، پر انهن جو ڪو بہ ذڪر نہ ڪرڻ هڪ طرف مضمون جي اڻ پورائي ٿيندي ٻئي طرف سنگت سان بي مروتي ٿيندي. ان ڪري چوٿين ڪلاس جي ڪن گَهرن سنگتين بابت بہ اکر ضرور چوندس اهو ثانوي تعليم لاءِ وڃڻ جو آخري پرائمري ڪلاس هو جنهن بعد اسين سڀ هڪ ٻئي کان جدا جدا ٿي وياسين.

ڪٿا منجهہ قرار هوا هيڪاندا سنگ ۾،
ڳاهي ڳاهہ فراق جي ڪيا ڏارون ڏار،
نہ ڄاڻان پيهار ڪير مڙندا ڪن سين.

منهنجو سيني کان وڌيڪ ۽ پيارو سنگتي ۽ پريتوان مُولُو پٽ واڌومل سانڌاڻي هو جو مون جهڙوئي هوشيار هوندو هو ۽ ڪلاس ۾ پهريان ٻئي نمبر اسان جا هوندا هوا. مولو، جهڙو هو مهانڊي جو موچارو ۽ حسين تهڙوئي هو سلڇڻو ۽ سيرت جو چڱو. سندس والد اصل ڳوٺ سانڌاڻ جو هو جنهن ڪري کين سانڌاڻي ڪوٺيندا هوا. واڌومل ڪامٽائيءَ جي لقب سان مشهور هو. ڪامٽن ڪيڻ لاءِ ڪيس سنڌ ۾ ماٺهو ڪٽي ڪٽي وٺي ويندا هوا. هو ننڍو زميندار بہ هو ۽ هڪ چڱو خاصو ٽوٽڪائي حڪيم بہ هو. سياري جي موسم ۾ پنهنجي ٻارن لاءِ مغزات جون معجونون ۽ ذائقيدار چُوريون ٺاهيندو هو جي مولو، مون کي خوب کارائيندو هو. آئون چوٿون پاس ڪري انگريزي تعليم لاءِ حيدرآباد آيس ۽ مولو وڃي دڪانداريءَ جي ڌنڌي

سان لڳو ۽ مون سان سندس دوستي وڏپڻ تائين هلندي آئي. ٻيو دوست منهنجو پرسو لدارام ماڙي وارو هو. هن جو والد اصل ڳوٺ ماڙي محمد خان جو وينل هو ۽ پوءِ لڏي اچي هالن نون ۾ وينو. زميندار به هو ۽ هالن جي وڏي بازار ۾ ڪپڙي جي ڪوٺي به هيس. پرسو به هوشيار شاگردن مان هڪ هو ۽ سندس سنگت مون سان ۽ مولي سان ئي هوندي هئي. مولو ۽ پرسو ساڳيءَ گهٽيءَ ۾ رهندا هوا. پرسو به قبول صورت هو ۽ سندس نهٺائيءَ ۽ نماڻائيءَ کيس سڀني ۾ پيارو بنائي ڇڏيو هو. تقسيم هند بعد هي ٻئي خاندان انڊيا هليا ويا. مسلمان سنگتين ۾ هڪ الهڏنه پٽ حبيب جو (صادقاڻي آخوند) انصاري دوست هوم جو پڙهڻ ۾ وچٿرو هوندو هو مگر ٻيءَ طرح هر لحاظ کان سياڻو ۽ سٺوپرو هو. سڀني کان وڌيڪ رغبت مون سان هوندي هوس.سندس پيءُ پنهڙي اڳٺ اٿندو به هو ۽ وڪڻندو به هو. الهڏنو ڪڏهن ڪڏهن اڳٺ سوغات طور ڏيندو هو. منهن جو ملوڪ ۽ چڱن اوصافن جو ڇوڪرو هو. ڪي ڪي لفظ ٻاتائي ڳالهائيندو هو. پر اهي سندس زبان مان نهايت دلپذير لڳندا هوا. قوهه جوانيءَ ۾ وفات ڪري ويو. رب رحمان شال کيس جنت نصيب ڪري، آمين.

هڪ ٻيو دوستُ به هوندو هوم جنهن جو نالو الهه بچايو عرف نمريو هوندو هو ۽ سندس والد جونالو محب هو ۽ ذات جو هالو هو. الهه بچايو بلڪل ڪند ذهن هو ۽ ڏهاڙي اسڪول ۾ مار کائڻ سندس مقدر بنجي چڪي هئي. هو منهنجي ڏاڍي خوشامد ڪندو هو ۽ منهنجي به سائس ڏاڍي همدردي هوندي هئي ۽ کيس مار کان بچائڻ لاءِ ويهن ئي ننهن جو زور لائيندو هوس. جڏهن سائين اسانکي چوندو هو ته هڪٻئي کان سوال پڇو تڏهن ڇوڪرن کي روڪيندو هوس ته الهه بچائي کان ڏکيا سوال نه پڇو. الهه بچايو ويچارو منهنجو ڳيجهو ان ڪري به هو جو مان هن کي هر آفت کان بچائڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. وڌيڪ ڪو نه پڙهيو ۽ وڏي هوندي سندس بدبختيءَ کيس وچي پوليس ڪنسٽيبل ڪيو. هن جي قسمت جي نارسائي کيس ڪنسٽيبل کان مٿي چڙهڻ نه ڏنو ۽ شايد انهيءَ ئي عهدي تان رٽائر ڪيائين.

جيترا ڇوڪرا هوا، اوترا سياءُ هوا سندن عجيب و غريب طبيعتون، اڏنگيون ۽ اگريون عادتون اطوارءِ هڪ ٻئي تي چيڙ جا نالا رکڻ، هڪ ٻئي کي چيڙڻ، وڙهڻ جهڙڻ، کهڙيون نه ٻاراڻيون حرڪتون هيون! هنن چند لفظن لکڻ وقت سڀ مناظر اکين جي آڏو اچي بيهن ٿا. ڇٻل ڪوڙائيءَ کي ڏڪڙ، نيڪمر کي تماڪي ۽ شفيع کي ڪن ڦاڙ وغيره وغيره ڏنل لقب دل تي تري ٿا اچن. ڪاش! اهو حياتيءَ جو وقت موٽي ملي!

جوانی کی دعا لڑکوں کو ناحق لوگ دیتے ہیں،
یهی لڑکے مٹاتے ہیں جوانی کو جوان ہوکر.

❏

باب نائون

# منهنجي انگريزي تعليم (ثانوي تعليم) جي شروعات

**خداوند تعاليٰ** جا لکين شڪرانا، ابتدائي تعليم جي منزل پوري ڪري، گورنمينٽ اسڪالر شپ حاصل ڪري انگريزي تعليم لاءِ حيدرآباد ۾ پڙهڻ جو موقعو، مليو جنهن لاءِ دل ۾ ڏاڍي خوشي هيم. ان وقت حيدرآباد ۾ انگريزي اسڪول فقط چار هوا جي چارئي هاءِ اسڪول هوا. هڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول هو، جو موجوده نور محمد هاءِ اسڪول ۽ مسلم ڪاليج واريءَ ايراضيءَ تي پکڙيل هو ٻيو نولراءِ هيرانند اڪيڊمي هو، جو موجوده گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۽ سنڌ لا ڪاليج واري هنڌ تي هو. ٽيون نئون ودياله هاءِ اسڪول هو، جنهن ۾ هن وقت سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس آهي. زناني هاءِ اسڪول فقط هڪ ڪندن مل گرلس هاءِ اسڪول هو جتي موجوده جامعه عربيه هاءِ اسڪول آهي. انهن کان علاوه ڪرسچن انسوسيئيشن وارن جو هڪ ينگ گرلس اسڪول به هو، جو ٽريننگ ڪاليج فارمين جي سامهون پنهنجي جاءِ تي اڄ به موجود آهي.

پراڻي گورنمينٽ هاءِ اسڪول جون اڳيون جايون ڊاهي بلڪل نيون ٺهرايون ويون آهن ۽ فقط مينارام هال پنهنجي اڳوڻي شڪل ۾ قائم رهندو اچي. اين ايڇ اڪيڊمي ۽ ودياله ۽ ڪندن مل گرلس اسڪولن جون عمارتون ساڳيون آهن. ودياله هاءِ اسڪول جو وجود راءِ بهادر پريداس جي ڪوشش جو رهين منت هو. اڪيڊمي ساڌو هيرانند ۽ سندس ڀاءُ ساڌو نولراءِ جي ڪوششن جو نتيجو هو. هر هڪ هاءِ اسڪول کي پنهنجي هڪ هاسٽل به هئي. اسڪول جي اترين بلاڪ وٽ اڳوڻي گورنمينٽ هاءِ اسڪول جون ١٥_ ٢٠ ڪوٺيون ٺهيل هيون، جن ۾ ٻهراڙيءَ جا ڇوڪرا رهندا هوا. اڪيڊميءَ کي پوهوڪياٽي بلڊنگ ۾ سنڌ جووينائيل (ايس جي ڪو آپريٽو سوسائٽي) جي پٺئين پاسي کان چار گهر مسواڙ تي هوا جن ۾ هاسٽل قائم ڪيل هئي. ودياله هاءِ اسڪول کي هاسٽل جي لاءِ ڪافي ڪوٺيون هيون، جي بعد ۾ ڊهرائي اتي يونيورسٽي ملازمن جا ڪوارٽر ٺهرايا ويا. ودياله هاءِ اسڪول کي پنج پرائمري اسڪولن جون برانچون هيون ۽ اڪيڊميءَ کي چار. اهي برانچون انهن هاءِ اسڪولن جا پرتي ڪندڙ (فيڊر) اسڪول هوا. حيدرآبادي عاملن جا پٽ ڀار انهن هاءِ اسڪولن مان ۽ ڌيئرون ڪندن مل گرلس اسڪول مان تعليم کان بهرور ٿينديون هيون. هندو ماڻهن جي انتظامي صلاحيتن جو ڇا ذڪر

ڪجي ڪهڙي نہ سڌريل قوم هئي!

آمديم برسر مطلب. مون کي جيڪو اسڪالرشپ جو آرڊر مليو هو. ان ۾ هدايت ڪيل هئي تہ آئون گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ داخلا وٺان. لهاذا مون ۱۸_ ۱۹۱۹ جي پهرين اپريل تي اچي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ ديرو دمايو. پهرئين درجي جي في ڏيڍ رپيو ۽ راند جي في چار آنا هئي. هڪ ماهہ جي في جيترا پئسا داخلا في هئي ۽ اٺ آنا سال جا ڊرائنگ فيءَ بابت ڏيڻا پوندا هوا. ڪل ٿي رپيا ٻارهن آنہ في ڀري اسڪول ۾ داخل ٿيس. هاءِ اسڪول ۾ مسلمان ماستر صرف ٻہ هوا. هڪ پرشن ٽيچر مسٽر شيخ عبدالعزيز قنڌاري ۽ ٻيو مرحوم علي بخش انصاري (گولہ انداز) ڊرائنگ ٽيچر. باقي جملي ماستر صاحبان سڀ هندو هوا. جن مان هڪ ڪان سواءِ ٻيا سڀ حيدرآبادي عامل هوا. اهو هڪ ماستر مسٽر شيوا رام ساهتي جو هندو هو.

هيڊ ماستر ديوان ڪشچند هو. جو سفيد ريش بزرگ هستي نهايت باوقار ۽ رعبدار هو. پٽڪو ٻڌندو هو ۽ گلي بند ڪوٽ زيب تن ڪندو هو. هيڊ ماستر صاحب کي سرڪاري بنگلو مليل هو. جو ٽريننگ ڪاليج فارمين سان متصل اجا تائين ساڳي صورت ۾ قائم آهي ۽ گهڻي وقت کان تعليم کاتي جا ڊائريڪٽر منجهس رهندا ٿا اچن. آئون نيٺ نڌاڻُ درجي پهرئين ۾ داخل ٿيس. اسان کي ڪلاس ماستر ٺاڪرداس مِليو. مسٽر ٺاڪرداس ٻہ ڪراڙو مڙس هو ۽ سندس ڏاڙهي ۽ مڇون ۽ مٿو بلڪل سفيد هو. قد جو قداور ۽ بدن جو ڀريل هو. بدن تي ڪوٽ. مٿي تي ڪاري پلش جي ٽوپي ۽ پٽي جو اچو پاجامو ۽ پيرن ۾ سليپر پائيندو هو. پهرئين درجي لاءِ هڪ ڪامل استاد هو. عاملن جا ڇوڪرا ٻاڪرا ڦر ڪافي خفي ڪندا هوس. ڪاوڙٻو هو تہ ناسون ڦوٽاري، مُنيون ڀڪوڙي، ڏند پيڙي اٿندو هو ۽ ياٺبو هو تہ خون ڪرڻ کانسواءِ نہ ڇڏيندو مگر ويجهو اچي سڪيون اُرون ڪري هٽي ويندو هو. ڪڏهن ڪو قضا بهاني ڪنهن کي هورياڻ ٺُڦڙ هٽي ڪڍيائين تہ دنگ ٿيو.

اسان جي ڪلاس ۾ ۴۰_ ۴۵ شاگرد هوا جن ۾ مسلمان فقط ڇهہ هواسين جي مون کي چڱيءَ طرح ياد آهن ۽ اکين اڳيان پيا ڦرن. ۱_ سيد وڏل شاهہ جو پٽ شاهہ کان آيل هو. عمر جو اسان کان وڏو هو ۽ سنڌي فائنل پاس ڪري آيو هو. ۲_ قادر بخش شورو، جو روزانہ ڄامشوري کان ايندو هو ۽ ان جو بہ سنڌي فائنل پاس ڪيل هو، ۳_ محمد الياس ميمڻ، ۴_ حسن علي ميمڻ ۵_ غلام علي شيدي ۽ ڇهون مان پاڻ. وڏل شاهہ کي پٽاني پيرن نپايو هو ۽ سندس سمورو خرچ برداشت ڪندا هوا سندس حليو هي هوندو هو. شالورو جو پٽڪو، ريشمي رنگين سلوار ۽ قميص. عامل ڇوڪرا ڄڻ جڻ چوندا هوس تہ سخت برهم ٿي ويندو ۽ کين گاريون ڏيندو هو. پڙهڻ تي شوق ڪو نہ هوس. گسائيندو گهٽو هو ۽ آخر پڙهڻ ڇڏي ڏنائين. ڪجهہ زمين پنهنجي هيس. پاڻ اهل تشيعت جو هو. زوار بہ ٿي آيو. سانول شاهہ جي پڙ (حيدرآباد) جو متولي هو ۽

انجمن اماميہ جو خاص رڪن هو. مون سان مرحوم جي پڇاڙي تائين ياراني ۽ ڏيٺ ويٺ رهي. خداوند تعاليٰ مٿس رحمت فرمائي.

بهت سی خوبياں تھیں مرنے والے میں

قادر بخش شورو بہ فائنل پاس ڪرڻ بعد انگريزي اسڪول ۾ داخل ٿيو هو. پنهنجي ڳوٺ جو ملو بہ هوندو هو. ختما درود ڏيندو هو ۽ ڳوٺ جي مسجد جو خدمتگار بہ پاڻ هو. سندس حاضري گهٽي ڪا نہ رهندي هئي. پنڪو بڌي ايندو هو. سنڌي جتي پائيندو هو. روز بہ ميل پنڌ جا هٽي اسڪول پهچندو هو. ڪتابن جي پونڙي ڪڏهن مٿي تي ڪڏهن ڪڇ ۾ کڻي ايندو هو. ڪڏهن ڪڏهن صدري پائيندوهو تہ اڳٺ پيو لڙڪندوهوس. هندو ڇوڪرا مٿس کلندا هوا، مگر هو انهيءَ ڳالهہ کان بي نياز هوندو هو. مسڪين ماڻهو هو. وڏيڪ تعليم حاصل ڪري نہ سگهيو. آخر وڃي پوليس ۾ڀرتي ٿيو ۽ ترقي ڪري پوليس جو صوبيدار ٿيو ۽ پنهنجو خاندان ٺاهي ورتائين. هو صاحب حيات آهي ۽ مون سان ساڳيءَ سڪ ۽ پيار سان ملندو آهي.

محمد الياس بہ جلد ني اسڪول ڇڏي وڃي مسافر خانہ اسڪول (موجوده قاضي عبدالقيوم پرائمري اسڪول) مان فائنل پاس ڪري پرائمري ماسٽر ٿيو ۽ ساڳئي اسڪول ۾ هيڊ ماسٽر ٿي رٽائر ڪيائين اڄ تائين سندس مونسان دوستانہ تعلقات آهن. جيتوڻيڪ آءٌ سندس آفيسر ٿي آيس، تاهم ساڻس منهنجا اهي ئي برادارانہ تعلقات رهيا. حسن علي مرحوم جو هن وقت وفات ڪري ويو آهي، سو ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ جو وڏو ڀاءُ هو. هن بہ وڏيڪ تعليم ترڪ ڪري ڇڏي ۽ واپار ڪندو هو. حياتيءَ جي پوئين دؤر ۾ کيس ڪورين جي پڙ حيدرآباد ۾ کير ۽ مکڻ جي ڊيري هئي. ان ڪري سندس واسطو ڄامشوري جي مالدارن خصوصاً کير وارن سان رهندو هو. ۽ لازمي تعليم (زوري تعليم) جي ڪيسن ۾ جڏهن شورن جا ڇوڪرا مون وٽ ڦاسندا هوا، تڏهن انهن کي ڇڏائڻ لاءِ مون کي سفارشون ڪندو هو جي آئون خوشيءَ سان ڪنهن حد تائين مڃيندو هوس. هتي ياد رهي تہ آئون هالا ڊويزن جي اسڪول جو ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر هوس ۽ لازمي تعليم جا ڪيس هلائي سزا ڏيڻ جو اختيار حاصل هوم.

منهنجون پنجون ڪلاسي غلام علي شيدي هو. جو ٽنڊي ولي محمد حيدرآباد جو رهاڪو هو. اهو مرحوم بہ هن وقت هن دار فانيءَ کان موڪلائي چڪو اهي. پاڻ پنڪو ٻڌندو هو ۽ ڪنن ۾ چانديءَ جون ڪيوٽيون (مُرڪيون) پيل هونديون هوس. اڪثر پَن جون بيڙيون پيئندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن پيدرو يا سن فلاور سگريٽ سان بہ شوق ڪندو هو. هن جو ڏهن سگريٽن جو پاڪيٽ ڏهين پئسي ملندو هو. شيدي ماڻهو اڪثر ڪري اگوندرا ٿيندا آهن ۽ هي مرحوم بہ بلڪل لاپرواهہ هوندو هو. البت اڙٻنگ، اروڏو، اهنڊ بہ هوندو هو ۽ ڪنهن نہ ڪنهن

سان روزانو ويڙهه جهيڙ ٿيندي رهندي هيس. ملهه چگي جاٺندو هو تنهن ڪري ڪنهن کي ڦڙتي، ڪنهن کي مونڙي، ڪنهن کي اندريون ڪنهن کي ٻاهريون، ڪنهن کي ڏاڪ تي ڪٽڻ، ڪنهن کي وارو. ڪنهن کي جاڻڻ مطلب ته سڀ ڪنهن سان ٻکين پيو پوندو هو.

مارون به سخت کائيندو هو مگر سڀ بي اثر جڻ سانَ تي ٻکڻي وڃي. مرحوم محمد صديق گلاب خان مسافر (حبشي) ان وقت پرئڪٽسنگ اسڪول ٽريننگ ڪاليج فارمين ۾ نائب ماستر هو ۽ ٽنڊي ولي محمد ۾ رهندو هو. مرحوم غلام علي جي پرگهور لهندو هو ۽ غلامَ علي شام جي وقت مرحوم مسافر جي پنگ به گهوٽيندو هو ۽ هڪ اڌ جمني پاڻ به نوش جان ڪندو هو. اسڪول ۾ نه پورا ڪتاب هوندا هوس ۽ نه نوٽ بُڪ.

اسڪول ۾ ڪوٽ ۽ ٽوپيءَ سان اچڻ جو تاڪيد ڪيو ويندو هو مگر مرحوم وڏل شاهه، مرحوم غلام علي ۽ مسٽر قادر بخش تاڪيد هوندي به ڪوٽ اصل نه پائيندا هوا ۽ نه پنڪو مٿاني ٽوپي پاتائون. آرهڙ ۾ ته خير پر سياري ۾ به اجرڪ ويڙهي ايندا هوا. باقي مرحوم حسن علي، مسٽر محمد الياس ۽ آئون پلش جي ڪاري ٽوپي ۽ ڪوٽ پائي ايندا هواسين. هندو ڇوڪرن ۽ اسان جي پوشاڪ ۾ فرق فقط پاجامي ۽ سلوار جو هوندو هو. جنهن مان هندو مسلمان جو تفاوت معلوم ٿي سگهندو هو.

اسان کي ڪتاب وٺايا ويا. ان وقت ڪتاب گهڻو ڪري سڀ منڪملين ڪمپني جا هوندا هوا. انگريزي پرائمري ۽ ريڊر ڪانسواءِ باقي ڪتاب جهڙوڪ سائنس، تاريخ ۽ جاگرافي انگريزي ڪتابن جا ترجما هوندا هوا جي سڀ منڪملين ڪمپني جا هوندا هوا. ڪتابن جي ڪهڙي تعريف ڪريان. تاريخ جاگرافي سولين آکاڻين جي نوع ۾ لکيل هونديون هيون جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ نهايت آسان هونديون هيون. تاريخ سولي (ايزي) جاگرافي سولي (ايزي) سائنس ۽ منڪملين جو پرائمري ۽ ريڊر نهايت اعليٰ درجي جا ڪتاب هوا ۽ اهڙي ته عمدي ۽ سائنٽيفڪ طريقي سان لکيل هوا جو انهن جي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ ۾ لطف ايندو هو ۽ انهن جي تعليم نقش برسنگ ٿي ويندي هئي. موجوده دور ۾ ته خبر ئي نه ٿي پوي ته ڪهڙن تعليمي اصولن کي پيش نظر رکندي ڪتاب لکيا ويا آهن. الامان! آئون هتي انهيءَ بحث ۾ وڃڻ نٿو گهران.

سيئي ڪم هڪڙوني ڪلاس ماستر سيکاريندو هو. سواءِ ڊرائنگ ۽ مشق ڪاپيءَ جي، جو ڪم ڊرائنگ ماستر مرحوم مسٽر علي بخش جي ذمي هو. ڪاپي به مڪملين ڪمپنيءَ جي هوندي هئي ۽ او "O" نب سان لکائي ويندي هئي. رانديون ان وقت لازمي هيون يعني روز شام جو اسڪول ۾ گڏ ٿبو هو ۽ اتان قطار يعني Line ۾ گرائونڊ تي وڃبو هو ۽ واپس به قطار ۾ ئي موٽبو هو ۽ اچي اسڪول جي احاطي ۾ ڇڙوڇڙ ٿبو هو. ڏاڍو سنو انتظام هو. ڪنهن کي مجال نه هوندي هئي، جو استاد ته بجاءِ خود رڳو مانيٽر يا ڪئپٽن سان به ڪو

اڊنگو هلي! راند تي آءٌ روزانو سعيي سان ويندو هوس مگر راند کان ڪيڏندو هوس. ماستر صاحب سبب پڇيو ۽ ڪيس ٻڌايم ته مون کي ڪجهه وقت اڳي ڄڻ پيو هو ان ڪري ڊاڪٽرن ڊڪ ڊوڙ کان منع ڪري ڇڏي آهي. مون کي ان ڳالهه جي تصديق لاءِ ڊاڪٽر جو سرٽيفڪيٽ وٺي ڏيڻو پيو ۽ راندين کان مون کي آزاد (فري) ڪيو ويو.

پهرئين درجي جو سال خواب وانگر گذري ويو. ساليانه امتحان پيپرن ذريعي ورتو ويندو هو. اسين سڀ پاس ٿياسين سواءِ غلام عليءَ جي. مان پيو نمبر آيس ۽ ٺانور چوڪرو پهريون نمبر آيو. هو انگريزيءَ ۾ مون کان وڌيڪ مارڪون کڻي ويو. حقيقت اها هئي ته هندو عامل چوڪرن جي گهرن ۾ سندن مائٽ انگريزيدان هوندا هوا ۽ سندن ٻار پهرئين درجي ۾ ايندا هوا ته ان کان اڳي ئي ڪين انگريزي الفاظ ۽ جملا ايندا هوا ۽ اي بي سي ۽ انگريزي پرائمري گهران ئي پڙهي پورو ڪري ايندا هوا جا ڳالهه اسان مسلمانن لاءِ ممڪن نه هئي.

پنهنجو ڳوٺ هالا ڇڏي حيدرآباد اچڻ تي ائين پئي پانيم ڄڻ ته ڪنهن نئين دنيا ۾ آيو آهيان. حيدرآباد شهر جا رستا ڏسي عجب لڳندو هو ۽ پائيندو هوس ته هن کان وڌيڪ ڪشادا رستا دنيا ۾ ڪٿي به نه هوندا ۽ اُهي ساڳيا رستا اڄ بلڪل تنگ نظر اچن ٿا. رستا پٿر جا هوندا هوا. ڏامر جا ڪارا رستا ان وقت وهم و گمان ۾ به ڪين هوا. ٽانگن جي ڦيٿن جا پٽا لوهي هوندا هوا ۽ رستن تي وڏا وڏا پٿر نڪتا بيٺا هوندا هوا جنهن ڪري ٽانگن ۾ خوب جهاڪا ايندا هوا ۽ اڪثر ماڻهو ڇڪي آڏائيندا ڏسبا هوا. وڪٽوريا گاڏيون اڪثر هندو سنڌورڪي سينين جون هونديون هيون. جي شام جو سير و تفريح لاءِ گدو بندر وڃي دريا جو درشن ڪري ايندا هوا. ڪي وڪتوريائون ڀاڙي تي به هيون. حيدرآباد ۾ بجليءَ جي روشني (اليڪٽرڪ لائيٽ) جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ شهر ۾ شعمدان يا قنديل ٻاريندا هوا. صبح جو نيڪيدار جا ماڻهو هر هڪ شمعدان ۾ گاسليٽ ذرو وجهي ويندا هوا ۽ شام جو وري انهن کي وقت تي روشن ڪري ويندا هوا. هوٽلون ٿوريون هونديون هيون فقط نانواين جا دڪان هوندا هوا. جتي ٻاهر جا ماڻهو جي شهر ۾ ڪمن ڪارين سان ايندا هوا سي اچي ماني کائيندا هوا. ڇڪلي روڊ تي فقط هڪ آغا جي هوٽل هوندي هئي جتي لوهه جون ڪرسيون ۽ ڪاٺ جون ٽپايون هونديون هيون. باقي سوڊا ليمن ۽ ڪيڪ بسڪوٽن جا دڪان ڪافي هوندا هوا. مياٺي روڊ موجوده پرنس علي روڊ تي حسن علي وونري (بورن) جو ٻاٽلين پرڻ جو سانچو هوندو هو ۽ ٻاٽليون سڀ گوليءَ سان هونديون هيون. ان وقت ٻاٽلين جا نمونا هينيان هوندا هوا.

١_ ڪاري سوڊا هڪ پئسي ملندي هئي.

٢_ ليمن ٽڪي.

٣_ رنگ واريون ٻاٽليون ٽين پئسي ملنديون هيون جن ۾ لائيم جوس جنجريٽ (جنجر)

راسبيري شامل هونديون هيون.

حسن عليءَ جو پاڻي (اينريٽيڊ واٽر) مشهور هوندو هو. چانهه جو رواج بلڪل براءِ نام هوندو هو. البت تاڏل جو عمدو گلاس آني آني ملندو هو ۽ برف پنسي پون (پائونڊ) هوندي هئي.

ڇڻڪار لاءِ گاڏيون هونديون هيون جي ڏاند (ڏِڳا) ڪاهيندا هوا ۽ پنيان ڇڻڪار ٽيندو ويندو هو. انهيءَ زماني ۾ پهريون شخص حيدرآباد ۾ سيٺ ڪريم خوجو هو. جنهن ولايت مان هڪ موٽر خريد ڪري حيدرآباد آندي هئي، جا جڏهن به ڪنهن رستي تان لنگهندي هارن جو آواز ڪندي هئي ته سڀ ماڻهو ان کي هڪ عجوبہ روزگار سمجهي ڏسڻ لاءِ ڪمن ڪارين مان هٿ ڪڍي ڪيڏندا هوا ۽ سراپا حيرت ٿي ان کي ڏسندا هوا. حيدرآباد ۾ سٺي ۾ سٺي جاءِ هڪ عاليشان باغ به هن صاحب ٺي ٺهرايو هو. سندس جاءِ جا نولراءِ مارڪيٽ وٽ آهي سا ڪيترا ڏينهن ڪليل رکي ويئي هئي ۽ عام ماڻهن جا حشام ان جو ديدار ڪندا رهندا هوا. سيٺ ڪريم جو باغ به ڏسڻ وٽان هو ۽ تفريح لاءِ شام جي وقت عام ماڻهن جو سک هو. هتي حيدرآباد شهر بابت تفصيلوار بيان ڪرڻ مقصود نہ آهي.مگر ضروري جاتم تہ جن ڳالهين مون کي ننڍي هوندي متاثر ڪيو هو. انهن بابت چند سٽن ۾ ذڪر ڪري ڇڏيان.

وري مطلب تي اچان ٿو۔ پهريون درجو گورنمينٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد مان پاس ڪري بابا سائين جي خواهش پٽاندر سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ بيو درجو پڙهڻ لاءِ ويس جنهن جو ذڪر ايندڙ قسط ۾ ڪيو ويندو.

ومان توفيقي الابالله



باب ڏهون

# سنڌ مدرسة السلام ڪراچيءَ وارو دور

**گورنمينٽ** هاءِ اسڪول حيدرآباد مان پهريون درجو انگريزي مارچ ۾ پاس ڪيم ۽ ٻئي درجي ۾ آيس. ٻئي درجي جو ماستر مسٽر ليڪراج هو جو البت نڪ ڪان گهٽو هو. منهنجي والد مرحوم کي، مون کي سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾موڪلڻ جو خيال هن ڪري آيو جو مسٽر عبدالرحمان بيريسٽر هڪ دفعي بابا وٽ هالن ۾ آيو ۽ حال احوال ڏيندي وئندي بابا کي زور ڀريائين تہ تنهنجو ڇوڪرو اسڪالر شپ هولڊر بہ آهي تنهن ڪري ڪيس سنڌ مدرسہ ۾ موڪلي ڏيو، جو اتي جي پڙهائي سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي. منهنجو ڇوڪرو حسن علي بہ اتئي پڙهندو آهي. مان سنڌ مدرسہ بورڊ جو ميمبر آهيان ۽ اولاد وانگر سندس پرگهور لهندس.

هتي مختصر طور اهو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ بابا مرحوم جو مرحوم عبدالرحمان سان ڪهڙو تعلق هو. مرحوم عبدالرحمان جن اصل هالن نون جا رهاڪو هوا، سندن والد حافظ يعقوب ولد شفيع محمد هالن جو ميمڻ هو. هن حافظ اسحاق جي نياڻي پنهنجي پٽ عبدالرحمان کي پرڻائي ۽ ان جي عيوض ۾ حافظ يعقوب بہ وري حافظ اسحاق جي پٽ حافظ احمد کي نياڻي نڪاح ۾ ڏني. مرحوم حافظ يعقوب کي ٽي پٽ هوا. (١) عبدلرحمان (٢) عبدالجبار (٣) شفيع محمد. حافظ اسحاق کي ٻہ پٽ هوا. (١) عبدالباقي (٢) حافظ احمد.

مرحوم عبدالرحمان لڏي ڪراچيءَ وڃي رهيو ۽ مرحوم عبدالجبار ۽ شفيع محمد حيدرآباد ۾ سڪونت اختيار ڪئي. مرحوم عبدالرحمان ۽ مرحوم عبدالجبار ان وقت جا بہ مشهور وڪيل هوا مرحوم شفيع محمد ڏنڌو واپار ڪندو هو ۽ پڇاڙي جي ڏينهن ۾ "ڪراچي هوٽل" صدر حيدرآباد جو مالڪ هو. مرحوم حافظ اسحاق جي ٻن پٽن مان حافظ عبدالباقي دائمي هالن ۾ رهيو ۽ حافظ احمد بہ حيدرآباد لڏي آيو.

بابا مرحوم جي مسٽر عبدالرحمان سان گهاٽي ياراني هئي بابا ڪيس وڏا وڏا ڪيس بہ وٺي ڏيندو هوءِ انهن ڪيسن هلائڻ لاءِ جڏهن بہ مرحوم عبدالرحمان هالن ۾ ايندو هو، تڏهن بابا مرحوم کي خط ذريعي اطلاع ڏيندوهو. ڪيس شهدادپور اسٽيشن تي اصيلن ذريعي سواري لاءِ اٺ بہ موڪلي ڏيندو هو جيڪو هڪ بہ ويلو هالن ۾ رهٺو پوندو هوس. سو اسان وٽ

ترسندو هو ۽ مانيءَ تڪر ڪائيندو هو.

مسٽر عبدالرحمان مرحوم جو مشورو قبول ڪري، بابا منهنجي اسڪالر شپ ٽرانسفر ٿيڻ لاءِ درخواست ڪئي ۽ جيستائين اهو ڪم راس ٿيو، تيستائين اپريل ۽ مئي جو ڪجهه حصو حيدرآباد هاءِ اسڪول ۾ ئي پڙهندو رهيس. مئي جي وچ ڌاري اونهاري جيُ وئڪيشن ٿي ۽ ڳوٺ آيس. اوچتو ئي اوچتو مئي جي پڇاڙي ڌاري سنڌ مدرسه جي پرنسپال وٽان هڪ ليٽر پهتو، ته پهرين جون کان مدرسه کان ٻه مهنا وئڪيشن آهي تنهن ڪري ان تاريخ کان اڳ، شاگرد اسماعيل جنهن جي اسڪالر شپ هتي ٽرانسفر ڪئي وئي آهيُ، اچي مدرسه ۾ داخلا وٺي ورنه، ٻن مهينن جي اسڪالر شپ ڪيس نه ڏني ويندي.

ان وقت منهنجو والد مرحوم هالن کان ٻاهر ويل هو ۽ پهرين جون ۾ فقط ٻه ڏينهن اچي بچيا هوا. چاچا محمد موسيٰ مرحوم مون کي پنهنجي هڪ هاريءَ سان اُٺ تي چاڙهي شهدادپور روانو ڪيو، جنهن مون کي ڪراچي جي ٽڪيٽ وٺي گاڏيءَ ۾ چاڙهي ڇڏيو، گاڏي شهدادپور مان ٢ وڳي رات جو ڇٽي ۽ ٦ بجي صبح جو صدر اسٽيشن ڪراچيءَ تي پهتي.

اسان جي هالن شهر جو مرحوم تاج محمد طورپيو جو ان وقت سنڌ مدرسه ۾ پرائمري سنڌي برانچ ۾ نائب ماستر هو، سو موڪل تي ڳوٺ آيل هو. ان کان مون پڇيو هو ته سنڌ مدرسه ڪٿي آهي ۽ هن مرحوم مون کي ٻڌايو ته سنڌ مدرسه اسٽيشن ڪراچيءَ جي بلڪل ويجهو آهي ۽ اسٽيشن تي اچڻ وڃڻ جو رستو ئي مدرسي وٽان آهي. ڪنهن کان پڇندين ته توکي ٻڌائي سگهندو. اهو ڏس پتو وٺي روانو ٿيس. جڏهن گاڏي صدر جي اسٽيشن تي پهتي ته وڏي عاليشان اسٽيشن ڏسي اسٽيشن جو نالو پڙهيم اردوءَ ۾ لکيل هو "ڪراچي ڇهاوني". ڇهاوني کي مونُ "چاهاوني" ڪري پڙهيو ۽ ان جي معنيٰ سمجهي نه سگهيس ۽ نه ڪي انگريزي جو لفظ ڪئنٽونمينٽ سمجهي سگهيس. بهر صورت ڪراچي لفظ پڙهي ۽ سمجهي سگهيس هڪ ماڻهو کان پڇيم ته هيءَ ڪراچي آهي. هن مختصر جواب ڏنو ته "ها" مان اهو ٻڌندي ئي ٽرنپ لهي پيس ۽ پل اُڪري گيٽ کان ٻاهر آيس ۽ بيٺل پوليس واري کان پڇيم ته سنڌ مدرسه ڪٿي آهي؟ پوليس وارو سنڌي هو ۽ جواب ڏنائين ته بابا، توکي سنڌ مدرسه وڃڻو آهي ڇا؟ مون چيو ته ها. ايتري ۾ گاڏي ٻه ڇٽي ويئي ۽ پوليس واري چيو ته سنڌ مدرسو ته "سولو هو، هتي ڇو لٿين؟ سٽي تي وڃي لهين ها، هي ته صدر آهي. مان سٽي ٻه سمجهي نه سگهيس جنهن مان هن جي مراد "سٽي اسٽيشن هئي." خير، پوليس واري چيو ته هاڻي وڃ، هوءَ ٽرام بيٺي آهي، ان ۾ وڃي چڙهه ۽ بولٽن مارڪيٽ وٽ لهجاءِ جتان مدرسو بلڪل ويجهو آهي. آءٌ پڇندو اچي ٽرام ۾ وينس جا حياتي ۾ پهريون دفعو ڏسڻ نصيب ٿي هئي. هالن ۾ فقط ٻڌندو هوس ته ڪراچيءَ شهر ۾ "ٽاما ريل" ٻه هلندي آهي. منهنجي خوش نصيبيءَ سان هڪ ڇوڪرو جنهن کي

ڪتابن جو ٺيلهو ڪلهي ۾ لٽڪيل هو. منهنجي پير ۾ اچي وينو. ڏهي قسمت اهو ڇوڪرو سنڌي هو. پڇيو مانس ته تون ڪهڙي اسڪول ۾ پڙهندو آهين. جواب بر صواب ڏنائين ته "سنڌ مدرسي ۾". دل ۾ خوشي جي لهر ڊوڙي وئي ۽ چيومانس ته مون کي به سنڌ مدرسي هلڻو آهي، مون مدرسو ڏٺو ڪو نه آهي پاڻ سان گڏ وٺي هليم. هن چيو ته نئون آهين ڇا؟ مون چيو ها. وري پڇيائين ته بورڊنگ ۾ رهندين؟ مون چيو ته ها.

ٽرام هلڻ لڳي ۽ آئون حيرت کان هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو ڪراچي شهر جا نظارا ڏسندو رهيس جيتوڻيڪ دل کي تسلي ٿي ته مدرسي ڏي وڃي رهيو آهيان مگر ماستر تاج محمد مرحوم جا لفظ ته "سنڌ مدسو. اسٽيشن جي بلڪل نزديڪ پنجن منٽن جي مفاصلي تي آهي" سي لفظ هر هر دل ۾ چڀندا پئي رهيا. ٽرام هلندي ٿي ويئي ۽ دليل پئي ڊوڙايم ته مون کي خبر ناهي ته ڇوڪرو ڪيڏانهن ٿو وٺي هلي. صدر ۾ ٽرام پهتي ته هن چيو ته "لهه ته ٻيءَ ٽرام ۾ چڙهون". هن سان گڏ آئون به لٿس ۽ ٻيءَ ترام ۾ وڃي چڙهياسين. ڇو ته صدر اسٽيشن جون ٽرامون، فقط صدر تائين اينديون هيون ۽ اتان وري بولٽن مارڪيٽ واري ٽرام ۾ چڙهڻو پوندو هو. آخر ۾ هيءَ ٽرام به هلڻ لڳي. بندر روڊ تي آئي ته هل هليو. وهم آيم ته خبر ناهي ته ڇوڪرو ڪنهن ٻئي شهر ۾ وٺي ته نه ٿو هلي! ٻ ٽي دفعا انتظار ۽ استعجاب ۾ پڇيو مانس ته اجا سنڌ مدرسو پري آهي؟ جواب ڏنائين ته نه ويجهو آهي. آخر بولٽن مارڪيٽ وٽ ٽرام اچي بيٺي ۽ اسين ٻئي لٿاسين. ٻن ٽن منٽن ۾ اچي سنڌ مدرسي ۾ داخل ٿياسين. گهنڊ لڳي ويو هو. ڇوڪرو ته مون کي ڇڏي اکين کان غائب ٿي ويو. مون گيٽ تي بيٺل پٽيوالي کي چيو ته مان هتي داخل ٿيڻ لاءِ آيو آهيان. آئون نئون آهيان مون کي آفيس ۾ وٺي هل. هن پٽيوالي جونالو بنياد علي شاهه هو. پيرسن هو ۽ ويچاري مون کي مٽي وٺي اچي آفيس ۾ ڇڏيو. پنج ڇهه ڪلارڪ ويٺا هوا. مون ليٽر ڪڍي هڪ کي ڏنو. هن پڙهي هيڊ ڪلارڪ مسٽر سعدالله کي ڏنو. جنهن مون کي وائيس پرنسيپال مسٽر مريد عليءَ کان آرڊر وٺي سيڪنڊ ڊي ڪلاس ۾ موڪليو. سيڪنڊ ڊي ڪلاس جو ماستر ان وقت مسٽر محمد وريل هو. جو ٺٽي جو رهاڪو هو. هن مون کي داخل ڪيو. مگر پڇيائين ته سياٽي کان ويڪيشن ۽ اڌ ڏينهن موڪل آهي (هاف هاليڊي آهي) سڀ بورڊر اڄ رات ڳوٺ ويندا. تنهنجو ڪو هتي واقف آهي؟ مون چيو ته سائين مون کي ليٽر پهتو هو ته ويڪيشن ٿيڻ کان اڳ اچي داخل ٿيءُ، نه ته توکي ٻن مهنن جي اسڪالر شپ نه ملندي. چيائين ته خير تون ڪٿي جو ويٺل آهين ۽ هتي ڪو تنهنجو واقف آهي؟ مون ٻڌايومانس ته هالن پراڻن جا ڪي ڇوڪرا هتي پڙهن ٿا. انهن مان هڪ علي اڪبر ميمڻ مون کي سڃاڻندو آهي. هن صاحب علي اڪبر کي گهرايو ۽ مون کي ان سان ملايائين جو مون کي خواجه علي محمد بورڊنگ هائوس جي سپرنٽينڊنٽ وٽ وٺي هليو. جنهن مون کي بورڊنگ ۾

داخل ڪيو ۽ انٽر هال ۾ رهڻ جي لاءِ جاءِ ڏنائين. ايتري ۾ موڪل جو گهنڊ لڳو ۽ عزيز علي اڪبر مون کي ڊائننگ هال ۾ وٺي هليو. عجب نظارو هو. بورڊر وڻ وڻ جي ڪاني ورانڊي ۾ اچي گڏ ٿيا. ماني ۽ جي گهنڊ جو وڄڻ ۽ اچي بينچن ۽ ميزن تي ٿيا. انين جيئن ٻڪريون ڌاري تي اچن. ماني اڳيئي ميزن تي رکي وئي هئي. ٿلهيون مانيون جهڙا قلندر جا روٽ. ڇري سان وڍي ٽڪر ٽڪر ڪيل بورچي ۽ پٽيوالا کنيو پئي هليا ۽ جنهن ٽڪر گهريو ٿئي ان کي ڏيندا ٿئي ويا. بوڙ جي پليٽ بهرحال هر هڪ کي مليل هئي، سيني ماني کائي رڄ ڪيو. پيئڻ جو پاڻي جست جي جڳن ۾ پيل ۽ جست جا گلاس ميزن تي رکيا هوا. عجيب نظارو هو، مون ان کان اڳ ڪڏهن به ههڙو تماشو نه ڏٺو هو.

پيٽ جي پوڄا ختم ٿي، ته علي اڪبر مون کي ابوبڪر پنيءَ ۽ سندس ڀاءُ غلام محمد سان به ملايو. مون کان پڇيائين ته سامان به ڪو ساڻ آندو اٿئي؟ مون چيو ته هڪ ڪيس جي ڏري آندي اٿم. ٺيڪ، چو ته مون کي ليٽر ۾ لکيو ويو هو ته سياڻي ونڪيشن آهي. هنن چيو ته نيڪ آهي، هاڻي هل ته ته تنهنجي ڪنسيشن ڪرايون. ڪنسيشن جي معنيٰ مون کي سمجهه ۾ نه آئي. ٻڌايائون ته شاگردن کي ٽڪيٽون اڌ پئسن ۾ ملنديون. مون چيو ته آئون حيدرآباد لکندس. چوڏهن آنا منهنجي اڌ ٽڪيٽ جا ونو. هنن چيو ته نه تنهنجي اڌ ٽڪيٽ جا به اڌ پئسا لڳندا. مون ست آنا ڏنا ۽ هو مون کي ڪئپٽن وٽ وٺي هليا، جنهن مون کان پئسا وصول ڪيا ۽ نالو لکيائين ۽ شام جو ٻين ٽڪيٽن سان گڏ منهنجي به ٽڪيٽ آندائين ۽ مون کي اچي ڏنائين.

سنڌ مدرسو بورڊنگ هائوس هڪ شريفاڻو جيل هو. جمعي ۽ آچر ڪانسواءِ ڪو به شاگرد گيٽ کان ٻاهر نڪري نه سگهندو هو سو به پاس سان. پاس به ٽن يا چئن ڇوڪرن کي گڏ ملندي هئي ۽ ان ۾ وقت ۽ شهر جو اهو ڀاڱو جتي وڃڻو هوندو هو، تنهنجو تعين ڪيل هوندو هو. مثلا صدر، سٽي، ڪياماڙي، سولجر بازار، جانورن جو باغ، عجائب خانو وغيره وغيره شهر ۾ پراڪنر گهمندو هو ۽ پاسون ڇڪاسيندو هو.

هي ڏينهن ته ونڪيشن جي ملڻ جو ڏينهن هو ۽ جنرل پاس هئي. بورڊر جوق در جوق خرامان هشاش بشاش ٻاهر وڃي رهيا هوا. خوشيءَ کان هر هڪ جي چپن تي مرڪ ۽ منهن تي عجيب رونق طاري هئي. سينڊون ۽ چمپليون وڄائيندا ڳانا ڳائيندا روان دوان شهر ۾ پڪڙي پيا ۽ مختلف دڪانن تان ڳوٺ لاءِ سوکڙيون پاکڙيون وٺندا نظر پئي آيا. آءٌ به علي اڪبر، ابوبڪر ۽ غلام محمد سان گڏ شهر ۾ ويس. ڪاري در جي منهن وٽان سوپاريون، بسڪوٽ ۽ ڪٽمنڙا ورتم جتي انهن شين جو هڪ خاص مشهور دڪان هو. علي اڪبر ٻڌايم ته چندو حلوائي جو حلوو مشهور آهي. ڏهين آني سير جو ڊبو ملي ٿو، آءٌ به هڪ وٺان ٿو تون به وٺ. مون چيو ته ها آءٌ به وٺان ٿو. چندو حلوائيءَ جو دڪان ته سنڌ مدرسه جي بلڪل لڳ بندر روڊ تي هو. آخر حلوو

۽ خريد ڪري اهي سڀ شيون ڪيمپ جي ڏريءَ ۾ هڙ ڪري ڇڏيم.

رات جو ڪراچي سٽي اسٽيشن تي ٻارهين ٻجي پئسينجر گاڏي، جنهن کي عام طرح مڪس گاڏي چوندا هوا، ان جي ٿرڊ ڪلاس ۾ چڙهياسين. ماستر تاج محمد جي چوڻ جي تصديق تي سٽي اسٽيشن مدرسہ کان سڏ پنڌ تي هئي. سنڌ مدرسي جي شاگردن اهڙو ڪم ڪيو جو گويا گاڏي سندن خانگي ملڪيت هئي، سڀني تختن (برٿن) تي ڊگها ٿي سمهي رهيا. ڪنهن کي ٻہ نہ گاڏي ۾ چڙهڻ ڀيا ڏين ۽ نہ ويهڻ. مطلب تہ اها رات پنهنجي بادشاهي لڳائي ڏنائون گارڊ ۽ ٻيا ريلوي اختياريءَ وارا عاجز هوا ۽ چون تہ "چوڪراٺي پوتي ڪٽيءَ نہ ڏوتي" هن شيطان جي لشڪر سان ڪير پوري پوي. مون کي ٻہ هڪ برٿ مليو ۽ هڙ ڪنڌ هيٺان رکي ليٽي پيس. گذريل رات شهدادپور کان وٺي ڪراچي تائين اوجاڳو هو ۽ وري ڏينهن سڄو هل هلان ٿي هئي ۽ هن رات بہ سمهڻ جو امڪان نظر نہ ٿي آيو شاگردن جي لڙ کان ننڊ نيڻن مان موڪلائي وئي. ڪٿي ٿو آرام اچي! هل هنبسا کل پوڳ، راڳ روپ چرچا گهبا ۽ تاڙين جي ڦهڪن رات کي ڏينهن ۾ بدلائي ڇڏيو. چوندا آهن تہ ننڊ سوريءَ تي بہ اچي وڃي. مان پنهنجي ڪيس واري هڙ ڪنڌ هيٺان ڏيئي جو سمهي رهيس، تہ صبح جو فجر مهل اک اچي ڪوٽڙي تي کوليم. جتي دادو لائين سان ويندڙ شاگرد لٿا پئي ۽ وٽ وڻان ٿي وئي ۽ عجيب شور برپا ٿي ويو. آءٌ پنهنجن ڳوٺائي دوستن سان گڏ تياريون ڪرڻ لڳس ۽ حيدرآباد اچڻ تي ڪانئن موڪلائي لهي پيس ۽ منهنجا سنگتي اڏيري لعل اسٽيشن تي لهڻ وارا هوا، جن کي مون تاڪيد ڪيو هو، تہ منهنجي مائٽن کي تسلي ڏجو تہ آءٌ خير سان حيدرآباد پهتو آهيان ۽ هڪ ڏينهن ناناٽي رهي ڳوٺ ورندس.

هڪ ڏينهن حيدرآباد ۾ داهو ڪري صبح جو مڪس گاڏي ۾ حيدرآباد مان روانو ٿيس ۽ اڏيري لعل اسٽيشن تي اچي لٿس. ان زماني ۾ اڏيري لعل اسٽيشن کي گهانگهلن جي اسٽيشن بہ چوندا هوا جتان گهانگهلا ذات جي ماڻهن جو ڳوٺ ميل کن پنڌ تي هو. هيءَ اسٽيشن گهڻين ڳالهين ڪري وڏيڪ سهوليت واري هئي. هتي ان جي ڪوڙي هوندي هئي، جتي اٺ هر وقت ياڙي تي سوارين لاءِ ملي سگهندا هوا. ڪوڙيءَ تي جتن کي هڪ روپئي پنيان هڪ آنو، ڪوڙيءَ جي جمعدار کي آنڪي ڏيڻي پوندي هئي، جنهن جي عيوض هو جتن جي حقي پاڻي جو انتظام رکندو هو. جت اڪثر گهوٺاٺن جا مير جت هوندا هوا ۽ ياڙا ڪٽڻ هنن جو آبائي پيشو هو. هو هر وقت هالن جي مارڪيٽ ۾ اٺ سوڌو نظر ايندا هوا ۽ چار يا اٺ آنا سوٽي وٺي اُٺ ٻڌندا هوا ۽ وقت تي اچي گهران سوار کي ڪٽندا هوا. مون کي ياد آهي تہ سال ١٩١٤ع ۾ جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي تڏهن سرڪار زوريءَ اٺ خريد ڪرڻ پئي ڪيا ۽ خريداريءَ لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي هئي. مير جت ويچارا جن جي گذران جو ذريعو ئي ڏاگها هوندا هوا، سي زوريءَ

انهن کان محروم ٿي ويا ۽ سندن ڏنڊو بند ٿي ويو. کوڙي ان ڪري وينداڻي ڪو نہ هوا، جو اتان سرڪاري ماڻهو جنهن جو اٺ ڏسندا هوا تہ بيگر هٽي ويندا هوا. مير جت ويچارا چوندا هوا تہ ادا ڇا ڪريون، انن پر ڪاميٽي پئي آهي. اسان مسڪينن سان ويل وهي ويا آهن. انن جي اٺاٺ سبب اسٽيشن تي ويٺل ميربحر جي پنهنجا ٽانگا ان وقت فقط اڏيري لعل اسٽيشن کان اڏيري لعل وليج تائين هلائيندا هوا، سي هن انن جي قحط ۾ هالن تائين ٽانگا هلائڻ لڳا هوا، جنهن ڪري ڪجھ پرم پري وڃي ٿي ۽ مسافرن جي رهجي آئي. وري جڏهن موٽرون نڪتيون ۽هالن جا ماڻهو شهدادپور کان موٽرن ۾ سواري ڪرڻ لڳا، تڏهن بہ ويچارن مير جتن جي روزي تي لت اچڻ لڳي ۽ جڏهن ڪانئن پڇبو هو تہ "جت فقير ڀاڙا ڀاڙا ملن ٿا يا نہ" تہ هٿ ڪٽي موٽرن کي پٽيندا هوا ۽ جنگ عظيم وارو زمانو ياد ڪري چوندا هوا تہ "خدا ڪا موٽرن ۾ ڪاميٽي وجهي اسان جو روزگار ئي بند ٿي ويو آهي."

خير آءٌ ٻئي ڏينهن ڳوٺ آيس، منهنجي امڙ ويچاري نهايت سڪ سان مون کي اچي ڀاڪر پاتو ۽ خوش ٿي. هن ويچاريءَ ٽي ڏينهن منهنجو انتظار ڪيوهو ۽ اکين مان لڙڪ وهايا هوا. ان وقت ڪراچيءَ جو سفر بہ حج جو سفر هو. ويچاريءَ چيو پئي تہ اسماعيل ٻار آهي ۽ اڪيلو ڪراچيءَ موڪليو اٿوا! چاچا محمد موسيٰ مرحوم ڪيس دلداري ڏيندو ٿي رهيو تہ اسماعيل چالاڪ ڇوڪرو آهي. تون ڪو بہ فڪر نہ ڪر. انڏن وڃي ملتان لڌو آهي. هيءُ پڙهيل ڳڙهيل ڇوڪرو ڪراچيءَ نہ پهچندو؟ آخر جڏهن گهر پهتس تڏهن امڙ خوشي ڪئي ۽ خيرات جون جليبيون وراهيون.

سنڌ مدرسو سنڌ جو هڪ اهڙو ادارو هو. جنهن جيٰ شاگردن جي پاڻ ۾ ڏاڍي سڪ ۽ محبت هوندي هئي. هوبهو علي ڳڙهہ جي شاگردن وانگر مدرساين جو هڪ ڀائپي جو سبنڌ هوندو هو. سموري وئڪيشن ڪڏهن هالن پراڻن وارا دوست هالن نون ۾ مون وٽ ايندا هوا ۽ڪڏهن مان هالن پراڻن ويندو هوس. وئڪيشن خير سان ڪل خوشيءَ ۾ گذري ويئي ۽ آخر اهو ڏينهن آيو جو وري ان شريفاڻي جيل ڏانهن وڃڻو پيو. مگر ڪراچي ويندي اٿاهہ خوشي پئي محسوس ڪئي سين. موٽ جي ڪنسيشنِ اسان وٽ هئي ۽ ابوبڪر اسان جو ڪئپٽن هو. پهرئين دفعي آءٌ اڪيلو ڪراچي ويو هوس پر هن دفعي چار اٺ اسان سان گڏ پئي هليا ۽ شهدادپور جي پنڌ اسان کي ڏيکائي ڪا نہ ڏني. نيٺ مدرسي جي سيخن اندر بند ٿياسين ۽ مدرسي واري حياتي شروع ٿي.

❑

## باب يارهون

# سنڌ مدرسة الاسلام جو دؤر (ڀاڱو-٢)

ونڪيشن ڪان اڳ مون مدرسي ۾ صرف چند ڪلاڪ قيام ڪيو. تنهن ڪري مدرسي جي بلڊنگ خواهه هاسٽلون گهمي نه ڏٺيون هيم. جڏهن ونڪشين بعد موٽي آيس، تڏهن انٽرهال جنهن ۾ چند ڪلاڪ ترسيو هوس سو ڊهي پٽ ٿي چڪو هو ۽ اسان ننڍن شاگردن کي سردار هائوس ۾ رهايو ويو. جو ونڪيشن جي عرصي ۾ مڪمل طور تيار ٿي ويو هو ۽ رهائش جي قابل هو. سردار هائوس ۾ چار هال هوا، ٻه مٿي ۽ ٻه هيٺ مون کي (A) هال ۾ رهايو ويو. پنهنجي همر وطن هالائي دوستن کي چيم ته مون کي مدسو گهمائي ڏيکاريو. ان وقت مدرسي جي بورڊنگ هائوس ۾ چار هاسٽلون هيون. ١- ٽالپر هائوس ٢- حسن علي هائوس ٣- خيرپور هائوس ۴- سردار هائوس ۽ هڪ سينيٽوريمر (اسپتال) هئي، اڄ تائين ساڳيءَ حالت ۾ قائمر آهن.

مدرسي جي بلڊنگ ٻه طبقي چورس شڪل جي نهيل هئي. جنهن ۾ هيٺ مٿي ڪلاس هوا. ۽ ڏکڻ طرف کان اُپر (مٿيون) هال ۽ ان جي هيٺان هڪ ڊائننگ هال هو. اُپر هال ۾ هڪ ڪلاڪ روزانو رات جو بورڊرن کي ٽيوشن وٺڻ لاءِ لازمي وڃڻو پوندو هو. ۽ حاضري ٻه ورتي ويندي هئي ۽ هر ٻئي آچر جي رات ڊبيٽ ٿيندي هئي جنهن ۾ بورڊرن سان گڏ ڊي بئائز (شهري شاگرد) ٻه حصو وٺندا هوا. ازانسواءِ امتحانن جي لاءِ ٻه ڪتب ايندو هو. هن هال جي هڪ ڪنڊ ۾ ڊرائنگ ڪلاس ٻه هلندو هو. جنهن جو ماستر هڪ گجراتي هندو مسٽر ترويدي هو. هيٺئين طبقي جا ڪلاس سڀ پرائمري هوا. جن ۾ گجراتي، اردو ۽ سنڌي برانچون ڪمر ڪنديون هيون ۽ مٿي سيڪنڊري (ثانوي) ڪلاس درجي ١ کان ٧ تائين هونڊا هوا. البت هيٺ ٣ ڪلاس سيڪنڊريءَ جا ٻه هوا. اتر اپرندي جي ڪنڊ تي هڪ روم ۾ مرحوم محمد هاشم نالي بوڪ اسٽال جو انچارج هو. عام طرح ڪيس محافظ سڏيو ويندو هو. مرحوم نهايت مزيدار ماٺهو هوندو هو. انگريزي ٿوري پڙهيل هو. مگر مٿين ڪلاسن جي شاگردن سان زور ڪري ڀڳل ٽٽل انگريزي ڳالهائيندو هو. جنهن ڪري مدرسي ۾ سندس انگريزيءَ جون اهلون ڪندا هوا. بوڪ اسٽال ۾ جيڪي ڪچا نوٽبوڪ، بائونڊ بوڪ ۽ رپورٽ بوڪ يا ايڪسرسائيز يا امتحاني نوٽبڪ هوندا هوا تن ۾ "سنڌ مدرسته السلام" جو نالو ڇپيل هوندو هو. سيڪنڊري ڪلاسن ۾ ٻه ساڳين ٽن ٻولين يا زبانن ۾ ڪلاس هوندا هوا. مدرسي جي عمارت جيئن مٿي

چيو اٿم، ته چورس شڪل جي هئي، ان ڪري وچ ۾ ٺورو گرائونڊ هو جنهن ۾ لڏڻ لاءِ پينگهون ۽ بار ڪشڻ لاءِ ڏهن سيرن جي پڃرين ڪان وٺي مڻ تائين ڪاٺ جون پڃريون رکيل هونديون هيون، جتي شام جو ۽ موڪل جي ڏينهن تي بورڊر ورزش ڪندا هوا. ڪي مشهور ماستر جن جا نالا ياد اٿم سي هوا. ١ـ رياضي ٽيچر مسٽر پراگجي، سائنس ٽيچر هڪ يهودي ابراهيم ٽالڪر هوندو هو ۽ پرنسيپال ٽي ايچ وائنس، هڪ انگريز عيسائي هو. مشهور استادن ۾ مسٽر محمد حسن سولنگي جنهن سڄي عمر درجو پهريون پاڙهيوهو. سو هڪ بهترين ۽ لاجواب استاد ليکيو ويندو هو. درجي ٢ ۾ مسٽر عمرالدين نومڙيو، درجي ٣ ۾ مسٽر الهڏنو سمون (علاؤالدين) ۽ هڪ هندو ماستر مسٽر نهالچند هوندا هوا. درجي ۴ تي مرحوم محمد صالح پني هالائي ۽ مسٽر تاج محمد ٻگهيو هوا. درجي ۵ تي مسٽر احمد بخش راهو هڪ قابل استاد هو. درجي ٦ ۾ مسٽر عبدالرحمان مغل مرحوم ۽ ستين درجي تي خانصاحب مريد علي ۽ مسٽر ضياءَ الله هوا. اردو ۽ سنڌي ڪلاسن جي سيني ماسترن جا نالا لکڻ طوالت جو سبب بڻبا جنهن ڪري ڊيگهه نٿو ڪريان. اسپيشل ٽيچرس ۾ فارسيءَ جو استاد مسٽر سليمان سفوي ايراني هو. عربيءَ جو استاد مولانا قاضيءَ عبدالرزاق هو ۽ فقهه جو استاد مولانا مولوي عبدالرحيم منگسي هوا هڪ ملٽري رٽائرڊ پنجابي ڊرل ماستر هو جنهن کي خان چوندا هوا.

مدرسي بلڊنگ جي اتر واريءَ ڪنڊ ڪان سُني ماسڪ (مسجد) ۽ ڏاکڻيءَ ڪنڊ ڪان شيعا ماسڪ (مسجد) ٺهيل هيون. ٽالپر هائوس، والي رياست خيرپور جي عطيه مان ٺهرايو ويو هو. ان ۾ اڪثر خيرپور جا ٽالپر شاگرد رهندا هوا ۽ حسن علي هائوس جي هيٺين طبقي ۾ ايراني شاگرد رهندا هوا. جن جو خرچ ايراني حڪومت پريندي هئي. اهڙيءَ طرح ٽالپرن جو خرچ والي رياست خيرپور پريندو هو. شيعا مسجد جي لاءِ هڪ شيعا عالم مقرر ڪيل هو ۽ سُني مسجد مولانا عبدالرحيم جي سنڀال هيٺ هئي. شيعه فقه شيعه عالم شاگردن کي پڙهائيندو هو. چونڪ هو ايراني هو، ان ڪري سنڌي شيعا شاگرد هن کي سمجهي نه سگهندا هوا. ٻنهي مولوين کي بين هائوس ماسترن وانگر رهائش لاءِ ڪوارٽر مليل هوا ۽ باقي ماستر صاحبان شهر ۾ سڪونت پذير هوا.

مدرسي جون هاسٽلون ڏکڻ کان ٽالپر هائوس، اپرندي کان حسن علي هائوس ۽ اتر کان خيرپور هائوس مدرسي جي وچنين ميدان کي ڦري ٿي آيون، وچ وارو ڪشادو گرائونڊ راندين لاءِ استعمال ٿيندو هو. بورچي خانا، ڌوبي گهاٽ، غسل خانا ۽ پنگين لاءِ ڪوارٽر سنيٽوريم جي طرف ڏي هوندا هوا. ٽالپر هائوس والي خيرپور جي ڏنل عطيي سان ٺهرايل هو. حسن علي هائوس ۽ مدرسه بلڊنگ عام چندن سان تيار ٿي هئي ۽ خيرپور هائوس پڻ والي خيرپور جي سخا جو نتيجو هو. سردار هائوس سردار واحد بخش خان پٽني جي هٿ جس هئي، ڪاڪوس خانا سڀ

فلش نهيل هوا. جي مون زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڏٺا هوا. ساڳئي طرح اليڪٽرڪ لائيٽ بہ مون پهريون ئي دفعو ڪراچيءَ ۾ اچي ڏٺي هئي.

اسڪول بابت هيءَ مختصر مگر جامع ذڪر ان ڪري ڪيم. جو منهنجي لاءِ مدرسي جهڙو ادارو ان وقت هڪ عجوبي جي حيثيت ٿئي رکي. اهڙي اداري جو مان ڪڏهن تصور ئي ڪري نہ ٿئي سگهيس.

سنڌ مدرسي ۾ مانٽوريل (مانيٽرن) جي سرشتي جو طريقو نهايت ڪامياب نموني ۾ قائم هو. هر هڪ هال ۾، هاسٽل جو مانيٽر، ڪلاس جا مانيٽر، ڊرل جا مانيٽر، اسڪائوٽنگ جا مانيٽر، نيوشن هال جا مانيٽر، ڊائننگ هال جا مانيٽر هابي هال جنهن ۾ واڍڪيءَ جو هنر سيکاريو ويندو هو، ان جا مانيٽر، مطلب تہ هر شعبي لاءِ مانيٽرن جو دستور قائم هو. سُني مسجد ۾ هر جمعي جي رات مولود خواني ٿيندي، جنهن ۾ جيڪي شاگرد حصو وٺندا هوا، تن ۾ قابل ذڪر ١_ نور محمد پٽي ٢_ عمر الدين (عمر بن محمد) دائودپوٽو، ٣_ محمد يوسف جوٽيجو ۽ محمد صالح راهو جو هوندا هوا. هفتي ۾ جمع ۽ آچر جي ڏينهن شهر ۾ وڃڻ جي اجازت ملندي هئي، جنهن لاءِ بورڊنگ جو سپرنٽينڊنٽ پاسون اشو ڪندو (ڏيندو) هو. اهي پاسون ٽن قسمن جون هونديون هيون. ١_ شارٽ (ننڍي) پاس، ٢_ لانگ (وڏي) پاس، ٣_ رليشن (مائٽن کي وڃڻ لاءِ) پاس. جمعي جي ڏينهن شاگردن کي شارٽ پاس ملندي هئي ۽ اهي شاگرد جن جا ڪي رشتيدار شهر ۾ نوڪرين جي سبب يا ڪنهن ٻئي ڪاروبار سان رهندا هوا، تن کي رليشن پاس ملندي هئي. شارٽ پاس فقط ٽن ڪلاڪن لاءِ سٽيءَ (شهر) ۾ گهمڻ ڦرڻ لاءِ ملندي هئي ۽ لانگ پاس صدر، ڪياماڙي، زولاجيڪل گارڊن ۽ منهوڙي لاءِ ملندي هئي. جنهن جو وقت ٦ ڪلاڪ هوندو هو. رليشن پاس صبح جو ٨ وڳي کان شام ۴ وڳي تائين ڏني ويندي هئي. شارٽ ۽ لانگ پاسن جي چڪاس لاءِ هڪ پراڪٽر (نگران) مقرر ڪيل هوندو هو. لانگ ۽ شارٽ پاسن ۾ ڪم از ڪم ٽن شاگردن کي گڏ هڪ پاس ملندي هئي. پاس ۾ وقت ۽ شاگردن جا نالا لکيل هوندا هوا. پراڪٽر شهر ۾ نهايت چوڪسيءَ سان چڪر ڪائيندو رهندو هو ۽ ڏسندو رهندو هو تہ ڪي بہ شاگرد نيپيئر روڊ يا ٻين اهڙن ممنوع ڪوارٽرن ڏي تہ نٿا وڃن ۽ شاگردن جي سجاڻپ جي نشاني اها هوندي هئي، جو شاگرد يونيفارم ڪانسواءِ ٻاهر نڪري نہ سگهندا هوا. يونيفارم ۾ ڪاري صوف جو گلي بند ڊگهو ڪوٽ ۽ ترڪي ٽوپي هوندي هئي ۽ پاس ۾ لکيل شاگرد ٽيئي گڏ گهمندا هوا ۽ جدا جدا ٿي نہ سگهندا هوا. پراڪٽر انهن کي ڏسندو هو. تہ ڪانئن پاس گهرندو هو تہ برابر وٽن آهي يا نہ؟ ۽ انهن تي پنهنجي چوٽي صحيح ۽ وقت وجهندو هو. مانيٽرن کي بہ ڪجهہ معاوضو ملندو هو. جي شاگرد ئي هوندا هوا ۽ پراڪٽر کي چڱو موچارو الائونس ملندو هو. جو هڪ ماستر هوندو هو. اسان جو پراڪٽر مسٽر

علاؤالدين سمون هو جو نهايت زبردست چوڪسي ڪندو هو. ٻيڙي پيڻ بورڊنگ جي اندر خواه ٻاهر منع هوندي هئي تاهم ڪي شاگرد لڪي ڇپي وڏي احتياط ۽ خوف سان پيئندا هوا.

راندين جو شوق مون جيترو سنڌ مدرسي ۾ ڏٺو، اوترو ڪنهن ٻه اسڪول ۾ نه ڏٺم. شام جو عصر (وچين) نماز سوير پڙهي ويندي هئي ۽ پوءِ سڄو مدرسو بورڊنگ جي ميدان تي پهچي ويندو هو ۽ راندين جو ڇهڇٽو مچي ويندو هو. جدا جدا ڪپتن فٽ بال، ڪرڪيٽ، هاڪي ۽ ٻيون رانديون شروع ڪري ڏيندا هوا ۽ مغرب جي اذان (ٻانگ) ملڻ سان هڪدم راند بند ٿيندي هئي ۽ مسجد ڏي ڊوڙي ويندا هوا ۽ وضو ڪري نماز ادا ڪندا هوا. جتي هر نماز تي بورڊرن جي حاضري ورتي ويندي هئي. مغرب جي نماز ختم ٿيڻ بعد ڊائننگ هال جو بيل (گهنډ) وڄندو هو ۽ سڀ شاگرد اچي مانيءَ تي ڪرندا هوا. ماني جا ٽي ڪلاس هوندا هوا. ١ـ فرسٽ ڪلاس ٢ـ انٽر ڪلاس ۽ ٣ ٿرڊ ڪلاس. ٿرڊ ڪلاس جي مانيءَ جو معاوضو ماهيانو ڇهه روپيا هو، انٽر جو ٻارهن رُپيا ۽ فرسٽ جو ٢٥ رپيا هو. ٿرڊ ڪلاس ۾ اڪثر فري بورڊر هوندا هوا ۽ ٻيا پيئنگ (خرچ خود پريندڙ) هوندا هوا. اڪثر ننڍا شاگرد ٿرڊ ڪلاس ۾ ئي ماني کائيندا هوا. انٽر ڪلاس ۾ مٿين درجن جا شاگرد، جن کي اسڪالر شپ ماهيانه ١٥ روپيا ملندي هئي سي ۽ انهن سان گڏ ٻيا وسعتمند مائٽن جا پٽ پيئنگ بورڊر هوا. فرسٽ ڪلاس ۾ امير مائٽهن جا فرزند جهڙوڪ سردار نبي بخش خان پتو، مير بنده علي خان ٽالپر، لنواري شريف جو هڪ پير ۽ ڪي رياست خيرپور جا مير ۽ ٻيا وڏن مائٽهن جا پٽ ماني کائيندا هوا. فري بورڊر کي ڊريس، ٽوپيءَ کان وٺي بوٽ تائين مفت ملندي هئي. مون درجي ٢ ۾ جيڪي چند مهينا گذاريا سي ٿرڊ ڪلاس ۾ ماني کاڌي ۽ ٽيئي درجي ۾ اچڻ بعد انٽر ڪلاس ۾ ماني کائڻ شروع ڪئي. ١٥ روپيا اسڪالر شپ ملندي هيم، جي کاڌي تي ڏيندو هوس ۽ باقي خرچ مائٽن کان مني آرڊر ذريعي گهرائيندو هوس.

مون کي ٢ ۾ سيڪنڊ ڊي ڪلاس ۾ داخلا ملي هئي ۽ درجي ٣ ۾ اچڻ تي ٿرڊ اي ۾ داخلا مليم، جا ٢ درجي ۾ ڪلاس ۾ پهريون نمبر اچڻ ڪري ملي هئي. ٽئين درجي جو ماسٽر مسٽر علاؤالدين سمون هو، جو نهايت هوشيار ۽ قابل استاد هو. هو مرحوم مون کي ڏاڍو پيائيندو هو، جنهن ڪري مون سان گستاخي ڪرڻ جي ڪنهن کي به جرئت نه ٿيندي هئي. ننڍن شاگردن کي وڏن جي (ڪوٺين) ۾ وڃڻ کان منع هوندي هئي ۽ آئون مدرسي جي رولن (قانون) جي بلڪل پابندي ڪندو هوس ۽ ڪڏهن به ڪنهن کي وجهه نه ڏنم، جو منهنجي ڪا شڪايت ڪري. ٽئين درجي ۾ اچڻ سان، اسان کان پڇيو ويو ته اوهان عربي ڪندا يا فارسي. ياد رهي ته سنڌ جي ٻين سيني اسڪولن ۾ ثانوي زبان ۴ درجي کان شروع ڪرائي ويندي هئي، مگر صرف سنڌ مدرسو ئي هو جتي ٣ درجي کان شروع ڪرائي ويندي هئي. بهرحال مون عربي

ڪٽڻ لاءِ رضامندي ڏيکاري. مولوي مولانا قاضي عبدالرزاق اسان کي مرقات الادب جو ڪتاب وٺايو ۽ جڏهن پاڙهڻ شروع ڪيائين تڏهن مون هڪ اهڙي لذت ۽ سرور محسوس ڪيو. جنهن جو بيان ڪري نٿو سگهان. عربيءَ ۾ ايترو تہ شوق رکيم جو سيني شاگردن ۾ برک هوندو هوس. مولانا عبدالرزاق مون کي ڏاڍو پسند ڪندو هو. جڏهن مئٽرڪ پاس ڪري ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ آيس تڏهن تہ مولانا مرحوم جي مونسان دوستي ٿي ويئي.

مولانا عبدالرحيم منگسي اسان کي فقه پاڙهيندو هو. فقه ڇا آهي؟ وضو، غسل، نماز، روزو، زڪوات، حج وغيره جا اصول ۽ قرآن پاڪ جي پهرين ايميءَ جي سورتن سڀُورين جي سنڌي معنيٰ سيکاري ويندي هئي. مون کي خود عالمن جي لاءِ قدرتي طرح تعظيم ۽ تڪريم هوندي هئي ۽ انهن جي وڏي عزت ڪندو هوس ۽ انهن کي هميشہ پيرين پئي ملندو هوس. پيچ پيچ جي عادت تہ مون کي اصل کان هئي، ان ڪري ڪيترين ديني ڳالهيون ڪانئن پڇندو هوس ۽ سندن مٿو کائيندو هوس. الله تعاليٰ ٻنهي مولوي صاحبان تي پنهنجي رحمت جي پالوٽ ڪري. منهنجي پيچ پيچ سبب هرگز ڪڪ نہ ٿيندا هوا. پر پاڻ مون کي وڌيڪ پائيندا هوا ۽ سدائين پنهنجي شفقت جو هٿ منهنجي پٺن تي مٿي تي ڦيريندا هوا. ڪڏهن ڪڏهن عيد ميلاد جا جلسا ڪڏي، جهونا مارڪيٽ، ميمڻ مسجد ۽ مسجد قصابان صدر ۾ ٿيندا هوا تہ آئون کين عرض ڪندو هوس تہ مون کي اتي وٺي هلو مان عالمن سڀُورن جا وعظ ٻڌان. ان تي ڏاڍو خوش ٿيندا هوا ۽ مون کي بورڊنگ جي اختياريءَ وارن کان اجازت وٺي پاڻ سان گڏ وٺي هلندا هوا. هڪ عالم سڀُورو مرحوم مولانا مولوي عبدالڪريم درس تہ اهڙي تقرير ڪندو هو جا منهنجي دل ۾ چپي ويندي هئي، ۽ آءٌ نماز جو پابند ۽ قرآن پاڪ جي دؤر جو متقي ۽ پابند ٿي پيس.

مدرسي جو پرنسيپال مسٽر ٽي ايچ وائينس جو راندين تي خاص مارو هو. هفتي ۾ ٻہ دفعا فجر جي نماز بعد ڪمپلسري (لازمي) ڊرل ڪرائي ويندي هئي، جنهن ۾ جدا جدا اسڪاڊس (Sqauds) هونديون هيون ۽ انهن لاءِ جدا جدا وڏا شاگرد ڪئپٽن هوندا هوا. شام جو واري واري سان جدا جدا ڪلاس، سنڌ مدرسي کان منڪلوڊ روڊ ڏيئي ڪمشنرس ميدان تي قطار ۾ ويندا هوا. مان راندين ڪرڻ لاءِ لاچار هوس جو مون کي هرنيا (ڄُن) هئي، انڪري راندين ڪرڻ کان معافي مليل هوندي هيم. تاهم پنڌ ڪري اتي ويندو هوس، مگر ڊڪ ڊوڙ نہ ڪندو هوس. اهوئي سبب هو جو منهنجو راندين سان اول کان آخر تائين واسطو نہ رهيو.

سنڌ مدرسي ۾ هڪ عاليشان لئبرري هئي ۽ هڪ ريڊنگ روم (دارلمطالعہ) ريڊنگ روم ۾ چند رسالا ۽ الوحيد اخبار سنڌي ۽ ٻيون انگريزي اخبارون جهڙوڪ سنڌ آبزرور ۽ نيو ٽائمس اينديون هيون. راند ۾ درڪ نہ هئڻ سبب منهنجو توجهہ لئبرري ۽ ريڊنگ روم ڏي مبذول ٿيو. جيتوڻيڪ هيٺين درجن جا شاگرد ريڊنگ روم ۾ نہ ويندا هوا، مگر آءٌ زور ڪري اتي وڃي

ويهندو ۽ پڙهندو هوس. مولانا مولوي عبدالرزاق صاحب مرحوم ۽ محمد صالح پڻي مرحوم سنڌ مدرسي ڪرانيڪل جا به ايڊيٽر هوا. ڪرانيڪل ڏاڍي شوق سان پڙهندو هوس ۽ عجب لڳندو هوم ته ماڻهو ڪيئن ٿا اهڙا ليک لکن ۽ دل ۾ چوندو هوس ته آءٌ ڪڏهن اهڙو ٿيندس جو اهڙا مضمون لکندس.

آخر ٽئين درجي جو سال به خير سان پورو ٿيو ۽ آءٌ ساليانه امتحان ۾ ٻيو نمبر آيس. مدد علي نظاماڻي مون کان پهريون نمبر کڻي ويو. ڏک ڏاڍو ٿيم پر مدد علي واقعي هوشيار هو ۽ منهنجو گهاٽو دوست ۽ دوڙي به هو. ان ڪري سندس ڪاميابي مون کي خراب نه لڳي.

ان زماني ۾ ڪراچيءَ ۾ ڇهه اسڪول فقط هي هوا. ۱_ سنڌ مدرسة الاسلام ۲_ اين جي وي هاءِ اسڪول. ۳_ گرامر اسڪول. ۴_چرچ مشن اسڪول. ۵_ ماما پارسي گرلس هاءِ اسڪول. پهريان ۴ اسڪول ڇوڪرن جا هوا جن جي وچ ۾ مئچون ٿينديون هيون ۽ اڪثر مدرسو کٽي ويندو هو. هر هڪ اسڪول کي پنهنجو پنهنجو راند جو ميدان هو جتي واري واري سان مئچون ٿينديون هيون. بهرحال مدرسي جو گرائونڊ سيني گرائونڊن کان بهتر هو. جنهن تي سدائين رولر سان ليولنگ جو ڪم ۽ ڇٽڪار ٿيندو رهندو هو. مدرسي گرائونڊ جي وچ ۾ هڪ عاليشان ڪرڪيٽ پچ به ٺهيل هوندي هئي. ڪرڪيٽ راند کان وڌيڪ هاڪي ۽ فٽ بال جون رانديون مون کي پسند ايندڀون هيون. جڏهن مڪرانين جي ٽيم، جي اڪثر ڪياماڙي بندر جا مزدور هوندا هوا، انهن ۽ انگريز فوجي رانديگرن جي وچ ۾ فٽ بال جي راند ٿيندي هئي ته مان حيرت کان سڄوئي بُت بنجي ويندو هوس. مڪرانين جا پير اگهاڙا هوندا هوا. انگريزن کي لانگ بوٽ پيل هوندا هوا جي خاص فٽ بال راند لاءِ ڪم ايندا هوا مگر اڪثر مڪراني مئچ کٽي ويندا هوا. ڪن ڪن کي بوٽن جي ٺڏن سبب پيرن مان رت پيو وهندو هو. مگر مئي مارائي ڪانسواءِ نه رهندا هوا.

انهن آئوٽ ڊور راندين کان علاوه سنڌ مدرسي ۾ ان ڊور رانديون به هر قسم جون کيڏيون وينديون هيون، خاص طور پنگ پانگ ۽ بئڊمنٽن راندين جو خاص شوق ۽ شغف هو.

ٽئين سال جو درجو پورو ڪري چوٿين درجي ۾ ويس ۽ مسٽر تاج محمد ٻگهيو منهنجو ماستر ٿيو. الله تعالى جي قدرت سان درجي ۴ ۾ بيمار ٿي پيس ۽ مون کي پيٽ جي خرابي ٿي پيئي مدرسي جي مانيءَ، ڪراچيءَ جي پاڻيءَ ۽ منگهڻ پنهنجو اثر ڏيکاريو ۽ مون کي ڊاڪٽر پنتو جو مدرسي سنٽوريم جو ڊاڪٽر هو، ان مشورو ڏنو ته تون ڪراچي ڇڏي وڃ ۽ اهڙي رپورٽ لکي پرنسپال صاحب ڏانهن ڏنائين. ان وقت تائين پرنسپال ٽي ايچ وائينس رٽائر ڪري ويو ۽ ايس ڊي ڪنٽرئڪٽر (پارسي) مقرر ٿي آيو هو. آءٌ اها رپورٽ کڻي پرنسپال صاحب جي بنگلي تي ويس، جو مدرسي جي ڏکڻ اولهه ڪنڊ تي هڪ ننڍڙي باغيچي سان موزون جاءِ تي واقع هو. هن صاحب مون کان رپورٽ ورتي، ان تي آرڊر ڪيو ۽ منهنجي اسڪالر

شپ حيدرآباد ٽرانسفر ڪرائي ۽ حيدرآباد اين ايچ اڪيڊميءَ ۾ اچي داخل ٿيس.

مدرسي مان موڪلائڻ کان اڳ مان پنهنجي استادن مان هڪ هڪ سان مليس ۽ پيرين پئي کانئن موڪلايم ۽ دعا طلب ڪيم. هنن کي منهنجي وڃڻ تي ڏک ٿيو. دعا ڏنائون ۽ مون روئي ڏنو. ههڙو مدرسو ڪير ڇڏي! جنهن مان ڪهڙا ڪهڙا شاگرد وڏا وڏا ماڻهو ٿي نڪتا. پرنسيپال وائينس هڪ پادري گهراڻي جو هو. جنهن جي سنڌ جي ڪمشنر ۽ ٻين کاتن جي وڏن وڏن آفيسرن جي ان وقت سڀ يورپين هوا. تن ۾ وڏي عزت هئي. شاگرد مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد جيڪي نوڪري ڪرڻ چاهيندا هوا، تن کي منٽن ۾ نوڪري وٺي ڏيندو هو ۽ جيڪي ڪاليج ۾ پڙهڻ جو خيال ڪندا هوا، تن کي اسڪالرشپون وٺي ڏيندو هو. ڪوبہ شاگرد نامراد نہ رهيو. سنڌ مدرسي جا شاگرد ساري سنڌ اندر ملازمتن ۾ برک رهيا. وڏا وڏا ليڊر ٿيا. قومي ڪارڪن ٿيا ۽ سهڻو نالو ڪڍرايائون.

خداوند تعالىٰ مرحوم خانبهادر حسن علي آفنديءَ تي رحمت فرمائي، جنهن ههڙو ادارو قائم ڪري سنڌ تي ۽ مسلم قوم تي هڪ عظيم احسان ڪيو. مدرسي کي هلائڻ لاءِ هڪ بورڊ هوندو هو جنهن ۾ ان وقت مير ايوب خان بئريسٽر لس بيلي وارو، مرحوم عبدالرحمان بئريسٽر، غلام علي ڇاڳلا ۽ مسٽر پٽيل (پارسي) جو ڪافي زمانو مدرسي جو ڪارڪن بہ رهيو، بورڊ جي ميمبرن مان چند ناليوارا ميمبر هوا. سنڌ مدرسو جون ٿا تہ شروعات ۾ مدرسي جي موجوده بلڊنگ جي الهندي طرف هڪ ڪمپائونڊ (گودام) ۾ شروع ڪيو ويو. پوءِ مرحوم آفندي جي ڪوشش سان اهڙي بلڊنگ نهرائي ويئي، جا ان وقت ۾ ڪراچي ۾ اول نمبر عمدي عمارت شمار ڪئي ويندي هئي. مرحوم حسن علي هن وقت فردوس برين ۾ جاگير هوندو ۽ هن دنيا ۾ سندس نام نامي اسم گرامي هرگز دلين تان محو ٿيڻ جو ناهي.

خدا رحمت کند اين عاشقان پاک طينت را

ههڙو اشتراڪ جنهن ۾ هندو عيسائي، ڪرستان، پارسي، يهودي ۽ مسلمان ايراني، مڪراني، ڪڇي، خواجہ، بروهي، شيعا ۽ سني هڪ ئي اداري ۾ گڏجي محبت سان تعليم وٺن، ان جو شايد ئي ڪٿي مثال ملي سگهندو هجي.

بهرحال منهنجي مدرسي جي زندگي ختم ٿي ۽ آءٌ اکين مان لڙڪ ڳاڙيندو وري حيدرآباد موٽيس، جتان مدرسي ويو هوس سنڌ مدرسي ۾ اهڙي ڪا بہ تعليمي سرگرمي ڪا نہ هئي، جنهن کان مدرسو وانجهيل هجي. جيڪڏهن مدرسي جي شاگردن جي ٻاراڻين حرڪتن، چرچن، گهٻن، پوڳ مزن بابت تفصيل سان سڀ ڪجهہ ويهي لکان، جو منهنجي صدري دفتر ۽ حافظي ۾ محفوظ آهي جيڪر هڪ امير حمزي يا چار درويش جو داستان ٿي پوي. هينئر سنڌ مدرسو اها رونق ۽ اهميت وڃائي چڪو آهي. شال الله تعالىٰ هن اداري کي سدائين قائم رکي. (آمين)

□

باب ٻارهون

# نولراءِ هيرانند اڪيڊمي حيدرآباد ۾ تعليم

سنڌ مدرسة السلام ڪراچي کي خير باد چئي مذڪوره بالا اسڪول ۾ اچي داخل ٿيس. مون کي فورٿ "بي"درجي يعني ڊويزن ب ۾ داخل ڪيو ويو. هن ڪلاس جو ماستر صاحب ديوان پرتابراءِ هو. قداور پيرسن سفيد ريش ڪاري مخملي ٽوپي پاجامون ۽ سليپر زيب تن ڪندو هو. اڪيڊميءَ جي اولهه طرف ڪان ڪافي ميدان ڇڏيل هو. جتي صبح جو اسيمبلي ٿيندي هئي. هارمونيم تي هندو عامل شاگرد ٻيهي مٺڙن آوازن ۾ پرارٿنا ڳائيندا هوا. سڀ شاگرد ادب سان ٻانهون ٻڌي بيهندا هوا. پرارٿنا پوري ٿيڻ تي هر هڪ ڪلاس جي قطار پنهنجي ڪلاس ڏي هلي ويندي ۽ استاد صاحبان، جي مٿي ورانڊي جي ٿلهي تي قطار ۾ بيهندا هوا، سي پنهنجن پنهنجن ڪلاسن ۾ پهچي ويندا هوا. مسٽر پرتاب راءِ جي عادت هوندي هئي، ته شاگردن جي حاضري وٺڻ مهل سنسڪرت جا ڪي جملا چوندو ۽ پوءِ سنڌيءَ ۾ دعا گهرندو هو ته. "اي پريو تون پيريءَ ۾ پت سان گذارجانءِ، جيوت سکي ڪجان، اي ايشور سڀ جيو جنتر جيت جٽيا تنهنجي گنج مان پلجن ٿا. تون پنهنجي داسن تي سک جو سمون آڻج، اي جڳ جا رکپال، اسان پاپين جي رکشا ڪر وغيره وغيره. گهڻو ڪجهه چوندو هو. هڪ ڇوڪرو ٿانور جو سڄي ڪلاس ۾ حسين هو، دعا ۾ ان لاءِ چوندو هو ته اهي پريو ٿانور جهڙا سندر ڇوڪرا منهنجي ڪلاس ۾ آهن. لجا رکجان." ٿانور ويچاري سان جٺ هوندي هئي. شاگرد ڪلاس ڪان ٻاهر مٺس کلندا هوا ۽ هو ويچارو حيا کان ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪندو هو. مسٽر پرتاب راءِ پلا پيءُ ڏاڏي جيڏو ڪير ڪيس سمجهائي. پنج منٽ اها دعا هلندي هئي ۽ پوءِ حاضري وٺي ڪم شروع ڪري ڏيندوهو. اسان ڪيس ڪڏهن به کلندو نه ڏٺو. چوٿين درجي ۾ باقي ٦_٧ مهينا رهيا هوا. جي خواب وانگر گذري ويا. ساليانو امتحان ٿيو ۽ آءٌ چوٿون نمبر آيس. هندو ڇوڪرا اڪثر عامل هوا. جن جيُ گهرن ۾ سڀ ڇوڪرا ڇوڪريون انگريزيدان هوا. ان هوندي به ٽيوشنون وٺندا هوا. ۽ گهڻو هوشيار هوندا هوا. اهڙن شاگردن ۾ چوٿون نمبر اچڻ به وڏي ڳالهه هئي. هتي ٻي چند لفظ لکڻ بيجا نه ٿيندا. ته مون کي به پرارٿنائون وٽنديون هيون. اهي هي هيون(١) ديا سان اي ديالو تون ڪرم ڪر مهر سان پريو(٢) ٻاجهه ڪر ٻاجهارا سائين ٻاجهه ڪرين ٻاجهارا. جيستائين ڳانڍ جو تعلق اهي ته مان قبول ٿو ڪريان ته آءٌ قدرتي

بي سرو هوندو هوس.

پنبجين درجي "اي" ۾ مون کي ٽپايو ويو. هن ڪلاس جو استاد مسٽر نارائڻ داس ساجناڻي هو. جو ننڍي آدمر جو وينل هو. ان وقت پوهوڪياڻي بلڊنگ ۾ اڪيڊميءَ جو بورڊنگ هائوس هوندو هو. مون بورڊنگ هائوس ۾ داخلا. ورتي، جتي پيا مسلمان شاگرد هڪ مرحوم محمد الياس يوسفاڻي، ننڍوآدمر وارو هو ۽ ٻيو مسٽر پانڌي خان ۽ سندس ڀاءُ محمد علي مرحوم هوا. منهنجو اضافو هنن لاءِ خوشيءَ جو باعث بڻيو. نهايت محبت ۽ پيار سان گڏجي رهندا هواسين. مرحوم پانڌيءَ هڪ نوڪر محمد نالي ڳوٺان آندو. جو اسان جي ماني ٽڪي ناهيندوهو ۽ اسين هڪ ئي ميس ۾ کائيندا هواسين. اسان جو مئنيجر محمد الياس هو. جو پڪو ميمڻ هو ۽ نهايت ڪفايت سان خرچ ڪندو هو. مسٽر يوسفاڻي ۽ مسٽر پانڌياڻي مون کان هڪ درجو مٿي هوا.

پنجين درجي ۾ اجا ٻه مهينا کن مس گذريا هوا تہ هڪ سرڪيولر آيو تہ ورنيڪيولر فائينل امتحان ۾ جيڪي شاگرد وهڻ گهرن. سي نالا ڏين ۽ فارم ڀري ڏين. سڄي ڪلاس مان فقط مون نالو ڏنو. مسٽر ساجناڻي فارم ڀري مون کان صحيح ورتي ۽ مون ٻہ رپيا في ادا ڪئي. فائينل امتحان ۾ فقط ٻہ اڍائي مهينا هوا. امتحان ڏنم ۽ رزلٽ آنوٽ ٿيڻ تي ڪامياب اميدوارن ۾ پنهنجو نالو ڏسي خوشيءَ ۾ نہ ٿي ماپيس. اجا اهو امتحان ختم ئي مس ٿيو تہ اسان جو ڊرائنگ ٽيچر مسٽر لوڪومل منهنجي پنيان پيو. تہ ميان تنهنجو هٿ سنو آهي، تنهنڪري ايليمينٽري ڊرائنگ جو امتحان ڏي. هي فارم ڀري ڏي ۽ ٻہ روپيا في ڪٽي اچ. مان البتہ نتائڻ لڳس جو تياريءَ لاءِ شام جو ڊرائنگ ڪلاس ۾ اچڻو پوندو. مسٽر لوڪومل جڏهن نااميد ٿيو تہ هن ديوان خانچند پرنسيپال کي چيو. جنهن مون کي گهرائي چيو تہ پٽ تون ڇو نٿو امتحان ڏين؟ ماسٽر صاحب تنهن جي نيڪي ڪري ٿو ۽ تون پڪ پاس ٿيندين. پرنسپال وٽ مون کي ڳالهائڻ جي جرئت نہ ٿي. ڪهڙو سبب ڏيان. اوچتو خيال آيم ۽ چئي ڏنم تہ سائين مون وٽ فيءَ جا ٻہ رپيا ڪو نہ آهن. ديوان صاحب چيو تہ پٽ بس ڳالهہ ٻہ ايتري ۽ ائين چئي ڪيسي مان ٻہ رپيا ڪڍي مسٽر لوڪومل کي ڏنائين ۽ مون کي چيائين تہ شابس وڃي فارم صحيح ڪري ڏي. هاڻي تہ مون وٽ ڪا ٻہ حجت نہ رهي. امتحان جي تيارين ۾ لڳي ويس. امتحان جو ڏهاڙو ٻہ آيو. پيپر بمبئي مان ايندا هوا. امتحان ڏنم ۽ ڪجهہ مهينن بعد نتيجو نڪتو ۽ ڪامياب ٿيس.

ڊرائنگ جي امتحان ۾ جيترا ٻہ شاگرد پاس ٿيندا هوا. انهن جي تعداد تي اسڪول کي ڪجهہ گرانٽ ملندي هئي. هن اسڪول ۾ عربي پڙهائي نہ ويندي هئي. ان ڪري ثانوي زبان پارسي هئي پارسي جو استاد مولوي امام بخش هو. جو ڳاڏي ڪاتي ۾ رهندو هو. سفيد ريش

سنڌي پناڻ هو. ڏاڙهي مٿو اچو پنوڻان وار ۽ ترڪي ٽوپي پائيندو هو. هندو چوڪرا البت سائس مستيون ڪندا ۽ مٿس کلندا هوا پر هو ڪوبہ ڌيان نہ ڏيندو هو. فقط چوندو هو تہ ”بس بس“ اهو سندس تڪيوڪلام هو. اسان کي درجي چوٿين ۾ حڪايات لطيف پڙهايو ويندو هو ۽ پنجين درجي ۾ صد حڪايت جو ڪتاب پڙهندا هواسين. ڪتاب ٻئي دلچسپ هوندا هوا. حڪايات لطيف ۾ مزيدار مزاحيہ حڪايتون هيون ۽ صد حڪايات ۾ اخلاقي آکاڻيون هونديون هيون. مون کي پارسيءَ سان هڪ خاص شغف ۽ دلچسپي ٿي ويئي ۽ ٻنهي ڪلاسن ۾ اٽارٽي سمجهيو ويندو هوس. مولوي امام بخش مرحوم کي آءٌ ڏاڍي ادب سان ملندو هوس، انڪري هو مون کي ڏاڍي پيار سان ڏسندو هو. درجي چوٿين ۽ پنجين ۾ فارسيءَ جو استاد مولوي صاحب هو. ڇهين ۽ ستين ۾ ديوان ڏيارام فارسيءَ جو استاد ٿيو. درجو پنجون مسٽر ساجنانيءَ جي تربيت ۽ تعليم هيٺ گذريو. سندس جيڪي اوصاف ۽ اخلاق هوا، تن جو ڪهڙو بيان ڪريان. ماسٽر نہ هو پر هڪ فرشتو هو.

درجي پنجين کان منهنجي ڪن هندو شاگردن سان چڱي ڏيٺ ويٺ ٿي ۽ دوستيءَ جو ناتو ٿيو. هوا سڀ ديوان وڏن آفيسرن جا پٽ. مان سندن گهر ۾ ايندو ويندو هوس. سندن مائرون جڏهن ڏسنديون هيون تہ هيءُ اسان جي پٽن جو دوست آهي تہ مون کي پنهنجي پٽن جيترو گهرنديون هيون ۽ ڪيترائي ڀول ۽ ٻيون شيون کارائينديون هيم. پنجين درجي ۾ منهنجا پيارا دوست هوا. (١) حشو حشمت راءِ ڪيو لراماڻي (٢) موتي مير چنداڻي (٣) پون گدواڻي (۴) هوتو مهتاڻي (۵) ڪشن ناگراڻي. مسلمان شاگردن تہ فقط آئي ۾ لوڻ جيترا بہ ڪين هواسين. انهن ۾ منهنجي دوستي فقط هڪ واجد عليءَ سان هئي، جو مرحوم علي اڪبر بئريسٽر جو فرزند رشيد هو. جنهن جي گهر ۾ منهنجو اچڻ وڃڻ گهڻو هوندو هو. سندس والده ماجده مون کي نهايت پيار ڪندي هئي.

سنڌ مدرسي کان، جو منهنجي دل ۾ مضمون نويسيءَ جو شوق پيدا ٿيو هو تنهن پنجين درجي ۾ پنهنجو اثر ڏيکاريو. حيدرآباد ۾ جتي اڄ ريڊيو پاڪستان جي جاءِ نهيل آهي، اتي هڪ ڪرسچن جي ريڊنگ روم ۽ لئبرري قائم هئي. جنهن ۾ ديوان پرمانند حيدرآبادي عامل، جنهن عيسائيت اختيار ڪئي هئي، سو هن لئبرريءَ جو سرڪرده هو. هو هڪ اخبار انگريزيءَ ۾ لائيٽ نالي، سنڌيءَ ۾ جوت نالي بہ هفتيوار اخبارون ڪڍندو هو. مون جوت اخبار ۾ پنهنجا ننڍا ننڍا مضمون آکاڻيون ۽ ظريفانہ نقل ڏيڻ شروع ڪيا ۽ روزانو هندو اخبار پڙهڻ جومون ۾ شوق پيدا ٿيو. ننڍا ننڍا ڪتاب پنهنجي اسڪول لئبرريءَ مان خواه هن ڪرسچن لئبرريءَ مان اشو ڪرائي پڙهڻ لڳس. ازان سواءِ ڪي ڪي ننڍا ناول پنهنجي خرچ سان وني اهي بہ پڙهندو هوس. اهو شوق افسوس اٿم جو منهنجي بين مسلمان ڀائرن ۾ بلڪل ڪو نہ هو. البت هندو

شاگرد، جن جا مٿي نالا ورتا اٿم انهن کان ڪتاب متاسنا تي وٺي به پڙهندو هوس.

اڪيڊميءَ جي هيٺين ڪلاسن ۾ ڪيترائي مسلمان غريب شاگرد هوا، جن مان ڪن جي في معاف نه هوندي هئي ۽ ڪن کي ڪتابن ۽ نوٽبڪن خريد ڪرڻ جي به وسعت نه هئي، مون کي دل ۾ خيال پيو ته ڇو نه هڪ ايسوسيئيشن قائم ڪريان، ته انهن غريب شاگردن جي مدد ڪئي وڃي، هڪ ڏينهن مولوي امام بخش صاحب مرحوم سان دل جو احوال ڪيم ويچارو ڏاڍو خوش ٿيو. خير سان درجو پنجون اچي اختتام کي پهتو. خير سان پاس ٿي ڇهين درجي ۾ آياسين درجه "الف" مان وري "ب" ۾ ويس جتي جو ماستر صاحب مسٽر ريجهومل هو. هو مشهور هوشيار ماستر هو. سخت به هو ۽ شاگرد کانئس ڇرڪندا هوا، مگر مان خوشيءَ سان ب ڪلاس ۾ ويس. ڇهين درجي ۾ اچڻ بعد مون مسلمان شاگردن جي ميٽنگ پنهنجي اوطاق تي گهرائي. ڇهين درجي ۾ مون بورڊنگ هائوس ان ڪري ڇڏيو جو منهنجو چاچو حافظ شفيع محمد مرحوم جو سپروائيزنگ تپيدار هو، سو حيدرآباد بدلي ٿي آيو ۽ هن الهندي ڪڇي ۾ منيارين جي قاضي عبدالرؤف مرحوم جي جاءِ مسواڙ تي ورتي ۽ مون کي بورڊنگ ڇڏائي پاڻ وٽ رهايائين. هتي ميٽنگ ٿي، مولوي امام بخش صاحب کي صدر چونڊيوسين. مان پاڻ جنرل سيڪريٽري ٿيس ۽ واجد علي خزانچي ٿيو. هر هڪ شاگرد تي چار آنا چندو ماهوار مقرر ڪيو ويو. سڀني شاگردن فيصلو ڪيو ته اسين درجو پاس ڪنداسين ته پنهنجا سيڪنڊ هينڊ ڪتاب وڪڻڻ بدران ايسوسيئيشن کي ڏينداسين ته اهي ٻين غريب شاگردن کي مفت ڏنا وڃن. ٽين ڳالهه جا طئي ٿي سان اها هئي ته هر آچر تي اهي مسجدون جي هندن جي محلن ۾ اچي وينون هيون ۽ جتي بانگ صلواة ڪانه ٿيندي هئي، انهن جي واري واري سان ڪنهن آچر تي هڪ محلي ته ٻئي آچر تي ٻئي محلي ۾ هلجي ۽ ٻهاري ڏني صفائي ڪري اچجي. مسجدون سڄيون مٽيءَ جي حالت ۾ هندو محلن جي وچ ۾ اچي ويون هيون ۽ چوگرد هندن جون ماڙيون هيون، جتان ٻارڻ جي گندگي اگهي اگهڙيون به مسجدن ۾ اڇلايون ٿيئَ وينون، پاٽيءَ جا مٽ ۽ ڪونرا سڪل نوٽ ٽيل، تڏا ڦاٽل پرزا پرزا ٿيل، مٽي ۽ ڪچري جا ڍير لڳل، مسجدن جي دروازي کي رڳو تالو به لڳل نه هوندو هو. اهي حالتون ٻهاريءَ ڏيندي اسان پنهنجي اکين سان ڏٺيون ۽ اسان کي زياده درد ٿيو ۽ صفائي تي وڏيڪ شوق رکيوسين ۽ پاڙي وارن کي هدايت ڪئي سين، ته هيءَ مسجد آهي، جا مسلمانن جي پاڪ عبادت جي جاءِ آهي، مهرباني ڪري گهر وارن کي روڪين ته هن ۾ گند نه اڇلائين.

پنسا جي اسان ۴ـ ۵ مهينن ۾ گڏ ڪياسين، سي تمام اٿپورو سرمايو هو، ان ڪري مون همت ٻڌي ٻه چار دوست ساڻ ڪري مرحوم محمد ڪامل شاهه سعيدپور واري ۽ خانبهار مير غلام محمد خان ٽنڊي باگي واري وٽ وياسين ۽ مون انهن کي پنهنجي خدمات بابت تفصيل ۽

درد ناڪ بيان ڪرڻ سان پنهنجو موقف ٻڌايو. ٻنهي الله جي نيڪ ٻندن پڇيو تہ اوهان جو صدر ڪير آهي ۽ مون ٻڌايو تہ مولوي امام بخش صاحب پرشن ٽيچر اسان جو صدر آهي. هو صاحب هميشہ اڪثر و بيشتر حيدرآباد ايندا رهندا هوا. سندن خيال هو تہ مولوي صاحب کان ليٽر وٺي اچو. اهڙا ليٽر مون مولوي صاحب کان لکايا ۽ ٻئي دفعي آٽي، هنن سخي مڙدن کي ڏنم.

مرحوم ڪامل شاهہ هڪ سؤ رپيا ڏنا ۽ خانبهادر مير صاحب بہ سؤ روپيا ڏنا. اسان رسيد بوڪ ڇپايا هوا ۽ رسيد ڪڏي ڏنم. مون کي ياد آهي تہ جڏهن خانبهادر مرحوم جي رسيد ٽئي ڪڍيم تہ ڇپائين تہ منهنجو نالو رسيد ۾ نہ لک. مون پڇيو تہ سائين ڀوءِ ڇا لکان تہ چيائين تہ لک "هڪ مسلمان" خير اسان کي ٣٠٠ رپيا ملي ويا. اسان جا حوصلا بلند ٿي ويا. پيسا سڀ واجد علي خزانچي وٽ رکياسين جو اسان سپني ۾ سکر شاهوڪار جو ٻار هو ۽ دل پري غريب شاگردن جي مدد ڪرڻ شروع ڪئي سين.

هندو شاگردن خواهہ استادن کي بہ خبر پئجي ويئي تہ مون کي چيائون ميان توکي شاباس آهي پلي تہ مائٽ تو جهڙا پٽ ڄڻين. اسان جي مدد جي ضرورت هجي تہ اسين بہ حاضر آهيون. مون استادن کي عرض ڪيو تہ رڳو ايتري مهرباني ڪريو جو مسلمان شاگردن جون فيون صفا معاف ڪري ڇڏيو. ان بعد هنن ائين ڪري ڏيکاريو جو ڪن جي اڌ تہ ڪن جي سڄي في معاف ڪندا رهندا هوا.

ڇهين درجي ۾ پير رکيوسين، ڏينهن تي ڏينهن گذرندا ويا. مون کي ماستر لوڪومل وري انٽرميڊيٽ ڊرائنگ جي امتحان لاءِ چيو. اهو بہ ڏنم ۽ پاس ٿيس. مطلب تہ منهنجو نالو اسڪول ۾ تمام مشهور ٿي ويو ۽ وڏي پيار ۽ عزت جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو هوس.

ڇهين درجي ۾ پارسيءَ جو ڪتاب اسان کي ديوان ڏيارام پڙهائڻ شروع ڪيو ان جو نالو هو "حاجب شاهي" اهو ڪتاب فارسي منتخبات جو مجموعو هو. جنهن ۾ گلستان، بوستان، انوار سهيلي نثر جي حصي ۾ ڪريما، پند نامہ فريد الدين، عطار، محمود نامہ جا شايد بہ چار غزل ۽ ڪجهہ جديد فارسي جا منظومات جن ۾ هڪ وطن جو مرثيہ "واءِ وطن واءِ" هوندو هو. ديوان ڏيارام پڙهائڻ وقت مست ٿي ويندو هو. ۽ ڪنڌ پيو ڌوڻيندو هو. چوندا آهن تہ جتي وڻ ناهي، اتي ڪانڌيرو بہ درخت. ويچارا هندو شاگرد پارسي ۾ گهٽ هوندا هوا. مان فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ گوءِ کٽيو بيٺو هوس. رياضي ۽ انگريزيءَ ۾ مون کان هنن مان ڪيترائي هوشيار هوا پر سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ مان هنن کان تمام گهٽيون مارڪون کڻندو هوس. جنهن ڪري ٽوٽل نمبر ۾ مٿي اچي ويندو هوس. فارسي گرامر اسان کي ڇهين درجي کان شروع ڪرايو ويو. هڪ گرامر جو ڪتاب "ڪانگا جو گرامر" اسان کي پڙهايو ويندو هو. هيءَ گرامر جو ڪتاب لاجواب هو. مٿي جيڪو ڪورس بيان ڪيو اٿم. سو ٻن سالن جو هو يعني ڇهين ۽ ستين ٻن درجن ۾ پورو

ڪرڻو پوندو هو. ۽ مئٽرڪ ۾ امتحان انهن مان ئي ٿيندو هو.

جڏهن ڇهين درجي ڪي خير سان پورو ڪري مئٽرڪ ۾ پهتاسين تہ ان وقت مئٽرڪ جا بہ ڪلاس الف ۽ ب هوندا هوا. مون کي ياد آهي تہ ان وقت بہ ١۴٣ شاگردن مئٽرڪ ڪلاس ۾ هوا. جن مان اسين مسلمان ١١ هواسين ۽ ٻيا سڀ هندو شاگرد هوا. مئٽرڪ ۾ اسان جا استاد ديوان هوتچند وائيس پرنسيپال، ديوان جيوترام ۽ ديوان رامچند هوا. پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ يگانہ هوا. مئٽرڪ ۾ سنڌي ۽ جاگرافيءَ جا ڪم ختم ٿي ويا. مئٽرڪ جو امتحان فقط هيٺين ڪمن ۾ ٿيندو هو.

١_ انگلشن جنرل (هڪ پيپر)

٢_ انگلش ٽيڪسٽ (هڪ پيپر)

٣_ انڊين هسٽري ۽ انگلستاني (هڪ پيپر)

۴_ پرشن (هڪ پيپر)

۵_ رياضي، ارٿميٽڪ آلجبرا ۽ جاميٽري (هڪ پيپر)

اهو سال ٢۴_ ١٩٢۵ع هو. مئٽرڪ جو امتحان هميشہ مارچ مهيني ۾ ٿيندو هو. سنڌ ۾ مئٽرڪ امتحان لاءِ فقط هڪ ئي سينٽر ڪراچيءَ ۾ هوندو هو. جتي ٻن هالن ۾ امتحان هلندو هو. هڪ سنڌ مدرسة السلام جو اپر هال ۽ ٻيو خالقڏنو هال.

سال ١٩٢۵ع پهريون ئي سال هو. جو حيدرآباد کي بہ مئٽرڪ جو سينٽر بنايو ويو. اهو هندو صاحبان جي ڪوشش جو نتيجو هو. اسان جي پهرين بيچ هئي، جن مئٽرڪ امتحان حيدرآباد ۾ ڏنو. جنهن لاءِ سينٽر هومسٽيڊ هال ۾ ڪيو ويو. ان زماني ۾ حيدرآباد ۾ فقط چار هاءِ اسڪول هوا. ١_ گورنمينٽ هاءِ اسڪول جو موجوده نور محمد هاءِ اسڪول ۾ هو. ٢_ نئو ودياله هاءِ اسڪول جو موجوده حيدرآباد يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس ۾ هو ۽ راءِ بهادر ديوان پريداس ان جو باني هو. ٣_ نولراءِ هيرانند اڪيڊمي جتي هن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۽ لاڪاليج آهن. ۴_ اسڪول جو ڇوڪرين لاءِ هو، جنهن کي ڪندن مل گرلس هاءِ اسڪول چوندا هوا ۽ اڄ اتي جامعہ عربيہ هاءِ اسڪول آهي. انهن سڀني اسڪولن مان اٽي ۾ لوڻ جيترا مسلمان شاگرد آيا. ڪجهہ ٻاهران سنڌ مان بہ آيا. جهڙوڪ سکر، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي مان. مرحوم آغا تاج محمد مون سان گڏ حيدرآباد ۾ امتحان ڏنو. اسان مسلمان شاگرد هڪ ٻئي کان پڇندا هواسين تہ ادا توهان ڪٿان آيا آهيون ۽ پيپر ڏيئي اچڻ بعد هڪ ٻئي کان پنهنجا پنهنجا جواب پڇندا هواسين. امتحان فقط ٽي ڏينهن هلندو هو. روزانو بہ پيپر ٿيندا هوا. هن زماني واري اينگهہ ڪا نہ هئي. آغا تاج محمد منهنجو دوست ٿي ويو ۽ تادم زيست هڪ دوست رهيو.

اسان جي سنڌ. ان وقت بمبئي پريزيڊنسيءَ سان ملحق هئي ۽ امتحان سڀ بمبئي يونيورسٽيءَ جي ذريعي ٿيندا هوا. اهو وقت اهڙو هو. جو سنڌ مان ڪو هڪ بہ منٽرڪ جو ممتحن نہ هو. مارچ اپريل بہ مهينا انتظار جا هوندا هوا ۽ مئي جي آخر ۾ نتيجو نڪرندو هو. ذريعہ تعليم انگريزي زبان هئي ۽ امتحان جو رعب تمام گهڻو هوندو هو. ڪاپيءَ جو تہ ڪنهن کي خواب و خيال بہ نہ هوندو هو ۽ نہ وري امتحان ۾ ڪو اثر رسوخ هلائڻ جو امڪان هو. پڙهندڙ حضرات کي حيرت لڳندي جڏهن کين ٻڌائيندس تہ سوالي پيپرن تي ممتحن جا نالا ۽ ايڊريسون لکيل هونديون هيون. مگر ان وقت جا ممتحن اثر يا سفارش کان بي نياز هوا ۽ امر محال هو جو انهن وٽ ڪنهن جي باري ۾ رسائي يا پهچ ٿي سگهي. رزلٽ هميشہ بمبئي ۾ رات جو ۱۲ وڳي نڪرندي هئي. ٽيليگراف رستي سيني پريسن کي نمبر ڏنا ويندا هوا جي راتو واهہ سپليمينٽريءَ ذريعي شايع ڪري علي الصباح ۲ـ ۲ آنہ قيمت وصول ڪري هر هڪ شاگرد کي نهايت آسانيءَ سان ملي سگهندي هئي. اها رات شاگردن کي ننڊ ئي نہ ايندي هئي. سنڌ جي رزلٽ وڌ ۾ وڌ ۴۰ کان ۴۵ سيڪڙو ايندي هئي. ڊويزنون ڪو نہ هيون فقط پاس يا فيل هوندو هو. سپليمينٽ ۾ فقط پاس نمبر ظاهر ڪيا ويندا هوا. جيڪي نمبر نہ هوندا هوا سي فيل قرار ڏنا ويندا هوا. اين ايچ اڪيڊميءَ مان اسان ۱۱ مسلمان شاگردن مان فقط مان هڪ پاس ٿيس. ٻيا ويچارا سڀ فيل ٿيا، جن مان ڪي تہ ٻہ ٻہ بلڪ ٽي سال هوا. مون کي پنهنجي دوست واجد عليءَ جي فيل ٿيڻ تي ايترو ڏک ٿيو، جو مون روئي ڏنو. ڇو تہ هو بلڪل هوشيار هو مگر ڊڄڻو هو. ڪو سوال نہ آيس تہ حوصلا خطا ٿي ويندا هيس. اهو ئي سبب سندس ناڪاميءَ جو ٿيو.

۱۹۲۵ع جو اهو سال هو جڏهن مرحوم نور محمد وڪيل مسلم ايجوڪيشن سوسائٽيءَ جو بنياد رکيو. ان لاءِ ابراهيم رحمت الله کيَ صدارت لاءِ گهرايو ويو. ڪراچيءَ ۾ سنڌ جا سڀ سربرآورده مسلمان جي تعليم جا گهورا بزرگ هوا، سي آيا هوا. سندن نالا لکڻ طوالت جو سبب بڻبو. ان ڪري هتي نٿو لکان. اسان شاگردن رات ڏينهن محنتون ڪري قومي جذبہ سان سرشار، هومسٽيڊ هال کي ڪانفرنس لاءِ ڪنوار جيئن سينگاري ڇڏيو.

ڪانفرنس ۾ ڪافي ولوله انگيز تقريرون ٿيون. مخير حضرات وڏن وڏن چندن ۽ عطين جا اعلان ڪيا. اسان خوب نعرا هنيا. تاڙيون وڄايون. مگر ڪانفرنس جي ڪارروائيءَ کان وڌيڪ جنهن ڳالهہ مون کي محظوظ ڪيو، سو هو مشاعرو. مشاعري جو نالو مون پهريون دفعو ٻڌو. ياد اٿم تہ مشاعري ۾ مصرع طرح اردوءَ ۾ هئي. "چشم موسيٰ کو بهي حسرت رهہ گئي ديدار کي" سنڌي ۾ ان جو ترجمو هو "چشم موسيٰ کي بہ حسرت رهجي وئي ديدار جي" اردو مشاعري جي صدارت مير ايوب خان ڪئي، اردو تہ ايتري سمجهي نہ ٿي سگهيس. مگر سنڌي مشاعره غور سان ٻڌم. مون کي ان وقت عروض، بحر ۽ وزن جا نالا بہ ڪو نہ ايندا هوا ۽ نہ خبر هيم تہ رديف ۽ قافيہ ڇا آهي. مگر مشاعري مان مون جيترو مزو شايد ئي ڪنهن ورتو هجي. مون

ڪي مزو فقط ان مان پئي آيو. تہ سيني شاعر ساڳني مصرح طرح تي ۽ ساڳني رديف قافيہ تي ڪيئن پنهنجا اشعار جوڙي آيا هوا. دل ۾ حضرت موسيٰ جي حسرت تہ درڪنار منهنجي حسرت جو تہ ڪو حساب ڪو نہ هو. خدا ڪي سوال پئي ڪيم تہ مان شاعر ٿيان ۽ مون بي اي جي پهرئين سال يعني ايف اي کان ئي شعر چوڻ شروع ڪيو. جنهن جو احوال منهنجي ڪاليجي تعليم دوران ايندو. مون جڏهن مئٽرڪ پاس ڪئي تہ بدن ۾ اهڙو تہ لاغر هوس جو ننڍو ٻار پئي لڳس جو ڪنهن کي اعتبار ئي نہ اچي، تہ مون ڪو مئٽرڪ پاس ڪئي هوندي. منهنجي هاني ڪاني ان وقت بلڪل ڏٻري ۽ ضعيف هئي. منهنجو والد مرحوم ۽ ٻيا عزيز اقارب منهنجي ڪاميابيءَ تي نهايت خوشيون ملهائڻ لڳا. هالن شهر مان هندن. سڪن ۽ مسلمانن سيني قومن مان. مان پهريون شخص هوس. جنهن مئٽرڪ پاس ڪئي هئي. ان ڪري سيني لاءِ حيرت جو سامان هو. منهنجي والد مرحوم کي مبارڪن جي ڌوم مچي ويئي. جناب حضرت مخدوم ظهير الدين (ٻُرو ڄام) سائين مون کي ويهہ رپيا خرچي ڏنا ۽ دعا ڪئي. اما مرحوم مون کي آغوش ۾ وٺي چميون ڏنيون ۽ هالن شهر ۾ هر هنڌ منهنجي ڪاماب ٿيڻ جي چؤ پچؤ هئي ان وقت مئٽرڪ پاس ڪرڻ هڪ وڏي ڳالهہ سمجهي ويندي هئي. سو بہ هالن نون شهر مان. جتان ان کان اڳ ڪنهن بہ مئٽرڪ جو خواب ئي نہ ڏٺو هو.



# سنڌ نيشنل ڪاليج حيدرآباد ۾ داخلا

**مئٽرڪ** جو نتيجو نڪرڻ بعد جون ١٩٢٥ع ۾ مون مذڪوره بالا ڪاليج ۾ داخلا ورتي. داخلا لاءِ هڪ معمولي فارم ڀرڻو هو. جو ڪاليج مان مفت ملندو هو. فارم سان گڏ فقط ڏهه رپيا ڪاشن مني بروقت ڏيڻي پوندي هئي. ڪلارڪ. نالو ۽ مئٽرڪ جو سيٽ نمبر بمبئي مان آيل ڇاپي رزلٽ تان ڏسي تصديق ڪندو هو ۽ ٻئي ڏينهن نوٽيس بورڊ تي لسٽ لڳائي ويندي هئي، تہ هيٺين شاگردن کي داخلا ڏني وئي آهي. ان کان زياده ڪا بہ پڇاڙ يا اينگهہ ڪا نہ هوندي هئي. تگيءَ جو تہ تصور ئي ڪو نہ هوندو هو. مون بہ فارم ڀريو ۽ داخلا ملي. ان زماني ۾ بي اي جي پهرين سال کي F.Y.A ايف واءِ اي سڏيندا هوا. مون ڪاليج اسڪالر شپ لاءِ درخواست پرنسيپال جي معرفت ڪئي ۽ ٣٠ روپيا ماهوار اسڪالر شپ نهايت آسانيءَ سان پاٺهي ملي وئي. ڪاليج جي بلڊنگ انهيءَ ساڳئي جاءِ تي هئي، جتي هينئر گورنمينٽ ڪاليج آهي يعني ڪاري موريءَ پرسان ڦليليءَ جي هُن پار. البت بلڊنگ پراڻي نوعيت جي هئي، جا سلاميءَ واري ڇت نڪر جي نرن سان ڍڪيل هئي، هن وقت ڪاليج جي بلڊنگ جو حليو ئي بدلجي ويو آهي.

هتي اهو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي، تہ منهنجو چاچو حافظ شفيع محمد ان وقت ٽنڊي الهيار بدلي ٿي ويو. تنهن ڪري مون کي الهندي ڪچي واري اوطاق ڇڏڻي پئي ۽ ڪاليج جي هاسٽل ۾ رهائش اختيار ڪرڻي پيئي. هاسٽل ڇا هئي فقط ١٠_ ١٢ ڪوٺيون پراڻي وقت جون ٺهيل هيون. مگر ٻاهرين شاگردن لاءِ غنيمت هئي. الهندي ڪچي واري اوطاق ۾ مون وٽ چند دوست ايندا هوا. تن کي بہ الوداع ڪرڻي پيئي. انهن دوستن مان قابلِ ذڪر دوست هي هوا. ١_ مخدوم محمد صالح ڀٽي جو سنڌ مدرسہ ڇڏي اچي ملان اسڪولن جو اسسٽنٽ ڊپٽي ٿيو هو. ٢ قاضي فضل الله جو انٽر آرٽس ۾ هو. جڏهن مان مئٽرڪ ۾ هوس ٣ ميون شيخ عبداللطيف ريحان پونو جو ان وقت ڊويزنل فاريسٽ آفيس ۾ ڪلارڪ هو ۽ پوليس ۾ ڀرتي ٿي ناسڪ پڙهڻ لاءِ ويو ۽ آخر ايس پي ٿي رٽائر ڪيائين ۽ وفات ڪري ويو. ۴ مراد علي ڪاظم جو ان وقت انڪمبرڊ اسٽيٽس آفيس ۾ ڪلارڪ هو ۽ ۽ هڪ ٻئي ساڳئي آفيس جي ڪلارڪ مسٽر محمد يونس مرحوم وٽ رهندو هو. مرحوم ڪاظم شاعر هو ۽ مون کي پنهنجا شعر

پڙهي پڏائيندو هو ۽ منهنجو هٿ ڏسي چوندو هو تہ "پٽيا تون بہ شاعر ٿيڻو آهين." اهي سڀ الهندي ڪچي ۾ رهندا هوا. قاضي فضل الله ۽ ڊاڪٽر غلام حسين جعفري انٽر جو امتحان ڏيئي ڪاليج ڇڏي ويا ۽ سندن جاءِ اسان هيٺين مسلمان شاگردن پري ۽ هاسٽل جا مقيم ٿياسين. ١_ مسٽر محمد اعواڻ ٢_ مسٽر عبدالخالق اعواڻ ٣_ قاضي عبدالرسول ۴_حافظ محمد ابراهيم خيرپوري ۵_ شيخ عباس خيرپوري ٦_ هڪ هندو شاگرد مسٽر مورجاڻي ٧_ محمد اسماعيل عرساڻي ٨_ قادر نواز اعواڻ ٩_ نور محمد قادري. حيدرآباد جا مقامي شاگرد هينيان هوا.

١_ مرحوم رجب علي، اڪبر علي بئريسٽر جو پٽ ۽ واجد عليءَ جو وڏو ڀاءُ ٢_ مسٽر قربان علي ميمڻ ٣_ مرحوم عبدالخالق ميمڻ ۴_ مرحوم علي احمد شهواڻي، ۵_ مرحوم حسين علي آفندي مرحوم سراج الحق جج جو ننڍو ڀاءُ. سنگت نهايت سٺي هلي. پاڻ ۾ ڀائرن وانگر ملندا جُلندا هواسين ۽ ڪل يوڳ ۽ ڪچهريون ڪندا هواسين. قاضي عبدالرسول اسان ۾ البت چالاڪڙو هو. ان ڪوشش وني هڪ بورچي رکيو ۽ ڪلب جو بنياد وڌو. ان ڪري مانيءَ نڪيءَ جا سهنجا ٿي پياسين. سابق مسلمان شاگردن چڱو نالو ڇڏيو هو. ان ڪري اسان مسلمان شاگردن کي سڀ پروفيسر عزت ۽ پيار جي نگاهہ سان ڏسندا هوا. هندو ڇوڪرا تہ البتہ چيڳرا هوندا هوا. ان ڪري ويتر اسان مسلمانن سان عملي جو سهڻو. برتاءُ هوندو هو عام طرح ائين چوندا هوا تہ مسلا (مسلمان) وڏيڪ فضيلت وارا آهن.

جڏهن آءٌ ڪاليج ۾ داخل ٿيس تڏهن اسان جا هينيان پروفيسر صاحب هوا.

١_ پروفيسر شاستري (مدراسي) آلجبرا سيکاريندو هو.

٢_ پروفيسر (گجراتي) ٽرگنامينٽري سيکاريندو هو.

٣_ پروفيسر ڪيسواڻي (روهڙيءَ وارو) پارسيءَ جو پروفيسر هو.

۴_ پروفيسر اين ڊي گربخشاڻي (نرملداس) انگلش جنرل پڙهائيندو هو.

۵_ پروفيسر ايم ايم گدواڻي (پرنسپال) انگلش ٽيڪسٽ وغيره.

اسان جي ڪاليج جو نالو اول سنڌ نيشنل ڪاليج هو بعد ۾ اين اي ڊي نيشنل ڪاليج رکيو ويو ۽ هن وقت اهو گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد جي نالي سان سڏجي ٿو. اسان جي داخلا وقت في الحال پرنسپال ڪونہ هو ۽ وائيس پرنسپال مسٽر اين_ ڊي گربخشاڻي قائم مقام پرنسپال هو ۽ جلد ئي مسٽر ايم ايم گدواڻيءَ جو تقرر ٿيو. اين ايچ اڪيڊميءَ مان جن بہ هندو شاگردن منٽرڪ پاس ڪئي هئي، تن سڀني داخلا ورتي، ان ڪري منهنجي واقفيت هندو سرڪل ۾ مسلمانن کان گهڻي هئي. چو تہ ٻيا مسلمان شاگرد ٻاهران آيل هوا.

فارسيءَ ۾ اسان تي نثر ۾ بهارستان جامي ۽ نظم ۾ طيبات سعدي بہ ڪتاب رکيل هوا.

پروفيسر ڪيسواڻي فارسيءَ ۾ اهڙو هوشيار ڪين هو. تاهم نهايت محنتي هوندو هو ۽ پنهنجي فرض ادائيءَ ۾ ڪا به ڪسر نہ ڇڏيندو هو. باقي پروفيسر پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ ماهر هوا. اسڪول جي ماحول ۾ ڪاليج جي فضا ۾ زمين و آسمان جو فرق نظر آيم. پاڻ کي ڪاليجي جوانڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هواسين. مئترڪ ڪانپوءِ ارٿميٽڪ ختم ٿي ويئي. ٽرگنامينٽري هڪ بلڪل نئون مضمون سکڻو پيو. هرهڪ پيرئڊ (فرجي) جي حاضري پوندي هئي ان ڪري پيرئڊ ۾ گسائڻ قطعاً ناگوار لڳندو هو ۽ نهايت تاڪيد سان هر هڪ فرجي ۾ حاضر رهبو هو. ثانوي اسڪول بہ رانديون، ڊرامن، ڊبيٽن، ايڪسڪرشنن ۽ ٻين سوشل دلچسپين کان خالي نہ هوا. مگر ڪاليج ۾ فضائي اور هئي. انهن دلچسپين جي مزيدارين کي قلمبند ڪرڻ لاءِ هڪ جدا ڪتاب جي ضرورت پوندي، جي سڀ منهنجي دل و دماغ ۾ اڃا حرف بحرف موجود آهن. انهن کي درگذر ڪندي مان فقط ڪاليج جي ٻن ٽن دلچسپين ڏي اشارتاً انگشت نمائي ڪندس.

پروفيسر ايم ايم گدواڻي اچڻ سان ڪاليج ۾ زندگي يا زنده دلي پيدا ڪئي. هڪ دفعي ڪاليج لان تي هڪ "انڊين مجلس" ڪرايائين، جنهن لاءِ ڪو بہ چندو وغيره رکيل ڪو نہ هو. ڳائڻ وڄائڻ سان گڏ هڪ فينسي شو بہ هن مجلس جي پروگرام ۾ شامل هو. ڪاڌي لاءِ سڀ ڪنهن کي حڪم هو تہ پنهنجي گهران سيڪو ڪجھ نہ ڪجھ سنڌي طرز جو ڪاڌو رڌائي پاڻ سان کڻي اچي. عجيب غريب قسم جا ڪاڌا جمع ٿي ويا. ڪنهن ٻاجهريءَ جا ڍوڍا ۽ چٽني آندي، ڪن ڪٽڪ جو رڌل ڌارو جنهن کي ٻاٽ چوندا آهن. سو آندو تہ ڪنهن لپئي آندي. ڪنهن ڪٺاهو پرشاد يعني چٽن جي ڪهرن جي چٽني آميز پليٽ آندي جنهن کي چولا چيو وڃي ٿو. ڪنهن سيگو چانورن جي رٻ آندي ڪنهن سوجيءَ جو سيرو. ڪنهن ڪيرٽي ڪنهن پٽائن جون ٽڪيون، ڪنهن ڪچٽي ۽ ڪڙهي. ڪنهن ڏونري ۾ ٿهيل رائتو. ڪنهن ٻاجي پلاءُ. ڪنهن مُگن ۽ چوٽرن جا ڪُهر ڪنهن صرف ڪچونبر. ڪنهن ٽماڻي جي چٽني ڪنهن سلان ڪنهن ڦلڪا. ڪنهن موٺيون ڪنهن چوڪا. ڪنهن ٻُسريون ڪنهن مٺا چانور (رنگ ٻنا چاشني) ڪنهن وڙيون ڪنهن آچار ڪن مربا ڪن ڏهي. ڪن لسيءَ جا لوٽا ڪن پڪوڙا. ڪن پوريون. ڪن ٻهن چيڙن انب چور جون ڪچريون. ڪن پالڪ تہ ڪن سرنهن جو ساڳ. ڪن موريون تہ ڪن ڪريلا ڪن گاجر جو حلوو ڪن ٻيون قسمين قسمين گهر جون ٺاهيل مٺايون آٿي ڍير ڪيون. انهن ويشنو ڪاڌن جا مان ڪيترا نالا ياد ڪري ڪيترا ياد ڪريان. پاپڙن جو تہ حساب ئي ڪو نہ هو. ڪو ٺانڊن تي سيڪيل، ڪي تريل ڪائيندي حال! هندو پائرن اڪثر اهو سانتيڪو پرشاد آندو هو جنهن کي ويشنو ڪاڌو سڏجي ٿو. هاٿي اسين چند مسلمان چا آٿيون. شهر وارن مسلمان دوستن تي تريل مڇيون، گوشت، بيضن جا ٻوڙ، سوپ

۽ ڪڪڙ جو ٻوڙ، ڪونئرا پراٺا، چاشني، ڪورمون ۽ ٻيون اهڙيون غذائون آنديون. بهرحال ست رڃي جو تہ مان مرتبو ڳڻنجي ويو. هتي تہ ست رڃيءَ کان ڳالهہ لنگهي ويئي. ههڙي، ايٽ هوم چوس يا ڊنر چئوس، ريفريشمينٽ چئوس. مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪانہ ڏٺي ۽ نہ ٻڌي. ڪائڻ تي ويٺاسين، پليٽ پليٽ هر هڪ جي جدا هئي ورڪر بيٺا هوا. چمچن سان لاهي ٿي ڏنائون جيڪي گهر سو حاضر. ڪائي چڙهہ ۽ رڄ ڪياسين. اسان هاسٽل وارن جو تہ نوڪر بہ پڄي ويو هو. تنهن ڪري اسان ٺاري چوڪيدار کي چيو جنهن ماهيو کير آٽي ڏنو ۽ ان ۾ راسبيريءَ جو رنگ ۽ کنڊ گڏي کٽي ملڪ روز بنايو ۽ هڪ وڏي ديگ ڀري رکي سين. واهہ واهہ ٿي ويئي چو تہ شهر وارن کي ملڪ روز جو ڊڪ ڊڪ آڻڻ ذرا مشڪل بلڪ محال هو.

هن مجلس جي آخر ۾ پرنسپال صاحب هڪ دل نشين ۽ بصيرت افروز تقرير ڪئي ۽ اسين سڀ اهڙو تہ خاموش ٻڌندا رهياسين گويا ڪ ڪو ماڻهو هوئي ڪو نہ. صرف بہ ٽي دفعا تاڙيون وڄايوسين، سي بہ فضيلت سان ۽ نہ اجوڪي نموني. تقرير پوري ٿيڻ بعد پرنسپال صاحب پنهنجون ڪي تجويزون پيش ڪيون، جن مان مکيہ رٿ هئي "ڪاليج جي ميگزين ڪڍڻ " سڀني خوشيءَ جو اظهار ڪيو ۽ منگزين جو نالو "ڦليلي" تجويز ڪيو ويو. ان بعد پرنسپال صاحب هڪ سوال سڀني جي اڳيان پيش ڪيو. صاحب موصوف پڇيو تہ اوهان شاگردن مان ڪو شعر ناهي سگهندو؟ خاموشي طاري ٿي وئي. مون اهو خاموشيءَ جو عالم ٽوڙيو جڏهن اٿي بيٺس ۽ چيم تہ "سائين مان شعر لکي سگهندس." واهہ واهہ ٿي ويئي ۽ سڀ شاگرد يڪ زبان ٿي چوڻ لڳا تہ "سر مسٽر عرساڻي پارسيءَ ۾ ڏاڍو هوشيار آهي ۽ هو شعر لکي سگهندو" پرنسپال صاحب مسرت جو اظهار ڪيو. خوش ٿيندي چيائين تہ پوءِ مسٽر عرساڻي اسان جي ڪاليج جو "پوئٽ لارئيٽ" يعني درباري شاعر آهي. سڀ خوب کلياسين. محفل ختم ٿي ۽ ان بعد چند روز تہ هن مجلسن جون ڳالهيون ٿينديون رهيون.

ڪجهہ وقت بعد هڪ ايڪسڪرشن جو انتظام ڪيو ويو. ڦليلي ان وقت ڦوهہ جوانيءَ ۾ هئي، سندس وهڪرو سنڌو درياءَ سان ڪلهو هٽي رهيو هو. هڪ ٻن ٻيڙين جو ڪرايو وغيره مير بحرن سان طئي ٿيو ۽ آرتوار صبح جو چونڪ اسان کي ڪاليج کان ڄامشوري موريءَ وٽ وڃي پي ڊبليو ڊي جي بنگلي ۾ ڏينهن گذارڻو هو. تنهن ڪري ٻيڙيون اوياريون هليون جي ڦليليءَ جي ڪپ سان ميربحرن رسن سان ڇڪي ٽئي هلايون.هڪ ميل ڪان بہ مفاصلو ڪجهہ سجيهہ هو ان ڪري اڌ ڏينهن تہ ڄامشوري موريءَ تائين پهچڻ ۾ لڳي ويو. ٻيڙين ۾ ڪيترا گيت، گانا ڳائيندا، خوشيون ڪندا ڦليليءَ جي ٻنهي ڪپن تي ماڻهن جو توجهہ ڇڪائيندا خير سان منزل مقصود تي پهتاسين. بسڪوٽن جا پڙا، ڪيڪن جا ڊرزنن جا ڊزن ۽ ٻيا قسمين قسمين مال ٺال وٺي ويا هواسين. جي ڪائي آسپاس جو شيل ڪري شام جو

واُرو ٿياسين ۽ سچ اندر ٻاهر هو ته واپس ڪاليج ۾ پهچي وياسين ۽ سيڪو مائٽن جو انتظار دُفع ڪرڻ لاءِ پنهنجي پنهنجي گهر روانو ٿيو.

هڪ دفعي ڪاليج ۾ ڊرامو منعقد ٿيو جو شيڪسپيئر جو روميو ۽ جوليٽ جو اختصار هو پون گدواڻي جوليٽ جو پارٽ ادا ڪيو ۽ وڻ وڄائي ڇڏيائين. ڪاليج جا ٧٠ سيڪڙو شاگرد ته مٺس گويا عاشق ٿي پيا. انگريزي ڊرامو مون پنهنجي حياتيءَ ۾ پهريون دفعو ڏٺو هو. تنهن ڪري گدگد پئي ٿيس. ڪاليج ۾ ڪو ايڊيوڪيشن هئي، تنهن ڪري ڪيتريون ئي عامل ڇوڪريون به پڙهنديون هيون. ڇوڪرن لاءِ ڊيسڪون هونديون هيون ۽ گئلريءَ وانگر رکيل هونديون هيون ۽ ڇوڪرين لاءِ پهرين صف ۾ ميزون ۽ ڪرسيون رکيل هيون. ميزون پراڻي قسم جون هيون منجهن اڳيان ٻه ٻه خانا هوندا هوا. هونءَ ته ڇوڪرين جي نهايت عزت ڪئي ويندي هئي ۽ هڙ ڪو شاگرد انهن کي ڀينرن وانگر ڏسندو هو. جڏهن هو ڏاڪڻ تي چڙهنديون هيون يا لهنديون هيون ته ڪو به ڇوڪرو لهندو چڙهندو نه هو جيستائين هو سيڙهي عبور ڪري وڃن. پر ان هوندي به ڪي عامل ڇوڪرا شرير هوندا هوا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ساڻن چرچا ڪندا هوا. هڪ چرچي جو مثال پيش ڪرڻ بيجا نه ٿيندو. ڪنهن شرير شاگرد کي ڪو مئل وڇون يا پتون هٿ چڙهي ويو، سو کڻي هڪ ڇوڪري جي ميز واري خاني ۾ وجهي ڇڏيائين. جيئن ئي ان ڇوڪريءَ خانو کوليو تيئن وڇونءَ تي نظر پيس ۽ هڪ اهڙي ته دردناڪ ڪيڪ ڪيائين جو سڄو ڪلاس حيران ٿي ويو. ڇوڪري ذري گهٽ بيهوش ٿيڻ تي هئي. آخر راز معلوم ٿيو ۽ ڪلاس ۾ اهو فرجو پڙهائي نه ٿي سگهي خير، ٻين شرارتن جو ذڪر ڪرڻ طوالت جو سبب بنبو لهاذا ضرورت محسوس نٿو ڪريان.

قليلي مئگزين جي اشاعت جو وقت اچي ويو، مون کي شعر لکڻ لاءِ چيو ويو. مان جو پري محفل ۾ ٻناڪ ۽ لاف زني ڪئي هئي ان کي پاٺي ڏيٺو هو. طيبات سعدي، سعدي عليه الرحمة جي غزليات جو ڪتاب هو. سعدي سڳورو غزل جو ته پيغمبر هو. فارسي ۾ چيو اٿن ته:

در شعر سه تن پيغمبراند هر چند که لانبي بعدي

مثنوي و قصيده و غزل را

فردوسي، انوري، سعدي

منهنجي لاءِ ٻيو ڪو به رستو نه رهيو. طيبات کڻي ان مان ڪافيه جي ڪن الفاظن جي چونڊ ڪندو هوس ۽ پوءِ ويهي ڀڃ گهڙ ڪري ڪو نه ڪو شعر ٺاهيندو هوس. عروض جي ته پوري ڄاڻ ڪا نه هئي، ان ڪري هر شعر زبان سان دهرائيندو هوس، ته گهٽ وڌ ته نٿو ٻيهي. بهرحال ڪوشش ۽ سعيو ڪاميابيءَ جي ڪنجي چيو اٿن. مون پهريون شعر جو ٺاهيو ۽ قليلي ۾ شايع ٿيو. ان جا چند شعر يڪ مشڪ نمونءِ خروار هتي لکان ٿو. هن شعر لاءِ مصرع طرح در

حقيقت مجلس مشاعره "سرسوتي گروپ" ڊي جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان آيل هئي، جا ڪاليج جي نوٽيس بورڊ تي لڳائي ويئي هئي. مون ان تي طبع آزمائي ڪئي ۽ شعر لکي ڪراچيءَ موڪليو ۽ قليلي ۾ به ڏنو. گويا هڪ تير سان ٻه پکي شڪار ڪيم. اهو شعر قليليءَ ۾ شايع ٿيو ته ڊي جي سنڌ ڪاليج مخزن ۾ به اشاعت پذير ٿيو. مصرع هن طرح هئي.

"ڪهڙي ڪهڙي تنهنجي هيئان اي فلڪ فرياد آهه"

هن ڏس ۾ منهنجي پهرين ڪاوش هئي، ان ڪري ني هتي لکان ٿو ورنه لکڻ جي قابل نه آهي.

"نتيجه فڪر محمد اسماعيل عرسائي"

١_ تحفئہ رنج والم اڄ عاشقن امداد آهه.
برهه وارن سان بلاشڪ بي سبب بيداد آهه.

٢_ زلف زندان ڏي سڏي ٿو چشم ٿو ڪوني ڪهي،
تيغ ابروءَ جي تماشي لاءِ سندن ارشاد آهه.

٣_ خال و خط دام ۾ ڏس درد وارن جو شڪار،
جار ڪنهن سنجيده دل سهڻي وڏو صياد آهه.

٤_ ڪنهن سڪايل جي صدا توڪي نه پهتي آسمان،
ڪهڙي ڪهڙي تنهن جي هينيان اي فلڪ فرياد آهه.

٥_ سهه فدا هي سور سهڻن جا سيئي هموار ڪر،
ڪجهه عمر گذري ويئي باقي به ڪجهه ميعاد آهه.

مون پنهنجي لاءِ تخلص فدا اختيار ڪيو، جو اڄ تائين هليو اچي ٿو.

منهنجو شعر ڪٿي ڪهڙو به هو، مگر منهنجي عجب جي حد ڪا نه رهي، جو هن شعر جي ٻن ذڪر ڪيل محفلن ۾ اشاعت مون کي شاعرن جي لسٽ ۾ آڻي ڦٽو ڪيو. مون کي جدا جدا مشاعرن مان خطوط اچڻ لڳا ۽ مصرع طرح موڪلي ويندي هئي مشاعرن ۾ مدعو ڪيو ويندو هو. ۽ سر خود اچي پڙهڻ لاءِ ارشاد ٿيندو هو. خاص طور جنهن ڳالهه مون کي خوشيءَ جو خزانو پهچايو، سا هئي مشاعرن جا ڇاپي دعوت نامه. جن ۾ مڪرمي محترمي جناب فدا عرسائي لکيل هوندو هو. مون اڳ اهڙا ڇاپي دعوت نامه ڏٺا به ڪونه هوا ۽ منهنجي اشعار مٿان ڪٿي نتيجه فڪر ڪٿي اثر خامه الفاظ لکيل ڏسي دماغ چڪر ۾ اچي ويندو هو. چوندو هوس

ته "هي چا ٿومر مان زعفران بنجي ويس." هن ڳالهه اڇي مون ۾ شاعريءَ جو شوق پيدا ڪيو ۽ شاعري ڳل پنجي ويني ۽ انهيءَ خبط اڇي ڳتڙ ڪان جهليو. پڙهڻ تان شوق گهٽجڻ لڳو ۽ شعر و شاعريءَ جي مرض ۾ مبتلا ٿي ويس. بزم مشاعره لاڙڪاڻو، بزم مشاعره نئو آباد ڪراچي، بزم مشاعره سنڌي ادبي سوسائٽي حيدرآباد مان دعوت نامه ايندا هوا ۽ منهنجي بيماري وڌندي ويئي ۽ شاعريءَ جي ذوق کي تسڪين ملندي ويئي. مون کي اعتراف آهي ته مون ڪاليج لائيف ۾ به خراب عادتون پرايون ١_ سگريٽ نوشي ٢_ شعر گوئي. مون کي شعرا ڪرام معاف فرمائيندا جو شاعريءَ کي بري عادت سڏيو اٿم. جا فقط پنهنجي سر لاءِ هجي ۽ بين اصحابن لاءِ سياڳ جي نشاني هجي ۽ نه بدبختيءَ جي. دانائي رومر ته شاعريءَ کي پيغمبريءَ جو جزو سڏيو آهي ۽ فرمايو آهي ته:

شاعري جزوي است از پيغمبري
جاهلانش ڪفر دانند از خري

۽ اڪبر الله آبادي مرحوم به فرمايو آهي ته:

لوگ ڪهتے هيں ڪہ فن شاعری منحوس هے،
شعر ڪهتے ڪهتے مين ڈپٹی ڪليڪٹر بن گيا.

سگريٽ نوشيءَ جي عادت شعر گوئيءَ سبب پئي، جو رات جو ١_٢ بجي تائين هاسٽل ۾ منهنجي ڪمري جي بتي پيئي ٻرندي هئي. دوسٽ سمجهندا هوا ته عرساڻي ڏاڍو ٿو پڙهي پر مان وينو شعر لکندو هوس ۽ ان جي پيچ گهڙ ۾ مست هوندو هوس. حلقهءِ شعرا ۾ منهنجي نيڪ نامي ٿي يا بدنامي خدا ڄاڻي ليڪن " بدنام بہ گر هونگے تو ڪيا نام نہ هوگا." وارو مسئلو هو. مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته مئٽرڪ پاس ڪرڻ وقت اڇي ذري گهٽ ١٨ ورهيه جمار ٿي هئي مگر ڏسڻ ١٤_ ١٥ ورهين جو ايندو هوس، ۽ سو به ڏبرو ۽ دل ۾ چوندو هوس.

ڪنهن سان حال ڪريان هيٺائيءَ جو.
ڪنهن کي ڏوهه ڏيان ڏبرائيءَ جو.

منهنجو سؤٽ مرحوم نور محمد خلد آشياني ان وقت تپيدار هو. مون سان ڏاڍو پيار هوندو هوس. منهنجي ضعيف بدن کي ڏسي پريشان ٿيندو هو. ياد اٿم ته مون کي ٽي دوائون وٺي ڏيندو هو جي خوب پيئندو هوس. ١_ فاسفوليسيٽن ٢_ بي جي فاس ٣_ مالٽ ايڪسٽريڪٽ. هنن دوائن جادو ڪري ڏيکاريو. بدن ۾ ورڻ لڳس ۽ قد قامت ۾ به اُسرڻ لڳس. سٽئون لنديون ٿينديون ويئون، ڪن ۾ بيا اُبداٿا وجهائنا پيا. پاڻ کي آرسي ۾ ڏسي، پنهنجو مهاندو ڏسي پاڻ کي پيو وڻندو هوس. ڪاليج لائيف جي لذتن ۽ رعنائين جو ڪهڙو ذڪر ڪريان. ظرافت جو ملڪو الله تعاليٰ خوب عطا ڪيو هو. دوستن احبابن جي محفل مون ڪانسواءِ گرم نه رهندي هئي. سڀ چوندا هوا ته ياراج اسماعيل ڪونهي مزو نه ٿو اچي.

اهڙو ڪير انسان آهي، جنهن کي پنهنجي تعريف نہ ٿي وڻي؟ انهن تعريفن ڪٽي مون کي بيوقوف بنائي ڇڏيو. دوستن جي پڌائڻ تي مان بہ ڪجھ ڦونڊجي ويندو هوس ۽ سمجهندو هوس تہ آسمان جي هيٺان مان بہ ڪا شئي آهيان تاهم متوازن طبع هوندو هوس. دوستن جي مٿان سر قربان پيو ڪندو هوس. وفاداري منهنجو شعار بنجي چڪو هو ۽ هڪ شعر جو پڙو هومن، ان ڪري هيڪاري ان کي مون اپنايو.

وفاداری بہ شرط، استواری اصل ایمان ہے،
مرے بتخانہ مین تو کعبہ مین گاڑو برھمن کو.

جيڏن سرتن ۾ منهنجي لاءِ پيار عزت ۽ محبت هئي، ان کان وڏيڪ کهڙي دولت مون کي کپندي هئي. منهنجا دوست سڀ ڳالهہ ۾ اڳيرو ڪندا هوا، جنهن ڪري ڪڏهن ڪڏهن پريشانين جو منهن بہ ڏسڻو پوندو هوم ليڪن چوندو هوس تہ خودپسنديءَ جو اهوئي صلو آهي مان بين جي هُش هُش تي جو پيش پيش ٿيندس تہ آخر ان جو نتيجو منهنجي ني حصي ۾ ايندو ۽ ضرور ايندو.

المقصد تہ ايف اي جو سال چشم زدن ۾ پورو ٿي ويو ۽ ائين پئي جاتم تہ:

بزم هستی مین ابھی آکے تو هم بیٹھے تھے،
یوں اجل آئی کہ زانون بھی بدلنے نہ دیا.

حسين نهر، ڦليليءَ جو ڪاہو ڪپ اسان جو ڪاليج ۽ لب رستي تي "شامداس پرامينيڊ" جي قائم ڪرڻ جون تياريون. ڪاليج جي ڏکڻ کان باغات ڏاڙهون، زيتون، ليمان ۽ انب. ڦليليءَ جي لڙائيل پاڻيءَ مان نڪرندڙ ننڍڙيون هيرون، پيڙين جي اچ وچ ۽ پيو چا نہ هو. بار سڀ ان باري تعالىٰ ۽ مٿن مائٽن تي هو. اسين دنيا جي هر معاملي کان بي نياز. رڳو خوشي هئي غم سان قطعاً ناآشنا! سبحان الله!

آخر امتحان ٿيو، سڀني مسلمان شاگرد پاس ٿياسين.

منهنجي شاعري گل ڪڍيا، بيا مضمون تہ بجاءِ خود پر تڪلف برطرف. فارسيءَ جي پيپر ۾ منهنجو دوست موتي مير چنداڻي جو مون کان سڪندو ۽ مدد وٺندو هو، سو مون کان زياده مارڪون کٽي ويو. ماشا الله. رزلٽ رات جو ١١ بجي نڪتي. رات جا باقي ڪلاڪ خوشين ۽ مذاقن ۾ گذريا. ننڊ نہ آئي صبح جو سڀني ٽپڙ گول ڪيا ۽ هر ڪو ڳوٺ راهي ٿيو. ٻئي سال مان انٽر لاءِ دوستن جي زور بار تي عليگڙھ ويس ۽ نيشنل ڪاليج جي دوستن کي آخري الوداع ڪرڻي پئي.

ڪٿا منجھ قرار هوا هيڪاندا سنگ ۾،
ڳاهي ڳاهہ فراق جي ڪيا ڏارون ڏار.
نہ جاڻان بيهار، ڪير مڙندا ڪن سين.

باب چوڏهون

# علي ڳڙهه جي تياري

**علي** ڳڙهه جي نالي وٺڻ سان ئي دل ۽ دماغ ۾ هڪ قسم جي خوشيءَ ۽ سرور پيدا ٿي وجي ٿو. ٻڌندا پيا هواسين ته مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه هندستان ۾ مسلمانن جي هڪ اعليٰ تعليمي درس گاهه بلڪ دانش گاهه آهي، جنهن جو باني مرحوم سر سيد احمد خان هو. علي ڳڙهه هڪڙو ادارو آهي، هڪڙو ادارو آهي ۽ هندستان جي مسلمانن جي جان آهي ۽ اسلام جو روح آهي. هن يونيورسٽي ۾ وڏا وڏا ۽ اعليٰ انسان پيدا ڪيا آهن ۽ مسلمانن جو شان شوڪت ڏسڻو هجي ته علي ڳڙهه ضرور وڃجي. المقصد ته علي ڳڙهه جي تعريف ٻڌي، اسان جو وات پاڻي ٿيڻ لڳو ته اسان به اتي هلي پاڻ کي علي ڳڙهي ته سڏائڻ جا لائق ٿيون ۽ اهو لقب حاصل ڪريون. اسان مان ڪن دوستن هن مهم سر ڪرڻ لاءِ پيش قدمي ڪئي ۽ خوب پروپيگنڊا ڪري هڪ حلقهءِ احباب تيار ڪيو. مان، مسٽر علي اڪبر ميمڻ، مسٽر محمد يوسف جوٽيجو، مسٽر پانڊياڻي، تاج محمد پناڻ، مير محمد هاليپوٽو، محمد اسماعيل خواجه نصير خان ۽ سندس ڀاءُ قمرالدين، ملڪ شير دل خان جا فرزند، الله بخش نظاماڻي، غني محمد آرائين، جمع خان (ڊي سي) ڊي سي ان ڪري ڪوٺيانس ٿا، جو هن اهو عزم ڪيو هو ته آءٌ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيندس. ان سبب هو جتي ڪٿي جمع خان ڊي سي جي نالي سان مشهور هو. مسٽر جمع خان ڳوٺ ملڪن ضلعي دادوءَ جو رهاڪو هو ۽ نهايت غريب لاوارث هو. سندس دماغ ڪجهه قدر چريائپ ڏي مائل هو. سڀ شاگرد سندس مالي مدد ڪندا هوا. خير جڏهن مٿي ذڪر ڪيل دوستن ۽ چند ٻين علي ڳڙهه هلڻ جي همت ٻڌي داخلا لاءِ علي ڳڙهه درخواستون موڪليوسين، ته مٿان اسان کي فوراً داخلا ملي ويئي.

منهنجي وَالده ماجده مرحوم جڏهن ٻڌو ته آءٌ علي ڳڙهه وڃڻ جون تياريون ڪري رهيو آهيان تڏهن بابا مرحوم کان پڇيائين ته اهو علي ڳڙهه ڪٿي آهي؟ هن ٻڌايس ته گهڻو پري آهي ۽ ريل گاڏيءَ ۾ ٻه ڏينهن ۽ ٻه راتيون ته سفر ڪرڻ ۾ لڳي وڃن ٿيون. منهنجي پياري امڙ ڏاڍو پريشان ٿي ۽ چيائينس ته "هڪڙيءَ وَلايت چو ٿو ويچاري ٻار کي موڪلين." بابا ٻڌايس ته پنهنجي مرضيءَ سان ٿو وڃي ٻيا به ڪيترائي ساٿي ساڻس گڏ آهن. ازانسواءِ علي ڳڙهه اڳئي ٻيا به سنڌي ڇوڪرا پڙهن پيا. تون ڪو به فڪر نه ڪر انگريز ملڪ گڏي ڇڏيو آهي. رڳو دعا

ويني ڪرينس تہ سندس بخت پلو ٽني ۽ اتي خوش ۽ صحتيو گذاري. وقت گذرندي ويرم نہ ٿو ڪري. سيني پاڻ ۾ فيصلو ڪري ساڳيءَ گاڏي ۾ گڏجي هلڻ جو پروگرام ٺاهيو. آسرو الله جو توڪل برخدا ڪري سنڌ جا وڻ ڇڏياسين. گاڏين ۾ هن وقت واري ڀيڙ ڪا نہ هئي. سفر آرام جو هو. پاڻ پڪو رهاڻ ڪندا ڪلندا ڪڏندا مين لائين براستہ روهڙي سنڌ جي حدود کي خيرباد چئي وڃي علي ڳڙهہ ۾ وارد ٿياسين. واٽ تي ڪهڙا چرچا گهبا ٿيا، ڪهڙين اسٽيشنن تي گاڏيون مٽايوسين، ڇا کاڌوسين ڇا پيتوسين، ڇا ڏٺوسين ڇا وائنو سين، ان جي بيان لاءِ هتي گنجائش نہ آهي. اهڙو بيان هڪ خاص دفتر جو محتاج آهي.

علي ڳڙهہ اسٽيشن تي لٿاسين. هر هڪ سان هڪ ٽرنڪ ۽ هڪ بسترو هو. سامان پنهنجي هٿن سان لاٿوسين ۽ کنيوسين. مزورن ويني نهاريو. پر اسين ٽرڊ ڪلاس جا مسافر ڪٿي ٿا مزدورن کي سنوت ڏيون. مزدوري بہ داڳيني جا فقط ٻہ آنا هئي. پوءِ هر هڪ ۴ آنہ خرچي ڇو؟ پليٽ فارم کان ٻاهر نڪري ڏٺوسين تہ هاٿي ٽانگا ڪجن. ڏنڊين آڳريون اڇي وينون. جڏهن ٽانگي جو تہ ڪو نام و نشان بہ ڪو نہ هو. هڪ قسم جون عجيب و غريب گاڏيون جام بيٺيون هيون. جن کي ايڪا يا "يڪا" پئي سڏيائون. مٿان هڪ ڇٽي وهڻ لاءِ هڪ چورس تختو ۽ هر هڪ ايڪي ۾ هڪ گڏهہ نما ٽٽون گهوڙو جوٽيل هو. سامان ايڪن تي رکي پاڻ تختي تي پلٿيون ٻجي ويناسين. کل جهل نہ ڏني. اسان کي هدايت هئي تہ منٽو سرڪل ميل ڏيڍ پنڌ هو. گهوڙا ننڍڙا پر هلڻ جا ڪونتل. ايڪي وارو گهوڙي کي ڳٽ ڳٽ ڪندو هليو. خير سان آٿي منٽو سرڪل جي گيٽ تي ڦٽو ڪيائين. هاسٽلن جا بيئرر بيٺا هوا، سامان اندر ڪرايائون ۽ هائوس ماستر مسٽر شيدا وٽ وٺي هليو. ڏينهن شينهن آهي. صبح جا ۱۰_ ۱۱ وڳا هوا ۽ شيدا صاحب پان چٻي رهيو هو. نالا پڇيائين نوٽ ڪيائين. مون کي ۽ مير محمد هاليپوٽہ کي هڪ روم ڏنائين. مسٽر نصير خان ۽ قمرالدين کي ٻي روم ڏنائين ۽ بيئرر کي چيائين تہ هنن کي منٽو C (سي) ۾ وٺي وڃي ڪمرا ڏيکار. مسٽر پانڊياڻي ۽ تاج محمد پناڻ کي منٽو ڊي ۾ هڪ روم ڏنائين ۽ مسٽر علي اڪبر ۽ رجب عليءَ کي ساڳيءَ هاسٽل ۾ ٻي روم ملي. غني محمد کي منٽو بي ۾ روانو ڪيائين. اهڙي طرح ٻين کي ٻہ جدا جدا ڪمرا الاٽ ڪندو ويو. بيئرر ماني ڪٺي آيا. ريڊي گوشت جو ٻوڙ هو. ان سان گڏ ماش جي دال ذرو ۽ ڪٽڪ جون مانيون. مانيون تہ مان ٿو چوان پر هنن انهن کي چپاتيون پئي چيو. چپاتيون وڏيون ۽ اهڙيون سنهيون جو ڦوڪ سان اڏامن. ٦_٦ چپاتيون هر هڪ کي مليون. بک ۾ بصر بہ مٺا ڪاٺي ڊؤ ڪيوسين. پر چپاتين تي ڏاڍا روئنشا ڪياسون. جو اهڙيون چپاتيون اسان خواب ۾ بہ ڪو نہ ڏٺيون هيون. ماني بهرحال سوادي هئي.

ٿوري ويرم گذري، تہ چند هاڪر آيا ۽ سنگهاري سنگهاري جو هوڪو ڏيڻ لڳا. هٽ

لائي ڏنوسين تہ ساوا ساوا نهايت ٿڌا. عجيب غريب چيز معلوم ٿيڻ لڳي. مون هڪڙي هاڪر کي چيو تہ "ايک کهلائو. کهاکر ديکهين" هن هڪ هڪ سنگهاڙو ڇلي سائي کل لاٿي تہ اندريون ڳپ بلڪل سفيد آئيس ڪريم جهڙو نظر آيو. هر هڪ کي هڪ هڪ ڏنائين ۽ چيائين تہ "لو کهاکر ديکهو جهيل سے تازی لائے هين" وات ۾ وجهي ڏني سين تہ نهايت مٺا لذيذ ڳويا وات ۾ کير اچي ويو. پوءِ تہ هڪ آني آني جا بہ نہ پر ٻن ٻن آنن جا وٺي خوب کاڌاسين پر سنگهاڙي نالي تي کل اچڻ لڳي ۽ هڪ ٻئي کي چيوسين تہ سنگهہ کائو. بهرحال سنگهاڙا اهڙا تہ تازا ۽ لذيذ هوندا هوا جو خاص طور آءٌ تہ انهن تي اهڙو هري پيس. جيئن جبل جي ٻڪري اَن تي هري. ٻيا سنڌي دوست بہ سنگهاڙن سان چڱو شغل ڪندا هوا.

اسان کي ٻڌايو ويو، تہ فرنيچر هر هڪ شاگرد کي پنهنجو خريد ڪرڻو هو عجب لڳو. پر پوءِ معلوم ٿيو تہ ان کان چند بار اڳ شاگردن اسٽرائيڪون ڪيون هيون ۽ سرڪاري فرنيچر ڍير ڪري ان کي باهہ ڏيئي ڇڏي هئي. ان بعد يونيورسٽي اهو آرڊر ڪڍيو هو. خير ٻهرين رات تہ هنڌ ڪوٺين ۾ زمين تي وڇائي ستاسين ۽ ٻئي صبح جو سرڪل ٻاهران فرنيچر جا واپاري ميزن ڪرسين ۽ ڪٽن ڪٽولن جا ڍڳ ڪٽي وڪري لاءِ آيا. فرنيچر اڪثر رف هو ۽ سچو ٽالهيءَ مان ٺهيل هو. ٽالهي ان زماني ۾ سنڌ ۾ ڪاٺ ٿيندي هئي. خصوصاً لوئر سنڌ ۾ تہ ان جو نالو نشان بہ ڪو نہ هو. اسان ٽالهي نالو ٻڌوئي وڃي علي ڳڙهہ ۾. فرنيچر بلڪل سستو. اسان مان هر هڪ، هڪ ميز ڪرسي ۽ هڪ ڪٽولو واٺيل ٺهيل پسند ڪري ورتا ۽ بہ ٽپايون هر هڪ روم لاءِ حصو ڪري ورتيونسين. ڪوٺين کي زيب و زينب وٺائڻ لاءِ اتي جي دستور موجب ڇتايون يعني تڏا نُکن جيڏا ورتاسين ۽ انهن جي مٿان گلم. جاجم جو ڪپڙو جنهن تي ڳاڙها ۽ ڪارا پٽا هوا سو وڏو ٿان ورتوسين. جو ڪوٺيءَ جي ماپ موجب درزيءَ کان بخيو هٿائي ڇتائيءَ مٿان رکي خبرداريءَ سان ڇڪي ڇنن پاسن کان ڪِلين نوڪڻ سان گلم طرح وڇايوسين. هاڻي ڪوٺيون حسين ۽ مزيدار ٿي پيئون. اهو ڪم سڀ اتي جي بيئررن جي مشوري سان ڪيوسين. هي گهربل شيون وري ايڪي ۾ چڙهي شهر مان آنديونسين. جهڙوڪ گهگهي، گلاس، ٻدنو، لوٽو وغيره وغيره. مطلب تہ ٻئي ڏينهن شام کان اڳ تياري مڪمل ڪئي سين.

شام جو اسان جا واهرو بہ وريا اهي هوا يونيورسٽيءَ جا شاگرد. اسان کي انٽرميڊيئيٽ جو شاگرد سڏيو ويندو هو. يونيورسٽيءَ جو شان الڳ هو. اسان جا واهرو اسان جا سنڌي سينئر دوست هوا جي هوا. ١_ پير الاهي بخش ٢_ محمد الياس قاضي ٣_ غلام رسول سومرو ۴_ ارباب علي شاهہ ۵_ مسٽر عيسائي. هنن ٻڌو تہ ڪي نوان سنڌي اچي سهڙيا آهن. تنهن ڪري فرط محبت ۽ وطن جي حب وچان هنن اسان کي ملڻ ۽ اسان جي آجيان ڪرڻ پنهنجو فرض ڄاتو. اسان هڪٻئي کي ياڪر پائي ملياسين. هڪ ٻئي جو تعارف ڪيوسين. حال احوال

ڏاسين ۽ ورتاسين. دلين کي ڏاڍي تقويت آئي ۽ سمجهڻ لڳاسين ته گويا سنڌ ۾ آهيون. ٻئي ڏينهن هنن سينيئر دوستن اسان جونيئر ۽ نئوواردن کي يونيورسٽي ريسٽوران (ريسٽورنٽ) ۾ چاءِ لاءِ مدعو ڪيو. وڏي خوشي ۽ فخر وچان اتي وياسين. قاضي محمد الياس اسان کي وٺڻ لاءِ آيو. چاءِ ڪيڪ وغيره ڪارايائون ۽ هڪ اسپيشل پليٽ "ٽڪڙے" به گهرايائون اها شيءِ اسان لاءِ بلڪل نئين هئي، جنهن جو سنڌ ۾ نالو به ڪو نه ٻڌو هوسين. ٽڪڙي ڇا هو؟ حلوي جو هڪ قسم هو، جو وڏيل روٽين کي چاش ۾ پچائي ٺاهيو ويو هو. مگر ان جي سواد ۽ لذت اسان کي ٽڪڙي کائڻ جو عادي بنائي ڇڏيو. خير ڪائي – ٻي موڪلايوسين ۽ هڪ ٻئي وٽ وقتاً بوقتاً اچڻ وڃڻ جا واعدا ڪري واپس آياسين. مائٽن ڏانهن خيريت سان پهچڻ بابت خط لکياسين ۽ لکيوسين ته اسين بلڪل خوش آهيون ۽ ائين محسوس ڪريون ٿا گويا پنهنجي وطن يا گهر ۾ آهيون. سنڌي يار دوست گهڻا آهن، ان ڪري ڪو به فڪر نه ڪندا.

هفتو کن داخلائن ۾ لڳو. نالي ماتر ڪلاسن ۾ وڃبو هو ۽ موٽي اچبو هو. اهو هفتو اسان سڄي يونيورسٽي کي ۽ شهر کي خوب چڪر ڏنا. جنهن هاسٽل ۾ آءٌ رهندو هوس ان جو نالو "منٽو سرڪل" هو. ان سرڪل ۾ چار هاسٽلون هيون اتر کان منٽو "اي" الهندي کان منٽو "ڊي" ايرندي منٽو "بي" ۽ ڏکڻ کان منٽو "سي"، منٽو "سي" ۾ هڪ هال هو، جنهن کي يونين هال سڏيو ويندو هو. جتي ڊبيٽون، ميٽنگون، مشاعرا ۽ ٻيا فنڪشن منعقد ٿيندا هوا ۽ اتر واري هاسٽل منٽو "اي" ۾ هڪ هال هو، جو مسجد طور استعمال ٿيندو هو. منٽو "بي"جي مٿان انٽرميڊيئيٽ ڪاليج هو. باقي هاسٽلن جي مٿان ڪا به عمارت ڪا نه هوندي هئي. منٽو سرڪل جي نموني تي هڪ ٻيو سرڪل "ريڊنگ سرڪل" نالي سان تعمير ٿيل هو. جو منٽو سرڪل جي اتر الهندي طرف سڏ پنڌ تي هو ۽ اسان جي ئي ڏينهن ۾ نهي راس ٿيو ۽ شاگرد رهايا ويا. ٻيون ننڍيون هاسٽلون جهڙوڪ ظهور وارڊ، صاحب باغ هيون. ظهور وارڊ ۾ ننڍا شاگرد سيڪنڊري ليول وارا رهايا ويندا هوا. صاحب باغ ۾ محمد يوسف جوڻيجو، ملڪ جمع خان ڊي سي اهي به سنڌي رهندا هوا. باقي ٻين ايراضين جا شاگرد هوا. يونيورسٽي ۾ سر سيد هاسٽل هئي، جنهن ۾ به هاسٽلون هڪ سر سيد ايسٽ ۽ ٻي سر سيد ويسٽ. انهن کان علاوه به هاسٽلون عثمانيه هاسٽل ۽ ممتاز هاسٽل به پنهنجو مٽ پاڻ هيون. يونيورسٽيءَ کي پوسٽ آفيس، تار آفيس ۽ اسپتال پنهنجون هونديون هيون. يونيورسٽيءَ جي جامع مسجد به اتي هئي ۽ هڪ نهايت شاندار هال هو. جنهن جو نالو اسٽريچي هال هو. هتي وڏا وڏا قومي ليڊر ايندا هوا ۽ تقريرون ٿينديون هيون. جي سيئي ٻڌڻ ويندا هواسين. تمام وڏا وڏا ماڻهو عالم ۽ نواب ايندا هوا. اسان کي مولانا سيد سليمان ندوي، مولانا اشرف علي ٿانوي، مولانا محمد علي جوهر، مولانا شوڪت علي، نواب آف ڇتاري ۽ نواب حميد الله خان آف ڀوپال، جو يونيورسٽيءَ جو

وائيس چانسلر به هوندو هو. تن جي زيارت فيض بشارت اُتي ٿي. علي ڳڙهه نه وڃون ها ته انهن مان ڪيترن جو ديدار جيڪر نصيب نه ٿئي ها. انهن ڪانسواءِ ٻيا به ڪيترا انگريز عالم به وقت بوقت ايندا رهندا هوا. هندو شاگردن جي هڪ هاسٽل الڳ هئي. بهرحال پڙهائي شروع ٿيڻ کان اڳ اسان گهمي ڦري ڏاڍو شپ جو چڱي طرح اڀياس ڪيو، جا تقريباً ٻن ميلن ۾ واقع هئي.

منٽو سرڪل کان اتر طرف ٣_٤ نمبرن جي منيي تي مرهٽن جو هڪ قديم قلعو هو، جو ملهار راءِ هولڪر جو ٺهرايل چيو ٿئي ٿيو. ان جي ديوار چوگرد ايترو ته ويڪري هئي، جنهن مٿان جيڪر بيل گاڏي هلي سگهي. هڪ دفعي هن قلعي ڏانهن ويندي، اسان جي عجب جي حد نه رهي جڏهن اسان سُوئرن جا ڌڻ ڏٺا. جن ۾ مهمايل سُوئر نر ۽ ماديون ۽ انهن جا ٻچڙ ڌنار چوڪرا ائين ڪاهي پئي ويا، جيئن هتي ٻڪريون ۽ ڇيلا چارڻ وني وڃن. هتي ته سوئر ڏسندي ساهه ئي سڪي ويندو آهي. پر هُتي جو اهو منظر ڏسي استعجاب جي حد ئي نه رهي. ٻڌايوويو ته يو پيءَ ۾ سوئر پاليا ويندا آهن ۽ اتي جا ديهاتي هندو انهن جو کير، مکڻ ۽ گوشت کائيندا آهن بدن کي ڏکٽي وني ويئي، ته اسان کي جيڪو گيهه مکڻ ملي ٿو سو اهو ناپاڪ جانورن جو نه هجي. مگر ان لاءِ مسلمان وڏو احتياط ڪندا هوا. کير بوتلن ۾ ملندو هو، جو نج ماهيو هوندو هو ۽ ان لاءِ خاص مسلم ڏيريون الڳ هيون ۽ جتان اهو خريد ڪيو ويندو هو. گوشت اڪثر ريڊو هوندو هو، هر هڪ سرڪل جي وچ ۾ هڪ ڪشادو لان هوندو هو جنهن ۾ گلاب ۽ موتئي جا گل بي انداز ڦلندا هوا. جيترا به جنهن شاگرد کي گهرجن پٽي سگهندو هو ۽ ڪا به منع ڪا نه هئي. اهڙيءَ طرح سيني هاسٽلن کي لان ۽ باغيچا هوا. شير شاهه سوريءَ وارو جوڙايل رستو جو آگري ۽ دهلي کي ملائيندو هو، سو به علي ڳڙهه جي الهندي پاسي کان لنگهندو هو. وڻن سان ڇانيل راحت پربو ۽ مسلم حڪمرانن جو يادگار هو. رستي جي ٻنهي ڪپن تي وڻ سمورا ميويدار هوندا هوا. خصوصاً جمون ۽ انبن جا وڻ بڪثرت هوندا هوا. بهار ۾ رستي تان لنگهبو هو ته دماغ معطر ٿي ويندو هو.

يوپيءَ جي شهرن جا سڌريل مسلمان ترڪي ٽوپي، اچڪن ۽ چُست پاجامون پهريندا هوا. باقي ديهاتي هندو خواهه مسلمان ڌوتي ٻڌندا هوا. هڪ صدريءَ جهڙو ڪڙتو ۽ مٿي تي يورپي پين واري سنهي ٽوپي زيب تن ڪندا هوا. هندو مسلمان ۾ امتياز ڪري نه سگهبو هو. مسلمانن ديهاتين جا نالا به اڪثر هندوانه هوا. اسان جي ٻن بيئرن مان هڪ جو نالو منگل ۽ ٻئي جو جمن هو. انگريزن جي راڄ جو رعب هڪ طرف ۽ مسلم يونيورسٽيءَ جي ماحول جو رعب ٻئي طرف. هرڪو نوڪر چاڪر باادب باملاحظ. خدمتگاريءَ ۾ پيش پيش هوندو هو. ٿوري خرچي ملڻ تي جڻ ته هنن کي دولت ملي ويندي هئي. ان مان اندازو لڳايوسين ته غربت تمام گهڻي هئي. مڊل ڪلاس ڪو نه هو، امير يا غريب فقط اهي ٻه ڪلاس هوا.

مسلم يونيورسٽيءَ ۾ قوانين موجب شاگردن لاءِ يونيفارم مقرر ڪيل هو. جنهن ۾ ترڪي ٽوپي ڦندڻ سان، اچڪن يا ترڪش ڪوٽ ۽ چست پاجامو، پر جيڪڏهن ڪو ڊرل جي اڇي پينٽ پائي تہ اعتراض ڪو نہ هو. اسان سڀني کي يونيفارم ٺهراڻو پيو. صلاح ڪئي تہ اچڪن تہ هرگز ڪو نہ پائينداسين باقي ترڪش ڪوٽ ضرور ٺهرائينداسين. چست پاجامہ تي بحث هليو انهن پاجامن جا ٻہ قسم هوا. هڪڙا چوڙيدار ۽ ٻيا بنا چوڙيءَ. اسان مان ڪن جو خيال هو تہ پينٽ پايون ۽ چست پاجامو نہ ٺهرايون جو مقعد تي لغام چڙهيل نظر ايندو. آخر چيوسين تہ اهو بہ هڪ نئون تجربو آهي. ”جنهن جي وڃجي گهران جي ڪجي پر“ چست پاجامہ في الحال بہ بہ ٺهراياسين. رجب عليءَ تہ بلڪل بغاوت ڪئي ۽ نہ ٺهرايائين سو نہ ٺهرايائين پينٽ پائيندو هو. ترڪش ڪوٽ، نيوي بلو ڪپڙي جو ٺهرايوسين. نيوي بلو هڪ عاليشان انگلش ڪپڙي جو. هن وقت جيڪر ١٢٠ روپئين وال بہ نہ ملي. ان وقت اڍين رپئين وال هو. ڪپڙي ۽ سبائيءَ ڪل ١٨ رپيا ڪوٽ ڪاڏا. جڏهن ڪوٽ ٺهي راس ٿيو، تڏهن اسان مسلم يونيورسٽيءَ جي بنج جي گهر ڪئي جا مفت ڏني ويندي هئي، مٿس ڪجيءَ جو نشان هو ۽ ڪوٽ جي ڪالر تي لڳائبي هئي. ڪوٽ جو ڪالر گلي بند هو. ڪوٽ پهرڻ سان پاڻ کي وڏو ماڻهو پيا سمجهندا هواسين.

علي ڳڙهہ ۾ اسلام عليڪم جو رواج بلڪل گهٽو هو. ايتري قدر جو روم مان ٻاهر نڪ ڦتي ڪري وري روم ۾ اندر گهڙبو هو تہ "السلام عليڪم" چوڻ لازمي هوندو هو. وعليڪم السلام جي وائي اصل ڪا نہ هئي، السلام عليڪم جي جواب ۾ وري بہ اسلام عليڪم چوندا هوا. اسان بہ اها ڳالهہ اپنائي. شاگرد هڪ ٻئي کي مولانا ڪري سڏيندا هوا. مولانا، مولانا پئي پوندي. آئيے تشريف رکهئے شڪريہ وغيره بہ اتي سکياسين. مسلم يونيورسٽيءَ جو يونيفارم ۽ بنج لڳل هوندي هئي تہ شهر ۾ تمام گهڻي عزت هوندي هئي، اسٽيشن تي ڪو بہ شاگردن کان پليٽ فارم جي گهر نہ ڪندو هو. جو ان ڳالهہ تان ريلوي وارن سان اڳي ڪافي جهڳڙا ٿي چڪا هوا ۽ آخر شاگردن کي بري ڪيو ويو هو.

بورڊنگ ۾ ٻہ ويلا ماني ملندي هئي. منجهند ۽ رات باقي صبح جو ناشتو پاڻ ڪندا هواسين. اڪثر بيضہ ڊبل بريڊ ۽ چاءِ، جنهن لاءِ پنهنجو اِسٽو هر ڪنهن روم ۾ هوندو هو. ملڪ نصير خان مون کي ناشتي لاءِ هميشہ سڏ ڪندو هو. چوندو هو تہ اسانٰ پاڻن سان ڪندو ڪر. ڪجهہ ڏينهن بعد مسٽر مير محمد هاليپوٽي ۽ مون سان گڏ هڪ نئين شاگرد کي بہ رهايو ويو، جو هو مسرور احمد مراد آبادي، نهايت سٺو رفيق هو. اردو ڳالهائڻ لاءِ اسان لاءِ هڪ ذريعو بنجي پيو مسٽر غني محمد آرائين وٽ هڪ ٻيو شاگرد رهايوويو، جو هو شاهہ عالم مغليہ خاندان جو فرد، هن کي گورنمينٽ وٽان سڀ اخراجات ملندا هوا. جيڪڏهن مغل حڪومت هجي ها تہ

والي تخت و تاج اهوئي شاهه عالم هجي ها. اسان هن وٽ اڪثر ڪچهريءَ لاءِ ويندا هواسين ۽ اهڙو ته مٺڙو ماٺهو هو. جو خوش مزاجي، خلق ۽ هلت چلت لاءِ ڇا لکي ڇا لکجي. ڪيس ڏسي خوشي ۽ ڏک ٻئي يڪ وقت محسوس ڪندا هواسين. هاڻي اسان بلڪل هري مري وياسين، مان زور ڪري يو پيءَ وارن شاگردن ۽ پنجابي شاگردن سان اردو ڳالهائيندو هوس. غلطيون به ڪندو هوس ۽ پاڻ تان سنگتي ڪلائيندو به هوس. مگر ان جي ڪا به پرواهه نه ڪندو هوس. ان جو نتيجو سٺو نڪتو جو منهنجي زبان اردوءَ تي وري آئي ۽ منهنجا دوست اردو ڳالهائڻ کان گهبرائيندا هوا ۽ شرمائيندا هوا جا ڳالهه سندن نافائدي ۾ آئي. مان چڱي اردو سکي ويس ۽ هو وانجها رهيا.

اسانجي انٽرميڊيئيٽ ڪاليج جو پرنسپال هو مسٽر قريشي ۽ وائيس پرنسپال مسٽر ولي محمد شاهه پنجابي جنٽلمين هو. ٻيا پروفيسر هي هوا. پروفيسر حاذق پرشن جو استاد. پروفيسر رشيد تاريخ جو استاد. مسٽر ولي محمد شاهه انگلش جو. مسٽر خاوري M.OL ماسٽر آف اورينٽرل لنگويجز هو. جو شاعر به هو ۽ تخلص خاوري هوس. ڪتاب اڪثر سليڪشنس هوندا هوا. انگريزي ڪتاب به سليڪشن هو، پارسي به سليڪشن تاريخ اسان تي جا رکيل هئي، سا مسلم هسٽري هئي جنهن ۾ اسان کي هڪ ڪتاب مسٽر اسنس جي تاريخ (ترڪيءَ جي) ۽ ٻي سر امير عليءَ جي تاريخ رکيل هيون. پروفيسر رشيد تاريخ تي اٿارٽي شمار ڪيو ويندو هو. فارسيءَ ۾ پروفيسر حاذق لاجواب هو. هو اسان کي فارسي بذريعه اردو پڙهائيندو هو. اسان جي دوست رجب عليءَ هڪ دفعه کيس چيو ته: "سائين اسين اردو ڪونه ٿا سمجهون اسان کي انگريزيءَ ۾ پڙهايو. هن کي ڪاوڙ ضرور آئي، ليڪن هن انگريزيءَ ۾ معنيٰ ڪرڻ شروع ڪئي ان جو اهو نتيجو ٿيو جو ديوان حافظ، نظيري وغيره جي غزليات جي فقط تحت اللفظ معنيٰ مان ڪو به لطف اچڻ نه لڳو. هونءَ جو پروفيسر حاذق اسان کي پڙهائي جي دوران وچ وچ ۾ ٻين شاعرن مثلاً غالب، اقبال، مير درد ۽ ٻين مشهور اردو شعرا جا شعر به ٻڌائيندو هو. انهن جو خاتمو ٿي ويو. پڙهائي بي رونق ٿي. اردو شاگردن کي به ڪو لطف اچڻ نه لڳو. هنن مون کي چيو ته مسٽر اسماعيل "يه کيا کرديا آپ لوگون نے" مون رجب عليءَ کي ها ها ڪئي ۽ کيس وٺي پروفيسر حاذق وٽ ويس. ٻه چار سنڌي دوست به پاڻ سان ورتم. هڪ وفد جي صورت ۾ پروفيسر حاذق وٽ وياسين ته سائين اسان کي معافي ڏيو فارسي دستور موجب اردوءَ جي ذريعي پڙهايو. پهريائين ته ضد ڪيائين مگر اسان جي استدعا قبول ڪيائين ۽ منهنجي واهه واهه ٿي وئي. اردو شاگرد شڪرگذار ٿيڻ لڳا.

پروفيسر خاوري اسان کي N.M.T نان مدرٽنگ غير مادري زبان اردو پڙهائيندو هو. جو ته جن جي اردو مادري زبان نه هئي، انهن لاءِ اهوئي آسان اردوءَ جو ڪتاب نصابي طور مقرر ڪيل

هو. مسٽر خاوريءَ سان اتي جا شاگرد چرچا ڪندا هوا مگر هن جهڙو ساده لوح انسان ۽ فضيلت جو مالڪ مون علي ڳڙهه ۾ مشڪل ڏٺو. دينيات لاءِ مولانا احمد مقرر ٿيل هو. هو قد جو بندرو، بدن ۾ مونو، بي ڊولو، پيٽ نڪتل ۽ ڳالهائڻ ۾ تمام تکڙو هو تقرير ڪرڻ لڳو، ته جڻ راڪيٽ ڇٽو. اتي جا شاگرد ڪيس مولانا منڪو سڏيندا هوا جتي به وڃجي، اتي پان جي آچ ضرور ٿيندي هئي. اسان کي نفرت به ايندي هئي، مگر طوحاً ڪرهاً کائڻو ئي پوندو هو. ڇو ته نه کائڻ تهذيب جي خلاف سمجهيو ويندو هو. ڪن ڪن سنڌين پان کائي کائي پاڻ کي عادي بنائي ڇڏيو هو. مگر مون پاڻ ۾ اصل هير نه وڌي.

يو پيءَ جا شاگرد ڊڄڻا به هوندا هوا مگر شرارت ۾ طاق هوندا هوا. شرارتن کي ائڪٽونيز ڪونيو ويندو هو. اهڙيون ته شرارتون ڪندا هوا، جي اگر تفصيل سان ويهي قلمبند ڪجن، ته به ني قسطون ته لامحاله لکي وڃان. يک مشت نمونه خروار هنن جون به چار شرارتون نه لکندس ته هڪڙو خال رهجي ويندو. بهرحال هن قسط ۾ انهن شرارتن جو ذڪر اذڪار لاءِ گنجائش نه آهي. اڳتي هلي اُنهن تي تبصرو ڪيو ويندو.

علي ڳڙهه جي هوا نهايت خنڪ ۽ صحت بخش هئي، پاڻي شفاف ۽ شيرين کاڌي جون شيون ملاوت کان قطعاً صاف ۽ پاڪ، ياجيون ميوا بلڪل تازا. ڪنهن ٻاهرئين گهورڙائي جي مجال نه هئي، جو ڪا به پاروٿي شيءِ وڪڻ لاءِ آڻي ورنه شاگرد هن جو سمورو مال اڇلي ڇڏيندا هوا، ان ڊپ کان ڪو به خراب شيءِ آڻڻ جي جرائت ني ڪين ڪري سگهندو هو. مون علي ڳڙهه ۾ چڱو قد قامت ڪيو ۽ بلڪل هڪ جوان ٿي پيس. ههڙي حسين ماحول ۾ منهنجي شعر گوئيءَ جو شوق به ويو پروان چڙهندو، اڪثر پنهنجي دوستن تي ني هجو جا اشعار لکندو هوس علي ڳڙهه ۾ ويتر جو مشاعرا ٿيندا هوا، جن جو ذڪر جدا ڪيو ويندو، تن مون ۾ شعر گوئيءَ جو شوق وڌائي ڇڏيو. هڪ شاگرد بنام اقبال لکنوي هو. منتو "سي" ۾ رهندو هو سو نهايت حسين هوندو هو ۽ تقريباً هر ڪو ان کي عاشقانه نظرن سان ڏسندو هو. اسان جو يار ملڪ نصير خان به مٿس مفتون ٿي پيو. ملڪ نصير خان جو آواز منو هو ۽ چڱو ڳائيندو هو ۽ مون کي چيائين ته اقبال تي ڪو شعر لکي ڏي. مان پاڻ ته ڪنهن تي مچ ني ڪو نه چنبڙيندو هوس، ليڪن دوستن جي ارشاد انهن جي منظور نظرن تي شعر لکي سندن دل خوش ڪندو هوس. اها يارن جي خير دلالي منهنجي فرائض ۾ داخل ٿي چڪي هئي. ملڪ نصير خان کي هڪ شعر لکي ڏنم جو ميز تي ڌڪڙ وڃائي وڏي آواز سان ڳائيندو هو ۽ اسين واهه واهه ڪندا هواسين. شعرڪو لکڻ جي قابل ته نه آهي، ليڪن پراڻين يادگيرين جي نشاني آهي، ان ڪري هتي ناظرين جي تفريح طبع لاءِ لکان ٿو ۽ هي باب ختم ڪريان ٿو.

اسان جو ٿيو چو خال بي حال آهي،
نہ ياور ٿيو افسوس اقبال آهي.
نمادار نخرا ڏسي نازور جا،
جيئڻ ٿي اسان جو ويو جنجال آهي.
نہ ڳالهائي ٿو چو نهاري نٿو چو،
ويو مہ رخن جو ٿي چا ڪال آهي؟
عمر چو اسان جي ڏکن ۾ ٿي گذري،
ستم چو روا مون تي هر سال آهي.
اگر روبرو آهہ پردو حجابي،
تہ خط چو نہ مون ڏي ٿيو ارسال آهي.
نہ ڪر محب ماٺا ٿو مارين اسان کي،
سندم موت هي تال تيتال آهي.
اهو ويس رنگين اهو زلف ڪارو،
وٺي دل ٿو جڻ شير چنگال آهي.
"فدا" تو سان ڳالهائي جي نہ تہ تو يي،
ڏنو چا نہ دلبر جو دنبال آهي.

امرد پرستيءَ جو مرض البتہ علي ڳڙهہ ۾ گهڻو هو. ان جو سبب هڪ اهو بہ هو، جو ڪو ايديوڪيشن ڪانہ هئي. امرد پرستيءَ جي رواج، فارسي عربي مدرسن ۾ جو زور ورتو، سو بہ ان ڪري جو اتي سڀ شاگرد نوان هوندا هوا ۽ صنف نازڪ جو عنصر غير موجود هئڻ سبب، هڪ ٻئي تي عشق پچايو ويندو هو. علي ڳڙهہ ۾ بہ تون مون تي عاشق آهُہ توتي. هو هن تي ۽ هيءَ هن تي. منهنجو دوست هڪ مسٽر نور سلطان پنجاب جي ضلعي جو هو، سو بدقسمتيءَ سان هڪ چوڌري محمد عليءَ تي مفتون ۽ مجنون ٿي پيو. چوڌري محمد علي وڏو شاهوڪار ۽ زميندار هو ۽ نور سلطان هڪ مفلس غريب روز اچي منهنجو مٿو کائيندو هو تہ " محمد علی ايسا حسين هے ايسا مہ جبين هے " مفت ۾ آهُ ڦاسي ويس. ٻڌندو بور ٿيندو رهندو هوس. مگر اخلاق اجازت نہ ڏيندو هو تہ هن غريب جي جذبات جو فقط ذڪر بہ نہ ٻڌان فقط ايترو چوندو هومانس تہ نور سلطان.

مفلس کو خدا عشق کے پهندے مين نہ ڈالے،
آرام کهاں دل جو پڑا غير کے پالے.

هن ويچاري جي اکين ۾ آنسون اچي ويندا هوا. هن وقت الائي ڪٿي آهن ۽ چا پيا ڪن. والله اعلم باالصواب.

باب پندرهون

# علي ڳڙهہ جي شرناٿين (شاگردن) جون چند شرارتون

**اسان** کي علي ڳڙهہ ۾ ٻہ ٽي مهينا مس گذريا هوا، تہ يونين جي چونڊن جي تياري ٿي. چونڊن جو ورڪ نهايت زور شور سان هليو. يونين جو پريزيڊنٽ تہ هميشہ پرنسپال هوندو هو. باقي وائيس پريزيڊنٽ جي چونڊ ۽ ڪئبينيٽ جي ميمبرن جي چونڊ تي لٺ لڳندي هئي. سنڌ جا شاگرد تہ چونڊن ۾ حصو ڪو نہ وٺندا هوا، جو انهي ۾ لوڻ برابر هوا. پر هن سال يونيورسٽيءَ جي مورن يعني پير الاهي بخش، قاضي محمد الياس شاهہ، ارباب علي شاهہ ۽ مسٽر غلام رسول سومري وارن اسان کي همٿايو تہ ڪو نہ ڪو شاگرد ڪئبينيٽ جي ميمبري لاءِ ضرور بيهاريو. اسان سنڌن مدد سان پنجابي شاگردن سان هڪ پڪٽ ڪيو، جن اسان جي مدد ڪرڻ جو پڪو وعدو ڪيو. هاڻي اميدوار ڪنهن کي بيهاريون. ڪو بہ دل نہ پيو ٻڌي. سوچي الله بخش نظاماڻيءَ کي پڳ ٻڌائي سين ۽ هو تيار ٿي ويو. ٿورو ڪي گهڻو جو خرچ ٿيو. سو اسان چندو ڪري گڏي ڪيو. يونين جي اليڪشن تہ نہ هئي، وڏو هڪ گهمسان هو پوريون پندرهن راتيون ننڊ حرام هئي. ورڪرن جا وفد هڪڙو وڃي تہ ٻيو اچي. ڪئبينيٽ جا شايد ١١ اميدوار چونڊجڻا هوا. يوپي وارن کي جڏهن معلوم ٿيو تہ سنڌي ۽ پنجابي هڪ گروهہ ٿي ويا آهن، تہ انهن مان ڪن اسان جي اميدوارن جي مدد ڪرڻ لاءِ حلف کنيو. بشرطيڪ اسان سنڌن اميدوارن کي سڀ ووٽ ڏيون. معاملو طئي ٿيو. مسٽر الله بخش جي قسمت سندس قد و قامت کان گهٽي وڏي ۽ ڊگهي هئي. اليڪشن جي ورڪ بابت جيڪڏهن ويهي لکان تہ ڪم از ڪم ١٠_ ١٥ صفحا پرجي وڃن. ان ڪري ڪفايت کان ڪم وٺان ٿو. آخر اليڪشن جو ڏينهن آيو. اسان جو نامزد اميدوار مسٽر الله بخش نظاماڻي فرسٽ ڪئبينيٽ چونڊيو ۽ ٻيا بہ اهي اميدوار چونڊجي ويا. جن جي اسان جي گروپ مدد ڪئي. جن هارايو تن جا لاش ڪاڻيءَ تي ڪڍيا ويا. مرثيہ پڙهيا ويا. منٽوسرڪل جا تمام گل ڦل لاش تي وڌا ويا. روئڻ ۽ اڇنگارن جا رينگٽ هوا مطلب تہ هارائيندڙ لاءِ ڪٽندڙ اهي اهي بيهودگيون ڪيون، جو انگشت حيرت در دهان نيم درون نيم برون. هڪ عجيب تماشو هو. جو اسان ڪڏهن خوآب ۾ بہ نہ ڏٺو هو. پارٽيون، انٽ هومون، گانا بجانا سڀ ڪجهہ ٿي گذريا، مان چا چوان تہ ڇا ڇا ٿيو. انهي جي

شاگردن کي نظاماڻي چوڻ تہ اصل پچاڙيءَ تائين نہ آيو سو نہ آيو. چونڊائي ھيس "مسٽر نظامي" يونين جي ميٽنگ ۾ صدر صاحب اتفاقي صدارت ڪندو ھو ورنہ وائيس پريزيڊنٽ صدارت ڪندو ھو. ڪئبينيٽ جا ميمبر مٿي ڊائز تي ويھندا ھوا. ٻيا ھيٺ گئلريءَ ۾ اسان جو وائيس پريزيڊنٽ سعيد الدين صالح ھو. زيد احسن لاري ڪئبينيٽ جو ميمبر ھو. ھو تہ اسان سان گڏ انٽر ۾. مگر انگريزي اھڙي ڳالھائيندو ھو. جو وات ڦاٽي ويندا ھوا گويا انگريزي سندس مادري زبان ھئي. ان وقت اسان کي ھڪ آريٽر ڏسڻ ۾ پئي آيو. ان جي برعڪس اسان جو فرسٽ ڪئبينيٽ انگريزي تہ بجاءِ خود پر اردو خواه سنڌيءَ کان بہ بي بھره ھو. شاھ ڪريم وارو صبر ھوندو ھوس. ماڻڙي ڪري ھيڏانھن ھوڏانھن پيو نھاريندو ھو.

ھڪ دفعي شاگردن ھڪ شرارت سوچي. سعيد الدين صالح کي ھڪ ميٽنگ مان غير حاضر ڪيائون. ھاڻي تہ فرسٽ ڪئبينيٽ کي پرزائيڊ ڪرڻو پيو. صدارت جي ڪرسي وڏيءَ ڀنيءَ واري ھئي مسٽر نظاماڻي ڪرسيءَ تي وينو تہ نظر نہ پيو اچي. ڪنين آواز ڪسيا ويا. ھو ويچارو ھنمر ھٿ ۾ ڪٽي ميز تي ٽڪاءَ ڪرائي پر ڪير ٿو ٻڌي. ڪي چون تہ " نظامی صاحب ابھی تشریف نھیں لائے " حالانڪ ھو ڪرسيءَ تي وينو بہ ھجي. ڪي چون تہ " صدر صاحب کھڑے ھو کر رخ زیبا تو دکھلائیے " ڪي ڪينن ڪي ڪينن چون ماٺ ٿئيئي نہ. اسان کي اصل خبر ڪانہ ھئي. تہ ھال جي ٻاھر بہ ڪا شرارت ٿي رھي آھي. شرارتين ڇا ڪيو. جو ھڪ بيمار ٽٽون. جو گڏھ جي قد کان ننڍو ھو. جو اڪثر منٽو سرڪل جي لان تي چبر کائيندو وتندو ھو. ان کي ڏينھن جو جھلي ھڪ ڪونيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيو ھوائون ۽ ھن کي ڪي قدر سينگاري سنواري سندس منھن تي ھڪ دفتريءَ جي تختي لڳائي ڇڏيائون. جنھن تي لکيائون " نظامی صاحب تشریف لاتے ھیں با ادب با ملاحظہ ھوشیار" يونين ھال ۾ جنھن دروازي کان ھن ٽٽوءَ کي اندر آڻڻو ھو ان تي خاص پنھنجا ماڻھو بيھاري ڇڏيا ھوائون. جي وقت تي ھئي ٽٽوءَ کي جاءِ ڏين ۽ اندر ھال ۾ آڻڻ ۾ مدد ڪن. ناظرين ڪرام تصور ڪري سگھندا تہ ڇا نظارو ھوندو. جڏھن اھو ٽٽون اندر گھڙيو. تاڙين جا ڦھڪا ھوا. عجيب عجيب آواز ۽ نعرا لڳا. اھڙي زور سان جو زمين وارا تہ ڇا مگر آسمان وارن بہ شايد ٻڌا ھوندا. اسان کي بخيلي تہ ڏاڍي لڳي پر ڇا ڪريون خود اسين پنھنجي کل کي بہ روڪي نہ ٿي سگھياسين. ميٽنگ درھم برھم ٿي ويئي ۽ مھمل ڪئي ويئي. ٻيءَ تاريخ جو اعلان ڪو نہ ڪيو ويو. اسين سنڌي ڦلھڙو منھن ڪري ڪونين ۾ آياسين. مسٽر نظاماڻيءَ جي جذبات کي ڪھڙي نيس لڳي ھوندي. ان جو اندازو ھو پاڻ ئي ڪري ٿي سگھيو ڇاڪاڻ تہ "جتي باھ ٻري اتي سيڪ اچي. ڪھڙو سيڪ پاڙي واليان نون" ھيءَ شرارت ھڪ بيمثال شرارت ھئي جا نہ اڳي ٿي ھئي ۽ نہ پوءِ ٿي. علي ڳڙھ جي تاريخ ۾ پھرين ۽ پوئين شرارت ھئي. گذشتہ را صلوات

چنيسين مگر جند ڪا نہ ٿئي ڇٽي. مسٽر نظاماٽي ويچارو ڪاليج ۾ هلي يا ٻاهر گهمڻ نڪري تہ ڪير جو ڪيس ڏسي ڪل روڪي سگهي. شرير شاگرد زور ڪري ڪيس سلام ڪن ۽ عافيت پڇن. " مولانا نظامی صاحب کیا حال ہے مزاج بخیریت ہے " ڪو چوي تہ " جناب اس رات یوٽنين هال مين کس کا فاختہ اڑ گیا تھا " ائين چئي نهڪڙا پنجي ويندا هوا. آخر طوفان بدتميزي بعد ڪجهہ سانت آئي تہ هڪ ٻي عجيب شرارت ڪئي وئي.

هڪ رات شرارتين جو هڪ وڏو وفد نڪتو. هو اڪثر ڪري نئو وارد شاگردن جي رومن (ڪمرن) ۾ آيا ۽ اچي چيائون تہ مرحوم سر سيد احمد خان جي فاتحہ ڪرڻي آهي، جا هر سال ڪئي ويندي آهي. ان لاءِ چندو ڏيو. ٢ـ ٢ رپيا چندو اسان خوشيءَ سان ڏنو. سر سيد جي فاتحہ لاءِ ڪير چندي ڏيڻ کان انڪاري ڪري! تاريخ مقرر ٿي. ڪي شرارتين جا سردار سوچي سوچي مسٽر رجب عليءَ وٽ ويا ۽ کيس چيائون تہ فاتحہ جي مجلس لاءِ صدارت قبول ڪريو. هن چيو تہ ڪيترا سينيئر شاگرد ويٺا آهن. انهن مان ڪوبہ شاگرد چونڊيو. مون کي اردو بہ ڪا نہ اچي. تنهن ڪري مهرباني ڪري مون کي معافي ڏيو. هنن چيو تہ اسان جو دستور آهي تہ صدارت نون آيل طالبن مان ڪنهن کي سونپي ويندي آهي ۽ واري واري سڀني علائقن جي شاگردن مان صدر چونڊيو ويندو آهي جيئن تہ اڳئين سال پنجاب مان صُدر چونڊيو ويو هو. ۽هن سال سنڌ جو وارو آهي. اوهان جي ماشاالله پرسنلٽي (شخصيت) چڱي آهي. اسان سڀني جو انتخاب اوهان آهيو. اوهان کي ڪجهہ گهڻو ڳالهائڻو ڪو نہ پوندو. اوهان جي علي ڳڙهہ مجلس جي ڪارروائيءَ ۾ رهنمائي ڪئي ويندي هن نيڪ موقعي تي اسان کي نااميد نہ ڪريو. رجب عليءَ ويچاري قبول ڪيو. مجلس جو انتظام سرڪل جي لان تي ڪيو ويو. جنهن کي ڏاڍو سينگاريو ويو وقت معين تي سڀ اچي حاضر مجلس ٿيا. اسٽيج تي چونڊ شرارتين کي جاءِ ملي. مسٽر رجب عليءَ کي مٿي وهاريو ويو. هڪڙي اٿي مسٽر رجب عليءَ جي صدارت جي رٽ ڏني. يڪراءِ منظور ٿي. مسٽر رجب عليءَ ڪرسي والاري تاڙيون وڳيون. هيڏانهن هوڏانهن ڪاٻي ساڄي شرارتي گلن جا هار ڪٽيو بيٺا هوا. مسٽر رجب علي خواه اسان سڀني جو خيال هو تہ اهي هار صدر کي پوندا. اسان کي ڪا بہ خبر ڪا نہ رهي تہ عين صدر صاحب جي پٺيان هڪ مها شرير جو هڪ ڪاغذ ۾ ويڙهيل هار جهڙي شئي ڪنيو بيٺو هو. ان وٽ هار هو يا ٻيو ڪجهہ هو ۽ اوچتو هن اهو هار ڪولي صدر صاحب جي گردن مبارڪ ۾ پاتو. هار ڇا هو؟ سينگهاڙن جي ڪلن جو هڪ نوڙيءَ پوتل ڪنديءِ هئي. جيئن ئي هن اهو هار صدر جي ڳلي ۾ پاتو تاڙين ۽ نچ پنب جا ڦهڪا ٿي ويا. رجب عليءَ کين ڪڇيون گاريون ڏنيون. هنن لچن کي تہ انهن گارين جي گهرج هئي ۽ مزو پئي آين. ٿن ويتر وڏيڪ شور غل مچايو. اسان سڀ سنڌي غيرت وچان اٺي کڙا ٿياسين. پر ڪري ڇا پيا سگهون، ڇڙ بہ پيئي اچي تہ ڪل بہ پيئي اچي. رجب

علي اسٽيج تان لهي آيو ۽ چيائين تہ "ڏنو حرامين جا ڪم" رجب عليءَ جو ڪمرو ويجهو هو، اتي سڀ اچي مڙياسين. پنهنجي ڏر تي گدڙ بہ شينهن آهي. گهر وڃي گهٽيئي گاريون ڏنيوسين. پر جيڪي ٿيڻو هو، سو ٿي چڪو. پاڻ رجب عليءَ کي گهٽ وڌ ڳالهايوسين، تہ تو اسان سان ڳالهہ بہ نہ ڪئي. ۽ نہ مشورو ڪيو. خير هن هڪ نڪتہ تي ويهي لکان تہ ڇا وهيو ڇا واپريو تہ خبر ناهي تہ ڪيترا صفحہ ٿي وڃن. يونيورسٽيءَ جي سنڌي پائرن کي خبر پئي تہ هيءَ سانحہ ٿي گذريو آهي، سي آيا ۽ چيائون تہ اسان کان اوهان کي پڇڻ کپندو هو پر خير علي ڳڙهہ ۾ اهي ڳالهيون بلڪل رواجي آهن. ڪلندا رهو ٻوٽ نہ سڄايو. چرچا مڙس ڪندا بہ آهن، سهندا بہ آهن، پرنسيپال کي شڪايت ڪندا يا ٻني ڪنهن کي چوندا تہ اهي بہ فقط ڪلندا. ڇو تہ علي ڳڙهہ چنبو ئي ان کي آهي. اڳتي جو ڪم ڪريو، اسان جي پڇڻ ڪانسواءِ نہ ڪريو. رجب علي پاڻ بہ لڇو هو، سندس منهن تي مُرڪ اچي ويئي ۽ غم غلط ٿي ويس. قصو ڪوتاهہ چندو جيڪو گڏ ڪيو هوائون، تن مان ڪجهہ ڊيڪوريشَن تي خرچ ٿيو باقي شيرين جي پڳدارن خوب يونيورسٽي ريسٽورينٽ ۾ وڃي جشن جُهوڙا ڪيا.

منٽو سرڪل ۾ جاءِ ضرور (ڪاڪوس) جيڪي هوا تن کي دروازا نہ هوندا هوا. دستور هو تہ هر ڪو شاگرد جو قضا حاجت لاءِ لوٽو يا بدنو کڻي ڪاڪوس ڏي ايندوهو، سو اچي ڪاڪوس خانہ جي دروازي واري خال وٽ کنگهڪار ڪندو هو، جي اندر ٻيو شاگرد هوندو هو، تہ اهو بہ اندران کنگهڪار ڪندو هو. ائين ڪرڻ سبب ٻاهريون اميدوار وري ٻئي ڪاڪوس خانہ جي در وٽ کنگهندو هو ۽ جواب نہ آيو تہ وٽڪنسي (خالي جڳهہ) سمجهي اندر داخل ٿيندو هو. انهيءَ ريت رسم جو ناجائز فائدو وٺي ڪيترا شرير ڪنهن نہ ڪنهن ساده لوح شاگرد کي پريانئي تاڙي بيٺا هوندا هوا. هن جو اندر گهڙڻ ۽ هنن جي لڳاتار کنگهڪار شروع ڪرڻ. هڪ کي کنگهڻ جو جواب کنگهڻ سان اچا مس ملندو هوتہ ٻيو کنگهڪار ڪندو هو. ائين ڪرڻ سان اندر پردي نشين جو پانخانو چڙهي ويندو هو. هو پائخانو ڪري پوري طرح قرار ڪري نہ سگهندو هو. ذري ذري چرڪ پيو پريندو هو تہ ڪو اندر لنگهي نہ اچي. مسٽر تاج محمد پناڻ ويچارو ڏاڍيون رڙيون ڪندو هو تہ هن مصيبت جو ازالو ڪيئن ڪجي. هي حرامي تہ هنگڻ بہ کنگهائي کنگهائي ڪرڻ تا ڏين. تاج محمد شبيهہ جو موچارو هو، ان ڪري هن سان خاص هٽ چراند هوندي هئي. اسين سڀ بہ اُتس ڪلندا هواسون. هو چوندو هو تہ يار ڪلو پلي ڪلو پر اسان جيڪو هنگيو سو هنگيو. ڪاڪوس جي پٽين تي اندر ڪيئي اردو اشعار لکيل هوندا هوا. سيئي شعر بدتميزي، بدفضيلتي ۽ بداخلاقي جا هوا. هڪ شعر جو مون ياد ڪيو سو هي آهي:

قبض سے یہ حال ہے صاحب
پادنا بھی محال ہے صاحب

ڪاڪوس ته نه هوا. هنگ هنگان جو اٿاهه لٽريچر هو. وڃنا هنگندا به هواسين ۽ ڪلندا به هواسين. بعضي خيال ايندو هو ته ٻاهر ڪو ڪلڻ جو آواز ٻڌندو ته ڇا چوندو ته هنگي ٿو يا کلي ٿو. پر ڪل روڪي نه سگهبي هئي، انهن چند شرارتن جي ذڪر تي اڪتفا ڪريان ٿو. لچ جي ڪنهن سان دشمني ڪا نه هوندي آهي. هن جو ڪم حرڪت سان پوءِ ڪير به هجي. پاڻ ۾ يوپي وارا اهڙيون گونهاديون ڪندا هوا، جن جي بيان ڪرڻ سان لڪندڙ خود واهيات ليکيو ويندو ته ههڙا گندا مسئلا چيڙڻ جو ڪهڙو مزو. جو اڄي تي ڪارو ويهي ڪڍيو اٿس. نون شاگردن سان هتي اسان جي لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۽ ٽنڊي جام ايگريڪلچر ڪاليج ۾ به فولنگ ڪئي ويندي آهي ۽ ٻين هنڌن تي به رواج ٿي ويو آهي مگر هتي جون حرڪتون بعضي دائره اخلاق ڪان قطعاً ٻاهر هونديون آهن. بهرحال مون مٿي چيو آهي ته شرارتين جو ڪم شرارت سان. جا شرارت ڪنهن وير سبب نه هوندي آهي." فارسيءَ ۾ چيو اٿن ته:

نيش عقرب نه از پي ڪين است،
مقتضائي طبيعتش اين است.

هاٿي مان ڪن مشاعرن جو ذڪر ڪندس، جي اسان واري سال ۾ منعقد ٿيا هوا. هونءَ ته شعر هڪ لطيف فن آهي مگر شرارتي نماز پڙهندي مسجد ۾ به شرارت ڪندي مجبور ٿي ويندا آهن. مشاعره ڪهڙي ڳالهه آهي! اسان جي انٽرميڊيئيٽ يونين هال ۾ اسان جي وقت ۾ ڪل ٽي مشاعرا ٿيا. يونيورسٽي جي اسٽريچي هال ۾ ته مشاعرن جي ڌم هوندي هئي. جن ۾ شريڪ ٿيڻ پنهنجو فرض ڪري ڇڏيو هوم. محفل مشاعره ۾ سڀ دوست هر حالت ۾ ويندا هواسين. ۽ لطف اندوز هواسين. يونين ۾ اڪثر طرحي مشاعرا ٿيندا هوا. هڪ مشاعري جي طرح هئي. "ابهي عشق کے امتحان اور بهی هيں " هي شعر علامه اقبال جي هڪ مصرع جي سٽ آهي. جا هن طرح آهي.

ستاروں کے آگے جهاں اور بهی هيں،
ابهی عشق کی امتحاں اور بهی هيں.

ماشاءَ الله مشاعري ۾ ڏاڍا عمدا غزل پڙهيا ويا. واه واه مڪرر مڪرر. ڪيا خوب ڪيا خوب – ڪمال کا شعر هے- سبحان الله سبحان الله پهر فرمائيے. ۽ ٻيا ڪيترا آواز هر هڪ شعر تي اٿندا هوا. اسان هن قسم جو مشاعرو پهريون دفعو ڏٺو هو. جنهن ۾ اهڙي رونق ۽ روح پرور نظارو هجي. حافظ شيرازي رحه فرمايو آهي ته "در وجد حالت آرد پيران. پارسا را" اسين به جذبات جي وهه ۾ لڙهي وياسين ۽ مڪرر مڪرر ڪرڻ لڳاسين. آخر هڪ شاعر اسٽيج تي رونق افروز ٿيو ۽ پنهنجي مطلع ۾ ئي مصرع طرح نباهيائين. ٻڌو، ته ڇا فرمايائين!

ابھی عشق کی امتحاں اور بھی ھیں،
محلے ۾ مين دو لڑکياں اور بھی ھيں.

بس شور و شر جو طوفان مچي ويو مڪرر مڪرر جي فرمائش بند ئي نہ ٿئي. مون تہ شعر ياد ڪري ورتو ۽ اجا نہ ٿو وسري ڪمال جي بدمعاشي هني پر وسارڻ جي چيز هرگز نہ هئي جا نہ وسري اٿم نہ وسرندي. ڪجھ وقفي بعد وري هڪ مشاعرو منعقد ٿيو ڏاڍي خُوشي ٿي انتظار جا ڏهاڙا ڳڻيندا رهياسين. آخر مشاعري واري رات آئي. مصرح طرح هني.

ھم نے تیرے عشق کی نیرنگیان دیکھا کئے.

واھ جو مشاعرو ٿيو. اعليٰ درجي جا اشعار سماعت ڪياسين. آفرين آفرين جا نعرا بلند ٿيا، آخر ۾ هڪ شاعر آيو جنهن جو تخلص "مضطر" هو. سندس سڄو شعر مزاحيہ هو ست ست تي کلن جا ڪوڪريا هوا آخر مقطع ۾ جيڪو شعر چيائين، سو مون کي اڄ تائين ياد آهي اهو آهي!

شوق سے مضطر چلا یار کے گھر کو
وہ تو گھر پہ تھا نھین ھم کھڑکیان دیکھا کئے.

بس کلندي کلندي مٽي ۾ سور پنجي ويو. مڪرر جون رڙيون ڪندي گلو خراب ٿي چڪوٰ. مون کي اڄ تائين اهو شعر نہ وسريو آهي. وسري بہ چو؟ هينئر حافظو گهٽ اٿم. ليڪن هي دل جي فرحيءَ تي نقش ٿي پيو آهي. ڪجھ وقت بعد ٽيون مشاعرو ٿيو جنهن جي مصرع طرح هني.

درد بھی ھوتا ھے فریاد مین آواز کے ساتھ

مصرح طرح واقعي مزيدار هني ۽ داد جي قابل. شعرا ڪرام پئي در پئي ايندا ويا ۽ پنهنجي اشعار سان محظوظ ڪندا ويا ۽ داد حاصل ڪندا رهيا. مشاعري جي وچ ۾ هڪ شاعر سگهورو آيو. جنهن جو هڪ معشوق چوڪرو ممتاز هاسٽل ۾ رهندو هو ۽ پاڻ عثمانيہ هاسٽل ۾ رونق افروز هو. چڱا چڱا شعر پڙهيائين.

پکا بارک جیسی اک اور عمارت بن جائے،
جذب ھو جائی عثمانیہ ممتاز کی ساتھ.

هي شاعر چوڪرو پنهنجي معاشقہ ۾ ڪافي بدنام ٿيل هو. هر هڪ کي خبر هني تہ چا ٿو چوي مڪرر مڪرر جا فلڪ شگاف آواز ايري مٽي چڙهيا. کلي کلي پيٽ ۾ سور. خوش قسمتيءَ سان سندس معشوق بہ مشاعري ۾ حاضر هو. هر هڪ جون نگاهون ان طرف مائل ٿيون. هو پاڻ بہ مڪرر مڪرر چوڻ لڳو. اها منهن جي پڪائي نہ ڪري ها تہ ڇيهون ڇيهون ٿي وڃي ها. مون کي هي شعر بہ دل تي اُڪري ويو. جو اڄ ناظرين ڪرام جي خدمت ۾ پيش

ڪري رهيو آهيان. هيءَ مشاعرا بہ آءٌ انهن حرڪتن ۾ ني شامل ڪري ڇڏيان ٿو. ورنہ مشاعرن کي شرارتون سڏڻ گناهہ عظيم آهي. شعرا جي ڪير هتڪ ڪري تہ پرزا پرزا ڪري ڇڏينس. تنهن ڪري مان تہ ڊجندي ڊجندي انهن کي "لسان الغيب" ني سڏيندس ۽ پنهنجي ڳل بچائيندس. خود بہ "شاعر" آهيان جي شاعر نہ آهيان تہ "مائر" ضرور آهيان. مائر لفظ کي صاف ڪري ٻڌائڻ لاءِ مون کي شيخ سعدي رحہ سان پيش آيل هڪ واقعو بيان ڪرڻو پوي ٿو. چون ٿا تہ شيخ صاحب پاڻ بہ نهايت خوش طبع ۽ چرچائي هو. ڪيترائي ماڻهو سندس چرچن جو شڪار ٿيندا هوا. هڪ ماڻهوءَ عزم ڪيو تہ سعديءَ کان گوءِ کٽان. سو هڪلي شيراز آيو. شيخ سعديءَ کي مليو سلام عليڪ بعد هن طرح هم ڪلام ٿيا. اجنبي شيخ صاحب کان پڇيو تہ:

اجنبي — تو کيستي؟

سعدي ـ من شاعرم. تو کيستي؟

اجنبي ـ من مائرم؟

سعدي ـ مائر چيست؟

اجنبي ـ شاعر چيست؟

سعدي ـ شاعر آن است کہ شعر گويد.

اجنبي — ماعر آن است کہ مئر گويد.

سعدي ـ جواب جاهلان باشد خموشي.

اجنبي ـ مواب. مائلان ماشد مموشي.

شيخ سعديءَ کلي ڏنو ۽ سمجهي ويو تہ هن ۾ راز ڪهڙو رکيل آهي ۽ اجنبيءَ جي دعوت شيراز ڪيائين هن قسط جو علي ڳڙهہ جي چند مشاعرن تي اختتام ڪريان ٿو. اڳتي علي ڳڙهہ جي ٻي هڪڙي رعنائي جو انتظار ڪندا.

جذبہ انتقام نهايت برو ٿيندو آهي. اسان ۾ مسٽر غني محمد آرائين نهايت پهلوان ۽ طاقت مند جوان هو. سندس وزن ٽن مڻن کان گهٽ نہ هو. ڪنهن پهلوان کي ٻانهن ۾ هٿ وجهندو هو تہ جڻ فولادي چنبي ۾ اچي ويو. سندس ڪرائيءَ جو هڏو پڇي پوي تہ ٿي سگهيو ٿئي. ليڪن هن کان ٻانهن ڇڏائڻ ناممڪن. اڍائي مڻ جي پچري بلڪل آسانيءَ سان کڻي ويندو هو. پوري علي ڳڙهہ ۾ پچري کڻڻ ۾ ڪو بہ سندس مد مقابل ڪو نہ هو. اسان سنڌين ۾ راندين جو شوق ڪو نہ هو. البت هڪ دفعي جڏهن اسپورٽس راندين جا مقابلا ٿيا. تڏهن مسٽر نصير خان هاءِ جمپ ۾ ساڍا ڇهہ فوٽ ٽپو ڏئي انعام حاصل ڪيو. پيو ڪو بہ ۵ فوٽ ۹ انچن کان وڌي نہ سگهيو. غني محمد کي سخت خارون هونديون هيون. سنڌين سان بہ ٽي شرارتون ٿي

گذريون آهن. اسان ۾ اهڙو ماڻهو نه ڪونهي جو يو پي وارن کان وير وٺي. سمورو وقت تاڙ ۾ هوندو هو ته سنڌين سان ڪيل شرارتن جا سرڪرده ڪير هوا. آخر ڳولي لڌائين هڪ دفعي ظاهر ڪيائين ته مون کي پڪ ڄاڻو آهي ۽ اهڙو خط ڳوٺان پهتو آهي. اسان سڀني کيس مبارڪون ڏنيون ۽ انهن شرارتين به مبارڪباد چئي ۽ مٺائي طلب ڪئي. غني محمد حاضر چيو سنڌس ڪمري ۾ چار ڪٽون هيون. هڪ ساري رات محنت ڪري ٻن ڪٽن جو واڻ ڪڍي ڇڏيائين ۽ انهن جي مٿان چادر وجهي، ان کي ڪڇن ڏاڳن سان پاون سان نهايت نزاڪت سان ٻڌي ڇڏيائين ائين پئي معلوم ٿيو ته جڻ ڪٽ تي بسترو وڇايل آهي. انهن شرارتين کي دعوت ڏنائين جي باقي رهيل ٻن ڪٽن تي ويهي وڃن. اسين اڳي آياسين ۽ اڇي اهي سالم به ڪٽون والاري ويناسين. باقي به ڪٽون، جن کي اتي جا شاگرد چار پايون يا پلنگ چوندا هوا ۽ بنا واڻ ملمعو منديل هو سي شرارتين لاءِ ڇڏيائين. اسان کي راز مان واقف ڪيائين ته هنن ڪٽن تي ڪو به نه ويهي. اهي مهمانن لاءِ آهن. پاڻ اٿيو ۽ وڃي هڪ هڪ جي ڪمري مان انهن کي ساڻ وٺي آيو. هو خوشيءَ وچان ٽپندا ڪڏندا آيا. غني محمد کين نهايت خنده پيشانيءَ سان انهن ٻن ڪٽن ڏي اشارو ڪري چيو ته "تشريف رکھئے" بس ويهڻ جي دير هئي، جيئن ئي اهي ڪٽن تي گذجي وينا ته ڏاڳا ٽٽڻ لڳا ۽ ڏو ڪنڌ ٻر هيٺ اچي ڪريا ۽ سنڌن ٽنگون مٿي ٿي ويئون. تاڙين جا ٺهڪا لڳي ويا ۽ غني محمد سنڌن ئي لفظن ۾ چوڻ لڳو ته "جناب کس کا فاخته اڑ گيا" هو به حد شرير هوا پر ايترو شاق آين جو ڏڪ هٿون ته رت نه نڪري. رت خشڪ ٿي وين ڦڪائيءَ کان مرڪڻ لڳا. هڪ کي چڱي خاصي ڏاڙهي رکيل هئي. ان کي غني محمد هٿ ٻڌي چيو ته " مولانا ابھی تو بچہ نہیں ہوا ہے دعا کیجئے " کلي کلي کيرا ٿي پياسين. شرارتين قبول ڪيو ته اها لڳي مجڻ مراد آهي.

مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته غني محمد تمام پهلوان ماڻهو هو ۽ نهايت جسيم. ڪجھ ڏينهن بعد هو مون وٽ آيو ۽ منهنجي ڪٽ تي چڱيءَ طرح واڻ تي وهڻ بدران ايس تي وينو ۽ ايس فوراً ڀڄي پيئي. انهيءَ آزمودي مان هن کي شرارت دماغ ۾ آئي. هڪ ڏينهن يوپيءَ وارن جي ائن ڪوٺين ۾ ويو. ائن ڪٽولن جون ايسون ڀڳائين. ڪٽن جا پاوا ته ٺاڻهيءَ جاهوا ليڪن ايسون ڪنهن ڪمزور ڪاٺي جون هيون ان بعد غني محمد تي نالو ئي "مولانا پلنگ توڑ" پئجي ويو.

رمضان شريف جو مهينو آيو. جمع رات اسان کي ڪريم واري کير جون بوتلون ۽ جليبيون سحريءَ لاءِ ملنديون هيون. ڪوٺين جا دروازا کليل رکيا هوا. صرف بيڪڙيل هوندا هوا. اسر جو سوير بيئرر ايندا هوا ۽ هر هڪ ڪوٺي ۾ وچ تي پيل ميز تي جليبيون ۽ کير جون بوتلون رکي ويندا هوا. شاگرد البته دير سان اٿندا هوا ۽ بئرر گھڻو اڳ ڪم لاهي ويندا هوا. هڪ جمع جي رات غني محمد ننڊ نه ڪئي ۽ بيئررن جي اچڻ جي تاڙ ۾ رهيو. جيئن ئي بيئرر سڀني رومن ۾ جليبيون

رکي ويا تيئن غني محمد بہ پير اگهاڙا ڪري ٻليءَ پير هر هڪ ڪمري ۾ گهڙندو جليبيون ميڙيندو سندس هڪ ٿلهو وهاٿو هوندو هو. ويو اُن جي چون ۾ وجهندو. سيني رومن مان جليبين جو ڍير ميڙي اچي پنهنجي روم ۾ رکيائين جمع رات هر ڪو روزي وارو جليبين کان نرهہ رهيو. اهو واقعو منتو بي ۾ ٿيو جتي غني محمد رهندو هو. صبح جو پيشنگويون هليون ۽ سيني کي غني محمد ۾ پختو گمان ٿيو. خير، شريرن پهہ پچايو تہ غنيٰ محمد کي سبق سيکارجي. غني محمد کي ڪٽڪ پئجي ونئي تہ فلاڻا فلاڻا منهنجي خلاف منصوبو رٿي رهيا آهن. سو انهن کان سبقت ڪٽن جي ويچارن ۾ هو تہ هُو، ڪجهہ ڪن، ان کان اڳ ساٿن ملاکڙو ڪجي. هڪ رات غني محمد ٢_٣ بوتلون گاسليٽ جون گهرائي رکيون ۽ هڪ پراڻي ٽين ۾ وجهي ان ۾ ڪجهہ گندگي بہ گڏيائين ۽ اهي جن انتقام جو دم ٿئي هنيو تن تي وار ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيائين. رات جو جڏهن سڀ سمهي رهيا ۽ سيني رومن جون بتيون گل تي چڪيون (انوقت ا ليڪٽرڪ ڪا نہ هئي سڀ ڪو ٽيبل ليمپ ٻاريندو هو) رات جي انڌيري ۾ هر طرف خاموشي ڇانيل هئي، تڏهن مانجهي مڙس غني محمد ڪنيڙائيون ڪوليون ۽ هاسٽل جي پنيان ڦري آيو ۽ ڪمرن جون پويون دريون جي لوهي سيخن سان هونديون ۽ هوا لاءِ رات جو ڪليل هونديون هيون. اتان ٻيهي هڪ وڏي شرارتيءَ جي روم ۾ اهو گندگي آميز گاسليٽ ڪنهن ترتيب سان اندر اڇلايائين. جنهن ۾ اندر سٽلن جا هنڌ بسترا ۽ ڪمرو گاسليٽ جي بوءِ ۽ عفونت سان پرجي ويو. صبح جو سيني جو گمان وري بہ غني محمد ۾ پيو. آخر هڪ دوست وني غني محمد وٽ آيا ۽ چيائون تہ " مولانا غنی! اب صلح ہے ہم سندھی کا نام نہ لینگے اور آپ ہم سے درگذر کریں" غني محمد پنهنجو ڏوهہ باسيو تہ هرگز نہ پر صلح تي زباني دستخط ٿيا. ان بعد ڪنهن بہ سنڌيءَ جو مُٽ بہ نہ اورانگهيو.

آخر غني محمد اسان سان قبول ڪيو تہ هنن کي مڙس ٿي ڪونہ گڏيو هو. اوهين سڀ للو چپو حرڪتون برداشت ڪندا ٿي رهيا. هاڻي صلح ٿي ويو. اسين سنڌي آهيون ئي صلح پسند ۽ امن جا خواهان هنن سان بہ محبت سان هلبو. زنده باد غني محمد!!



باب سورهون

# علي ڳڙهہ ايگزبيشن (نمائش)

**علي** ڳڙهہ ۾ هر سال ۱ فيبروري کان ۱۵ فيبروري تائين هڪ وڏي نمائش لڳندي هئي. نمائش جو ميدان منٽوسرڪل جي الهندي طرف اٽڪل ٻن فرلانگن جي مفاصلي تي هوندو هو. هڪ وسيع عريض ۽ ڪشادو ميدان جنهن ۾ پڪين سرن سان دڪان ۽ بازاريون ٺهيل هونديون هيون. جي سال جي دوران ڪجهہ خستہ حال ٿي وينديون هيون ۽ انهن کي ازسر نؤ مرمت ڪري شاندار بڻايو ويندو هو. يوپيءَ جو گورنر اتي منزل انداز ٿيندو هو ۽ هڪ وڏي دربار لڳندي هئي. گورنر جي ڪئمپ ۾ وڏا وڏا تنبو ۽ شاميانا لڳندا هوا. رياستن جا ڪيترا نواب، وڏا وڏا زميندار چوڌري ۽ ٻيا وڏا ماڻهو ايندا هوا. جتي گورنر انهن جي وفاداري ۽ خدمات کي ساراهيندا هوا ۽ انهن کي تلوارون، بندوقون، سون ۽ چانديءَ جا ٻلا (ميڊل) چانديءَ جون ٿالهيون (جن تي انهن جا نالا لکيا ويندا هوا) عجيب عجيب لونگيون، آفرين ناما، خطاب وغيره عطا ڪيا ويندا هوا.

بازاريون جدا جدا حلقن جي ماڻهن لاءِ جدا جدا هونديون هيون. مثلاً ملتان بازار، دهلي بازار، مراد آباد بازار، لاهور بازار، جيپور بازار وغيره وغيره. هر هڪ هنر جي جنسن جي الڳ الڳ بازار هوندي هئي. ملتان مان ميناڪاريءَ جوسامان ۽ جنڊيءَ جو سامان ايندو هو. ميناڪاريءَ ۾ ٻٽڻ، تعويذ، گلدستہ، لوٽا، صراحيون (گهگهيون) زيورن جا نمونا ۽ زيورن لاءِ ننڍيون پيتيون سرميداڻيون، جڳ گلاس ۽ ٻيون عجيب و غريب شيون رکيون وينديون هيون.

دهليءَ مان خوشبودار صابڻ، عطريات، تيل، سنگ مرمر جي پٿر مان ٺهيل رانديڪا، ننڍيون صندوقون، گلدستا، زيور، ٻيڙا، پٿر تي قرآني آيات ۽ اشعار لکيل ۽ تصويرون چٽيل تاج محل، موتي مسجد، مغليہ عمارات جا ماڊل ۽ ٻيون حيرت انگيز چيزون آنديون وينديون هيون. لاهور مان لائل پور جون چادرون، چر جو ڪمر، ڪتاب ۽ ٻيا هنري نمونا آندا ويندا هوا. جيپور مان پتل جو سامان آندو ويندو هو. جنهن کي ڏسندي ئي اتي جي فيڪٽرين جي ساراهہ کانسواءِ رهي نہ سگهبو هو. خود علي ڳڙهہ ۾ بستري جون چادرون جي اتي ڇريون وينديون هيون، سي تہ پوري هندستان جا ماڻهو خريد ڪري ويندا هوا. اسان شاگردن جي بسترن جو زيب بہ اهيئي هونديون هيون ۽ اسان پنهنجي ڳوٺن ڏانهن بہ اهي وٺي ايندا هواسين. رضاين جون کلون، وهاڻن

جون چوون وغيره به خريد ڪرڻ جي قابل هونديون هيون. دهليءَ جا صابڻ معطر هڪ طرف هوا ته سستا ٻئي طرف ڪيترين بازارين ته مٿاين جون هونديون هيون ۽ ڪيترين ۾ ڪاڏي جون هوٽلون هيون. هڪڙيون هوٽلون صرف سوجيءَ جي حلوي (سيري) مالپڙن، پورين، پڪانن، پراٺن جون هونديون هيون. جن ۾ قيمي وارا ڏاڍا لذيذ هوندا هوا. پراٺن کي اتي جا ماڻهو فراٺا چوندا هوا کيرٽيءَ کي فيرٽي ۽ کير جي رٻڙيءَ کي کير چوندا هوا. ۽ خود کير کي دود ڪبابن (ڪوابن) ۽ نانن جا انبار ڪائڻ ۾. اهڙا ته سوادي دلپذير جو ڪائيندي ڍؤ ئي نه ٿئي. شاگرد ايترو ته ڪائيندا هوا ته هينئر ئي ڪائي ونون وري بارهن مهينا ڪير جينرو هوندو. ڦاٽي مُناسين ته شهيد ٿياسين.

در حقيقت علي ڳڙه جو سارو واپار يونيورسٽيءَ تي مدار رکندو هو. نمائش ته نه هئي هڪ شهر آباد ٿي ويندو هو ۱۵ ڏينهن به ڪافي عرصو آهي. اسان جو پڙهڻ ڍرو ٿي ويو. ڪلاس مان به چار پيرڊ اٽينڊ ڪيا نه ڪني جهڙا، ڏو نمائش ۾. گهمندي گهمندي ٿڪ ئي ڪو نه ٿيندو هو. فيبروريءَ جو مهينو اچا سيءَ قدري هوا ۽ اوور ڪوٽ پاٿو پوندو هو. هڪ دفعي جي مزيدار ڳالهه آهي ته قاضي محمد الياس جو ڏاڍو خوش طبع مسخرو به هو ۽ حرڪتي به. ان هڪ مراد آبادي لوٺو دڪاندار جي اک ٽيٽ ڪري ڪٽي اوور ڪوٽ جي کيسي ۾ وڌو. جو چوري ڪري ڪنيو هوائين. اسان ساٿس گڏ هواسين. پر اسان مان به ڪنهن کي ڪل ڪا نه پيئي. ٻاهر اچي لوٺو ڏيکاريائين ۽ پنهنجي فتح تي نازان هو. اسين ڏاڍو کلياسين ۽ قاضيءَ کي چيوسين ته بس هاٿي اسان کي پئسن خرچڻ جي ضرورت ڪانهي. اهو ڏنڊو چالو رک جنهن ۾ تنهنجو به پلو ۽ اسان جو به.

مولوي غلام رسول سومري کي اسين سڀ مولوي ان ڪري چوندا هواسين. جو اسان ۾ ٿوري ڪي گهٽي ڏاڙهي فقط هن کي رکيل هوندي هئي ۽ ٻيا سڀ شيو ڪندا هوا. ڪوڙائيندا ڪونه ٿو چوان جو "مٺا ڏاڙهيءَ ڪُوڙ" وڏو طعنو ۽ گار هوندي هئي. جا سنڌ جون زالون مرد کي ڏينديون هيون. مولوي غلام رسول کي ملتان بازار ۾ ميناڪاريءَ جي دڪان تي جو هڪ حسين ڇوڪرو وينل هو سو نهايت وڻي ويو. تنهن ڪري ذري ذري هتان هُتان گهمي ڦري چوندوهو ته هلو ان دڪان تي ۽ ان ڇوڪري ڪان ڪجهه نه ڪجهه ونو. هلو سائين حاضر آهيون. آخر ونون به ڇا، قميص جي ٻانهن جا ٻٽڻ، ڳچيءَ جا ٻٽڻ، اچڪن جا ٻٽڻ، ڪوٽن لاءِ ٻٽڻ وني وني ٿڪجي پياسين. آخر ڪيترا وني ڪيترا ونون. مولوي صاحب تان ڇرچا ڪرڻ لڳاسين، پر هن کي ان جي ڪا به پرواهه نه هئي. چوندو هو ته "هل چري ڪالهوڪي هنڌ" مٺايون هينئر ته هتي ڪراچيءَ ۾ به سئيون سئيون ٿيون ملن، پر نمائش ۾ مٺاين جا دڪان اهڙي ته سهڻي ترتيب ۽ سجاوٽ سان مزين ڪيا ويا هوا، جو ڏسڻ سان اشتها زور وٺي ويندي هئي. ڪائي ڪائي ادڙجي پوندا هواسين. اڪثر ٻڌو هوسين ته دهلي جا لڏن جيڪو ڪائي سو به

پڇتائي جيڪو نہ کائي سو بہ پڇتائي پر سچ پچو تہ دهليءَ جا لڏون اهڙا تہ عمدا هوا ۽ ايڏا تہ وڏا جو اڄ بہ يادگيري ٿي اچي تہ چپن چٽڻ تي مجبور ٿيو پوان. شايد اهو علي ڳڙھ جو سحر يا جادو هو. هر ڪنهن کي واپار سان گڏ پنهنجي نام نمود جي پروپيگنڊا ڪرڻي هئي. مٺاين ۽ ڪاڌن ۾ گيھ سچو ڪا بہ ملاوت نہ. جيئن هتي عام ميلن ۾ آهي، جتي هرڪا گندي شيءِ نيڪال ڪرڻ لاءِ، واپارين کي ميدان ڪشادو ملي وڃي ٿو.

ڪاڌي جي هوٽلن جو ڪهڙو بيان ڪجي. هندستاني ڪاڌا ۽ سي بہ خاص مسلمانڪا ڪاڌا. سبحان الله! سچ پچو تہ اسان اهڙا طعام ڪڏهن اکئين بہ ڪو نہ ڏٺا هوا. رڌڻ جي بہ اتي جي بورچين کي خاص تربيت مليل هئي، يا ڪنهن کائي پڪائي جي ڪاليج مان ڊگري حاصل ڪيل هين. قسمين قسمين بوڙ (سالن) ڪڪڙ، تتر، پاڻي ڦر، آبي پکي، (رڍ) ٻڪري دنبو، ڳانو جيڪي طلب سو حاضر. نانن پچائڻ جي تہ ڪا خاص مهارت هين. رکا کائجن تہ بہ پيا وٺن انهن جي خميري ۾ ڪو خاص هنر سمايل هو. پلاءُ، خشڪا، چاشني، ڪهڙو وستار ڪري ناظرين ڪرام جو وات پاڻي ڪريان. سروس نهايت سٺي، جناب جناب ڪانسواءِ تہ ٻيو لفظ نہ ڳالهائين، پندرهن ڏينهن جناب ۽ حضور ٻڌي ٻڌي اسين پاڻ کي بلڪل جناب ۽ حضور پيا سمجهون.

هڪ بہ بازار تہ فقط مربن ۽ آچارن جي هئي. وڏن مٽن جيڏين شفاف برنين ۾ رکيل آچار سڀ ڪنهن جي توجهہ جو مرڪز بنيل هوا. گجرون، موري، شلغم (گوگڙو) انبڙي، ڪچا گيدوڙا، پياز (بصر) تيل ۽ اهر ۾ جدا تہ سرڪي ۾ جدا. چٽنين جا قسم تہ ڳڻڻ کان ٻاهر هوا خشڪ ميوو تہ سرڪي جي چٽنين ۾ بہ ڪثرت سان پيل هو. بادام پستا، اکروٽ، ڪاري ڊاک، ڪشمش ۽ مختلف ٻجن جا مغز. ڪجھ چٽنين جا شيشا اسان بہ خريد ڪري ورتا تہ ڪم از ڪم مهينو بہ تہ هاسٽل ۾ کائيندا رهون.

نمائش جي ذڪر لاءِ اگر تفصيل سان لکان تہ ڪم از ڪم هڪ ٽيهن چاليهن صفحن جو ڪرائون سائيز ڪتاب گهرجي، هن باري ۾ هاڻي ڪافي پڙهندڙن جي سمع خراشي ڪئي اٿم. مٿي جو ذڪر ڪيو هوم تہ علي ڳڙھ جي هڪ ٻئي رعنائيءَ جو ذڪر ڪندس سا اها نمائش هئي. مون ان کان اڳ اهڙي نمائش نہ تہ ڏٺي هئي ۽ نہ تصور ني ڪري ٿي سگهيس. ڪراچيءَ ۾ وڏيون وڏيون نمائشون ڏٺيون اٿم. جن مان جيڪڏهن مشينري ٽولس وغيره کي خارج ڪجي تہ باقي نمائش علي ڳڙھ جو مقابلو هرگز ڪري نہ سگهندس. پندرهن ڏينهن خواب وانگر گذري ويا جتي رونق ٿي رونق هئي، اتي جا ڏئوسين، شاميانا ۽ تنبو پٽبا ڏٺاسين، دڪان ۽ بازاريون ڊهنديون ڏٺيوسين. سامان ويڙهبا ڏٺاسين. ڇڪڙا ڀربا ڏٺاسين اسٽيشن جي طرف قطار در قطار ڇڪڙا ويندا ڏٺاسين. پليٽ فارم سارو داڳينن سان پُر ڏٺوسين. پئسينجر گاڏين ۾ بريڪ جا گاڏا بڪثرت لڳايل ڀربا ڏٺاسين. جنهن نڪاڻي هڪ حسين شهر آباد هو

سو ويرانيءَ ۾ بدلبو ڏٺوسين.

مور اڏامي هنج هلي ويا تنهن تڪاٽي رهيا ڪنگ.
ڪالهه ڏٺوسين اڄ سو ناهي عبرت خانو رنگي رنگ.

"آئی بھی وہ گئے بھی وہ ختم فسانہ ہوگیا" بوٽ پلڪرا ڪري سيڪو نمائش ڪي اناالله وناالیه راجعون جني اچي هاسٽل پيڙو ٿيو. هي نمائش هڪ مهذب ميلو هو. جتي نه ڪنهن اولياءَ جي مسند هئي، جتي ڪو سجدا ڪندي ڏسڻ ۾ اچي نه بازار حسن هئي، جتي بدڪاريءَ جي بازار گرم هجي نه ڪي ڪشتي بازهوا جن جو ميل متل هجي. هتي سرڪش، آئينہ خانہ، شعبده بازين جا آستان، چوڏول وغيره جيڪي هوا سپ ريڙهبا ڏٺاسين ۽ ڏسندي ڏک پئي ٿيو. "هر کمال – را زوال" جو منظر هو انهيءَ ميدان تي جتي رات جو روشنيءَ جي جهر مر متل هئي ۽ بلڪل بقعہ نور هو، اتي ڪاري اونداهہ ڏسڻ ۾ آئي. سپ ڪو ڪک پن ٿي ويو. جتي روز چڻڪار ٿيندا هوا ۽ لکين ماڻهن جي آمد رفت ڪري، زمين هڪ پٽر جو فرش بنجي چڪي هئي اتي ڪاريءَ وارا ڪک هوا ۽ رک ڏوڙ اڏامڻ لڳي. سپ ڪجهہ اکين آڏو اها بربادي ٿيندي ڏٺي سين. هاڻي فقط يادگيريون رهيون آهن. جي دل و دماغ جي فرحيءَ تان اچا ميسارجي نہ سگهيون آهن.

بھولی بسری چند امیدیں چند فسانے آئے.
تم یاد آئے اور تمهارے ساتهہ زمانے یاد آئے.

مون مٿي ذڪر ڪيو آهي، تہ رمضان شريف ۾ غني محمد ڪيئن جليبيون چورايون هيون. رمضان شريف بہ خير سان گذري ويو اسان کي رمضان شريف جي عيد علي ڳڙهہ ۾ ني ڪرڻي پئي ويجهڙائي جا ڪافي شاگرد پنهنجي ڳوٺن ڏي هليا ويا. اسان دور درازي مفاصلي وارا چار ڏينهن موڪل تي وڃي نہ سگهياسين. عيد نماز جو هڪ نهايت وڏو ۽ شاندار اجتماع جامع مسجد يونيورسٽي ۾ ٿيو. هڪ قادريءَ نماز پڙهائي. هن جي قرآت ٻڌڻ وٽان هئي. خداوند قيوم جهڙو ڪيس خوش الحان ڪيو هو، اهڙي ئي قرآت جي ذات مليل هيس. مان تہ حياتيءَ ۾ پهريون دفعو هن قسم جي قرآت ٻڌي هئي. حيران ٿي ويس تہ اسان جا مُلا سنڌ ۾ قرآن ڪيئن ٿا پڙهن. موازنہ ڪيم تہ، زمين آسمان جو فرق معلوم ٿيو ۽ دل ۾ چيم تہ سنڌ جا ويچارا ملا جي قرآت نٿا ڪري جاڻن سي قرآن کي ائين ٿا پڙهن جو بقول رومي.

گر تو قرآن بدين نمط خواني،
بہ بري رونتي، مسلماني.

نماز ختم ٿي خطبو پڙهيو ويو ۽ وٽ ونان ٿي ويني. ڀاڪرن جو ڦهڪو ٿي ويو. اسين سنڌ ۾ فقط هڪ ڀاڪر پائيندا هواسين پر هتي ته ٿي ڪلها هٿندي هٿندي ڪلهائي ڇڄي پيا ڊاڪٽر ضياءُ الدين جو اسان جي يونيورسٽيءَ جو پرو وائيس چانسلر هو ان تي شاگردن جيَ هڪ هجوم حملو ڪيو. قطارون ٻڌي بيهي رهيا. ڊاڪٽر صاحب موصوف قد ۾ بندرو بدن ۾ لائيرو هر هڪ شرير ٿن ڪلهن کان گهٽ ڪلها نہ لڳائي. ويچارو فنا ٿي پيو. قريب هو جو بيهوش ٿي وڃي ها گهٽي ئي ٻچڻ جون واهون ڳوليائين پر ڇٽي نہ سگهيو. نيٺ مسجد جي گيٽ وٽ پهچي وٺي ٻاهر تڪڙو تڪڙو ڀڳو ۽ جان ڇڏائي ويو. شاگرد ڪلها هٿندا رهيا جيڪو حسين ڇوڪرو هجي، ان کي تہ ڪير بہ ڀاڪر کان سواءِ اڳتي هلڻ نہ ڏئي. اسان جي دوست ملڪ نصير خان کي بہ اقبال جو ڀاڪر نصيب ٿيو. عيد جي مبارڪن سان گڏ ڀاڪر جون مبارڪون ڪيس ڏنم. ڪي يوپيءَ جا شاگرد تہ اقبال کي ڀاڪر ۾ جهلي چوڻ لڳا.

عيد کا دن ھے ذرا آج گلے مل ظالم،
رسم دنیا بھی ھے موقع بھی ھے دستور بھی ھے۔

مطلب تہ ڀاڪر پائي پائي ڀاڪرن مان منهن ڀڄي پيو. مون تہ توبہ ڪئي تہ ڪڏ ۾ پون اهڙا ڀاڪر ڪيترا ڏينهن ڇاتي ۽ ڪُلها سور ڪندا رهيا. مون کي تہ هر دم منڙي امان پيارو بابا، ڀائر ڀينرون ٻيا عزيز اقارب ياد اچي رهيا هوا. اکين ۾ آنسو هوا. حياتيءَ ۾ پهرين عيد گهر کان ٻاهر ڪئي هيم. ڳوٺ، يار دوست درگاهہ مخدوم نوح تي عيد نماز پڙهڻ اکين اڳيان تري آيا. خصوصاً عيد تي آءٌ نئي جي لونگي ٻڌي عيد نماز تي ويندو هوس اها بہ ياد اچڻ لڳي. سچ چيو اٿن تہ:

عيد هو اهل وطن کی بے وطن کی کيا ھے عيد

رات ٿي علي ڳڙهہ جي دستور موجب هاسٽل جي طرفان هڪ "هاءِ ٽيبل" ٿي، جنهن ۾ تمام پروفيسرن ۽ شاگردن گڏجي طعام تناول ڪيو. ڳوٺ جون سيون ۽ کير ڪارڪون ياد پئي آيون ۽ چيم تہ ڏسجي تہ هن هاءِ ٽيبل تي ڇا ٿو ملي. سبحان الله شير خرما بہ هوا تہ سيون بہ هيون. ٻيو طعامن جو ذڪر ئي ڪهڙو ڪريان برياڻيون، چاشنيون، حلوا، سالن، نان، مڻايون مختصر تہ ههڙي هاءِ ٽيبل بہ مون اڳ نہ ڏٺي هئي. انسان کائي ڇا کائيندو. مان اڳيني ڍَڄر هوندو هوس البتہ ٽڪڙي وٽندا هوا انهن مان کائي ڇڙهہ ڪيم ٻين شين مان ذرو ذرو تبرڪ طور کائيندو ويس. علي ڳڙهہ جو پاڻي نهايت هاضم، بہ گلاس پيءَ تہ ڪلاڪ بعد ائين محسوس ڪرڻ لڳبو جو ڄڻ ڪجهہ کاڌو ئي ڪو نہ هوسين. ملڪ نصير خان پنهنجي ڪمري ۾ وٺي هليو ۽ منتو سرڪل جي لان تي گلاب جي گلن جي ٻوٽن درميان جي سبز ڇانهہ جا ٻوٽا هوا، تن مان ڪجهہ پن پٽي آيو ۽ انهن کي ڪتر ڪري ڇانهہ بنايائين، جا پي وڏي اوڳرائي ڏنم ۽ چيم تہ شڪر

الحمدالله. ڪي غريب ويچارا ٻاجهريءَ جي ماني ۽ لسي لپ کائي شڪر الحمدلله چوندا آهن پر هتي تہ ڀوڳيءَ وارن ههڙا مرغوب طعام کائي بہ الحمدلله ڪو نہ چيو. عيد کان ٻہ ڏينهن اڳ ڳوٺ عيد مبارڪ جو خط لکيو هوم اهڙيءَ طرح ڳوٺان بہ خط لکيو ويو هو جو عيد ڏينهن پهتو. ڏاڍو خوش ٿيس. ڊاڪيہ. مني آرڊر وارو ۽ بيئرر سڀ عيد مبارڪ وٺڻ لاءِ آيا ۽ خرچيءَ جي تمنا رکڻ لڳا. جا نهايت فراخدليءَ سان ڏني سون ۽ هر هڪ سان اهيئي ئي ڪلها هنياسين پرنسيپال مسٽر قريشي ۽ پروفيسرن سان بہ اهائي ڀاڪرن جي ڏي وٺ ٿي ۽ عيد مبارڪ خير سان پوري ٿي.

ششماهيءَ جي وئڪيشن قريب پوندي آئي. ڏينهن ڏينهن تي ڳڻيندا رهياسين ڳوٺ جي سڪ تپائي ڏنو. جيئن وچين نماز مهل ٿيندي آهي، تہ روزيدارن کي افطار جو انتظار بہ وڌي ويندو آهي. ساڳيءَ طرح اسان کي بہ عزيز قريب ياد اچڻ لڳا چيو اٿن تہ:

وعده وصل چون شود نزديک،

آتش شوق تيز تر گردد.

آهستي آهستي ڳوٺ لاءِ ڪي سوکڙيون پاکڙيون خريد ڪندا رهياسين هڪ ڏينهن اوچتو گرج چمڪ ٿي ڪارا ڪڪر آسمان تي ڇانئجي ويا. برسات جون تياريون ٿي ويئون ۽ وڏ ڦڙو وسڻ لڳو. علي ڳڙهہ جي زرخيز زمين رات جو مينهن پوي تہ صبح جو يونيورسٽيءَ جي ميدانن تي سبز سلا ڪر ڪڍي نڪرن. متواتر ٻن ٽن ڏينهن بعد ميدان ساوا ٿي ويا. گويا زمردين چولو پهري ساري زمين کي سبز وڳو ڍڪائي ڇڏيائون. ٻن هفتن اندر گوڏي جيڏا گاهہ ٿي ويا. گاهن ۾ نانگ بلائون پيدا ٿي پيا. ڪي حادثا بہ ٿيا. يونيورسٽي جنبش ۾ آئي. گاهہ ڪاٽڻ لاءِ مزدورن جون ٽيهون مقرر ٿي وينون. جن سون جهڙو عطربيز گاهہ وڍي ڪٽي ڍنيون ناهيون. مالدار گاهہ لٽڻ لڳا ۽ ميدان اجا ٿي ويا نانگن بلائن جو خوف لٿو ڪيترا جيت ماريا بہ ويا. دل ۾ چيم تہ چڱو ٿيو جو بارش جو نظارو بہ ڪيوسين. ونڪيشن تي هليا وڃون ها ۽ پوءِ مينهن پون ها تہ حسرت رهجي وڃي ها. ڳالهيون سگهيون ٿين وقت پنهنجي مداءَ تي گذري آخر وئڪيشن جي تعطيلات کي اچي اڪنين ڪيوسين. ريلوي ڪنسيشن ورتي سين. تقريباً ڇهن مهينن جو لاوطنيءَ جو زمانو ۽ حبس بيجا ڀوڳي ريل ۾ سوار ٿياسين. سنڌ جا ٻير، ڪٻڙ ۽ جاريون ياد ڪندا پيچ مولا ڪندا، راتيون ڏينهن سفر طي ڪري، سنڌ وٽن کي لوچي اچي لڌوسين. سنڌ آئي هنيون سڌير ٿيو ڪجهہ وقت پرڏيهہ جا ڏولاوا لٿا. صلاح ڪني سين تہ پنهنجي پنهنجي ڳوٺ علي ڳڙهہ يونيفارم ۾ وڃبو. ڳوٺ واري اسٽيشن ويجهي آئي تہ سڀ ڪنهن اٿي يونيفارم پاتو ۽ صحيح معنيٰ ۾ علي ڳڙهي ٿي سر زمين سنڌ تي قدم رکيوسين. دل بهار بهار پئي ٿي. هلڻ چلڻ جي ڍنگ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو نوع بہ قدري علي ڳڙهہ وارو ڪيوسين. پاڻ ۾ تصنع پيدا

ڪيوسين. جيڪو السلام عليڪم چوي تنهنکي به ورنديءَ ۾ السلام عليڪم چيوسين. سڀ ڪو چوي ته هيءَ ڪهڙي حرڪت آهي. اسان هر هڪ ڳالهه ۾ علي ڳڙهه جو حوالو ڏيندا ئي رهياسين.

**واهه علي ڳڙهه واهه — شادباد شادباد**



باب سترهون

# وئڪيشن بعد علي ڳڙهه ڏي واپسي

**وئڪيشن** جو مهينو پنهنجي دوستن احبابن سان علي ڳڙهه جون ڳالهيون ڪندي گذري ويو. هن دفعي جيڪا ڪنسيشن ورتيسين سا جوڌپور ۽ بيڪانير ريلوي جي طرف کان ورتيسين. ان جا ٻه ڪارڻ هوا. هڪ ته هيءُ پيو طرف ٻه ڏسجي ۽ پيو ته اجمير شريف جو ميلو هو. سو ٻه وات تي ديدار ڪندو وڃجي. سيئي اُتر خواهه لاڙ جا دوستُ اچي حيدرآباد ۾ گڏ ٿياسين ۽ بمبئي ميل ۾ حيدرآباد کان روانا ٿياسين. رات جي ماني ميرپورخاص اسٽيشن تي سوير ئي کائي چڙهيسين ۽ کير گڏڙي ۾ وڃي پيتوسين جو اسان کي معلوم ٿيو ته اتي کير سستو ۽ سٺو ملندو آهي، واقعي هو به ائين.

پاڻ ۾ مشورو ڪيوسين رستي ۾ جوڌپور ۽ جيپور جو سير ڪريون. آخر وقت کي لحاظ ۾ رکندي جوڌ پور لهڻ جو خيال ترڪ ڪيوسين باقي جيپور ۾ ضرور لٿاسين. قلعي جي ٻاهران هڪ ڌرمسالا (سراءِ) هئي، جتي وڃي هڪ ڪوٺيءَ ۾ سامان رکيوسين ۽ هڪ سادي هوٽل هئي، اتان ماني وٺي ڪاڏي سين قلعي ۾ اندر سڀ هندو هوا. جن ۾ اڪثريت برهمڻ جي هئي، سي ويشنو هوا ۽ اسٽيٽ جي قاعدي موجب قلعي جي اندر گوشت رڌ پچائڻ، کائڻ پيئڻ يا آڻڻ نيڻ تي بندش هئي ۽ هڪ ڏوهه قرار ڏنو ويندو هو. جنهن لاءِ سزا مقرر ٿيل هئي. قلعي جي اندر آياسين سڄو شهر هڪ ئي وقت نهيو هو. جنهن ڪري ان جي تعميراتي رٿا هڪڙي هئي، جنهن چوڪ تي اچ سو ساڳيو ٻين چوڪن جهڙو. بازاريون ۽ دڪان ساڳئي قسم جا ۽ جايون ساڳئي نوعيت سان نهيل. چهل پهل ايتري ڪا نه هئي، مگر رٿا هڪ جهڙي ڏسڻ وٽان هئي. اسان کي ٻڌايو ويو هو ته جيپور ۾ ٽي شيون ضرور ڏسجو: ١ـ آبزرويٽري ٢ـ براس فيڪٽري ٣ـ راجائي باغ. ان ڪري اسان انهن ٽن شين ڏسڻ تي توجهه ڏنو.

آبزرويٽري واقعي ڏسڻ جي لائق هئي. قديم زماني جي جوتشين جو ڪمال هو. ستارن گرهن چنڊ سج، نظام شمسي ۽ فلڪيات جي مطالعي جو ڪمال هو. ان وقت جي جوتشين کي داد ڏيڻ کانسواءِ رهي نه ٿو سگهجي. ڪي مکيه مکيه ڳالهيون مون کي ياد آهن. پر انهن جي لکڻ جي يڪ به يڪ هتي گنجائش نه آهي. مان فقط هڪ ٻه ڳالهيون رقم ڪندس. چونڊا آهن ته "شنيده ڪے بود مانند ديده" جنهن کي شوق هجي سو روبرو وڃي نظارو ڪري. اچ ٻه

آبزرويٽري صحيح سلامت آهي ۽ ان جي ديک ڀال بلڪل خبرداريءَ سان ٿي رهي آهي ۽ حڪومت جو ان تي ڪنٽرول آهي. هڪ ٻُهرو هو جنهن ۾ چاڙهيون هيون انهن چاڙهين تي هيٺ لٿاسين. هڪ گائيڊ مليو. جنهن اسان کي ڪجهه قدر سمجهايو. پر سندس ٻولي نه هئي سنڌي نه اردو ۽ نه انگريزي. مارواڙي قسم جي ٻولي سان به اهڙيءَ طرح ٿي ڳالهايائين جيئن اسان جي جبلن جا ٻروچ سنڌيءَ جي ٽنگ ڀڃندا آهن. بهرحال ڪم جو اهڙي سان پيو. سو نباهٺو هو هن غريب حد کان وڌيڪ ڪوشش ڪئي ته هنن کي سمجهاياڻ. هڪ طرف هن جو عزم ٻئي طرف اسان جي خواهش. سمجهڻ جي ڪوشش ڪئيسين. ان ٻُهري جي ڏاکڻ مٿان هڪ ڪمان وانگر ڇت اڏيل هئي. جنهن ۾ سوراخ نڪتل هوا ۽ سامهون هڪ سفيد پٽ خاص ان ڪم لاءِ لهرائي ويئي هئي. جنهن تي ستارن گرهن سج ۽ چنڊ جا پرتوا پوندا هوا. سچي دنيا جو جيڪر وقت خراب ٿئي ۽ هيءَ آبزرويٽري سلامت هجي ته ڪو به جوڪو پهچي نه سگهي، ڪهڙي وقت ڪهڙو ستارو ڪٿي ٿو بيهي ۽ گرهه ڪٿي ٿا جاءِ وٺن ٻڌ. منگل، ورهسپت، چنچر، شُڪر مطلب ته سيني گرهن ۽ سيارن لاءِ جدا جدا سوراخ وڏي مطالع بعد ٺاهيا ويا هوا ۽ جدا جدا موسمن ۾ انهن جيئن جيئن جايون بدلايون ٿئي. انهن سيني جو انتظام ڪيل هو. عقل دنگ رهجي ٿئي ويو ته انساني دماغ ڇا ڇا سوچيو آهي. ڇاڇا سمجهيو آهي ۽ ڪهڙن ڪهڙن نتيجن تي پهتو آهي ۽ آئنده نسلن لاءِ حيرت جو سامان ڇڏيو آهي. خير.

ان بعد پٽل جي ڪارخاني ۾ وياسين. پوري هندستان ۾ ههڙي فئڪٽري ان وقت ته ڪا نه هئي. پر شايد هن وقت تائين بيو اهڙو ڪارخانو وجود ۾ نه آيو هجي. پٽل جو طرحين طرحين جو سامان نالا وٺندس ته وڏي لسٽ ٿي پوندي ان ڪري اختصار ڪريان ٿو. ڪو سامان لسو هو ته ڪنهن تي گلڪاري نڪتل هئي. سامان اهڙو ٿئي چمڪيو جو ائين پئي ڀانيو ته گويا ناصري سون آهي ۽ نه پٽل. گلدستا. وڏا وڏا جڳ گهگهيون. گلاس ۽ ٻيو تعيش جو سامان جو فقط راجائي محلن جي سينگار جي لائق هو. ٿالهيون، لوٽا، وڏا ٿالهه. ڪٽورا ڪٽوريون ۽ ٻيو رڌڻ پچائڻ جو سامان ته بيان ڪري نٿو سگهجي. ننڍيون ننڍيون شيون ته سون بلڪ هزارن جي تعداد ۾ هيون. قسمين قسمين سماوار. نلڪن جون ٻنجيون. بينڊ جو سامان. بيوگل. موريا. چونريون. گڏون ۽ ٻيا عجيب غريب ڀانت ڀانت جا بادلا جن جي ڍڍرن تي ڳاڙهو ڪپڙو چڙهيل هو ۽ منهن صراحيءَ وانگر سوڙهو هو ۽ ڪلنگي دار ڍڪ سان موجود هوا. بادلا خاص طرح صحرائي سفر ۾ اُٺ جي سواريءَ ۾ پاڻي کڻڻ لاءِ بلڪل ضروري هوندا هوا. جن ۾ پاڻي به ٿڌو رهندو هو ۽ اٺ جي پاکڙي واري اڳيڻءَ گڏي ۾ وجهي ڇڏبا هوا. ڪن بادلن ۾ پٽلي گلاس به مٿان وڌل هوندا هوا. اهڙا بادلا مون وٽ اجا به ٻه عدد رکيا آهن. جي مون ٿر جي سفر لاءِ خريد ڪيا هوا جڏهن آءٌ اتي جو ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر هوس. افسوس جو ايامن جي بيڪار

رکڻ سبب ڪنجي ويا آهن ۽ سندن اصلي رونق نه رهي آهي. قصو ڪوتاهه وڏيڪ هن باري ۾ لکڻ طوالت جو سبب بنبو ان ڪري ختم ڪريان ٿو.

هاٿي رخ رکيوسين مهاراجا جي باغ جو. گهمڻ جي اجازت ملي خصوصاً جڏهن ظاهر ڪيوسين ته اسان علي ڳڙهه جا شاگرد آهيون پلان پليءِ جو ڇيهه ئي ڪونهي دنيا ۾ شايد ان کان به وڌيڪ عمدا باغ هجن مگر اسان جي لاءِ زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ههڙي باغ جو درشن عبرت انگيز هو. ائين به سمجهيوسين ته دنيا جي گلن جو باقي ڪو به قسم نه رهيو هوندو جو هتي موجود نه هجي. طوبيٰ صفت درخت سرو ۽ شمشاد جا سهڻا پودا مورن ڊيلن ۽ ٻين حسين پکين جا آواز وچ باغ ۾ ڳاڙهي جوڌپوري پٿر جو ننڍڙو حسين محلات. بس باغ ارم جو نمونو هو. شنيده کے بود مانند ديده- ترا ديده و يوسف راشنيده منهنجي عادت هوندي هئي، ته سچ پچ ائين ڪندو هوس جو هر قدرت جي چيز جو بغور مطالعو ڪندو هوس ۽ ننڍي خواه وڏي شيءِ کي باريڪ بينيءَ سان ڏسندو هوس. منهنجا دوست مون سان خفي ٿي پوندا هوا. مون کي ان ڪري سندن سنون ۽ جنيون جهلڻيون پونديون هيون. چوندا هوا ته وات ڦاٽيو وڃني. جتي ٿو بيهين اتي پيرن ۾ ٻيڙيون پنجيو وڃني. صفا واهيات آهين شل نه ڪو ماٺهو ملئي ته رت پي ٿو وجنس وغيره وغيره اهي لقب سهڻا پوندا هيم. باغ جو وڌيڪ احوال ڪهڙو ڪريان جو ڪجهه ڏٺو هوم ان مان گهڻو ڪجهه ياد اچي ٿو. شاعرن اڳئي بنا ڏسڻ جي فقط ٻڌيءَ ڳالهه تي باغ بستانن، حسين گلزار بوٽن گلن بابت ڪئين اشعار چئي ڇڏيا آهن مون ته اکين سان سڀ ڪجهه ڏٺو هو ان ڪري جيڪر چاچا نه لکان پر ختم ڪريان ٿو مبادا پڙهندڙ ني بور نه ٿي پون ۽ منهنجي سنگت وارا ساڳيا لقب لائين. مهاراجا جي باغ لاءِ ان وقت ائين پئي سمجهيم ته:

اگر فردوس بروئے زمين است — همين است وهمين است

ڏينهن پورو ٿي ويو شام آئي، اسان کي فقط ڪنسيشن ۾ ٢ ڪلاڪ جرني بريڪ ڪرڻ جي اجازت هئي، موٽي سراءِ ۾ آياسين. ٿورو ٽڪ پکوسين. منهنجي دل اجا سير نه ٿي هئي، چاهيم ٿي ته عجائب گهر. چڙيا گهر به ڏسجي ها. ۽ خصوصاً راجا جو محلات جا ڳالهه ممڪن نه هئي. ٻڌڻ ۾ آيو ته مهاراجا وڏو ڪجهه وقت کان انتقال ڪري ويو هو سندس ولي عهد اسان جي عمر جو نوجوان هو. ان جي تخت نشيني ٿي چڪي هئي. دل چيو ته اسٽيٽ جو والي ڏسجي ته ڪهڙو آهي؟ خير اهي سڌون ڪندي سامان ڪٽائي اسٽيشن تي آياسين رات جو هڪ پيسينجر گاڏي ملي نهايت آساني ۽ آرام سان گاڏيءَ ۾ سمهڻ جي جاءِ ملي وئي. جيپور جون ڳالهيون ڪندا ننڊا آکرا ٿياسين سمهي پياسين. جنڪشن تي گاڏي متائي سين آخر مارواڙ جنڪشن تي ڪافي ڏينهن مٿي چڙهي آيو. هتي لهڻو پيو. چو ته اها گاڏي احمد آباد وڃڻي هئي ۽ اسان کي اتي التي طرف ٻيءَ گاڏيءَ ۾ سوار ٿي اجمير شريف اچڻو هو. هن دفعي

سامان ٽورو هو جو بسترا ۽ ڪجھ ٻيو سامان علي ڳڙھ بند ڪري آيا هواسين. اجمير ۾ اچي
،ويو سامان ليفٽ لگيج آفيس ۾ رکيوسين، جتي به آنا في داڳينو ۲۴ ڪلاڪن لاءِ چارج ڪيا
ويندا هوا، مگر سامان محفوظ هوندو هو. هاڻي قدم سر زمين اجمير تي رکيوسين، شهر سڄو
انسانن جو هڪ سمنڊ نظر آيو. ميلي کي ٽيون ڏينهن هو. گهڻا زيارتي ميلو گهمي موٽي رهيا هوا.
اسٽيشن تي حشام ماڻهن جا ڏسڻ ۾ آيا. اسان به گهمندا ڦرندا پڇندا نه منجهندا درگاھ شريف تي
آياسين. معلم ڪيُ تاڙيو بيٺا هوا. نيون شڪليون ۽ علي ڳڙھ يونيفارم ڏسي اسان جي مرحبا ۽
آجيان ڪيائون ۽ خوردنوش جو بار پاڻ تي هموار ڪيائون. اسين بي اونا ٽي انهن جي پنيان
لڳاسين درگاھ واقعي هڪ اعليٰ درجي جي درگاھ هئي. مون ته فقط ڀٽائي ۽ مخدوم نوح جون
درگاهون ڏٺيون هيون. انهن سان مقابلو ڪيم ته هي درگاھ بلڪل وڏي هئي. معلم نهايت
مصروف هو، تنهن هڪ ٻيو ماڻهو گڏي ڏنو ته اسان کي گهمائي ڦيرائي. درگاھ جي وڏي گيٽ
کان گذرندي ئي هن ٻڌايو ته هن گيٽ جي مٿان هي نقارخانو آهي جتي صبح شام ڏمال وڄندي
آهي. ان بعد کابي هٿ تي وٺي هليو جتي وڏيون کوهن جيڏيون به لوهي ديڳيون هيون ۽ انهن جي
ويجهو ٽوبيون هيون. چيائين ته هنن ديڳين ۾ خواجه غريب نواز جو ستن اناجن وارو حليم رڌو
ويندو آهي ۽ هنن ٽُوبين تي روٽ پچندا آهن. ڇت جي ڪامن جيڏا وڏا داسا رکيل هوا جي
چيائين ته ڏويون آهن جي ڏھ ڏھ مڙس گڏ ديڳ ۾ گهمائيندا آهن. ميلو ختم ٿي چڪو هو ان
ڪري ديڳيون خالي هيون. انهن ديڳين مان جيڪا ڪرچڻ بچي هئي سي ٻاهر بيٺل ماڻهو تبرڪ
طور وڪڻي رهيا هوا ۽ زيارتين تبرڪ طور پنهنجي ڳوٺن لاءِ خريد ڪئي. ان بعد هو درگاھ جي
خدام جا حجرا ڏيکارڻ هليو ۽ انهن جي پرسان هڪڙيون چار قبرون ڏيکاريائين، جن لاءِ چيائين
ته اهي خواجه غريب نواز جا چار يار هوا. اهڙي طرح ذرو پرزو ڪري درگاھ گهمايائين. پڇاڙي
۾ وٺي مزار مبارڪ واري مقبري (قبي) ڏانهن آيو. فقراءَ ته ايترو هو، جو مون ائين ٿي سمجهيو ته
سڄي دنيا جا پينو هتي اچي گڏ ٿيا آهن_ نه، بلڪ ائين پيو سمجهان ته سڄي دنيا گداگر آهي.
روضي ۾ اندر گهڙڻ سان ڏٺم، ته قبر جي مٿان چنيءَ ۾ ڪي ڪپڙا ٽنگيل ۽ لڙڪيل هوا.
انهيءَ تي اسان جي گائيڊ چيو ته هي هڪ هڪ ڪپڙو پنهنجي سر مٿان وجهو ۽ اکيون پوري
تصور ڪريو ته اوهان کي خواجه جو نور ڏسڻ ۾ ايندو. ائين چئي هر هڪ جي مٿان ڪپڙو
وجهندو ويو. مون انڪار ڪيو حيرت لڳس، پر مون چيومانس ته تون چڏ مان پاڻهي ٿو وجهان.
مون کي ديدار ٿيڻو هوندو ته پاڻهي ٿيندو، توتي ميار نه آهي. ڏنو ته ڪنهن ڪجھ به ڪو نه آخر
ختمو ڏيئي فارغ ٿياسين ۽ ٻاهر آياسين، نذراني جي پئسن جا دروازي تي ڍير لڳا پيا هوا. اسان
کو به پئسو ڍير ۾ نه اڇليو باقي گائيڊ کي به روپيا خرچي ڏنيسين ۽ چيوسين ته هاڻي توکي
موڪل آهي. اسين هاڻي پاڻهي گهمنداسين. هن ويچاري چيو ته ظهر جي نماز بعد هن جاءِ تي آءُ

حاضر هوندس، اوهان ملجو ۽ هلي ماني کائنجو. اها ڳالهہ طئي ڪري خيال ٿيوسين تہ هلي ميلي جون بازاريون گهمجن. مون چيومان تہ ٿورو ترسو تہ هنن قوالن جون قواليون ٻڌون هنن چيو تہ نهيو هاٺي قواليون پيا ٻڌنداسين هينئر جڏ ٽائيم ٿورو آهي. مون اصرار ڪيو ۽ هنن کي مجبور ڪيو. آخر مجيائون واہ جا قوال هوا. هھڙيون قواليون هونءَ تہ ياحياتي دنيا جي ڪنهن بہ خطي ۾ ٻڌي نہ سگهبيون. جهڙيون خواجہ جي درگاهہ ۾ ٿي رهيون هيون.

ٿورو اڳيرو چرياسين تہ ڏٺوسين تہ هڪ نهايت حسين عورت سياهہ پوشيءَ ۾ ملبوس مٿو اگهاڙو، ڪارا عنبرين وار چڙيل هڪ سفيد ۽ سيمين بدن تي سياهہ پوشاڪ ائين پئي نهي جيئن

"سياهي بر سفيدي نقش بند"

اسان جون نظرون جمي وينون. شايد هڪ چار جو وڻ هو جنهن جي سايہ ۾ بيٺي هئي ۽ خواجہ جي مقبري ڏي هٿ ڪٽي بيٺي چوي تہ "دے خواجہ دیتا ہے نہیں، تم نہ دیگا تو اور کون دیگا" اهڙا ڪلما سندس زبان مان ٻڌي مون کي ڏاڍي ڪراهت ۽ نفرت آئي پر سوين ماڻهو حلقو ٻڌيو بيٺا هوا. عجيب تماشو ۽ منظر هو. ڪجهہ وقت بيهي نظارو ڪيوسين. پنسن جو ڍيگ مائيءَ جي اڳيان لڳو پيو هو. جيڪو اچي سو ڪجهہ نہ ڪجهہ پنسا رکي وڃي. اسان مان تہ ڪجهہ ڪو نہ وريو. ڪنهن بہ ڪم بخت هڪ ٽامي جي پائي ڪا نہ ڏني.

اسان علي ڳڙهي اتان خرامان خرامان هلندا ميلي جي مکيہ بازار ۾ آياسين. دڪانن تي سليقہ سان رکيل شيون ۽ گراهڪن جا هجوم ڏسندا هلندا پئي هلياسين. ميلي کي خوب چڪر ڏناسين. ڪي شيون خريد ڪري هلندي هلندي کائيندا رهياسين. ٻہ ڪلاڪ هيڏانهن هوڏانهن ڦري سري موٽي درگاهہ تي آياسين. ساڳيو معلم جو ماڻهو مليو وٺي مهمان خانہ ڏي هليو. هٿ ڌناريا ويا. مانيون اڳيان دسترخوان تي رکي ويني. نهايت پرتڪلف کاڌو هو. اسان معلم کي گڏجي ڏهہ رپيا ڏنا جي هن خوشيءَ سان ورتا. حالانڪ ڏهن روپين کان تہ وڌيڪ ماني کائي چڪا هواسين.

فقرا جو تہ مون ذڪر ڪيو آهي تہ ساري جهان جا فقير اچي اجمير ۾ گڏ ٿيا هوا. خيرات ڏيئي پورو ڪين پنجي. پنسو پنسو هر هڪ فقير کي ڏجي تہ بہ کيسا خالي ٿي وڃن. ان جو علاج بہ اجمير ۾ ڳوليو ويو هو ٻاهر بازار ۾ ڏٺوسين تہ تقريباً هر هڪ دڪان تي ڪوڏين جون ڳوٿيون پريل رکيل هيون. انهيءَ ڳالهہ البت حيرت ۾ وڌو. ان جو سبب معلوم ڪيوسين تہ پتو پيو تہ هتي جي فقيرن کي ڪوڏيون ڏبيون آهن ۽ نہ پنسا. ان وقت واري پنسي جا چار چوڪ ڪوڏيون مليون ٿي، جي وٺي ڪٽي کيسيا پرياسين. فقير فقير کي ۲_۳ ڪوڏيون ڏيندا وياسين. هر هڪ فقير جي اڳيان ڪوڏين جو دڙو نهندو ٿي ويو. جي وري هو دڪان کي وڪڻي پيسا سچا ڪندا هوا. خدا معاف ڪري، ڪتان ڪتان جا زيارتي ڪهي اچي اجمير ۾ زيارت بہ

ڪندا هوا ۽ خير خيرات بہ. اسان بہ پنهنجي وسعت سارو چار ڪوڏيون خرچ ڪيون. ميلي مان تہ فقط ڪنهن رومال ورتو تہ ڪنهن وهنجڻ جو سرهو صابڻ. آخر ۱۲ ڪلاڪ پورا ڪياسين ۽ هاٿي اسٽيشن تي پير رکڻ جي جاءِ ڪا نہ هئي. اسان جي پهچڻ کان اڳي گاڏي پليٽ فارم تي بيٺي هئي. سيٺي چيو تہ جلد ڪريو گاڏي چٽڻ واري آهي. گاڏي ۾ تہ اندر خير پر ٻاهر فٽ پاٿريءَ تي بہ پير رکڻ مشڪل هو. سيٺي مون کي پڳ ٻڌائي تہ اسماعيل اڄ ڪا همت ڪر، اسين ڪوشش ڪري ڪا جاءِ وٺون. تون سامان مزورن کان کڻائي اسان کي ڏيندو وڃ. هو تہ سڀ ائين چئي هليا ويا. مان آئيءَ ۾ اچي ويس. مزدور چوي تہ روپيو ننگ وٺنداسين ۽ سامان چاڙهي ڏينداسين. مون سوچيو تہ هينئر جي بحث مباحثو ڪندس تہ سامان ۽ مان رهجي ويندس ۽ ٻيا همراهہ هليا ويندا. مزدورن کي چيم تہ "اچھا بھائی جان اٹھائو" هنن مون کي اک پڳي تہ تون پوسٽ واري گاڏي ۾ چڙهي پؤ ۽ مون ائين ڪيو. سامان جا ڪل اٺ ننگ هوا. جي هڪ هڪ ڪري اندر اڇلائيندا ويا. پوسٽ وغيره تہ هئي ڪانہ جو گاڏي ميل ڪا نہ هئي پر پئسينجر هئي. فقط هڪ ماٺهو دروازو بند ڪري گاڏو روڪيو ويٺو هو. هيءَ گاڏو تمام ننڍڙو هو فقط هڪ سيٽ هيس. مان اندرئين ماٺهوءَ سان هٿين پئجي ويس ۽ مزدورن ان جو وجهہ وٺي سامان اندر اڇلي وڌو. ايتري ۾ گارڊ پهرين وسل (سيٺي) وڄائي. مزدورن کي مون هڪ روپيو آڇيو ۽ چيو مان تہ " ايک پھيرے کے دو آنے هين. تم نے چار پھيرے کئے هيں- هوتے تو آٹھہ آنے هيں، ليکن لو بھائی ايک روپيہ" هنن گوڙ ڪيو جو ائن روپين جي بدران هڪ روپيو پئي ملين. مان تہ اندر محفوظ هوس، تون ڇا تون ڇا ۾ ٻي سيٽي بہ لڳي. افراتفري مچي وئي، مزدور ڊوڙي پليٽ فارم انسپيڪٽر کي وٺي آيا جنهن جي ڏاڙهيءَ ۾ سينڊ نڪتل هئي ۽ هڪ ڪُتل جهڙو پئي معلوم ٿيو. مون هن سان انگريزي ڳالهائڻ شروع ڪئي. هن ويچاري کي انگريزي قطعاً ڪا نہ ايندي هئي. ان ڪري اچي منجهيو ۽ منٿ ڪيائين تہ "بيچارے غريب هيں ان کو مزدوری ديدو" مون چيو تہ "وہ نھيں ليتے" آخر ٽين سيٽي لڳي ۽ گاڏي چٽي، مزدورن هٿ ٻڌڻ لڳا مون بہ روپيا چانديءَ وارا اڇلي کين ڏنا. پُشت واري دٻي ۽ باقي گاڏي جي وچ ۾ هڪ لوهہ جي تارن جي جاري لڳل هئي، منهنجا دوست هي سارو تماشو ڏسي ۽ کلي رهيا هوا. مان سامان جي مٿان پولڙي وانگر چڙهي ويهي رهيس ۽ پوسٽ جو ماٺهو بہ منهنجي پرسان ويهي رهيو. منهنجي دوستن جاريءَ مان مون کي داد ڏنو ۽ چيو تہ بيشڪ تون مڙس آهين. مون چيومان تہ مون کي چٽون ٻڌي جهيڙي جي منهن ۾ ڏيڻي هاٿي ويٺا آهيون واهہ واهہ ڪرڻ حيف اٿو. مان سامان تي چڙهيو ويٺو هوس تہ جاءِ وهڻ جي منهنجي دوستن کي بہ ڪا نہ ملي بيٺا رهيا. آخر ميلي جي خلق سو ڪٽي ڪٽي رفتہ رفتہ پئسينجر لهندا ٿي رهيا. آڌي رات تائين سيٺي کي جاءِ ميسر ٿي، ڪي ليٽيا ۽ ڪي پنڪيون ڪائڻ لڳا. ٻئي ڏينهن اچي علي ڳڙهہ اڪئين

ڪيوسين. چوندا آهن ته آءٌ به ويندي پيڪن ڏي ۽ منهنجي به لهندي سڌ. اهي روهيون اهي رنبا، اها انڌي اهو جنڊ. اچي پنهنجون ڪوئيون وسايون سين. نوان پراڻا ٿياسين. پر هن سفر اسان ۾ مزيد سير و سياحت جو شوق پيدا ڪيو ۽ صلاح ڪئي سين ته علي ڳڙهه ۾ الائي ڪيترو عرصو هجون دهلي ۽ آگرو گهمي وٺون. جلد ڪو پروگرام ٺاهيون سيني کي صلاح پسند آئي. مان ته ڪنهن سان اختلاف ڪندو ئي ڪو نه هوس. جيڪا پنڇن جي سا ساڌن جي.



## باب ارڙهون

# علي ڳڙهه جي طفيل سير و سياحت

**هاڻي** ڪجهه ڪلاسن ۽ ڪتابن ڏانهن بہ متوجهه ٿياسين. ساليانہ امتحان ۾ باقي ڪي پنج مهينا هوا. نيٺ ڪجهه عرصي بعد دهليءَ وڃڻ جو پروگرام ٺهرايوسين. سڀ سنڌي دوست تہ ڪو نہ هليا. مون سوڌا پنج ڇهہ سنبرياسين ٻين همراهن جا نالا آءٌ نٿو وٺان. جنهن جو سبب اڳتي هلي معلوم ٿيندو. اهي چار ئي دوست وفات ڪري ويا آهن. ڪنسيشن ملي، گاڏيءَ ۾ هڪ ڏينهن سوار ٿياسين ۽ دهلي مغليہ سلطنت جو تخت گاهہ سبحان الله ڇا چئجي. هڪ معمولي هوٽل ۾ ترسياسين. هيڏانهن هوڏانهن وائڙن وانگر چڪر هڻندي چاندني چونڪ ۾ آياسين فتحپوري مسجد ڏٺي سين. چاندني چوڪ جي بازار نهايت سهڻي ۽ واپار جو وڏو مرڪز هئي. اسان کي وٺڻو تہ ڪجهه بہ ڪو نہ هو. پر ان هوندي بہ دڪانن تان ڪن شين جون قيمتون پڇندا دل جي سڌ پوري ڪندا ناسون هڻندا رمندا ٿئي رهياسين. ڪراچيءَ جي ٽرام وچ رستي تان هلندي آهي پر هتي جي ٽرام هڪ پاسي کان ٿي هلي. ڀڄنا نہ منجهيا. ٽرام ۾ سوار ٿي شهر کي چڱو چڪر ڏنوسين. منجهند جي ماني هڪ هوٽل ۾ کاڌي سين ماني سٺي سوادي هئي. آخر خيال ڪيوسين تہ نئين دهلي ۾ قطب مينار ڏسي وٺون. قطب مينار چيائون ٿئي تہ ١١ ميل مفاصلي تي آهي. ايڪي ۾ سوار ٿياسين پهرين نئين دهليءَ ويا سين جتي اسيمبليءَ جي عمارت نهي راس ٿي چڪي هئي. رستا ڪشادا ۽ نهايت حسين ۽ نزاڪت وارا ناهيا ويا هوا. پاسن کان وڻراهہ روح افزا. اسان هن کان اڳ ههڙي سرڪاري عمارت نہ ڏٺي هئي. ڏسندي اکيون پئي ٺريون. ڪي گهڙيون چڪر ڏيندي اتي گذريون ۽ پوءِ اڳتي قطب مينار ڏي وڌياسون. گهوڙو اهو ئي ٽنون هئو پر هلڻ جو ڪونتل قطب مينار پريان ئي ڏسڻ ۾ پئي آيو. ويني ويني ياڻيوسين تہ دهليءَ وارا ڪوڙ ٿا ڳالهائين تہ ١١ ميل مفاصلو آهي. منارو اهو اکئين ٿو ڏسجي. آيو ڪي آيو مس ڪو ۴ ـ ۵ ميل ۾ هوندو پر نہ پنڌ ڪٽي نہ جند ڇٽي. سنگ ميلن موجب پورا ١١ ميل هو. سبحان الله. اتي بہ ڪي معلم هوا جي اسان کي گهيري ويا. ٻڌايائون تہ قطب الدين ايبڪ جو ارادو هو تہ هتي هڪ شاندار مسجد تعمير ڪرايان ۽ ان کي بہ منارا هجن. هڪ تہ نهي راس ٿيو. باقي ٻيو جو اجا تعميري ابتدائي مرحلي ۾ هو ۽ ڪجهه حصو نهي چڪو هو. سو رهجي ويو. اتي ڪيترائي ماٺهو دهليءَ جي مغليہ عمارتن ۽ قطب مناري جا ڪارڊ سائيز

فوٽا وڪري لاءِ ڪنيو وينا هوا. اسين اهي فوٽا استحجاب مان ڏسندا رهياسين ۽ هڪ هڪ سيٽ خريد بہ ڪيوسين. ان بعد مناري تي چڙهڻ لاءِ ڪمر ڪشي سين چڙهندي چڙهندي اپ ساهي ٿي ويئي. ساهيون پٽيندا پٽيندا آخر اچي منزل مقصود تي پهتاسين. مناري جي چوٽيءَ واري ڇجري ۾ اٿي بيهڻ سان ڏپ پيئي ورتو ۽ دماغ کي چڪر ٿي آيا. بهرخال شوق جو ملهہ ڪونهي، ايا بيهي چوڌاري نظر ڊوڙائي سين تہ نئين دهلي پراڻي دهلي، جامع مسجد، قلعو ۽ شهر جو منظر جڻ ڪ پيرن هينان ٿي نظر آيو. آسپاس خاص طور دهلي ۽ مناري جي وچ واري زمين تي ڪي ڳنون بينيون هيون جي ائين ٿي نظر آيون، گويا ڪي ننڍڙيون ڪتيون هجن. آسپاس خاص طور دهلي ۽ مناري جي وچ واري زمين ۾ ڪيترائي قديم مقبره ڏسڻ ۾ پئي آيا پر اها ساري ١١ ميل زمين کنڊر ئي کنڊر هئي. اسان کي ٻڌايو ويو تہ دهليءَ جو اصلي شهر هن مناري تائين پکڙيل هو جو زماني جي دست برد کان فنا ٿي چڪو آهي. مون کي سنڌي ڪتاب جو بيت ياد آيو.

هنيلا! هوڏ پئي پلي ڪوٽ اڏاءِ،
خرچي خزانا تون ماڙيون محل بناءِ،
پٽ نہ مڙنديءِ پٽ کي ايءَ هنئين سين لاءِ،
شاهہ زمان سان جاءِ، بيشڪ ڪنهن جي ناهہ ڪا.

وقت ٿورو ۽ ڏسڻ جو مواد گهڻو. جلد ئي هيٺ لٿاسين ۽ واپس ورياسين شام ٿي چڪي هئي جامع مسجد ۾ اچي مغرب جي نماز ادا ڪئي سين. مسجد جون ڇاڙهيون ۽ صحن ان جي وچ ۾ وضوءَ جو تلاءُ، گنبذ ۽ منارا ڏسي اسان جو تہ وات ڦاٽي ويو. بهرحال مغل شهنشاهن کي دعائون ڏيندي ۽ ان زماني جي تعميراتي فن کي داد ڏيندي، مسجد شريف جو ديدار ڪري ٻاهر آياسين. رات ٿي ڪجهہ رات جي وقت بہ شهر جو نظارو ڏسندا رهياسين. گهمي ڦري ۽ هوٽل ۾ آياسين ۽ آرام ڪيوسين ۽ ڏينهن جي ڏٺل وائتل شين تي تبصرا ڪندي ننڊ ڪئي ويئي.

ٻئي ڏينهن صبح جو اٿياسين. ناشتہ وغيره ڪري خدا جي زمين تي پکڙي پياسين. ڦيريائين لعل قلعي ۾ آياسين. قلعي جو چپو چپو ڪري گهمياسين. آگره ۽ لاهور وارا قلعا اسان بعد ۾ ڏٺا هوا. انهنجي ملاحظہ مان معلوم ٿيو تہ مغليہ شهنشاهن جا قلعا ڪم و بيش هڪ ئي نوعيت جا هوا. هر ڪنهن ۾ ديوان عام، ديوان خاص، شيش محل، موتي مسجد، ٻُهرا ۽ حجرا هڪئي نموني جا هوا. دهليءَ جو قلعو ڇاڪاڻ تہ اسان ڦيريائين ڏٺو پئي، ان ڪري اسان کي وڌيڪ لطف اندوز ٿيڻو پيو. مغل شهنشاهن جي شان و شوڪت، عزت و عظمت، جلال ۽ ڪمال جا داستان جي تاريخ جي ڪتابن ۾ پڙهيا هواسين. هنن عظيم نشانن مان اکين جي آڏو ڏسي رهيا هواسين ۽ انهن جو شان ساراهي رهيا هواسين. ڪو هندو پاڪ جو شاعر لندن

گھمڻ لاءِ ويو. هائيڊ پارڪ ۾ خصوصاً ۽ بين هنڌن تي عموماً جڏهن سفيد فام منڊمن جو ديدار نصيب ٿيس ۽ مغربي تهذيب جا ڪارناما ڏٺائين تڏهن چوڻ لڳو ته:

چلے کعبہ کو زاهد، هم تو انگلستان دیکھیں گے
وہ دیکھے گھر خدا کا، هم خدا کی شان دیکھیں گے

خير اسين به جتي ڪٿي خدا جي جوڙ ساراهيندا والهانه انداز ۾ پٽڪندا ٿئي رهياسين. هاڻي خيال آيو ته خواجه نظام الدين اولياءَ جي مزار مبارڪ جو درشن ڪجي ۽ درشن ڪري پرشن ٿجي. هيءُ بزرگ چوڻ ۾ ٿئي آيو ته ان وقت جي خواجه حسن نظاميءَ جو جد امجد هو. خواجه حسن نظامي رسالہ منادي ڪڍندو هو جنهن جو چندو فقط هڪ روپيو سال هو ۽ آءٌ شوق سان پڙهندو هوس. اهو روپيو فقط ٽپال خرچ هو ۽ رسالو مفت ملندو هو. "تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ ڪانهي ويل وهڻ جي، متان ٿئي اونداهہ پير نہ لهين پرينءَ جو." هلياسين خواجه جي مزار طرف هڪ جاءِ تي پهتاسين. هڪ ننڍو دروازو هو. اسان کي زائرين ڏسي خدام (مجاور) ڦري آيا ان دروازي وٽ بوٽ لاهڻا پيا. مقبرو ته اڃا ڏسڻ ۾ ڪو نہ ٿئي آيو. سوڙهيون ۽ ڏگهيون گهٽيون. هو اڳيان ۽ اسان پنيان هلندا رهياسين. آخر ڪجھ ورورڪڙ ڏياري اسان کي آڻي مقبري جي اڳيان بيهاريائون. قبي جي هڪ پاسي کان چورس کوهہ وانگر تلاءُ هو. جنهن ۾ هيٺ تري ۾ پاڻي پيل هو. ان پاڻيءَ تائين پهچڻ لاءِ چاڙهيون نهيل هيون. ميلي جي وقت ان ۾ تازه دم پاڻي پريندا هوا. اسان جي اتي پهچڻ وقت اهو پاڻي ساوو ٿي ويو هو ۽ منجهانئس گهڻو وقت بيٺل پاڻيءَ ۾ جا بدبوءِ ٿيندي آهي سا زور سان اچي رهي هئي. خير اسان گنبذ ۾ اندر وڃي ختمو ڏنو ۽ دعا گهري ٻاهر آياسين ته خدامن چيو ته هن تلاءُ جي پاڻيءَ مان ڍڪ پيئو. جو هيءَ پاڻي هر مرض جي شفا آهي. مون کي سخت خار لڳا ۽ مون کيس تنبيهہ ڪئي، ته هيءُ ڪنو پاڻي هزار مرض پيدا ڪندو. شفا ڇا جي هنن کي اها ڳالهہ ڏکي لڳي. پر اسان کي علي ڳڙهہ جو يونيفام پيل هو تنهن ڪري وڌيڪ ڪجهي نہ سگهيا فقط ايترو چيائون ته "آپ کیا فرماتے یهان تو دن رات خواجہ کان نور برستا ھے" ۽ مون چيو مان ته "خوب سنایا او هم نے سن لیا" ٻيا دوست نهڪ ڏيئي کلڻ لڳا ۽ هُو چپ ٿي ويا جو کين پنسن جي لالچ هئي. زيارت ڪري وارو ٿياسين. خدام کان پڇيم ته مقبرو ڪيترو پري هو. اوهان اسان کان جتيون ڪٿي لهرايون ۽ اسان کي پيرين اگهاڙي آڻي اوهان اسان کي ڪيتري تڪليف ڏني. انهن مان هڪڙي چيو ته هيءَ درگاهہ ۽ ان جي آسپاس وارو خطو هڪ پاڪ جاءِ آهي جتي شب روز نور ٿو وسي ۽ ادب جي تقاضا آهي جوتا لاٿا وڃن. مون کانئن پڇيو ته هي گهٽين ۾ گهر ڏسجن ٿا سي ڪنهن جا آهن؟ هنن چيو ته خدامن جا. مون سوال ڪيو ته خدام هنن گهرن ۾ ٻارين ٻچين رهن ٿا يا اڪيلا. وراڻي ملي ته ڪٽنبن سوڌا رهن ٿا. مون چيو ته "خدام تو رات کے وقت جب نور

برستا هے اپنے عورتون سے بيوی اور خاوند کا حق ادا کرتے هونگے او ٹٹی او پيشاب بھی کرتے هونگے. اس وقت آپ کا ادب اور احترام کھاں هوتا هے؟" دوست وري ٻه کلڻ لڳا. خادم پڇيو "جناب آپ کھاں سے تشريف لائے هيں؟" مون چيو "سنده سے" هن چيو ته "سنده کے باشندے تو وليون کی بھت عزت کرتے هيں" خير هن هيس بيس ۾ هلندي هلندي اچي جوتن واري در وٽ پهتاسين. آنو آنو ڏيئي گروي رکيل بوٽ چڙهاياسين ۽ پير ۽ جوراب چنبڙي چنبڙي بوٽن ۾ وڌاسين سڳا ٻڌاسين ۽ خادمن کي چڱي خاصي خرچي ڏيئي اجازت ورتي سين.

"ٻي ڪا ڏسڻ جي لائق جاءِ آهي" اهو سوال پڇڻ تي هڪ دهلويءَ ٻڌايو ته شهنشاهه همايون جو مقبرو ڏسڻ جي لائق آهي جو ضرور ڏسو" هن کي شڪريه چئي ايڪي ۾ چڙهي همايون جي مقبري ڏي وياسين. اتي ٻه هڪ خادم گڏيو جنهن مرحبا ڪئي ۽ اسان کي سارو مقبرو گهماياڻين مقبرو سادو هو. ڏک ڏاڍو ٿيو ته ڇا شهنشاهه همايون جا سندس مقبرو ختمو ڏنوسين. معلم ٻڌايو ته هي جي مقبري کي چوڌاري محراب ڏسو ٿا. سي اهڙي ترتيب سان نهيل آهن. جو انهن کي "ڀُول ڀلاڙي" چنبو آهي. هڪ محراب ۾ لڪي بيهبو ته پرسان لنگهندڙ ماڻهو هرگز ڏسي نه سگهندو. مون ڀول ڀلاڙيءَ جو ترجمو لڪلڪوٽي ڪيو ۽ چيوسين ته آزمودو وٺي ڏسون. مان هڪ محراب ۾ پاسو وٺي لڪي بيٺس. باقي چارئي دوست مون کي ڳولڻ لڳا. مون وٽان لنگهيو وڃن. پر مون کي ڏسي هرگز نه سگهن. آخر آءٌ ظاهر ٿيس. اهڙيءَ طرح هر هڪ لڪو ۽ ٻين ڳوليو پر هڪ ٻئي کي لهي نه سگهياسين. ڪاريگرن اهي محراب اهڙيءَ طرح ٺاهيا هوا جن جي فن جو هنن کي داد ڏنوسين. ڪجهه وقت وندر ڪئي سين ۽ آخر مقبره کان ٻاهر نڪتاسين بلڪل نزديڪ ٻيو هڪ قبو هو. جو چيائون ته صفدر جنگ جو آهي. بلڪل قريب هو. ان ڪري اتي ٻه وڃي ختمو ڏنوسين. نهايت سادو قبو هو. مگر ڪجهه ماضي کي ياد ٿئي ڪيوسين ته اکيون پرنم ٿي ويئون ۽ مون حيرت جو هڪ شعر پڙهيو.

حيرت نظاره آخر بن گئين رعنائياں،
خاک کے ذرون ميں آئی هيں پهنائياں.

دل تي ڪجهه ڏک ۽ ملال جو بار کڻي موٽي دهلي شهر ۾ آياسين ۽ اوڳن ائن وانگر هيڏي هوڏي نهاريندا گهمندا رهياسين. منهنجي اها ئي چال "بے ڈهنگی، جو پهلے تهی وه اب بهی هے" ڪٿي ڪو اشتهاري دوا فروش تقرير ڪندو ڏسان ته حلقي ۾ بيهي رهان ۽ ڪٿي ڪو بازيگر ڏسان ته ان حلقي ۾ ٿورو ئي وقت پر لينو پائي ڏسان ضرور. دوست ڪاوڙجن پر مان انهن کي چوان ته سنڌي ڪتاب ۾ "اکيون کولي هل". "وڃايل اٽ" وارا سبق توهان نه پڙهيا هوا ڇا؟ ڏسڻ کپي ته ڇا پيو ٿئي. ٺهلندي ٺهلندي شام ٿي. ٻي ارادي بازار حسن

۾ پهچي وياسين. منهنجي نظر هڪ ماڙيءَ جي دريءَ ڏي ڪجي ويئي، ڇا ڏسان ته هڪ مه جبين سيمين تن دريءَ مان نهاري رهي آهي. هن کي پيشانيءَ تي هڪ جهومر لٽڪيل هو، جنهن کي اسين ساديءَ سنڌي ۾ بينسر چوندا آهيون. مون هڪ پنهنجي دوست جو نالو نٿو وٺان کي ٺونٺ هنئي. هن پنهنجي نظر مٿي ڪئي. پوءِ ته سيني اسان کي پانهي ورتو ۽ نظرون دريءَ ڏي ڪنيائون. هوءَ پري ڇهرو ته هڪ جهلڪ ڏيکاري اندر هلي ويئي. مون چيو ته هيلي هلو ته مار نه کائون. مگر منهنجي دوست چيو ته ٿورو ترسون من وري دريءَ کان منهن ڪڍي ته حمل جو بيت ياد آيم

دريءَ ڪنون اڪ درس وکا ڳني مه رخ ماهِ مثالي، بينسر والي،
حمل ڪون اڪ لحظي دي وچ ڪر ڳني مست موالي بينسر والي.

اجا ان جهوري ۾ اٿ تڻ ۾ هواسين ته هڪ معتبر قسم جو ماڻهو جو اسان کي تاڙي رهيو هو سو ويجهو آيو ۽ اسان کي السلام عليڪم چيائين. سلام جو جواب سلام سان ڏنو. سچ چيو اٿن ته "تاڑ ليتے هيں تاڑنے والے" هن شخص اسان کان حال احوال پڇيو. اسان ٻڌايس ته اسين علي ڳڙهہ جا طلباءِ آهيون. هن تمام زور سان اسان جي مرحبا ڪئي. آخر پنهنجي مدعا ظاهر ڪيائين، چوڻ لڳو ته اها حسينه مغنيه آهي. دهليءَ جي بهترين طوائف. دوست مون کان پڇڻ لڳا ته اسماعيل هيءَ مغنيه ڇا آهي؟ مون چيو ته ولايت جي ڪبر هتي مينا. اسان سنڌ ۾ چنون ڪجري ۽ هي چون مغنيه ۽ طوائف. هن چيو ته ڪجهه راڳ ٻڌڻ جو شوق ڪريو ته مون سان هلو. اسان جا مهمان آهيو. اهڙو ته چالاڪيءَ سان ڳالهائڻ لڳو. جو اسان کي اتان ڇُرڻ جي واهه نه ٿئي. سنڌيءَ ۾ صلاح ڪئي سين. مون چيو ته هيلي اهو ڪم چڱو نه آهي، پر هيا چارئي ستگتي يڪ زبان چون لڳا ته دهليءَ جون ڳائيون مشهور آهن راڳ جو لطف به وٺي ڏسون. ايتري ۾ هن کي مٿي سڏ ٿيو "معاف کيجئے دو منٹ میں حاضر هوتا هوں." چئي ويو. منهنجي دوست چيو ته کهڙي ترتيب ڪجي جو هوءَ وري هڪ دفعو دريءَ کان منهن ڪڍي. مون کي هڪ شعر ياد آيو ۽ نه ڦهه چئي ڏنم ته:

ناز نينے ديدم اندر غرفئہ،
مه جبينے عشوه چينے طرفئہ.
حيلئہ بايد برائے ديدنش،
خنده، يا گريئہ يا سُرفئہ.

ادا، يا زور سان ٺهڪ ڏيئي کل، يا زور سان اوچنگارون ڏئي رؤ يا کنگهڪار شروع ڪر، بيو ته ڪو حيلو وسيلو ڪونهي. سيئي ٺهڪ ڏيئي کلياسين. پير اتيئي جمي ويا، سيني چيو ته ۵_۵ روپيا قربان آهن راڳ ضرور ٻڌنداسين. ايتري ۾ همراه به اچي ويو. اسان جي يارن تي

مسمريزم جو اثر ٿي ويو. هُو اڳيان اسين پنيان هُو عامل اسين معمول. ماڙيءَ تي چڙهندي لڳ ڪاندارجن. هڪ عمدو قالين وڇايل هو. پيڪدان رکيا هوا. نيڪ ڏيڻ لاءِ خوشنما گاديلا موجود. بت بنجي وياسين. مغنيہ دهليءَ جي تهذيب موجب چنن آگرين لوڏڻ سان سلام ۽ آداب بجا آندو. خوش آمديد چئي "بهت خوشي هوئی آپ سی ملاقات کرکے" اسان مان سڀني جي زبان تي مهر سڪوت ثبت ٿي ويئي. ڪير نہ ڳالهائي مون وڏي جرائت ڪان ڪم ورتو پر چوان ڇا؟ اچانڪ زبان تي هي لفظ اچي ويا "آپ کی ذره نوازی ہے" بس پوءِ ڪجھ نہ چيم. سارنگي ۽ ڏڪڙن وارا ويهي ويا ساز و سرود شروع ٿيو. ٢ـ غزل ٻڌايائين ناز ۽ آواز غضب جو هوس. عمر ۾ هيءُ پهريون تجربو هو. ڪو بہ نہ ڪڇي. مون البت دل ۾ خيال ڪيو تہ وڃڻ ڪان پوءِ هو ڇا چوندا تہ هي سنڌي تہ ڪي گونگا هوا. ان ڪري همت ٻڌي چوندو رهيس "واه واه سبحان الله کیا خوب وغيره" اهي ڪلما مشاعرن مان سکيو هوس. وڌيڪ ڪجھ آيو بہ ڪو نہ ٿئي جو چوان. راڳ پورو ٿيو. هتن سان پان ناهي هر هڪ کي ڏيندي ويئي. ائين پيا پانيو تہ پان نہ آهي ڪو آسمان مان من سلوىٰ لٿو آهي. هڪ ٻئي کي اک هنئي سين. ٥ روپيا هر هڪ ڪڍي مغنيہ جي پيش ڪيا. جا شڪريہ سان وٺندي ويئي. اٿياسين. اجازت گهري سين. هن سلام ڪيو. هڪ دوست ڪن ۾ چيو تہ نالو تہ پڇينس. مون هن کان نالو پڇيو. "آپ کا اسم شريف" هن وراڻيو "جهان آرا" ابانوت ٽرن نڪتاسين ٻاهر.

هيٺ لهڻ ڪانپوءِ کلڻ ڳالهائڻ جهڙا ٿياسين. مون چيو واه واه اجهي آيا "شوقي شير. ڪارو منهن نيرا پير" اهو هڪ دوست جو ذري گهٽ مفتون ۽ مجنون ٿي چڪو هو سو ڪاوڙجي ويو. مون کي چيائين تہ "تون انسان ئي ناهين" ڪا پٿر جي دل اٿئي. منهنجي صلاح آهي تہ اڄ رات بہ دهليءَ ۾ رهي پنون ۽ سڀاڻي وري بہ هن جو راڳ ٻڌون. اوهان پيسو بہ نہ ڏجو ويهہ رپيا آءٌ ڏيندس. مون سان هن يار جي گهرائي هئي سو مون پادر ۾ هٽ وڌو. چيومانس تہ احمق اڄ رات واريءَ گاڏيءَ ۾ هلڻو آهي سڀاڻي ضرور حاضر ٿيڻو آهي. ڪنسيشن ۾ بہ اجوڪي تاريخ باقي آهي. هيءُ پٽ اچي عاشق مزاج پيدا ٿيو آهي. سڌو ٿي هل تہ پادر نہ کائين. خير هوٽل ۾ ماني کاڌي سين، ساجهر ئي اسٽيشن تي آياسين. گاڏيءَ ۾ چڙهياسين پر ساري رات جهان آرا پئي ياد آئي. صبحءَ جو سج ڪافي مٿي چڙهيو سو. اچي علي ڳڙهہ پهتاسين. پاڻ ۾ وعدو ڪيوسين تہ ڳالهہ ڪنهن سان نہ ڪنداسين ڪجھ ڏينهن تہ ڳالهہ راز ۾ رهي پر هن دوست کي جو نرڙي ڪڪڙ وانگر واني آنو هو سو نيٺ اسان سڀني کي خوار ڪيائين. الله تعالىٰ مرحوم کي غريق رحمت ڪري. هن جون ڳالهيون لکڻ جهڙيون هونديون هيون. سندس ڪيترا نڪتا ياد اٿم. بيان ڪريان تہ بحرستان نهي پوي. مون کي دوست چوڻ لڳا تہ "اسماعيل تون بہ وڃي آخر ڦاٿين" تہ مون چيو تہ مون کي پنهنجي هٺ جو نتيجو مليو آهي. مان پاڻ کي پارسا

سمجهندو هوس ۽ پنهنجي پاڪبازيءَ جو دم هڻندو هوس. تنهن ڪري مون ۾ غرور اچي ويو هو. تنهن ڪري اهو گناهه جو ڪم ڪيم. ۽ هڪ شعر پڙهيم.

خود پرستی خدا نہ بنجائے،
احتیاطاً گناہ کرتا ہوں۔

باقي آگره ۽ فتح پور سڪريءَ جي ڏسڻ جو شوق هو ان لاءِ انتظار ڪندا رهياسين ته ڪڏهن ٿي قسمت ٿئي ۽ تاج جو ديدار نصيب ٿئي. في الحال ته پڙهڻ کي جنبي وياسين. وطن کان دور جنهن مقصد سان آيا هواسون ان کي مقدم رکيوسين ۽ ڪتابن کي خوب پڙهيوسين بلڪ ڪتاب چٽي ڇڏياسين.



باب اوڻيھون

## فتح پور سڪري ۽ آگره (اڪبر آباد) جو سير

**ڏيڍ** مھينو ڪن سير جي تڙپ رھي آخر "سامي سفر سنيريا" پاڻ ۾ ڪل اٺ جڻا ھواسين. ڪنسيشن جو بلو ڪيوسين. ڪنسيشن مليو ۽ سندرا ساھياسين. اول آگره جو رخ ڪيوسين ۽ واپسيءَ ۾ فتح پور مان ٿيندا علي ڳڙھ آياسين. گھڻن ڏينھن جي سڪ پوري ٿي. الله تعالىٰ جو شڪرانو ڪيوسين. آگره لھي پھريائين ھڪ طعام گاھ ۽ قيام گاھ تازي سين. سستي به ۽ سني نيڙ رکياسين، ڪجھ پيٽ جي پوجا ڪئيسن ۽ صلاح بيٺي ته اول تاج محل جو ديدار ڪجي ھتي ٽانگا ڪياسين. جمنا جي پل عبور ڪري تاج جي فلڪ بوس دروازي تي لٿاسين. خادم ڦري آيا. خادمن ڪانسواءِ درحقيقت رھبريءَ لاءِ ٻيو ڪو ذريعو به ڪونھي. مقبري ڏي جو رستو ويو ٿئي ان ڪي سڄي ۽ کبي به فوٽ پاٽ ۽ فٽ پاٿن جي لڳو لڳ سرو جي وڻن جون سرسبز قطارون، وچ ۾ پر آب شفا نھر جنھن ۾ فوھارن جي سڌي قطار. زبان تي سبحان جو ورد ھو. ھلي اچي مقبري جي ٿلھي کي پھتاسين. سنگ مرمر ڪانسواءِ ٻي ڪا به شيءِ ڏسڻ ۾ نه ٿي آئي. ۴_۵ چاڙھيون چڙھي ٿلھي تي قدم رکيوسين. ٿلھي جي پوري وچ تي مھاراڻي ممتاز محل جي تربت مٿان مقبرو يعني تاج محمل جو گنبذ. ٿلھي جي چئني ڪنڊن تي منارا، جن جي ڏسڻ سان دل و دماغ ۾ چا ٿئي وھيو واپريو. ان جو بيان منھنجي طاقت قلم ڪان گھڻو مٿي آھي. فقط بچشم خود ڏسڻ سان ڳالھ تعلق رکي ٿي، قلم کي لکڻ جي ۽ زبان کي بيان جي قوت ڪٿان اچي. پھلوءَ ۾ دل نه رھي ۽ سر ۾ مغز نه ھو، دل و دماغ جي ڪيفيت اھا ھئي جو:

مرا دردست اندر دل اگر گويم زبان سوزد.
وگر دم درکشم ترسم مغز استخوان سوزد.

لبن تي سڪوت ۽ مُھر خاموشي ھئي، اکين جا تارا ڪوڻن ۾ ڦري رھيا ھوا. بت بنيا اھو سڀ ڪجھ ڏسندا ۽ ٻڌندا ٿي رھياسين. جو معلم ٻڌائيندو ٿي ويو. اندر مقبري ۾ گھڙياسين. ھڪ پوري پني سنگ مرمر جي ٿلھي تي به تربتون ھڪ ٻني جي پرسان. سنگ مرمر پٿر قرآني آيات سان مزين. سنگ مرمر جي پڃري اندر ۽ ھڪ سنگ مرمرجي چنيءَ ھينيان شھنشاه شاھجھان ۽ سندس پياري راڻي، جن جو ذڪر تاريخ ۾ پڙھيو ھوسين. اھي ياد آيا. ھي مزارات

بيشڪ هڪ خاوند ۽ بيبيءَ جي عشق و محبت جو داستان ياد ڏياري رهيون هيون. نهايت ادب ۽ احترام، خضوع ۽ خشوع سان فاتحا پڙهي سين ۽ منارن جي چئني طرفن کان ڦيرو ڪري ٻاهر نڪتاسين. سفيد گنبذ، سفيد ديوارون، سفيد مزارات، سفيدٿلهو، سفيد منارا، مطلب ته هر شيءِ سفيديءَ جي سبب پاڪيزه نظر پئي آئي. ساري عمارت ۾ ايڏا وڏا ڀاري سنگ مر مر جا پٿر ڪاريگرن ايترو مٿي ڪيئن چاڙهيا هوندا. جڏهن ان وقت مشيني دور نه هو. حيرت ۽ استعجاب جو مقام هو. ايڏن وڏن پٿرن جو جڙاءُ يا اوساري اهڙي ڪيل هئي، جو ايامن جي گذرڻ بعد ائين پئي معلوم ٿيو، گويا مقبرو اچ تيار ڪري راس ڪيو ويو آهي. نه سيمينٽ هئي نه نيُرو هو پٿر هڪ ٻئي سان اهڙيءَ طرح ته منسلڪ ٿيل هوا، جو ڳنڍ جو نشان به مشڪل ٿي نظر آيو. معلم ٻڌايو ته هن ٿلهي جو فرش تي سنوت جو اندازو اوهان هن مان لڳائي سگهندا. ائين چئي هڪ ٽامي جو ٽڪو (ان وقت جو سڪو) کيسي مان ڪڍيو ۽ ان کي ايو ڪناري پر فرش تي ٻن آڱرين جي زور سان هلايائين ۽ اسان کي چيائين ته غور سان ڏسو ته هيءُ ٽڪو هلي پيو مگر ڪري نه ٿو. اها ثابتي آهي هن مرمرين فرش جي سنوت جي. اسان پاڻ آزمائي ڏٺو ۽ نتيجو واضح هو. آخر هر هڪ مناري کي هٿ لاهي ڇهڻ جي خواهش ٿي. ائين ڪندا وياسين اتر طرف جي ٻن ڪنڊن وارن منارن وٽ بيهي نظر ڪئي سين ته جمنا نديءَ ۾ تاج محمل جو عڪس پئي پيو ۽ ان وقت جي نديءَ ۾ هلڪيون لهرون لڳي رهيون هيون. تن ۾ گويا سڄو گنبذ رقصان هو. معلم ٻڌايو ته تاج محل جي رونق الڳ الڳ وقتن تي نرالي هوندي آهي، اسين سمجهي نه سگهياسين ته ڇا ٿو چوي. هن ٻڌايو ته هن وقت ڪچا پيهر آهن. تاج محل ڏي نظر ڪريو، ته اوهان کي برف وانگر نظر ايندو. ٺاڪ منجهند جو جڏهن تيز اُس هوندي آهي، ان وقت اوهان کي چانديءَ جو نظارو بخشيندو، چانڊوڪي رات ۾ سندس نظارو کير جهڙومعلوم ٿيندو آهي، مون معلم کان استفسار ڪندي پڇيو ته، هيءَ ٿلهو ته ڪيترو نه مٿي اوچائيءَ تي آهي ۽ هن ۾ قبرون ڪيئن ڪوني ٿيون سگهجن. ان تي معلم جواب ڏنو ته اصل قبرون گهٽو هيٺ هڪ ته خاني ۾ آهن، جن تائين وڃڻ لاءِ هڪ دري آهي ۽ سيڙهي آهي، هي مٿيون قبرون بلڪل انهن جي مٿان پوريءَ جاءِ تي مصنوعي تعمير آهي. اهو ٻڌي مون کي اطمينان ٿيو ۽ معلم کي چيم ته براءِ نوازش اسان کي هيٺ اصلي تربتن تائين وٺي هل. هن وراڻيو ته اهو منهنجي وس ۾ نه آهي. مضبوط تالو لڳل آهي ۽ اهڙي اجازت ناهي.

ٿلهي تان هيٺ لهڻ بعد، هن اسان کي مسجد شريف جا الهندي طرف کان هئي، ۽ خانقاه جا ايرندي طرف کان هئي ڏيکاريون ٻئي عمارتون هوبهو، هڪ جهڙيون ڳاڙهي پٿر جون هيون. مسجد جو محراب الهندي ۽ خانقاه جو محراب ايرندي هو. مسجد جي محراب ۾ هڪ پٿر نصب ٿيل هو، جنهن ۾ ٻڌايائين ته غور سان ڏسو هن پٿر ۾ سڄي تاج محل جو عڪس پوي ٿو.

بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن آرسي يا آئيني ۾ شڪل ڏسجي. جاچي ڏٺوسين ته واقعي تاج محل جو پاڇو ان تي مڪمل طرح پيو ٿي. عجب وڻي ويو ته هيءَ آئينه مثل پٿر ڪهڙو آهي؟ ان بعد ڪجهه قبرون جي وڏي دروازي وٽ هيون سي به غور سان ڏٺيوسين. دروازي وٽ بيهي هڪ دفعو تاج تي نظر ڪئي سين ۽ ان جي رعنائين جو نظارو ڪيوسين.

حيرت نظاره آخر بن گئين رعنائياں،

خاک کے ذروں میں آئی نظر گلزاریاں.

هيءُ شعر دل تي تري آيو. خداوند تعاليٰ جي ذات اقدس جو يقين پختو ٿيو ۽ ايمان تازو ٿيو. وڃڻ وقت منهنجي دل ائين پئي چيو ته جيڪر تاج جي آسپاس قبر لاءِ چار گز زمين ملي ته هوند حياتي لکي ڏيان. هڪ شعر ياد آيو.

مقرر كرده ام درد ازين درگه نخواهم رفت،

سراينجا سجده اينجا بندگی اينجا قرار اينجا.

آخر ٿڏا شوڪارا پريندي قلعي ڏي رخ رکيوسين. دهليءَ کان پوءِ هيءُ بيو قلعو هو جو اسان جي ديدار جو سامان بنيو. مون اڳئي ذڪر ڪيو آهي ته مغليه شهنشاهن جا قلعا اڪثر ساڳئي پيٽرن نموني جا آهن، قلعي ۾ اسان کي وڌيڪ به شيون ڏسڻ ۾ آيون. معلم هوشيار هو. هو اسان کي شيش محل ۾ وٺي ويو جو اندران سجو آئيني جهڙين ڪاچ جي ٽُڪن سان جڙيل هو. اندر لنگهڻ سان اسان پنهنجون شڪليون هزارين انهن ٽڪن ۾ ڏسندا رهياسين. هاٿي معلم هڪ شخص کي سڏ ڪيو جو شايد خاص شيش محل جو نگهبان هو. هن اسانکي هڪ طرف بيهاري هڪ ڪئجي ۾ مصالح وجهي ان ۾ تيلي هڻي باريو مصالح ٻاڙهو هو اهڙي ته جهرمر لڳي ويئي جو ڇا بيان ڪجي ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو. ته لعلون ۽ ياقوت مڙهيل هوا.

وري ٻاڙهي روشني بند ڪري، سائي جوت جاڳايائين ۽ پايوسين ته چوڌاري سچا زمرد آهن. اهڙيءَ طرح نيلي ۽ پيلي روشني بارپائين ۽ اسان کي نيلم ۽ پکراج جو نظارو ڏسڻ ۾ آيو. معلم چيو ته شهنشاهه مغليه جي زماني ۾ شيش محل اندر هن طرح جوت جا جدا جدا رنگ روشن ڪيا ويندا هوا. سبحان الله مغل حاڪمن ڪهڙي نه بادشاهي ڪئي. افسوس اڄ اهي ڪٿي آهن. وقت هر دور مٽائيندو ٿو رهي: واقعي شاهه زمان سان ڪنهن جي به هلي نه ٿي سگهي.

الله رب العزت جي جلال ۽ ڪبريائي کان ڪنبدا ٻاهر نڪتاسين. بهرحال قلعي جون تمام عمارات هڪ هڪ ڪري معلمُ اسان کي گهمايون ۽ انهن بابت ڪجهه نه ڪجهه تاريخي احوال به ٻڌائيندو ويو. هيءُ معلم تمام هوشيار ۽ پڙهيل هو ۽ ائين پئي جاتم ته جڻ شاهان. مغليه جي تاريخ جو ماهر هو. خدا ڪيس خوش رکي. هتان هُتان گهمائي ڦيرائي اسان کي

جوڌٻائيءَ جي محلات ڏانهن وئي آيو. هيءَ محلات ننڍي پر نهايت خوبصورت هئي. سڄي ستونن (ٿنڀن) تي بيهاريل هئي. جوڌٻائي شهنشاهه اڪبر جي راڻي هئي، جنهن سان سندس نهايت گهڻي محبت هئي. ان بابت معلم اسان کي ڪيترين ئي ڪهاڻيون ٻڌايون. جن جي لکڻ جي هتي گنجائش نه آهي. اسان کي هڪ سرنگهه ڏيکاريائين. جا ڏسي اسان کي خاص طور تي تعجب ٿيو.

اها سرنگهه جوڌٻائيءَ جي محل کان نڪري زير زمين وڃي جمنا جي ڪناري تي پهتي ٿي. جوڌٻائي چون ٿا ته روزانو جمنا پوڄا پاٺ لاءِ انهيءَ سرنگهه مان ايندي ويندي هئي. دنيا جا بادشاهه سي به مغل شهنشاهن جي تعميراتي فن کي نهايت پسند ڪندا هوا. هي قلعا هي مسجدون هي مقبرا جي سندن دور حڪومت ۾ تعمير ٿيا. سي ان ڳالهه تي گواهي ڏين ٿا ۽ زبان حال سان چئي رهيا آهن ته واقعي شاهه جهان کي محلات اڏائيندڙ چو چوندا هوا. قصو مختصر قلعو گهمي موٽياسين. ڏينهن جو ڪافي حصو گذري ويو. شيش محل واري ملازم ۽ پنهنجي هن معلم کي ڪافي رقم ڏيئي خوش ڪيوسين. هاٽي پنهنجي قيام گاهه تي آياسين طعام تناول ڪيوسين، ماني سادي هئي، ليڪن بک خوب لڳل هئي. ان ڪري مانيءَ مان ڏاڍو لطف آيو. چوندا آهن ته:

ڪوفته را نان تهي ڪوفته است

آگري کي خوب چڪر ڏناسين ۽ هن قديم شهر جي گهمڻ جو چڱو لطف ورتوسين. ٻئي ڏينهن صبح جو فتح پور سڪريءَ ڏي روانا ٿياسين.

فتح پور به آئي. سر زمين تي قدم رکيوسين. اول اول شهنشاهه اڪبر اعظم جي مزار تي وياسين. هتي جو خادم به چڱو باخبر هو. هن اسان کي مقبرو چڱيءَ طرح گهمايو ۽ شهنشاهه جي ڪارنامن بابت ڪيترائي داستان ٻڌايائين، جنهن جي لکڻ جي هتي ضرور محسوس نٿو ڪريان، ورنه ته ئي صفحا پيا به هن سوانح حيات جي جلد ۾ اضافي ٿيندا. ختمو درود ڏيئي شيخ سليم چشتيءَ جي مزار مبارڪ تي آياسين، هن بزرگ لاءِ چيو ٿئي ويو ته هو شيخ فريد شڪر گنج جو پوٽو هو. شهنشاهه اڪبر سندن وڏن معتقدن مان هو. شهزادي سليم جو نالو سليم به هن بزرگ جي نالي پٺيان رکيو هوائين، جو پوءِ شهنشاهه جهانگير ٿيو. شيخ سليم جي گنبذ ۽ مزار تي سپ (صدف) جي نڪرن جو جڙاءُ ڪيل هو. جنهن جي ڏسڻ سان يڪبار وري به اسان کي ان وقت جي هنر مند ڪاريگرن جو خيال آيو. ۽ بي ساخته آفرين ۽ تحسين جا نعرا بلند ڪياسين. سپ به اهڙي جرڪندڙ هئي، جنهن جي ڏسڻ سان حيراني وئي ٿئي ويئي. اڄ ڪلهه جي سپ به ڏسون پيا. ڪُجا ڪَچن ۽ ڪوڏن جي موجوده زماني واري ڪوڙي سپ ۽ ڪُجا اها سپ جا شيخ سليم جي مقبري کي روشن ڪيو بيٺي هئي. نقش و نگار به اهڙو ته هو.

جنهن جو بيان لکڻ منهنجي قلم کي طاقت نہ آهي. ختمو ڏيئي دعا گهري ۽ پوءِ بلند دروازي ۽ جامع مسجد جي زيارت ڪئي سين. بلند دروازي ۽ مسجد جو ڇا شان بيان ڪجي "در بيان هرگز نہ گنجند انگشت حيرت در دهان نيم درون نيم برون" هئي.

آخر اهي سڀ شيون ڏسي ۽ ٻين ڪيترين مزارات تي جو قطعا لکيل هوا خصوصاً پارسي زبان ۾ سي پڙهندا ڪجھ سمجهندا ڪجھ نظر انداز ڪندا واپس علي ڳڙھ جي واٽ ورتي سين.

آمديم برسر مطلب – هن سفر مون ۾ هڪ قسم جو اونهون غم پيدا ڪيو. ڪجھ ڏينهن تہ ڪا بہ ڳالھ نہ ٿئي وٽي. ڪجھ دوست سير سياحت جو حال احوال پڇڻ لاءِ خاص طور مون وٽ گهٽو ٿئي آيا. جو مون کي پنهنجي دوستن کان قوت بيان جي خاص سبقت حاصل ڪئي هئي. اهو سڀ الله جو ڪرم هو. قوت گويائي ئي آهي جنهن انسان کي ٻين تمام ساهوارن کان متميز ڪيو آهي. مگر منهنجي زبان جيڪي ڏنو هوم. ان اثر کان اهڙي تہ متاثر ٿي هئي، جو زبان کولي نہ سگهان ۽ ڪجھ نہ ڪڇان. دوستن کي فقط ايترو پيو چوان تہ ٻين کان پڇو مون کي ڇڏي ڏيو. هُو چون چو چريو ٿي پيو آهين ڇا؟ مان جواب ۾ چوندو رهيس تہ ها ها چريو ٿي پيو آهيان منهنجي پچر ڇڏيو. سڀ ٿهڪ ڏيئي چوڻ لڳا تہ ماٺهو آهين مسخرو آهين. آگري مان ڪنهن ديو جو پاڇو پيو اٿيئي ڇا؟ يار ٻيهجو تہ همراھ جو دماغ ٺڪاڻي اچي هينئر هوش ۾ نہ آهي. چيم تہ يار نہ ڪو چريو ٿيو آهيان نہ ڪو ديو جو پاڇو پيو اٿم. اوهان کي سڀ ڪجھ ٻڌائيندس پر في الحال مون کي معافي ڏيو. مون کي طبيعت تي هن وقت قلق آهي ۽ درد جا دونهان دکي رهيا آهن. هيترو اثر مون اڳ ڪڏهن بہ نہ ورتو آهي. جهڙو هن دفعي، ۽ شعر پڙهيم.

درد سے واقف نہ تھے، غم سے شناسائی نہ تھی،
چوٹ وہ کھائی ہے دل پر، جو کبھی کھائی نہ تھی۔

چوندا آهن تہ "چنان قحط افتاد اندر دمشق کہ ياران فراموش کردند عشق" تہ امتحان بہ وڏي مصيبت آهن. امتحان اچي ڪنڌ تي پيو پڙهڻ ۾ رات ڏينهن گذرندو پيو هو. گاسليٽ جون ٽيبل لئمپون، اليڪٽرڪ جو ان وقت نالو نشان بہ ڪو نہ هو. وٽ ونان ٿي وينئي، گذريل سالن جا سوالي پيپر گڏ ڪياسين انهن کي حل ڪرڻ ۾ جنبي وياسين. هڪ ڏيسان دور ڏيهان پري اهو خيال دل پيو ڏاري تہ هيترو وطن کان دور رهي اگر ناپاس ٿياسين تہ پتڪار چڻي، شهنشاهان مغليہ جا مقبرا ۽ سير سياحت جون ڳالهيون لوح دل تان رفتہ رفتہ محو ٿيڻ لڳيون. عام طرح چوٽي آهي تہ پنڻ کان پڙهڻ ياد نٿو اچي. پر اسان جو حال ان جي برعڪس هو. يعني پڙهڻ کان رلڻ پنڻ ياد نہ پيو اچي. ڪتابن کي خوب رٽيوسين. باقي ڏيڍ مهينو اچي بچيو. سنڌ مان ڪي

ايڪسٽرنل اميدوار به آيا مون کي اڳ ۾ ئي هڪ اڻ واقف هستيءَ خط لکيو ته آءٌ اچان ٿو ۽ اوهان جو مهمان آهيان اها اڻ واقف هستي مرحوم فتح محمد قريشي هو. جو ان وقت سنڌ مدرسة الاسلام ۾ اسسٽنٽ ماسٽر هو. موصوف ڏي، جي سنڌ ڪاليج مينارام هاسٽل ۾ ويو. مرحوم حافظ محمد صادق سان مليو هو ان کان پڇيائين ته علي ڳڙهه ۾ ڪو چڱو شاگرد واقف اٿيئي؟ مان وٽي رهيو آهيان. ان ڏي خط تعارف جو لکي ڏي. حافظ صاحب چيس ته مان اهڙي ماڻهو جو نالو ٿو ٻڌايانءِ جو ڪنهن به تعارف کي ڪو نه ڏسي. اوهان خط لکوس ته اچان ٿو خبردار! مرحوم قريشيءَ چيو ته سچ ٿو چوين، حافظ صاحب چيو ته بلڪل ، مرحوم مون کي خط لکيو. سندس خوش خطي سون ۾ مڙهڻ جهڙي. خط جو مضمون سهڻو ۽ ڏاڍو پيارو. خط پهتو پڙهي نهايت مسرت ٿي. انتظار ڪندو رهيس. ايڪسٽرنل شاگرد انٽر لاءِ فقط ٻه آيا، هڪ اميرالدين جوڻيجو جو پنهنجي ياءُ مسٽر محمد يوسف جوڻيجي وٽ اچي رهيو هو ۽ ٻيو مسٽر قريشي جو مون وٽ اچي رهيو ۽ مون سندس يائرن کان به وڌيڪ خدمت ڪئي ۽ سندس لحاظ رکيو. هڪ ٻئي کي ملڻ سان ئي گهاٽي ياراڻي قائم ٿي ويئي. کائڻ پيئڻ گڏ، اٿڻ وهڻ، گڏ گهمڻ ڦرڻ گڏ ۽ پڙهڻ به رات ڏينهن گڏ. مرحوم مون کان ته گهڻو بلڪ تمام گهڻو هوشيار هو. سائنس گڏ پڙهڻ مان مون کي گهڻو فائدو رسيو. آخر امتحان اچي ليڪو پاتو. سوالي پيپر رنگين هوا، ڳاڙها، ساوا، پيلا مٿان علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ جو مونو گرام وچ ۾ کجيءَ جي وڻ سان. جهڙو بيج ۾ نشان هوندو هو. پراڻا يار مون کي نوڪڻ لڳا ته اڳيان ويا وسري ۽ پويان لڳا مصري. مون چيو مان مسٽر فتح محمد مصري ته چا پر ماڪي کان به مٺو آهي. وڏي ڳالهه ته انگريزيءَ ۾ ڏاڍو هوشيار آهي. بي اي جي امتحان ۾ ويهي ته اتي به ڪامياب ٿي وڃي، مگر قانون ماتحت ڪيس انٽر ضرور پهريائين پاس ڪرڻو آهي. خير اسان جو وقت ڏاڍو محبت سان گذريو حقيقي سڄڻ يائرن وانگر ڪتاب ڪٺي هاسٽل جي شور شرر کان نڪري ٻاهر هليا ويندا هواسين ۽ ڪنهن نه ڪنهن ڏورانهين لان تي وڃي ويهي پڙهندا هواسين. ڪڏهن ڪڏهن ماني به وسري ويندي هئي ۽ ڪنهن ٽي شاپ ۾ چانهه تي ئي گذر ڪري وري اچي، ڪتابن کي ونندا هواسين. مغرب مهل بهرحال هاسٽل ۾ موٽڻو پوندو هو. ۽ رات جو چار چونڪ يارن سان ڳالهيون ڪري تازگي ونندا هواسين ۽ وري لوڪ لقاءَ سُتي اسان ۽ ڪتاب.

ماشا الله دير ڪانه لڳي، وقت خواب وانگر گذري ويو. امتحان شروع ٿيو پيپر ڏيئي ايندا هواسين پوءِ سوال سوال ڪري ان جو جائزو ونندا هواسين پاڻ کي پاڻهي مرڪون ڏيندا هواسين. امتحان پورو ٿيو. پاڻ کي اڳيئي پاس ڪري ڇڏيو هوسين دل دماغ اکينءِ بدن جا ٿڪ لهي ويا. ڪچهريون گرم ٿيون نهڪڙا شروع ٿيا. امتحان جي موڪل ۾ اجا ڪجهه ڏهاڙا هوا پر اسان تي ڏينهن ڏينهن گران گذري رهيو هو. صلاح ڪري پرنسپال صاحب وٽ وياسين ته

اسين دور افتاده آهيون. موڪل ۾ باقي ٨ـ ١٠ ڏينهن آهن. اهي ڏينهن اسان کي اڳواٽ ڇڏيو. موصوف فوراً قبول ڪيو. مسٽر قريشيءَ کي ٻه ٽي ڏينهن ترسائي ڇڏيم. ته گڏجي سنڌ ڏي هلنداسين ۽ واٽ تي لاهور ۽ امرتسر ضرور ڏسنداسين. مرحوم ترسي پيو. ڪنسيشن ورتيسون جا فوراً مليا. قريشي صاحب کي اڌ ٽڪيٽ جو فائدو پيو. هو صاحب ڪم خرچ ۽ بالانشين ته اڳيئي هو پر ترسيو رڳو منهنجي رشتهءِ پيار ڪري هو. جو اسان قائم ڪري ورتو هو. هُو نوڪريءَ وارو هو ۽ جيترو جلد ٿي سگهيو اوترو جلد وڃڻ ٿي گهريائين. مون کان موڪل گهريائين ته مون انڪار ڪيو ۽ چيومانس ته جيڪڏهن وڃڻ تي اصرار ڪندا ته "بس اب آپ تشريف لے جايے. گذرني جو هوگی گذر جائيگی. طبيعت پر هوگا قلق چند روز ٺهرتے ٺهرتے ٺهر جائيگی" هن شعر يار کي ليٽائي رکيو. اردوءَ ۾ وڏو قابل هو. علي ڳڙهه ۾ رهيو به ڪو نه فقط ڪراچيءَ ۾ رهيو هو جتي مڪرانين ۽ گجراتين واري اردو ڳالهائي ويندي هئي. مون کي حيرت وٺندي هئي ته مرحوم ههڙي فصيح اردو ڪٿان سکيو. هبڪي هبڪي پڇيومانس. چيائين اردو ڪتابن پڙهڻ مان ئي سکيو آهيان ۽ سنڌ مدرسي جي اردو ماسترن سان ڳالهائيندي ڳالهائيندي چڱي اردو سکي ويو آهيان. خاص طور اردو ماسترن گهٽ هئڻ سبب مون کي اردو درجي چوٿين پڙهائڻ لاءِ مليو. جنهن هيڪاري سون تي سهاڳي جو ڪم ڏنو. مون محنت ڪئي ۽ اردو ڳالهائڻ خواهه لکڻ تي چڱو ملڪو حاصل ٿي ويو.

نيڻ گول ڪياسون. ڪٿا منجهه قرار هوا هيڪاندا سنگ ۾ ڳاهي ڳاهه فراق جي ڪيا ڏارون ڏار. نه جاتان پيهار ڪير ملندا ڪن سان. ڳوٺ لاءِ ڪا شيءِ شڪل به چيوسين ته لاهور مان وٺنداسون. آخر "لهور دی گڈی وچ" چڙهياسين ۽ سڄ اڀري سنئون ٿيو ته لاهور جي اسٽيشن تي وارد ٿياسين. اسٽيشن ڏسي اکيون چرخ ٿي ويئون. نارٿ ويسٽرن ريلوي تي وڏي ۾ وڏي هيڊ ڪوانٽر اسٽيشن هئي. پليٽ فارمن جي ڳڻپ ڪندا رهياسين ته وري پلجي پئي پياسين. نيٺ ٻاهر نڪتاسين ٽانگن وارا ڪم بخت اهڙا جو سنڌي ته درڪنار اردو به نه پيا ڄاڻن. پنجابي ڪانسواءِ ٻيو ٿيو خير. قريشي صاحب جي هئڻ ڪري مون تان گهڻو بار لهي پيو ۽ قريشي صاحب کي منهن ۾ ڏنوسين. سامان کڻائي ٻاهر اچي سٽيوسين ته ڪن هوٽلن جا دلال ڦري آيا. ننڍا ڪارڊ سندن هٿن ۾ هوا. جن تي هوٽل جو نالو لکيل هو سڀ ڪو پنهنجي هوٽل جي تعريف پيو ڪري. ڪجهه پنجابي ۾ ڪجهه پڳل ٽٽل اردو. هن ڪشمش ۾ منجهي پياسون. آخر بدقسمتيءَ ڪنيو ۽ هڪڙي سان هائو ڪئي سين. ٽانگا ڪري هن کي به ساٿس ڪنيوسين. لاهور پلا هن کان اڳ اسان جو ڏٺل ڪو نه هو. هُو ڪمبخت اسان کي وٺي درون قلع هڪڙي غليظ هوٽل ۾ وٺي آيو. هوٽل ته نه هئي هڪ نانوائيءَ جو دڪان هو. هيٺيان دڪان مٿان ٻه ڪوٺيون جن جي ڏني ڪراهت پئي آئي. ٽانگن وارا سامان لاهڻ لڳا صبر ڪانسواءِ ٻيو ڪو به چارو نه هو.

سامان کٺائي مٿي ڪيوسين. هاٿي پچڻ آيا ماني لاءِ. ماني کائڻ کان انڪار ڪيوسين. خاص طور جو گوشت بہ ڳائو هو۔ اندرون قلعہ سکن جا ڪمپائونڊ. سوڙهيون جايون. هيٺ ڇتيون ۽ ننڍيون دريون. جاين کي ڏسي عجب ٿئي لڳو تہ ههڙي گرم ملڪ ۾ هنن جاين ۾ ڪيئن گذر ٿيندو هوندو! اهڙو ماحول ڏسي لاهور لاءِ اسان تي سٺو اثر نہ پيو. آخر قلعي کان ٻاهر آياسين. مال روڊ ڏٺوسين. نئون شهر منجهنس وڻڪار. لان صاف سٿرا رستا. ٽانگن جي ٽريفڪ ۽ موچاريون موچاريون هوٽلون ۽ واپار جا مرڪز نظر مان گذريا تڏهن وڃي اهو اثر لٿو.

ٽانگن ۾ چڙهياسين. راويءَ جي پل عبور ڪري شهنشاهہ جهانگيرُ جي مقبري تي آياسين. سبحان الله دل کي وري بہ غم ويڙهي ويو. جڏهن خادم ٻڌايو تہ مقبري جو چوگرد پٿين تي گلڪاري جا ڏسو ٿا. اها اصل ۾ قيمتي پٿرن جي هئي. مثلاً ساوا پن زمرد جا هوا. ڳاڙها گل لعلن جا. نيريون ڏانڊيون نيلم جون پيلا نرماد پکراج جا هوا. جي انگريزن ڪڍي ان جي جاءِ تي هي ڪوڙا شيشا لڳايا ۽ بهرحال صورت ساڳي قائم رهي. مزار تي فاتح پڙهي مٿي ڪڏ تي چڙهياسين ۽ چئن منارن مان هر هڪ وٽ بيهي لاهور جو غائرانہ ديدار ڪيوسين. آسپاس جا ساوا سرسبز لان گهمي. ميدان تي جو ڳاڙهين پڪل سرن جو فرش لڳل هو. جنهن تي طرحين طرحين ڊزائنون هيون. اهو ڏسي ڪاريگرن کي آفرين ڏنيسين. هاٿي نورجهان جي مقبري ڏي وياسين جا ريلوي لائين جي هن پار هئي. سنگ مرمر جي تعمير. پر نهايت سادي تربت ڏسي خداوند تعاليٰ جي جباريت ۽ غفاريت کي ساراهيوسين. نورجهان جي مزار بہ اصل هيٺ ٻُهري ۾ هئي. مگر هيٺ لهڻ نہ ڏنو ويو. فاتحا پڙهيسين ۽ واپس ورياسين. شاهي قلعي جو نمونو ساڳيو دهليءَ جي لعل قلعي ۽ آگري جي قلعي جهڙو هو. بهر صورت ڇپو ڇپو ڪري گهمياسين ۽ معلم کان خبرون ٻڌندا رهياسين. ديوان عام. ديوان خاص. موتي مسجد. شيش محل سڀ ڪجهہ غور سان ڏٺوسين. ڪافي وقت لڳي ويو. قلعي جو ديدار ڪري جامع مسجد ۾ آياسين. هڪ مناري تي بہ چڙهياسين ۽ اتان لاهور جو نظارو برلب راوي ڏسي دل بهار بهار پئي ٿي. ان بعد شهر ۾ آياسين. انارڪلي بازار جو هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين چڪر ڏنوسين. ميوزيم. چڙيا گهر ڏسي داتا گنج بخش جي مزار ڏي وياسين. ختمو دورد ڏنوسين. اتي ويجهو هڪ هوٽل ۾ ويهي ماني کاڌي سين ۽ ٽڪ پکوسين. سيني جي دل چيو تہ لاهور کي چڱي طرح نہ ڏنو اٿئون. هڪ ڏينهن وڌيڪ رهي پئون. ليڪن ڳوٺ جي سڪ بہ ڪا بلا جي سڪ آهي. ڇڪ لڳي پيئي هئي. جلد بازيءَ کان ڪم وٺڻ ضروري ٿي پيو. ٻئي ڏينهن امرتسر ۾ آياسين. اهو ان ڪري جو تحريڪ خلافت ۽ ڪانگريس جي وقت ۾ جنرل اوڊاير جيڪا جليانا والا باغ ۾ گولي هلائي هئي. ان خيال کان چيوسين تہ جليانا والا باغ بہ ڏسون ۽ سکن جي سوني مندر جي تعريف ٻڌي هئي سين. ان جو بہ درشن ڪريون. اسان جي خيال ۾ تہ جليانا والا باغ کو

عاليشان باغ هوندو پر سر زمين تي وڃڻ سان ڏٺوسين تہ هڪ سوڙهي بازار جي وچ ۾ هڪ معمولي باغيچو هو. جنهن ۾ اندر هڪ کوھ نار سان عام ماڻهن جي پاڻي پرڻ لاءِ موجود هو ۽ ان جي ڏاڪڻي پٽ تي ٥_٦ نشان گولين جا هوا. جن کي ڪاري رنگ سان گول سرڪل ڪڍيل هوا. هتي ڪا ميٽنگ ٿي هئي، جنهن ۾ انگريزن جي خلاف تقريرون ڪيون ويون هيون ۽ هن انگريز جنرل جو دماغ خراب ٿي پيو ۽ گولي هلائڻ جو حڪم صادر ڪيو هوائين. جن ۾ ٨_١٠ ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا ۽ ميٽنگ درهم برهم ٿي ويئي. خير، هتي تمام ٿورو وقت ترسياسين ۽ پوءِ سوني مندر ڏي رخ رکيوسين هڪ وڏو شفاف پاڻيءَ سان پريل تلاءُ هو. باهرينءَ وڏي گيٽ کان مندر تائين جو بلڪل تلاءُ جي وچ ۾ ٿنبن تي نهيل هو، ان وٽ رسڻ لاءِ گيٽ کان مندر تائين هڪ رستو ٿنين تي جُڙيل هو، جو نهايت شاندار هو. تلاءُ جي چئن پاسن کان سکن جون ماڙيون هيون ۽ تلاءُ تي اشنان ڪرڻ لاءِ عمديون چاڙهيون نهيل هيون. مندر کي سونو رنگ هو ۽ سونيون نيلون هيون. نهايت سهڻو هو. وچ ۾ هڪ ڪمرو هو چوگرد تجرون هيس، ڪمري ۾ هڪ طرف وڏي اسٽيج نهيل هئي. جتي گرنٿ صاحب رکيل هو ۽ هڪ وڏو مهنت (سک) سفيد ريش سان مورڇل کڻيو گرنٿ صاحب، کي هٽي رهيو هو. پاسن کان قوال ويٺا هوا. جن گرنٿ صاحب جون باڻيون پئي پڙهيون ۽ گرونانڪ جا شبد پئي ڳايا. اسان جي حيرت جي حد نہ رهي. جڏهن انهن باڻين ۽ گيتن ۾ رسول اڪرم ﷺ جي تعريف جا ڪيترائي گفتا بار بار پئي آيا. مهنت جي اڳيان پنسن ۽ ڏونگهين پتاشن ۽ خشڪ ميوي جا انبار لڳل هوا. جي هر هڪ نذرانہ طور پئي رکيا. قوال ڏاڍا سريلا هوا ۽ انهن ۾ مسلمان قوال بہ هوا. ٿورو وقت راڳ ٻڌي پنتي موٽ ڪاڏي سين، حسين جميل سيم تن، سيمي بدن سکڻيون اشنان ڪري رهيون هيون.

اک ٿيٽ سان انهن کي ڏسندا رهياسين. پر بيهي نظارو ڪرڻ جي، موڇڙن جي خوف اجازت نہ ڏني. سکن جو مرڪز، سک ئي سک، سکن جي اوج جو هتي خوب نظارو هو. امرتسر ننڍو هو. بهرحال چڱي طرح گهمياسين ڦرياسين. ماني ورڻ بہ اسٽيشن تي اچي ڪاڏي سين جتي سامان ليفٽ لگيج روم ۾ رکيو هوسين. هيءَ مختصر سفر هرگز وسرڻ جهڙو نہ آهي. رات جو گاڏيءَ ۾ چڙهي نڪتاسين. سنڌ وٽن جي سڪايلن کي سنڌ جي اڪير هئي. ڏٺل ڳالهين تي ويچار ۽ بحث ڪندا، نيندرا ديويءَ جي گود ۾ هليا وياسين. صبح ٿيو سنڌ اچي اکين کئي سين. روهڙيءَ کان ڪٺو ڪٺو ٿيندا وياسين، آخري منزل اسان حيدرآباد وارن جي هئي. پنهنجي گهرين تڙين ٿياسين، ڳچ ڏيهاڙا عليڳڙھ جون ڳڻن پريون ڳالهيون ڪندا رهياسين. رزلٽ جو انتظارگرفت ڪندو ويو. علي ڳڙھ ۾ اهڙا ماڻهو بہ هوا. جن کي سيٽ نمبر ڏيئي آيا هواسين ۽ ان سان خرچي ۽ تار جو خرچ بہ سندن حوالي ڪري آيا هواسين. بہ ٽي خط انهن کي ياڏگيريءَ

لاءِ بہ لکياسين، مهيني ڏيڍ بعد رزلٽ جون تارون هرهڪ کي پهتون. الله پاڪ جا لکين شڪرانا، ڪل جا ڪل ڪامياب ٿياسين. قريشي فتح محمد مون کي تار ڪئي ۽ مون کيس جنهن ۾ هڪبئي کي مبارڪ ڏني سين. وقت گذرندو ويو. منهنجي حلقہ احباب چيو تہ هاڻي ڪراچي ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ جونيئر ۽ سينيئر بہ سال پڙهنداسين. علي ڳڙهہ جو تجربو ڪيوسين. ڪافي پري آهي. مٺن مائٽن دوستن عزيزن کان دور۔ اهو ڏهاڳ ڪير ڏسي. بهرحال منهنجي تہ عادت هوندي هئي تہ جتي سنگتي ڪٿي بيهاريندا هوم، اتي هائو ڪري وهندو هوس. ۽ چوندو هوس تہ ادا، جيڪا ساڏن جي سا پنهنجن جي. همہ ياران دوزخ همہ ياران بهشت. آخر سنڌ ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ جو پڪو پهہ پچايوسين ۽ ڪاليج کلڻ سان ڪراچيءَ کي اچي شرف بخشيوسين. جنهن جو بيان هن بعد ايندو.

واڳ ڏٽين وس، آءٌ ڪا پاڻ وهيٺي!



باب ويهون

## ڊي جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ وارو زمانو

**ڪاليجن** جي بدل سدل ڪري اسانجا تقريباً ٦_٧ مهينا ضايع ٿيا. پر ليکي لُڌ ڪو نہ هو. جواني ديواني آهي. نہ هيءَ پرواه نہ هوءَ پرواه. جيئن "مزاج يار مين آئے" دوستن گڏجي فيصلو ڪيو تہ سنڌ ڪاليج ڪراچي ۾ داخلا ونجي. آخر تعطيلات بعد ڪاليج کليو. اسين پنهين ڏندين سلامت اچي ڪراچيءَ سهڙياسين. داخلائن جو طريقو بلڪل آسان هو ڪاليج ۾ بہ ڪلارڪ هوا. پهريون مسٽر ڊسوزا جو ڪرستان هو ۽ بيو مسٽر لمڪي جڪو پارسي هو. مسٽر ڊسوزا هيڊ ڪلارڪ هو. فارم ڀري ان سان ڏهہ رپيا "ڪاشن مني" ڏنيسون. ان سان گڏوگڏ مينارام هاسٽل ۾ درخواست سان گڏ ڏهہ روپيا ڪاشن مني ڏنيسون. هاسٽل ۾ ڪوٺي ورتيسون. مان. مسٽر پانڊياڻيءَ سان روم نمبر ٢٥ اترئين ونگ ۾ مقيم ٿيس. روم نمبر ٢٤ ۾. مسٽر عبداللطيف شيخ ۽ محمد پريل ٽانوري. ٢٦ روم ۾ مسٽر علي اڪبر ميمڻ ٢٧ ۾ جواد حسين شاهہ موسوي سڄي ونگ ڀرجي ويئي. اها ونگ پنئين طبقي جي هئي. هاسٽل ۾ هندن کان وڌيڪ مسلمان شاگرد هوا. ڪهڙن ڪهڙن دوستن سان نئي شناسائي ٿي. تن ڪيترن جا نالا لکي ڪيترن جا نالا لڪان! قاضي فضل الله. ممتاز پٺي. مسٽر حافظ محمد صادق. نظر محمد ٽڳڙ. محمد عثمان چانڊيو. علي احمد گهلو. عزيز الله ميمڻ. حبيب الله خشڪ. واجد علي شيخ. شيخ عبدالباقي. حيدر بخش جتوئي وغيره وغيره.

اسان جو پرنسيپال بلو ڪوڪر جو مصنف مسٽر سي ايس شهاڻي هو. وائيس پرنسيپال مسٽر بٺاڻي ۽ ديگر پروفيسر صاحبان مسٽر ڊيو آرٽ. ٽي ايم آڏواڻي. ايل ايچ اجواڻي. مسٽر ماڙيوالا. ڪي ايل شيخ. ايم يو ملڪاڻي. پروفيسر محمد قريشي (عربي) مسٽر ڊيو آرٽ (فرينچ) پروفيسر لاگو وغيره وغيره هوا. فارسي انٽر تائين مسٽر سليمان صفوي وٺندو هو ۽ بي اي لاءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي مقرر ٿيل هو. جو پي ايچ ڊي لاءِ ولايت هو ۽ جلدئي اچڻ وارو هو. هيءَ سال ٢٩_١٩٢٨ع وارو هو. ڊائننگ ڪلب ناهياسين. ڪچن (بورچيخانہ) الاٽ ٿيا. مسلمان شاگردن جا ڪل ٽي ڪلب هوا. اسان جي ڪلب جو مئنيجر مسٽر محمد پريل ٽانوريءَ کي مقرر ڪيوسين. ماني چڱي ملندي هئي. صبح جو ناشتي تي سيون. بيضو يا مغز ۽ ماني ۽ چانهہ.

منجهند جو ٻوڙ گوشت مڇي، منڊي يا جيرانڊي (ڪليجي) ۽ ڪا نہ ڪا مٺي ڊش، ڪڏهن ڀيني جو حلوو، ڪڏهن سوجيءَ جو سيرو ۽ ڪڏهن کيرڻي وغيره. رات جو اڪثر چانور سڳداسي، قيمي يا پٽاٽن جون ٽڪيون، يا ڪا نہ ڪا پالڪ، ڀاڄي، پينڊي، توري، آچر ڏينهن رات جي ماني نہ ٿيندي هئي ۽ باقي منجهند جو ٻوڙ پلاءُ، چاشني ۽ ميوو ملندو هو. ان هوندي بہ خرچ ماهانہ ارڙهن ويهہ روپيا ايندو هو. ان وقت ۾ اهو خرچ تمام گهڻو چيو ويندو هو. مسٽر ٽانوري جيتوڻيڪ گهڻي ڪفايت ڪئي ٿي. مگر ان هوندي بہ ڪلب جا ڪي ميمبر مٿس ناراض هوندا هوا.

ميٺارام ڪانسواءِ بہ ٻيون بہ اقامت گاهون هيون جهڙوڪ ريواچند هاسٽل ۽ شيوا ڪنج هاسٽل، شيوا ڪنج هاسٽل ۾ فقط وئشنو ڪاڏو ڪائيندا هوا. جيڪڏهن ڪو نان وئيشنو رهايو ويندو هو، تہ اهو بہ اتي وئيشنو ڪاڏو ڪائيندو هو.مڇي ماس رڌڻ جي منع هوندي هئي. اسان جو هڪ ٻروچ يار مسٽر غلام الله لغاري اچي ٿو هن هاسٽل ۾ مقيم ٿئي، سو دال ڪائي ڪائي ريج سان ٻرجي پيو. لاچار اچي اسان جي ڪلب ۾ ڪنهن نہ ڪنهن ميمبر جو پيڊ مهمان ٿي گوشت مان چڙهہ ڪندو هو. مينا رام هاسٽل سيني ۾ اعليٰ درجي جي بلڊنگ هئي ۽ هئي بہ ڪاليج بلڊنگ جي آمهون سامهون ان وقت ڪراچي ميوزيم بہ اجا ڪاليج بلڊنگ ۾ ئي هو، جو پوءِ وري برنس گارڊن جي هڪ ڇيڙي تي عاليشان گنبذ واريءَ بلڊنگ ۾ منتقل ڪيو ويو، جا خاص ميوزيم لاءِ نهرائي ويئي هئي ۽ ڪاليج جي تنگي دور ڪرڻي هئي. ڪاليج بلڊنگ جي هڪ ونگ ۾ گرائونڊ فلور تي هڪ هال هو. جنهن کي ليڪچر ٿيٽر ڪوٺيو ويندو هو جنهن ۾ ميٽنگون، مجلسون، مشاعرا، ڊرامہ ۽ ليڪچر ٿيندا هوا. اسان واري زماني ۾ هڪ دفعي مولانا محمد علي جوهر ۽ سندس برادر بزرگ مولانا شوڪت علي تشريف فرما ٿيا. مون کي ياد آهي تہ جڏهن مسٽر بوناٽي اٿي استقباليہ تقرير ڪئي. تڏهن هن مولانا شوڪت علي کي تمام گهڻو ساراهيو. يعني مولانا محمد عليءَ کان گهڻو وڏيڪ. مولانا محمد علي جڏهن اٿيو تڏهن چيائين تہ سچ چيو اٿن تہ "سگ باش برادر، خرد ماش" ڏاڍايون تاڙيون وڄيون. مولانا ابوالڪلام بابت تہ ٻڌندا هواسين تہ سندس قادر الڪلامي بي نظير آهي. مگر مولانا محمد عليءَ کي ٻڌي اسين تہ سڀ انگشت بدندان بنجي وياسين. ائين پئي سمجهيو ويو تہ انگريزي زبان تہ ڄائي هن وٽ آهي. هڪ طرف سندس انگريزي وسيع ۽ ٻئي طرف ايترو آسان جو اسين هن کي حرف بہ حرف سمجهي پئي سگهياسين. سبحان الله!

ٻئي هڪ دفعي مهاتما گانڌي آيو. اهو ئي ٻوڙهو مٺو، پنا اُگهاڙا، هڪ ٿلهي ڪاڏي جي ڪپڙي جو لنگوٽو ٻڌل ۽ پيرن ۾ چمپل. هڪ فقير ماڻهو اچي اسٽيج تي ڪرسي والاري. ڏسي عجب پئي ورتو. جڏهن تقرير ڪرڻ اٿيو تہ ائين پيو ڳالهائي جيئن هڪ ٻار ٻين سان ڳالهائي، والله

سنڌس بزرگيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪو نه هو. هڪ فقيرتن ماڻهو بيشڪ مهاتما هو. هن باري ۾ وڌيڪ لکڻ کان قاصر آهيان.

هڪ دفعي ڪنور ڀڳت آيو. چيائون پرڀات ڦيري ٿيندي ۽ ڀڳت پرڀاتي راڳ ڳائيندو. صبح جو سوير فجر نماز پڙهي ليڪچر ٿيئٽر ۾ آياسين ته ڀڳت ڪنور اڳيئي پهچي چڪو هو. جڏهن ڳائڻ شروع ڪيائين، تڏهن ڪن تي هٿ پنهنجي رکيائين. صبح جو پرڀات وقت. سنڌس آواز ۾ ميناج ۽ دل اٿاريندڙ آلاپ، سنڌس اکيون پوريل ۽ ائين پئي سمجهيوسين ته سارو سنڌس جسم هڪ نيڪيءَ ۽ صداقت جي تصوير آهي. جيڪي ڳايائين ٿئي، ان ۾ گهٽو ٽتو شاهه جو ڪلام هو. ڪي ٻيا ڀڄن به ٻڌايائين جن جي اپٽار هتي نٿو ڪريان. پر ايترو ضرور چوندس جڏهن وراڻيءَ ۾ "هي رام" ٿي چيائين ته سيرون پئي وڌائين.

هڪ موقعي تي به گويا آيا جي ان وقت جا مشهور گويا هوا. هڪ ٻائي چيلو پٽيالي والا ۽ ٻيو آغا فيض محمد فريد آبادي. ٻائي چيلي کي مارواڙي طرز جو هڪ ڳاڙهو پٽڪو ٻڌل هو ۽ آغا فيض فريد آبادي کي مشهدي لونگي ڪلي (ڪلاه) تي ٻڌل هئي. ڏکڙ ساز سارنگيون، ۽ وڄت وارا پنهنجا ساڻ هئن. ٻائي چيلي پنهنجو مشهور راڳ مالڪوس ٻڌايو

درس سے واقف نہ تھے غم سے شناسائی نہ تھی،

چوٹ وہ کھائی ہے دل پہ، جو کبھی کھائی نہ تھی۔

ان ڪانسواءِ ٻيا به ٻه ٽي گانا ٻڌايائين، جن جو ذڪر ڪرڻ لاءِ هتي گنجائش نه آهي. ان ڪانپوءِ آغا فيض ميدان تي آيو سنڌس ٻه گانا ١_ "گلا کاٹو نازک بدن دھیرے دھیرے" ۽ ٻيو "ادھر آؤ آواز ذرا سن لو ھماری بات کوٹھے پہ". "لاجواب هوا. ٺاهو ٻرائي چڙيائين يا چنجي ته "وڻ توري چڙيائين." هن ڪاليج ۾ ڪو ايڊيوڪيشن هئي. ڇوڪريون به شريڪ محفل هيون. جن کي اڳيان ويهڻ لاءِ ڪرسيون مليل هيون. ويچاريون لڄائين پيئون ۽ ساڙهين جي پلون سان ڪل کي روڪڻ لاءِ پنهنجا مک پئي ڍڪيائون. ساري هال ۾ شاگردن جون نظرون شاگردياڻين ۾ هيون. خود آغا فيض محمد مست ٿي ويو. قوالن جا پلٽا ۽ ٻين گوين جا پلٽا، هينئر به ٻڌندا ٿا رهون. ليڪن آئون ڇا بيان ڪريان هنن گوين جي سرگمن ۽ پلٽن ۾ جو ميناج هو ۽ اسان ٻارن کي جن جو ڪلاسيڪي راڳ سان ڪڏهن واسطو نه پيو هو. تن جي به دل وني وڌائون ۽ چاهيوسين پئي ته پلٽن ۾ جو حلق جو آواز ٽئي ڪيائون سو جاري رکندا اچن ته بهتر.

المختصر ته انهن محفلن ڪانسواءِ جيڪي ڊبيٽون ۽ ليڪچر ۽ ڊراما ٿيندا هوا. تن جو بيان طويل ٿي ويندو ان ڪري وڌيڪ لکڻ کان قلم روڪيان ٿو. منهنجي وقت ۾ اسان جي سرسوتي گروپ جا مشاعره ته اڪثر و بيشتر ٿيندا هوا، جي اڪثر طرحي هوندا هوا. بهرحال

ڪي غير طرحي به منعقد ڪيا ويندا هوا. جن ۾ اسان مسلم شاگردن مان مسٽر حيدر بخش جتوئي ۽ مان بهرو وٺندا هواسين. ڪڏهن ڪڏهن حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ کي به صدارت لاءِ گهرائيندا هواسين. هڪ وڏو مشاعره جو قابل ذڪر آهي. ان بابت ڪجھ لکڻ ضروري ٿو سمجهان. اهو شايد سال ۱۹۲۹ع ۾ ٿيو. جنهن ۾ مرزا قليچ بيگ مرحوم کي صدارت لاءِ استدعا ڪئي هوئيسين. هن بزرگ هستيءَ اسان کي نااميد نه ڪيو ۽ بنفس نفيس تشريف فرما ٿيا مشاعري ۾ رونق مچي وئي. مون مرزا مرحوم کي زندگيءَ ۾ پهريون پيرو ڏٺو هو. سندس پاڪيزه شخصيت ۽ نوراني چهري جو ڇا ذڪر ڪريان. سراپا بزرگ هو. مشاعرو غير طرحي هو. مگر ان لاءِ مضمون مقرر ڪيل هو. ته هر شاعر شاهه عبداللطيف تي نظم لکي. ڇو ته مشاعرو منعقد ئي ان لاءِ ڪيو ويو هو. جو شاهه صاحب جي ورسي ملهائي رهيا هواسين. آءٌ شاعرن جي صف ۾ شمار ٿيڻ ڪري اسٽيج تي ٻين شاعرن سان ويٺل هوس ۽ سو به مرزا مرحوم جي بالڪل قريب پرسان. جڏهن مشاعرو شروع ٿيو ۽ لطيف تي نظم پڙهيا ويا ته پاڻ خوشي کان مرڪندا رهيا. سندن لبن مبارڪ تي هڪ حسين مرڪ جڻ بجلي ڪيرائي ٿي. وڏي، منهنجو وارو به آيو ۽ مون هڪ ننڍڙو نظم پڙهيو. مون شعر پورو ڪيو ته نه ڄاڻان مرزا صاحب مرحوم کي ڪهڙو خيال آيو. جو منهنجي پٺي ٺپرپائين جو مان بلڪل سندن پر ۾ ويٺي شعر پڙهي رهيو هوس. منهنجي پٺي ٺپرپائون ته خوشيءَ کان تاڙيون وڄي ويون. مان ذري گهٽ خوشيءَ کان بيهوش ٿيڻ تي ويس، سمجھ ۾ نٿي آيم. ته منهنجو شعر ڪهڙو سادڙو ۽ هيءَ نوازش چه معنيٰ دارد؟ خير وڃي پنهنجي جاءِ تي ويٺس. وري ٻين اشعار پڙهيا. پڇاڙيءَ ۾ پاڻ اٿيا ۽ پنهنجو هڪ طويل شعر پڙهيائون. منهنجي خوشيءَ جي ڪا به انتها نه رهي. جڏهن مرزا صاحب جن جو شعر ساڳئي، بحر، وزن قافيه ۽ رديف تي هو. جنهن تي مون جوڙيو هو. اتي مون کي سندن شفقت جو راز معلوم ٿيو.

جڏهن مرزا صاحب جن پنهنجو ڪلام پڙهيو. ته مان ڏاڍو شرمندو ٿيس ۽ چيم ته ”چه نسبت خاک را به عالم پاک“ بهرحال مشاعرو ختم ٿيو. مرزا صاحب جن کي وڪٽوريا گاڏيءَ تائين ڇڏڻ وياسين. مون کي سندس مهربانيءَ جو پنن تي ڦيريل هٿ اڃا نٿو وسري ۽ هينئر به تصور ڪريان ٿو ته پانيان ٿو ته سندس هٿ مبارڪ منهنجي پٺيءَ تي نقش ٿيو پيو آهي.

پروفيسر ايچ ايم گربخشاڻي فارسيءَ جو معلم، ان وقت ڊاڪٽوريٽ جي ڊگريءَ لاءِ ويل هو ۽ جلد ئي واپس اچڻ وارو هو. مون پرشن آنرس ڪورس ڪنيو هو. اُن ڪري خاص طور سندس اچڻ جو انتظار هيم. سندس تعريف ٻڌي هئي سين، خصوصاً جو هو مسلمان شاگردن ڏي گهڻو مائل هو ۽ سندس هر مرحله تي مدد ڪندو هو. اهو ئي سبب هو جو مسلمان شاگرد ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي گهڻو عزت ۽ محبت سان ڏسندا هوا. ٿوري گهڻين ڏينهن ڊاڪٽر

گربخشاڻيءَ جي آمد ٿي. اسين سڀ سندس مرحبا ۽ آجيان لاءِ ڪياماڙي وياسين. ڪيس هارن سان جهنجهي چڏيوسين. هن ڪي هڪ شاندار پارٽي ڏيڻ جو انتظام ڪيوسين. پروفيسر شاهاڻي (پرنسپال) به رٽائر ڪرڻ وارو هو تنهن ڪري ٻنهي کي مدعو ڪيوسين. ڪاليج جا پروفيسر، مکيه شاگرد ۽ شهر جون چند معزز هستيون به گهرايونسين، مير ايوب خان بارايت لا کي صدارت سونپيسون. ڊاڪٽر صاحب چارج ورتي ۽ ان بعد ٻن ٽن ڏينهن بعد پارٽي ٿي. مون تي دوستن زور پريو ته هڪ مرحبائي شعر لک. جو مون کين لکي پيش ڪيو. جنهن کي مونٽي ڪاغذ تي بارڊر سان نهايت سهڻي نموني ۾ ڇپايو ويو ۽ حاضرين مجلس جي هٿن ۾ ان جي هڪ هڪ ڪاپي ڏني ويئي. پروفيسر پرنسپال شاهاڻي چارج اڳيني پروفيسر ٻناڻيءَ کي ڏيئي ڇڏي هئي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي اچڻ تي هن صاحب موصوف ۽ ٻناڻي صاحب جي درميان پرنسيپال جي عهدن لاءِ ڪشمڪش شروع ٿي ۽ سندن تلخي پاڻ ۾ وڌي ويئي ۽ آخر گهڻي تنازع بعد بورڊ پروفيسر ٻناڻيءَ کي سينيئر ڄاڻي، سندس حق ۾ فيصلو ڏنو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي هڪ قسم جو شاق پهتو، ليڪن جيڪي ٿيڻو هو سو ٿيو ۽ ڪيس خاموش رهڻو پيو. ڊاڪٽر صاحب اسان جا پرشن ڪلاس پنهنجي خاص روم ۾ وٺندو هو. اسين فقط اٺ ڇٽا هواسين جن ۾ آنرس ڪورس فقط مون کنيو هو. پارسي ڪتابن جي پري خريد ڪرڻي پئي، جن کي خريدي مون کي بيحد خوشي محسوس پئي ٿي. ڪتاب جمله هينيان هوا.

| | |
|---|---|
| (۱) ڪيميائي سعادت | غزالي |
| (۲) تاريخ جهان ڪشائي | قادري |
| (۳) چهار مقاله | نظامي عروضي |
| (۴) شاهنامه فردوسي | |
| (۵) مثنوي مولانا رومي | |
| (٦) سڪندر نامه | نظامي گنجوي |
| (۷) قصائد قاآني | حبيب الرحمان شيرازي |
| (۸) اسرار خودي | علامه اقبال |
| (۹) رموز بيخودي | علامه اقبال |

چار ڪتاب نثر جا ۽ پنج ڪتاب نظم جا. بهرحال جن آنرس نه کنيان هوا، انهن لاءِ ڪتاب گهٽ هوا. معنيٰ مطلب، ترجمو وغيره سڀ ڪجهه انگريزي زبان ۾ ٿيندو هو. ڊاڪٽر گربخشاڻي واقعي فارسيءَ جو گوهر ناياب هو. سندس پڙهائڻ جو ڍنگ دلپذير ۽ دلنشين هو.

مون کي ته ڏاڍو مزو ايندو هو. حالانڪ ٻيا دوست فارسي کڻڻ ڪري پڇتائڻ لڳا. ڇي وڏو بوجهه سر تي کنيوسين متي ذڪر ڪيل شعر جي ڪري ڊاڪٽر صاحب موصوف جي

مون سان گهڻي دل هئي ۽ مون ڏي هو توجهه ڪندو هو.

ڪجهه وقت گذريو ته ڪاليج يونين پروفيسر بٺاڻي کي پرنسپال ٿيڻ تي مبارڪ باد ڏيڻ لاءِ هڪ وڏي شاندار پارٽيءَ جو اهتمام ڪيو. ڪاليج بلڊنگ جي پٺ کان اوول (بيضوي) لان هوندو هو. لان تي پارٽي ڏيڻ جو فيصلو ٿيو. مون کي مسٽر تيرٿ سپاڻي جو اسان جي يونين جو جنرل سيڪريٽري هو. ان چيو ته "مسٽر عرساڻي، هڪ شعر بٺاڻي صاحب جن جي شان ۾ لکو. مگر ڊاڪٽر صاحب وارو شعر رکو نالي جي سنڌي هئي ورنه گهڻو فارسي هو. هن دفعي سنڌي ڪجهه سليس لکو: مون ڪليو ۽ حاضر چيم. روم ۾ آيس ۽ تشويشن ۾ پنجي ويس. ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ پروفيسر بٺاڻي هڪ ٻئي سان نهيل ڪو نه هوا. دوستن به چيو ته جيڪڏهن شعر پڙهندين ته ڊاڪٽر جي نظرن ۾ ڪري پوندين. ان ڪري سنڌس قرب ۽ شفقت نه وڃاءِ. باهه ۽ پاڻي جي وچ ۾ اچي ويس. نٺو لکان ته خوامخواه سنگدلي ۽ بيجا روش جو مرتڪب ٿو ٿيان. جي لکان ٿو ته ڊاڪٽر موصوف ناراض ٿيندو. آخر سوچيم ۽ ورِي ورِي سوچيم. دل گواهي ڏني ته آخر پرنسيپال بٺاڻيءَ مون سان ڪهڙي بدسلوڪي ڪئي آهي. هو به هڪ لائق انسان هو ۽ مون کي عزت سان ڏسندو هو. جيڪڏهن نه لکندس ته سڄي ڪاليج ۾ شاگردن، پروفيسرن ۽ ٻين جي درميان ڏٺو ٿيندس. ٻئي طرف فقط هڪ ڊاڪٽر صاحب ناراض ٿيندو. جنهن کي راضي ڪري سگهندس چو ته هو صاحب اهڙي طبيعت جو مالڪ نه هو. جيئن منهنجي دوستن تصور ڪيو هو. بسم الله ڪري شعر لکيم وقت ٿورو هو. اهو شعر هڪ عيد ڪارڊ جي نموني چوپڙيءَ ۾ ڇپايو ويو ۽ ان کي ريشمي ربنن سان مزين ڪيو ويو ۽ موقعي تي هر هڪ جي هٿ ۾ هڪ هڪ ڪاپي ڏني ويئي. مون اڳئي اعتراف ڪيو آهي ته مان ڪو اعلىٰ شاعر نه هوس مگر شاعريءَ جي تهمت مون تي لڳي چڪي هئي، لهاذا جيڪي دل و دماغ ۾ آيم سو لکي وجي پار پيس. چونڪ اهو پڙهڻو مون کي ئي هو. ان ڪري ان جو دؤر ڪيم. اها شام به آئي، لان کي نهايت خوبصورتيءَ سان سجايو ويو هو. گڏجاڻي ٿي، شعر پڙهيم، واه واه ٿي. خصوصاً مون پرنسيپال بٺاڻيءَ کي هڪ شعر ۾ "هير" ڪري ڪوٺيو. ان رنگ لاتو_ تاڙين جو ڦهڪو ۽ نهڪڙو مچي ويو. خود پرنسيپال بٺاڻي پاڻ کلي رهيو هو. ڊاڪٽر صاحب هن محفل ۾ شريڪ ڪو نه ٿيو. جنهن ڪري مون اهو شعر ڏاڍي ڊنگ سان پڙهيو. هونءَ جيڪر ڊاڪٽر صاحب جن جي حاضريءَ ۾ ضرور گهبرايان ها.

هن شعر ته مون کي ڪاليج جي شاگردن، پروفيسرن ۽ پرنسيپال صاحب جي نظرن ۾ پيارو بنايو ته ٻئي طرف ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب جي متعلق دل ۾ جيڪو ڪجهه ڪنڪو پيدا ٿيل هو، سو به لهي ويو. ان وقت ڊاڪٽر صاحب موصوف شاهه جي رسالي جي غالباً ٽين جلد جو ڪم شروع ڪيو هو ۽ آءٌ سنڌس چڱو مددگار هوس. مسٽر پانڌياڻي صاف اکر لکي پريس

ڪاپي تيار ڪندو هو ۽ آءٌ پاڻ بارهين ڪم تي هوندو هوس. ۽ ناري، عمرڪوٽ ۽ هنگورني ۽ بين ڳوٺن ۾ وڃي ڊاڪٽر صاحب جا ڏنل لفظ ڪٺي ويندو هوس ۽ انهن جون صحيح معنائون دريافت ڪري ايندو هوس. محمد هاشم هاليپوٽو نالي هڪ بزرگ هنگورني ۾ هوندو هو. جو شاهه جي رسالي ۾ خاص طور ٿري الفاظ جو مشهور ڄاڻو. هو ان ڪان مون کي چڱي مدد ملندي هئي. ورت، ڪُوس، پوڻ، لُنب، وينگس ۽ ٻيا ڪيئي لفظ هن کان پڇي ايندو هوس ۽ ڊاڪٽر صاحب کي ٻڌائيندو هوس. پارسيءَ ۾ واحد هوشيار شاگرد هوس ۽ ڊاڪٽر صاحب هوشيار شاگردن تي خاص مهربان هوندو هو.

اسان جي ڪاليج جي، ڊي جي سنڌ ڪاليج مسيلني شايع ٿيندي هئي، جنهن ۾ منهنجا اشعار ۽ مضامين ڇپيا هوا. ڪيترا دوست مون کان شعر ۽ مضمون لکائي پنهنجي نالي ڇپرائيندا هوا ۽ آنون ڏاڍو خوش ٿيندو هوس. ته ڪم از ڪم ڪن مسلمانن شاگردن جا مضامين ته مسيلنيءَ ۾ درج ٿيا، ورنه اڪثر مضامين هندو شاگردن جا هوندا هوا.

وقت گذرندو ويو بي اي جي ٽنين سال يعني جونيئر بي۔ اي جو امتحان لوڪل ورتو ويندو هو ۽ جونيئر سينيئر ٻن سالن جو امتحان پڄاڙي ۾ گڏ يونيورسٽي وٺندي هئي. انگريزيءَ ۾ هنن ٻن سالن ۾ اسان شيڪسپيئر جا ٻه ڊرامه هڪ سمبيلائين ۽ ٻيو هئمليٽ پڙهيا ۽ هڪ ڪئنڊيڊ جارج برناڊشاهه جو ماڊرن ڊرامه اسان کي پڙهايو ويو. هنن ڊرامن مون ۾ ڊرامي لکڻ جو اشتياق پيدا ڪيو. قصائد قاني جنهن جي شروعات هن طرح ٿي ٿئي.

دوشم ندا رسيد ز درگاهہ کبريا،
کہ اے بنده کبر بهتر ازين عجز باريا،
دانی مرا خبير خلاف تو آشکار،
دانی مرا بصير خطائے تو برملا.

قصائد قاني جي مان ڇا تعريف ڪريان، پڙهڻ سان تعلق آهي. سندن قصيدن مان مون کي شعر چوڻ لاءِ قافيه جي وڏي مدد ملندي هئي. ٻڌندو هوس ته ديوان حافظ پڙهڻ سان ڪن ماڻهن تي ديوانگيءَ جو اثر ٿي ويندو آهي. مون تي فارسي ادب ۽ شعر پڙهڻ ڪري ديوانگي ته بفضلِ خدا غالب ئي ڪا نه ٿي، پر فرزانگي ٻه ڪا نه آئي. طبيعت سودائي ضرور ٿي پيئي. ڪمبختيءَ منهن ڪڍيو. پڙهڻ تي شوق گهڻجي ويم. شعر و شاعري ۽ مضمون نگاريءَ تي وقت حد کان وڌيڪ گهڻو صرف ٿيڻ لڳو. هڪ دفعي اٺ روپيه کيسي ۾ هوم. رستي هلندي هڪ هڪ روپيو .ڪري فقيرن کي ڏيندو ويس ۽ هٿين خالي هاسٽل ۾ موٽي آيس ۽ پنهنجي ضرورت في الحال دوستن کي اوڌر وٺي پوري ڪيم، جيستائين اسڪالرشپ ملي ۽ ڳوٺان مني آرڊر آيو. اجايا سجايا خيال دل و دماغ تي اچڻ لڳا ته هيءَ دنيا فاني آهي، پڙهي نوڪريون

ڪري ڇا ڪبو. خدا کي ياد ڪجي. فقيري اختيار ڪجي وغيره وغيره. اهڙا خيال وڪوڙي ويا نماز تهجد ۽ عبادت تي زور رکيم. اڄي اُجري ڪپڙي جو خيال ۽ خوشبوءِ مکڻ جي عادت موڪلائي ويئي. طبيعت صفرا هوندي بہ سودائي ڏسڻ ۾ ايندي هئي. ابي امان جون دعائون هيون، جن جي طفيل بچاءُ ٿي ويو. طبيعت تي هيءُ قلق چند مهينا رهيو ۽ رفتہ رفتہ وري طبيعت ۾ سانت آئي ۽ بچي ويس.



## باب ايڪيهون

# ڊي جي سنڌ ڪاليج جون ياريون دوستون

**هونئن** ته مان هر هڪ جو يار هوندو هوس ۽ هر هڪ سان ڪِل ڪيڪر ۽ سنو سنهنڊ هوندو هوس. ڪنهن سان به ٻاڙو نه ٻوليندو هوس. مسٽر پانڊياڻي منهنجو روم ميٽ هو. علي اڪبر ميمڻ منهنجو ڳوٺائي ۽ ننڍپڻ جو سنگتي هو. جواد حسين شاهه موسوي سان ڪاليج ۾ ياراڻي ٿي. اهڙيءَ طرح ٻين سان به سهڻو سلوڪ هوندو هوس. پر دل ڪنهن هڪ سان هوندي آهي. منهنجي پريت حافظ محمد صادق سان نهايت گهاٽي ٿي ويئي. هن ڪانسواءِ آرام نه ايندو هوس. صاحب هم صفت موصوف هو. سندس هوشياريءَ جو ڪو حساب ڪو نه هو. سندس خوشخطي سچا موتي هوا. ظرافت ته منجهن ڪا خداداد هئي. ڳالهه ٻولهه ۾ اهڙو ته چرچو ڪري وٺندو هو جو حيرت وٺندي هئي ته سندس دماغ ۾ اهي نڪتا ڪيئن ٿا اچن. جو ڪجهه هڪ دفعو پڙهيائين جو جڻ نقش برسنگ ٿي ويندو هوس. مون کان هڪ سال مٿي هو. حالانڪ عمر ۾ ڏيڍ سال گهٽ هو. مون کي اصل کان مذاق ۽ مزاح ۾ لطف ايندو هو. ان ڪري حافظ صاحب جي پٺ نه ڇڏيندو هوس. هو شعر نه لکندو هو ليڪن مان عجب کائيندو هوس، جڏهن هو منهنجي شعر مان ڇُڪون ڪڍندو هو. ساڻس غائبانه واقفيت ته تڏهن ئي ٿي هئي، جڏهن اجا آءٌ ايف اي ۾ سنڌ نيشنل ڪاليج حيدرآباد ۾ هوس. اها دوستي منهنجي پياري دوست مسٽر علي اڪبر جي توصل سان ٿي. هينئر ته اچي پاڻ ۾ هڪ هنڌ ملياسين. اٿڻ، ويهڻ، گهمڻ، ڦرڻ، کائڻ پيئڻ سڀ حافظ صاحب سان سيبائيندو هو. وقت گهوڙي وانگر تڪڙو ڊوڙندو ٿو رهي. مون جونيئر بي اي جو سال پورو ڪيو، ته حافظ صاحب جو سينئر جو امتحان ٿيو ۽ حافظ صاحب مون کان موڪلايو. چوندا آهن ته "دل را بدل است" منهنجي ساڻس دل هئي ته هن جو به مون سان پيار هو "منڙا گهر ته گهران" وارو قصو هو. حافظ صاحب امتحان ڏيئي وڃي ويهي رهيو. مون سان موڪلايائين چيو مانس ته بس وڃين ٿو. چيائين ته يار ڇا ڪريان وڃڻو ئي پوي ٿو. حافظ صاحب جي معرفت منهنجو اچڻ وڃڻ مولانا دين محمد وفائيءَ وٽ ٿيندو هو. موصوف بيلاسز اسٽريٽ ۾ الوحيد پريس جي مٿان هڪ فليٽ ۾، مسٽر دين محمد عليگ، آخوند رسول بخش ۽ مولوي قاضي عبدالرزاق سان گڏ رهندو هو. ونس اچ وڃ سبب انهن صاحبن سان به ڪافي گهراڻي ٿي ويئي. هر جاءِ خوش مزاجيون ٿينديون هيون، جن ۾

آئون بہ بدرجہ اُتم حصو وٺندو هوس ۽ سڀني سان گهرائي ٿي ويئي. خود مولانا وفائي جنهن جو سڀ ادب ڪندا هوا، ان سان بہ آءٌ ڪافي گستاخ ٿي ويس. صاحب موصوف ان وقت الوحيد جو ايڊيٽر هو. آفيس ۾ وٽس ويندو هوس ۽ پاڻ اداريہ لکڻ ۾ مشغول هوندو هو تہ آءٌ گهڙي مات ڪري ويهندو هوس. پاڻ چوندو هو تہ اسماعيل اڄ ڪجين پڇين ڪو نہ ٿو؟ مان چوندو هوس تہ سائين اوهان جي ڪم ۾ رخنو پوندو تہ پاڻ فرمائيندا هوا تہ بلڪل تون ڳالهيون ٻولهيون ڪندو رهہ، منهنجو ڪم ٿيندو رهندو. جيئن مسٽر حافظ، علي اڪبر، حبيب الله خشڪ ۽ محمد يوسف جوڻيجي جي سائڻ عقيدت هئي، منهنجي بہ اهڙي ئي سندن لاءِ عزت، محبت ۽ احترام ٿي ويو. محمد يوسف جوڻيجي سان پيار هوندو هون. هو نهايت سهڻو هو، سڀ ڪيس چاهت جي نظر سان ڏسندا هوا. هڪ دفعي ڳالهين ڳالهين ۾ هڪ حديث سڳوري جو ذڪر نڪتو، جنهن ۾ هو تہ "قيامت ۾ جيڪو ماڻهو جنهن سان محبت ڪندو هوندو، ان جي پنيان هوندو." آءٌ حديث جو پورو مطلب سمجهڻ تائين ترسيس ۽ هڪدم مرحوم وفائي کي چيم تہ سائين پوءِ يوسف جي پويان قيامت ۾ ٿولا هوندا. مولانا ڏاڍو زور سان کليو ۽ مون کي چيائين تہ ڏاڍو بيهودو آهين. يوسف مُنهن جو پڪوهو. مون کي چيائين تہ "ٻيا سڀ منهنجي پنيان هوندا پر آءٌ وري تنهن جي پنيان هوندس، جو تون مون کي ڏاڍو وڻين ٿو." خير کل ڀوڳ ٿي گذري. منهنجا مذڪوره دوست جڏهن مولانا صاحب جن وٽ اڪيلا ويندا هوا، تہ چوندو هو تہ اسماعيل ڪٿي؟ اسماعيل ڪانسواءِ مون وٽ نہ اچو. ڪيترائي شرعي مسئلا مولانا صاحب جن کان پڇندا هواسين، جي اهڙي تہ سليس نموني ۽ پياري انداز ۾ حل ڪري ڇڏيندو هو، جو اسان جي حيرت جي حد نہ رهندي هئي. سنڌ جي هڪ هڪ خاندان ۽ ذات جي اهڙي تہ هسٽري ايندي هيس جو عقل دنگ رهجي ويندو هو. دنيا جي جاگرافيءَ جو تہ اٿاهہ علم هوس. اسان حياتيءَ جا ڪيترائي قيمتي سال جاگرافي پڙهي، مگر اسان کي پنهنجن استادن کان ايترو علم حاصل نہ ٿيو، جيترو مولانا صاحب جن کان ٿيو. مان عجب ۾ هوندو هوس، تہ هي مولوي صاحب عربيدان جديد علمن کان ايترو ڪيئن واقف ٿيو. هن کان اڳ آئون سمجهندو هوس ۽ جاگرافي بابت ملن ۽ مولوين جو علم فقط ايترو آهي تہ ست آسمان، ست زمينون ۽ ست سمنڊ آهن ۽ بس اهو منهنجو غلط ۽ محض غلط خيال بدلجي ويو. جڏهن مولانا وفائي صاحب جن سان عقيدت منديءَ ۾ آيس، جنهن بہ موضوع تي ڪٿي گفتگو ڇيڙيو، تہ اتان پيا ايندا هوا، جتي اسان جو وهم و گمان بہ نہ ويندو هو. ناظرين ڪرام کي حيرت لڳندي تہ راڳ جنهن کي عالم حرام چوندا آهن، ان بابت بہ مولانا صاحب جن کي ايتري تہ خبر هئي جو ڪوبہ راڳ جو ماهر سندن اڳيان بيهي نہ سگهندو هو. سندن صفتن ۽ اوسانن جو ويهي بيان ڪريان، تہ خبر ناهي ڪيڏانهن جو ڪيڏانهن وڃي نڪران.

مسٽر فتح محمد قريشيءَ سان منهنجي دوستي علي ڳڙهه ۾ ٿي صاحب موصوف سنڌ مدرسه ۾ استاد هو ۽ نالي وارو استاد. رام باغ گاڏي کاتي ۾ ميمڻ جي جامع مسجد ويجهو حسن علي بلڊنگ ۾ چند سائين سان رهندو هو. جن مان فقط پرائمري ماسٽر عبدالحميد سان سنگت هيس. هاڻي آئون جو ڪراچي آيس ته ٻيو دوست ملي ويس. جلد ئي ماسٽر عبدالحميد وڏي موڪل تي ويو هليو ۽ کيس هن جاءِ ۾ آرام نه آيو. هو اڪيلائي پسند ۽ ڪم گو هوندو هو. انڪري ايڪانت ۾ رهڻ جو ٻهه پچائي رام سوامي گاڏي کاتي ۾ ۱۰ روپيه مسواڙ سان هن ننڍڙي جاءِ مسواڙ تي ورتائين. پنهنجي ماني اسٽوو تي پاڻ ناهيندو هو. ايترو دور وٽس ڪوبه ڪونه ويندو هو ۽ نه وري هو ڪنهن جو اچڻ پسند ڪندو هو. فقط هڪ مان هوندو هوس جو ايترو پنڌ ڪري شام جو وٽس اڪثر ويندو هوس ۽ هو ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ پنهنجي هٿن سان چانهه ٺاهي پياريندو هو. الله تعالىٰ مٿس رحم فرمائي. ٿورو وقت ٿيو آهي ته وفات ڪري ويو آهي. انالله و انا اليه راجعون.

ٻي دوستي هوندي هيم مولانا هدايت الله هالائيءَ سان. مولوي صاحب ڪي هالن ۾ عام طرح مولوي چنو چوندا هوا. اهو هن ڪري جو ڪنهن زماني ۾ سخت بيمار ٿي پيو. علاج معالج بعد جڏهن خدا تعالىٰ کيس صحت ياب ڪيو تڏهن سندس والد حاجي حسن خيرات ڪيو ۽ ننڍڙن ٻارن پلاءُ کائي هٿ ڌوئي مولوي صاحب ڪي چنبا هنيا ۽ يڪ آواز چوڻ لڳا ته چنو، چنو چنو چنو. اهو هالن ۾ رواج هو. ان بعد هرڪو کيس مولوي چنو ڪري سڏيندو هو. اسان جي گهر جي اتر طرف سندس گهر هو. فقط وچاڙ جي ڀت وچان هئي. انڪري قريبي پاڙيسري هواسين. سيٺ حاجي حسن جو پنهنجن مائٽن سان ناهه ڪونه هو. ان ڪري لڏي اچي ڪراچيءَ ۾ ڪلاڪوٽ ۾ رهيا. جتي ٻنهي ڀيءُ پٽن شاديون ڪيون. حاجي حسن جلد جڳهيون وڪٽي هميشه لاءِ ڪراچي ۾ سڪونت اختيار ڪئي مان وٽن هر آچر تي بلاناغه ويندو هوس.

اقبال جا ٻه ڪتاب اسرار خودي ۽ رموز بي خودي وٽس پڙهڻ ويندو هوس. الله اڪبر ڇا بيان ڪريان تقرير ڪندو هو ته شاهه لطيف، رومي قرآن، حديث مان حوالا پلٽي پوندا هوا. منهنجون ڏندين آگريون هونديون هيون ۽ عرض ڪندو هوس ته هڪ شعر تي اوهان هڪ پورو ڏينهن وٺندا ته منهنجو نصاب پورو ئي ڪونه ٿيندو اسان کي ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب فقط لفظن جي معنىٰ انگريزيءَ ۾ ٻڌائيندو آهي ۽ اسين لکندا ويندا آهيون. پاڻ کلندو هو. ديني علم سان گڏ شاعريءَ ۾ به وڏو درڪ هوس فارسي، عربي ۽ سنڌي ٽنهي ٻولين ۾ شعر گوئي ڪندو هو. ان وقت شاهه جي رسالي جو فارسي ترجمو شروع ڪيو هوائون. مولانا وفائي مرحوم وٽس ويندو هو ۽ توحيد رسالي لاءِ ڪانئن شعر وٺندو ۽ شايع ڪندو هو. مولانا وفائي پاڻ هيڏو عالم

هوندي بہ چوندو هو تہ هن هالائي ملنگ سان دنگ لڳو پيو آهي. ملنگ انڪري چوندو هوس، جو ويهڻ جي روم جيڪا هوندي هيس ان ۾ بن ٽڏن ۽ هڪ ڪٽولي ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو هوس. ڪٽولو بہ ڪتابن سان پريو پيو هوندو هو. وار ٻڌوئان پر نہ تيل نہ ڦڻي. هڪ ڪپڙ (ڪاڏيءَ) جو ميرو چولو ۽ هڪ ٻن والن جي سٿڻ. ڪنهن ڪي مولوي هدايت الله سان ملائجي تہ ڪوبہ ڪونہ چوندو هو تہ هي ڪو لکيل پڙهيل ماڻهو آهي. سيڪو ائين چوندو تہ ڪو مزدور ماڻهو آهي. چرچو مذاق ۽ خوشطبعي سندس مذاق ۾ شامل هوا. تصوف جو قائل هو. پر اهو تصوف ئي پيو هو. جنهن سان پنهنجي پريںءَ ڪي ملجي. ڪسرنفسي وري اهڙي جو پنهنجون ڪي تحريرون وري مون ڪي پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو تہ هنن تي نظرثاني ڪري ڏيو. مان ڏاڍو شرمندو ٿيندو هوس ۽ چوندو هوس تہ مان هيچمدان، اوهان جي قدمن جي خاڪ بہ نہ سونهان.

صلاح کار کجاؤ من خراب کُجا،

ببين تفاوت اين ره کجا است تاب کجا.

مان اوهان جي تحرير تي نظرثاني ڪريان! تفو بر تو اي چرخ گردان تفو! پاڻ ٺهڪ ڏيئي کلندا هوا تہ اوهان ڪي ايترو احساس ڪمتري چو آهي؟ اوهين انگريزي خوانده آهيو ۽ اسان ڪان وڌيڪ ڄاڻو. خالي الذهن آهيو. فقط ڪوشش ڪريو. مون ڪان وڌيڪ ٿا ڄاڻو. مان وري بہ چوندو هوس تہ قبلا "من آنم که من دانم" ائين چئي مونکي ماري ٿا وجهو. خوش خطي سندس موتيءَ جا داڻا هئي. ڪتابت ڪندو هو ۽ اهو ئي ذريعہ روزگار هوس. پريس مان جيڪا ڪاغذن جي ڪٽنگ ٿيندي هئي، اهي ٻن اڍائي انچن جون پٽيون ڪٽي ايندو هو ۽ انهن تي لکندو هو. فيئر ڪرڻ بعد اهي ڦاڙي ڦٽيون ڪندو هو. گربخشاڻيءَ وارو رسالو ياڳو پهريون گورنمينٽ پريس مان ڇپجي ظاهر ٿيو چؤطرف واه واه جي ڌوم مچي ويئي. هڪ ڪاپي موصوف ڪي آٽي ڏنم جا مون ڪي ڊاڪٽر صاحب تحفہ طور ڏني هئي. ان جي مطالعو ڪيائين. مونکي فرمايائين تہ ڊاڪٽر صاحب ڪيتريون غلطيون ڪيون آهن. هو وري بہ ويچارو هندو آهي. محنت سان شاباش هجيس پر هاڻي مان ٿو شاه جي شرح لکڻ شروع ڪريان. مون چيو تہ سائين الاهم زد فزد، هيءَ تہ سون تي سهاڳي جو ڪم ڏيندو. فرمايائين تہ لطيف ويچارو پنهنجو ڳوٺائي آهي. ان جي خدمت ضرور ڪندس ۽ شروع ٿي ويو. فرمايائين تہ اوهان انگريزيءَ وارا ڪتابن جي شرح هميشه پنيان ڏيندا آهيو ۽ اسين مشرقي علومن وارا حاشيہ ۾ ڏيندا آهيون، اتي جو اتي ڏسندا هلون ۽ لفظ لفظ لاءِ پنيان پنا ورائڻا نہ پون. خير مان تہ شاه جي شرح جدا لکندس ۽ لفظي لغت جدا ڪتاب جي صورت ۾ لکندس. مون چيو تہ سائين ماشاءَالله خداوند تعاليٰ توهان ڪي توفيق بخشيندو. مولانا صاحب چونڪ منهنجو پاڙيسري ۽ دوست هو، ان ڪري ساڻس تڪلف تہ هوندو ئي ڪونہ هو. نهايت پاڻ ۾ گهرا هوندا هواسين. آچر آچر تي سندس

خدمت ۾ وڃان ته شاه تي ڪافي مواد تيار. مصنف ۽ شارح به پاڻ ته ڪتابت به پاڻ ۽ جلد بند به پاڻ. مون کي پيو ٻڌائي ته ڏس هتي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ "موريسر" جي معنيٰ "اکين ۾ ڦلا" لکيو آهي. شعر آهي "تنهان پوءِ پيامر موريسر اکين ۾" اسماعيل ڏس هيءَ طب جو ڪتاب. وري پيو ڪتاب ڏيکاري. ڏس هي پيو طب جو ڪتاب جو هيءَ لفظ آهي "موعسره" اهي هڪ قسم جا سنها وارن جهڙا ڳاڙها ليڪا ٿيندا آهن ۽ اکين ۾ پئجي ويندا آهن. ۽ اهي علامت آهن گهٽي روڻ جي. ڏس هن هنڌ ڊاڪٽر موصوف "باردار" جي معنيٰ لکي آهي. بار ڪنندڙ يعني الله تعاليٰ. ڪيترو نه غلط آهي. اسماعيل پاڻ وٽ باغائي ڪين چوندا آهن ته "اڄ بار گهٽ لٿو آهي" يعني ميوو ۽ ڦل ڦول گهٽ لٿو آهي. شاه صاحب ميوي سان پُر ٿيل ميويدار وڻ کي باردار چيو آهي. ڊاڪٽر جي معنيٰ مضحڪه خيز آهي. اهڙيءَ طرح ويو ٻڌائيندو مون کي ته حيران ڪري ڇڏيائين. مون کي مرحوم جي بحث جا گهڻا پهلو هينئر به ياد آهن. ليڪن هتي انهن جي لکڻ جي گنجائش نه آهي.

بهرحال هڪ سال اندر هن خدا جي بندي چار ۴ جلد شرح جا تيار ڪيا ۽ لغت جدا ناهي. جيڪو دوست وٽس ايندو هو. ان کي ڏيکاريندو رهندو هو. هڪڙو سادو ۽ اسراف بيجا کان پري غريب مولوي. شوق جو ملهه ڪونهي. وڃي هڪ ننڍي بيگ ورتائين. جا ڪتابن جي سائز جي هئي. ان ۾ اهي پنج جلد شرح ۽ لغت وڌائين ۽ خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ نه پيو ماپي. شاه جي شرح گويا ڪيس هڪ دولت بي بها ملي چُڪي هئي. ڳوٺ وڃي ته بنگ ساڻ. گهمڻ وڃي ته ساڻ. ڊاڪٽر دائود پوٽه مرحوم کي ڏيکاريائين. حالانڪ هو وڏن آفيسرن يا وڏن ماڻهن وٽ ويندو ني ڪونه هو. مگر شرح جي خوشي ايتري جو ڊاڪٽر صاحب وٽ هلي ويو. هن صاحب سندس ڪو قدر ڪونه ڪيو ۽ چيائين ته اوهين غريب ماڻهو آهيو. اسان کي حق تصنيف وڪڻي ڏيو. اسين مناسب وقت تي ڪن ضروري ڦيرڦارين سان اهو شايع ڪنداسين. مولوي هدايت الله مرحوم کي اها ڳالهه پسند ڪانه آئي ته هُو پنهنجي دولت واپس کڻي آيو ۽ چيائون ته:

مادرچه خيالم فلک درچه خيال،
ڪارے که خدا ڪند بنده را چه مجال.

هڪ دفعي ٺٽي شهر ۾ دعوت مليس. ويو ۽ بنگ ساڻ ڪنيائين. ڪن شائقين کي پڙهي ٻڌايائين. ڏاڍو داد مليس. مگر رات جو ڪو ازلي ڪمبخت سندس بنگ چورائي فرار ٿي ويو. مولانا صاحب صبح جو اٿي بنگ نه ڏسي واويلا مچائي. مگر سڀ بي سود. اکين مان لڙڪ هاريندو گهر موٽيو ۽ پورا ۳ مهينا گهر کان ٻاهر نه نڪتو. مشهور ٿي ويو ته مولانا ديوانه ٿي پيا آهن. ڪنهن سان به ملاقات بند هئي. ڪاليج ڇڏي چُڪو هوس. ڳوڻان اُهي چميگيون ٻُڌي خاص مولانا سان ملاقات لاءِ آيس. ٻاهر نه نڪتو. موٽي آيس. ليڪن اهل خاندان کان معلوم

ٿيو تہ دماغ سالم اٿن، ڪوبہ خطرو ڪونهي فقط ملال اٿن. پاڻ حڪيم بہ آهن علاج پنهنجو ڪن ٿا. دعا ڪريو تہ خدا کين عافيت ڏي. آخر جڏهن ٻڌم، تہ هاڻي ٻاهر نڪري وڃن ٿا ۽ دوستن سان ملاقات ڪن ٿا، تڏهن وري سندس خدمت ۾ ويس. اٿي ياڪر پائي ڏاڍو پيار سان مليا. حال احوال سربستو ٻڌايائين. ڀلا جنهن جو الله جي ذات پاڪ ۾ پورو پورو ڀروسو هجي ۽ تقدير جو قائل هجي ۽ صوفي فقير هجي، تنهن کي ڪهڙو لهر ڪهڙو لوڏو. مون سان سارو ذڪر ڪلندي ڪيائين. افسوس اهو رسالو هينئر بہ اهو خبيث ڪٿي ظاهر ڪري تہ مولانا جن تہ رحلت ڪري ويا آهن. سندس رسالي مان عوام الناس فيض حاصل ڪري ۽ سنڌي ادب جو هي "گم ٿيل باب" اسان جي دلين ۽ اکين کي سرور بخشي!

ڪن دانائن چيو آهي تہ جيڪڏهن ٻيو نہ تہ بہ جيڪر ڪو ماڻهو پنهنجي زندگيءَ جي سرگزشت ڪٿي لکي تہ اهو هڪ بهترين ڪتاب ٿي پوي، بشرطيڪ صداقت سان لکيو وڃي اهو خيال دل ۾ رکي، مان مسٽر محمد حسن ميمڻ سان پنهنجي محبت جو داستان لکڻ کان نٿو هٻڪان. آءٌ سينئر بي-اي ۾ هوس ۽ مسٽر محمد حسن ميمڻ نئون شاگرد ايف-اي ۾ پڙهڻ آيو. هن جي مون سان آشنائي ٿي. منهنجي روم ميٽ مسٽر پانڌياڻيءَ جو نصرپوري ڳوٺائي هو، ان ڪري اسان جي روم ۾ ذري ذري ايندو هو. رنگ جو سانورو بدن جو سنهون ڪلڻ ڳالهائڻ ۾ ناز انداز پرلطف. هن منهنجي تعريف ٻڌي هئي، تہ شاعر ۽ چڱو مضمون نگار آهي، تنهن ڪري مون سان چڱو گهرو ٿيڻ لڳو. اڪيون سندس شربتي هيون ۽ زلف پيچان. مون کي خبر ناهي تہ ڇا ٿي ويو مان هن تي فريفتہ ٿي ويس ۽ هن کان سواءِ ساعت نہ سريم. آخر مشڪل ۽ عشق لڪي نہ سگهي، منهنجي نگاهن جي روش ظاهر ڪري وڌو تہ منهنجي ساڻن دل لڳي چُڪي آهي. عمر ۾ مون کان ٽي سال ڪن ننڍو هو ۽ پيار جو پتلو. مون سان گڏ هلي تہ مون کي ڳراهتي پائي هلي. مون کي حسن عليءَ جو آرينج ۽ ٻيون شيون شڪليون وٺي ڪارائي. مان اصرار ڪريان تہ پئسا مان ڏيندس تہ مرڳو ضد ڪري تہ پئسا مان ڏيندس. گهمڻ بہ مون کان سواءِ ڪنهن سان نہ وڃي. ڪلب ۾ ماني بہ مون سان گڏ کائي، مطلب تہ هن پنهنجي ادائن سان مون کي گرفتار ڪري وڌو. مٿس هڪ عاشقانہ شعر ناهيم جو مسٽر پانڌياڻيءَ ڏسي ورتو ۽ مون کي چيائين تہ ڇب ڇنن شاهي حسن ۾ ڏٺو ڇا اٿئي جو اڃي چتو ٿيو آهين؟ مون چيومانس تہ پانڌياڻي رومي صاحب فرمايو آهي تہ:

گفت ليليٰ را خليفہ آن توئي،
کزتو مجنون شد پريشان و غوي.



از دگر خوبان تو افرون نيستي،
گفت خامش چون تو مجنون نيستي.

هاڻي حسن منهنجو حياتيءَ دم معشوق رهندو. اهو فيصلو آهي. پانڊياڻي وات ڦانوڙو پڳل دهل هو. تنهن هن ڳالهه کي ڏاڍو مشهور ڪيو. آخر علي اڪبر جو منهنجو ننڍي هوندي جو يار ۽ ڳوٺائي هو. تنهن کي خبر پيئي. مون کي چيائين ته اسماعيل چا ٿي ويو. تون ته ٻين تان ڪلندو آهين. ڪيئن ڦاٿين. مون با ادب چيس ته يار:

میری انکی نگاہیں لڑگئی تھیں رات محفل میں،
یہ دنیا ہے۔ بس اتنی بات پھیلی، داستاں ہو کرا۔

ڪا ڳالهه شل ڪنهن جي هٿ نه اچي، بس پوءِ وڏائي ڪٽي وڻ ڪندس. جام محمد امين آيو. گهلو علي احمد آيو. هي آيو. هُو آيو. عرساڻي خير ته آهي. مون چيو سڀ خير آهي. حسن منهنجو پهريون ۽ پويون دلبر آهي. ٿورا گهڻا ڏينهن گذريا ته ڏنم ته امين، علي اڪبر، علي احمد سڀ حسن پويان مست هجن. مونکي رقابت ته ٿيندي ني ڪانه هئي. پاڻ خوش پيو ٿيان ته آئون اڪيلو ڪونه آهيان. حسن کي چيم ته منهنجي تقليد ڪندي عاشقن جو ٽولو تُنهنجي پويان ظاهر ٿي پيو آهي. هن ويچاري جي منهن جو رنگ ورن ورن ٿيو وڃي. خير منهن جو ڪچو ڪونه هو. سيني جو دوست هو. موڪل ملندي هئي ته آءٌ کيس هرويرو عاشقانه شعر لکندو هوس ۽ پنهنجي پريشانيءَ ۽ بي چينيءَ جا باب بيان ڪندو هوس. هڪ دفعي خفي ٿي لکيائين ته منهنجو ته وڏو ياءُ آهين. تنهنجي لاءِ منهنجي دل ۾ اٿاه عزت آهي. توکان سواءِ ته مان ڪنهن سان گهمڻ ڦرڻ به ڪونه وڃان. باقي توکي پريشان چو ٿيڻ گهرجي؟ جيڪڏهن آءٌ تنهن جي پريشانيءَ جو باعث آهيان ته مون کي وسارڻ جي ڪوشش ڪر. ٻيو ڪهڙو علاج آهي. خير اسانجو سال ختم ٿيو. موڪلايوسين ۽ ان ڏينهن کان وٺي آخر دم تائين محمد حسن مون کي اها عزت ۽ محبت ڏيندو هو. جو آءٌ بيان نٿو ڪري سگهان. وٽس ويندو هوس ته گويا مرشد اچي لٿو. سوين خوشامديون ڪندو هو ۽ اکين ۾ جايون ڏيندو هو. پاڻ بي اي پاس ڪري ڪوٽڙي هاءِ اسڪول ۾ پهريائين اسسٽنٽ ۽ پوءِ هيڊماسٽر ٿيو. ڪجهه وقت ميهڙ جي هاءِ اسڪول ۾ نائب هو. ديوان جڳت سنگ ڪليڪٽر هو. ان جي نالي سان جڳت سنگ هاءِ اسڪول جو بنياد رکيو ٿي ويو. مون کي لکيائين ته هڪ شعر موقعي موافق لکي موڪل. لکي موڪليم. سندس ڏاڍي عزت ٿي. پوءِ دادو ميرپورخاص ۽ حيدرآباد ميونسپل جو چيف آفيسر ٿيو ۽ مون کي هردم پنهنجي بزرگ ياءُ جهڙي عزت ڏيندو هو. اوچتو اپنڊڪس جو حملو ٿيس. حيدرآباد اسپتال ۾ ئي وفات ڪيائين. مان حيدرآباد کان ڪوٽڙيءَ تائين روئندو ويس. ان وقت هو ڪوٽڙيءَ ۾ ئي رهندو هو. جتي سندس چاچي مرحوم محمد هاشم کيس نپايو هو. چاڪاڻ جو سندس والد مرحوم ننڍپڻ ۾ ئي کيس ڇڏي دارالبقا ڏي هليو ويو. سندس محبت جو داستان لکان ته هڪ چڱو خاصو دلچسپ ڪتاب ٿي پوي. الله تعاليٰ مرحوم کي غريق

رحمت ڪري آمين.

المقصد ته مولانا وفائي، حافظ محمد صادق، قريشي فتح محمد، علي اڪبر، مولانا هدايت الله، منهنجي حلقهٔ احباب مان چند دوست هوا. جن سان پنهنجي خاص دل بستگي هئي ۽ جن جي دوستي ۾ رهي مون گهڻو ڪجهه پرايو. هينئر هو هن دارلفانيءَ کي ڇڏي ويا آهن. خداوند تعاليٰ سندن قبرن کي نور محمديءَ سان روشن ڪري مان فقط هينئر سندن مٺڙيءَ صحبت جون يادگيريون دل ۾ سانڍي پرنم ٿيندو رهان ٿو. هن فاني دنيا ۾ نه ڪو رهيو آهي نه ڪو رهندو تنهن ڪري:

لازم ہے ہر بشر کو خیال قضا رہے،
ہم کیا رہینگے، جب نہ رسول خدا رہے.

مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته شاعريءَ جو مرض مون کي وڪوڙي ويو. ذري ذري ڳالهه تي شعر، دوستن کي خط لکان ته شعر ۾. مبارڪباد ڏيان ته شعر ۾. گفتگو ڪريان ته ڪي نه ڪي شعر پڙهان. منهنجي لاءِ شاعري بدبختي کٽي آئي، ويتر جو انهيءَ شاعريءَ مون کي ڪُجهه عاشق مزاج به بنائي ڇڏيو، تنهن ته مون ماڻ محنت جو مادو ڪڍي ڦٽو ڪيو ۽ مستي گهر ڪري ويئي. پڙهڻ کان دل لهي ويئي. هونءَ جو ۱_۲ بجه رات تائين پڙهبو هو. تنهن سان دل نه لڳي. سوير ني بستري تي دراز ٿي ويندو هوس ۽ ننڊ به نه ايندي هئي. پاسا پيو بدلائيندو هوس.

کباب سیخ کہ مانند ہم پہلو بدلتے ہیں
جو جل اٹھتا ہے یہ پہلو تو وہ بدلتے ہیں

منهنجو روم ميٽ مسٽر پانڊياڻي مون کي چوندو هو ته ڇو خدا خراب ڪيو اٿئي؟ اٿي ويهي پڙهه، امتحان اچي سر تي بيٺو آهي. تون سمهي ٿو رهين ته مون کان به پڙهڻ نٿو پُڄي ۽ اکيون ننڊاکڙيون ٿيو وڃن. منهنجو به ٿو پڙهڻ وڃائين. حسن کي وساري ڇڏ آخر هن ۾ ڏٺو ڇا اٿئي؟ هو ته ويچارو سچو وقت توسان گڏ آهي، پوءِ هيءَ نرڙائي کهڙي ڪئي اٿئي؟ دل تان لاهي ڇڏينس وغيره وغيره نصيحتون ڪندو هو. پر منهنجو اهوئي جواب ته:

شب و روز مانگتاہوں دعا ترکِ عشق کی
دل جو نہ چاہتا تو دعا میں اثر کہاں.

خير منهنجو اهوئي ڳڻ ڪهاڙيءَ ۾. پنهنجا ته شعر لکان، پر ٻين دوستن جي فرمائش تي انهن جي منظور نظرن جا شعر به انهن کي لکي ڏيان. بقول غالب:

اگر خط انکو لکھوائے کوئی تو مجھ سے لکھوائے
ہوئی صبح اور رکھ کر کان پر اپنے قلم نکلے

ڪجهه پڙهڻ جو خيال ڪريان ته دل نه لڳي. وري ڪتاب مٿان ڦٽو ڪري وري ڪان

پڙهان ۽ ڪُجهه نه سمجهان. وري ڪتاب رکان. ڪا مصرع دل و دماغ تي تري اچي ته شعر لکڻ ۾ لڳي وڃان ۽ شعر ۾ ڪُجهه جو ڪجهه لکندو رهان ۽ وري چوان ته:

بک رہا ہوں جنوں میں کیا کیا کُچھ
کُچھ نہ سمجھے خدا کرے کوئی!

هڪ دفعي پنهنجي ڪرسيءَ تي شعر لکڻ ۾ محويت هئي ته اوچتو مسٽر پانڊياڻي جو ٻاهر ويل هو، سو روم ۾ آيو. پتو نه پيم. هو به ٻليءَ پير اچي آهستي آهستي منهنجي پنيان اچي بيٺو ۽ سمورو شعر جو لکيم پڙهندو پي ويو. مون به نالي واري مصرع ختم ڪئي ۽ هن به زور سان السلام عليڪم ڪئي. چيائين ته بس خدا توکي اهو شغل ڏنو آهي تون پڪ ناپاس ٿيندين. جو شعرن ۾ اهڙي قسم جون تمنائون ڪري رهيو آهين!! مون چيو يار اهڙي ته وائي وات نه ڪر. چيائين ته پنهنجا افعال ڏس. شعر مون کي ڏي ته پڙهان ڏاڍو سنو آهي.

ميناارام هاسٽل ۾ البته اهو دستور ٿي ويو هو ته، ڪنهن کي بدنام يا خوار خراب ڪرڻ لاءِ "ليمر پون" يعني گلا جا پترا لکي هاسٽل خواهه ڪاليج جي ڪن خاص جڳهين تي چنبڙائي ڇڏيندا هوا. جي صبح جو سيڪو پڙهندو هو. ۽ هن مظلوم جي رسوائي ٿيندي هئي. منهنجي دوست مسٽر پانڊياڻي هڪ دفعو اهڙو "ليمر پون" لکي مشتهر ڪيو هو. مان انهن جا نالا نه ٿو لکان جن تي اهو "ليمر پون" لڳايو هوائين.

خير وقت انهن اُلجهنن ۽ ڪشمڪش ۾ گذرندو رهيو. امتحان سينئر بي اي جو اچي ويو. امتحان ۾ ويناسين. پيپر به ڏکيا نڪتا. منهن ڏنوسين. راتين جا اوجاڳا ڪري ڪتابن ۽ نوٽن سان رهاڻ ڪئيسين. امتحان ختم ٿيو. هن گران بار کان سبڪدوش ٿياسين. اڳتي ڪم ڪريم تي ڇڏياسين. ڪاشن مني واپس ورتيسين. ڪلب جو حساب ڪتاب ڇڏايوسين ۽ ڳوٺن ڏانهن واپس وڃڻ جي تياري ڪئيسين ۽ اِتي رزلٽ جو انتظار ڪندا هواسين، جو ته اسان جي مستقبل جو دارومدار هن سال جي نتيجي تي هو. ڪاليج ڇڏڻ وقت سيڪو ڪک پن ٿي ويو. مان به ٿي ڏينهن وڌيڪ ڪراچي ۾ رهيس. هاسٽل ۾ وڌيڪ رهڻ لاءِ يو.ا يم. ملڪاڻي صاحب کان اجازت طلب ڪيم. جا هن صاحب فراخدليءَ سان ڏني. مان مولانا وفائي، قريشي فتح محمد ۽ مولانا هدايت الله کان به موڪلائڻ ويس ۽ هرهڪ پروفيسر وٽ به ويس. پروفيسر صاحبان کان ٽيسٽيمونيل (سرٽيفڪيٽ) جي طلب به ڪيم. پرنسيپال بنانئي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، پروفيسر ايل-ايچ اجواڻي ۽ پروفيسر ٽي-ايم آڏواڻي مون کي نهايت وڏي خوشيءَ سان لکي ڏنا جي اڄ به منهنجي رڪارڊ تي موجود آهن ۽ انهن کي مان پنهنجي هڪ وڏي دولت شمار ڪريان ٿو.

ٽيسٽيمونيل وٺڻ جي منهنجي ڪنهن به ٻئي سنگتيءَ کي سمجهه ڪانه آئي، شايد ان

ڪري جو هنن جي پروفيسرن سان شخصي واقفيت نہ هئي. منهنجي پرنسپال بتانيءَ ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان تہ گهٽو اچ وڃ جو رستو هو ۽ پروفيسر اجوائي ۽ آڏواڻيءَ سان بہ ڪڏهن ڪڏهن وڃي ملاقات ڪري ايندو هوس. ويتر جو مشاعرن ۽ مجلسن ۽ مسيلنيءَ ۾ بهرو وٺندو هوس ان ڪري هنن وٽ ڪافي مقبول ٿي چڪو هوس. اهوئي سبب هو جو هنن دل کولي وڏي خوشيءَ سان پہ اکر لکي بہ ڏنا ۽ مون کي وش (دعا) بہ ڪيائون. آخر تہ اَنَ جو منهن جنب ڏانهن، مهربانن، دوستن ۽ احبابن کان رخصت ٿي گوٺ آيس. امتحان جي رزلٽ نڪتي. پهريون پيرو ناڪاميءَ جو منهن ڏٺم. والنٽري انگلش جي پيپر ۾ فيل ٿيس. مون سان گڏ منهنجا دوست علي اڪبر، پانڊياڻي، جواد حسين ۽ چند ٻيا دوست بہ ويچارا ڊهي پيا. مون چيو تہ اڪيلو نہ آهيان "هم تو ڈوبينگے صنم، تم کو بھی لے ڈوبينگے" هڪ ٻئي تي خط و ڪتابت رستي شرم وندرائڻ لاءِ ڪلون ڪيونسين هي سال ١٩٣٠ع هو. منهنجي والد مرحوم کي بہ منهنجي ناڪاميابي تي صدمو رسيو، مگر هو نهايت بلند حوصلہ ۽ باهمت انسان هو. مون کي همٿائڻ لڳو تہ "فڪر نہ ڪر ناڪامي ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي وري همت ڪري محنت ڪر فتح تنهنجا قدم چمندي" وغيره وغيره. علي اڪبر ۽ آئون تہ هميشہ گڏ هوندا هواسين. مون کي ايترو نہ جيترو هن کي شاڪ پهتو. سندس والد محترم بہ پيرسن هو. ان جو ڪين ايترو خوف نہ هو جيترو وڏي ڀاءُ ڊاڪٽر حاجي محمد علي جو. چيائين تہ "ڀائو مون کي ماري ڇڏيندو. اڳي ئي پيو مون کي نوڪيندو هو تہ "اوهان کي گهرجن ياريون دوستيون، ڪلون چرچا، ڪچهريون ۽ گهمڻ ڦرڻ" هاڻي جو فيل ٿيو آهيان سو ڏاڍو ڪاوڙبو پر "ٻرچہ آيد برسر من يا نصيبہ"

ان زماني ۾ ائين ڪونہ هو تہ ڪمپارٽيمنٽل يا سپليمينٽري امتحان ٿيندا هوا. يا گريسون ملنديون هيون. هڪ ڪم ۾ فيل تہ سڄي امتحان ۾ فيل ۽ وري پوري هُڪ سال بعد جو امتحان ڏيڻو پوندو هو. بدقسمتي ايندي آهي تہ گاڏا ڀرجي ايندا آهن. منهنجن حالتن يڪسر ڦيرو کاڌو بابا مرحوم مخدومن جو خانگي ملازم هو. سو بيمار ٿي پيو. سرڪاري نوڪري ڪانہ هئي جو پينشن ملي نوڪري ڇڏي ٿي پيس. هڪ بي روزگاري ٻي بيماري حالتون تشويشناڪ ٿي پيون. ڪو ڪمائيندڙ ڪونہ هو. منهنجو وڏو ڀاءُ مرحوم عبدالستار سنڌ سي. آءِ.ڊي ۾ فورٿ گريڊ هيڊ ڪانسٽيبل (جمعدار) هو. فورٿ گريڊ جو پگهار ٢٨ روپيہ ماهوار هو. منهنجو ڀاءُ محمد اسحاق مرحوم پڙهندو هو ۽ سيني ۾ ننڍو ڀاءُ عبدالفتاح اڃا هالن جي ٽن درجن واري اي. وي اسڪول ۾ تعليم وٺندو هو.

ابو امان ٿي پينرون ۽ چار ڀائر سميت رب جي توہ تي، جو سڀاري جهان جو رب آهي. مون حالات جو مقابلو ڪرڻ جو تهيو ڪيو. جواد حسين شاهہ کي چيم تہ هو پنهنجي ڀاءُ عطا حسين شاهہ موسويءَ کي چوي تہ هو مون کي ٿرپارڪر ضلعي ۾ ڪنهن بہ انگلش ڪلاس جي

ماستري ڏي. انگلش ڪلاس ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ جي حوالي هوا ۽ مسٽر عطا حسين شاهه ضلع ٿرپارڪر جي تعليم جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر هو. ڪم جلد ٿي ويو. مون کي ڏگڙي جي ڳوٺ ۾ انگلش ڪلاس ٽيچر جو آرڊر مليو. مان وڃي دخل ڪار ٿيس. هڪ سال ۾ ٽي بدليون ٿيون. ڏگڙيءَ مان ڦلهڏيون ۽ اتان هيڊماسٽر برانچ مدرسي اي-وي اسڪول، ميرپورخاص. ١٩٣١ع جو سال تہ ائين گذاريم.



باب ٻاويهون

# ٺٽي محمد خان وارو وقت

**١٩٣٢ع** ۾ ٺٽي محمد خان جي، اي-وي-اسڪول، جنهن ۾ ۴ درجا هوا اتي پهريائين نائب ۽ پوءِ هيڊماستر مقرر ٿيس. اسڪول ميونسپالٽيءَ جو هو. ميرحاجي حسين بخش خان ميونسپل جو پريزيڊنٽ هو. مونکان اڳ جي هندو هيڊماستر اسڪول تي ڪانگريس جو جهنڊو چاڙهيو، جنهن جي پاداش ۾ هن کي نوڪري ڇڏڻي پيئي. ڇاڪاڻ جو ميرصاحب تي انگريز حڪومت جو دٻاءُ پيو ۽ کيس هدايتون ڏنيون ويون ته هيڊماستر ڪو مسلمان رکو. اهو سبب هو، جو مونکان هندو ماستر مسٽر جي ڪرشن جو سينئر هو، تنهن کي ريٽي مون کي هيڊ ماستر بنايو ويو. ميونسپالٽيءَ ۾ هندو ميمبرن جي اڪثريت هئي، تن منهنجي تقرر تي سخت اعتراض ورتو. سول ڪورٽ تائين معاملو ويو. تقدير مونکي هتي ٻه رهڻ نه ڏنو. جنهن جا ٻه ٽي سبب هوا. پهريون ته منهنجو والد مرحوم ١٩٣٢ع ۾ وفات ڪري ويو. ٻيو مونکي اوچتو لقوه جو حملو ٿيو. جنهن مان جيتوڻيڪ ٻن هفتن اندر مڪمل صحت يابي ٿي. ٽيون ته سنڌ جدا جي تحريڪ هلندڙ هئي ۽ مسلمانن اهو نهراءُ ڪيو ۽ هڪ جمعو مقرر ڪيو ته نماز بعد جامع مسجدن ۾ دعائون گهربيون ۽ تقريرون ڪري سنڌ جي جدائيءَ لاءِ نهراءُ پاس ڪبا.

مان، ميمڻ محلي ۾ جامع مسجد جي بلڪل سامهون هڪ ٽيپدارن جي اوطاق هئي، ان ۾ رهندو هوس. جمع جي ڏينهن سيني مون تي زور پريو ته تون تقرير ڪجانءِ ۽ نهراءُ لکي پاس ڪرائجان. جماعت جي اصرار تي لبيڪ چيم هڪ شعر ۾ لکيم جو نهراءُ پاس ٿيو. سي-آءِ-ڊي وارا ٻه ڪي آيل هوا. مون تي رپورٽ ٿي هندن وجهه وٺي ٺٽي ڊويزن جي ڊپٽي ڪلڪٽر لالا (شڪارپوري) کي پڙڪايو. نتيجي ۾ مونکي حڪومت کان وارننگ آئي ته سياسي ڪمن ۾ بهرو نه وٺ نه ته تو تي سخت قدم کنيو ويندو. بهرحال آئون ٺٽي محمد خان ۾ خوش رهي نه سگهيس. والد مرحوم جي گذارڻ سبب گهر کي ويجهو رهڻ ضرور ٿي پيو. انڪري اڏيري لعل جي انگلش ڪلاس کي اچي وسايم.

ٺٽي محمد خان ۾ منهنجو وقت چڱو گذريو. مير پير بخش خان، مير علي بخش خان ۽ سيد محمد عارف شاه ۽ علي ڏنو شاه منهنجي تلاميذ رشيد مان هوا. هتي اي-وي- اسڪول کوبه مسلمان ماستر نه ڏنو هو. ويتر جو مان هيڊماستر ٿيس ته ڏاڍا خوش ٿيا ۽ مان ٻه سندن هر

طرح سرپرستي ڪندو هوس. مير حاجي حسين بخش خان ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو ۽ ٻين مسلمان ميمبرن مان سيٺ لقمان مرحوم سان منهنجو گهاٽو تعلق ٿي ويو. سندس ننڍو ڀاءُ سيٺ محمد جو پوءِ شهيد ٿي ويو. منهنجي تمام گهڻي خوشامد ڪندو هو. سيٺ موليڏنو سندن چاچو جنهن کي عرف عام ۾ "سيٺ مولُو" چوندا هوا. هڪ پيرسن بزرگ هو. ننڍي محمد خان ۾ به سندس ڪيتريون ئي جايون هيون. سو مونکي پٽن وانگي پيار ڪندو هو ۽ هڪ جاءِ بنا مسواڙ جي مونکي ڏنائين ته تپيدارن کي ڇڏي اتي اچي رهاں. مير غلام علي ڪراچيءَ ۾ پڙهندو هو ۽ مير غلام الله مير حاجي حسين بخش جو وڏو پٽ پڙهندو ڪونه هو. هن ٣_۴ درجا پڙهي تعليم ترڪ ڪري ڇڏي هئي. هي ٻيئي صاحب سندن حيدرآباد واري بنگلي تي اڪثر اچي رهندا هوا ۽ ڪنٽلاگ ڪٽي ايندا هوا. جن مان سينٽ ۽ رومال ۽ پيون اهڙيون شيون انتخاب ڪري مون کي چوندا هوا ته هنن جا آرڊر لکي ڏي ۽ وي_پي طور سامان گهرائي ڏي. سندن پاران آرڊر لکڻ جي مشغولي منهنجي سپرد هئي. بهرحال جڏهن مون ننڍو ڇڏيو ته هنن سڀني کي منهنجو ڏک ٿيو. مون کي خود هنن کي الوداع ڪندي ڪافي قلقُ رسيو. ليڪن حالات جي تقاضا هئي منهنجي وس کان ڳالهه ٻاهر هئي. حڪيم غلام مرتضيٰ شاهه. مسٽر نصير محمدنظاماڻي وڪيل، مولوي نور محمد نظاماڻي (ايڊيٽر نوراسلام)، ۽ مير فتح محمد خان، مير پيربخش جو والد انهن مهربانن مان هوا. جن وٽ منهنجي وهڪ هوندي هئي. اهي سڀ مون کي سمجهائڻ لڳا ته اوهان نه وڃو. ليڪن منهنجو داڻو پاڻي ننڍي محمد خان مان کڄي چڪو هو. اسڪول ۾ شاگردن ۽ ماسترن مون کي موڪلائڻ جي پارٽي ڏني. مون هڪ وڏو الوداعي شعر لکي پڙهيو جنهن ۾ سڀني استادن جا نالا هوا. اهو شعر مون وٽ موجود آهي، مگر هتي طوالت جي سبب لکڻ ضروري نٿو سمجهان. بهرحال موڪلائڻ وقت مير صاحب مون کي هڪ عمدو ٽيسٽيمونيل ڏنو.



باب ٽيويهون

# اڏيري لعل جو زمانو

**مون** مٿي ذڪر ڪيو آهي ته ٽنڊو محمد خان ڇڏڻ کانپوءِ آءُ اڏيرو لعل انگلش ڪلاس ۾ نيچر ٿي آيس، هتي مون کي اهڙي شفيق دوست جي صحبت ملي، جنهن کان نهايت مسرور ٿيس. هو صاحب ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ خواهه ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ جو ميمبر به هو ۽ انگلش ڪلاس سندس سعيي ۽ ڪوشش جو نتيجو هو. مطلب ته هو صاحب ساري اسڪول جو روح روان هو ۽ پنهنجي اسڪول جي هر طرح سان مدد ڪندو هو. سنڌي اسڪول جو هيڊ ماستر حاجي عبدالرؤف ڪيبرائي هو جو نهايت دين‌دار ۽ هوشيار استاد هو. مانيون سومر پٽي پٽيوالو تيار ڪندو هو ۽ بوڙ حاجي عبدالرؤف شاگردن جي مدد سان تيار ڪندو هو. اڏيرو لعل هڪ ننڍو واهڻ هو. شروعات ۾ ته هن ڳوٺ جي چڱي رونق هئي، مگر جڏهن هندن اڏيرو لعل جي مقبري مٿان اڏيري لعل جو بُت نصب ڪيو. تڏهن وڏا تڪرار هليا ۽ گهڻا هندو لڏي ويا. گجرات جا وڏا وڏا هندو سيٺ جي اڏيري لعل جا شش ۽ جاني هوا، تن به اچڻ ڇڏي ڏنو اسڪول جي پڪي عمارت خود هڪ هندو سيٺ جي هئي، جا لوڪلبورڊ ان کان مُٺ جيترن پئسن ۾ خريد ڪري ورتي ۽ اسڪول بورڊ کي سرڪاري ملڪيت بنائي ڏني ويئي. اها سڀ ڪوشش محمد صالح شاهه صاحب جي هئي، جنهن کي عام طرح سائين بڊل شاهه سڏيندا هوا. اسڪول معنيٰ سيد محمد صالح شاهه ۽ سيد محمد صالح شاهه معنيٰ اڏيرو لعل جو اسڪول. صاحب موصوف ڪوشش ڪري سيني شاگردن جون فيون معاف ڪرايون ۽ ڪيترن کي ٢_٣ روپيه ماهوار وظيفو به ڏياريو. منهنجي وڃڻ وقت فقط ٨ ڇوڪرا انگلش ڪلاس ۾ هوا جي اسانجي متحده ڪوشش سان وڌي ٣٥ کي وڃي پهتا ۽ هڪ پرپور ڪلاس منهنجي نگرانيءَ ۾ قائم ٿيو. هي سال ٣٣_١٩٣٤ع هو.

مون اڏيري لعل اسڪول ۾ هڪ ريڊنگ روم ۽ لئبريري قائم ڪئي ۽ هڪ ننڍو ميوزم به ان سان گڏ هو. ڪتابن جو ڪافي ذخيرو ڪٺو ڪيو ويو. اخبارون ۽ رسالا گهرايا ويا ۽ ميوزم لاءِ ڪيئي نوادرات جمع ڪيا ويا. صبح جو مناجات لاءِ هارمونيم ورتو ويو. راندين لاءِ فٽ بال ۽ ڪرڪيٽ جو سامان خريد ڪيو ويو ۽ ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ کي جنم ڏنو ويو ۽ ڊرنميٽڪ منڊليءَ جو بنياد وڌو ويو. مطلب ته اهڙو ڪوبه تعليمي شعبو نه رهيو. جنهن کي وجود

۾ نہ آندو ويو. هڪ ڏو هفتہ رسالو ڪڍيو ويو جنهن جو نالو "لعل" رکيو ويو. جو مان پنهجن هٿن سان لکندو هوس ۽ شاگردن جا ننڍا ننڍا مضمون ان ۾ درج ڪيا ويندا هوا. محمد پني، الهه ورايو پني، ۽ مينو "مينا رام" شاگرد نهايت سريلا ڳائيندڙ هوا ۽ ماستر ويرومل پاٺ هڪ هارمونيم ماستر بہ هو پڳت بہ هو ۽ سندس آواز نهايت سندر ۽ مٺو هو. اهو شاگردن کي راڳ جي تربيت ڏيندو هو. ڊرامہ اسٽيج ڪرڻ جي فن ۾ اسڪول بورڊ جو هيڊ ڪلارڪ مسٽر ليلارام وڏو ماهر هو. هن حيدرآباد ۾، عامل معاشره ۾ جيڪي ڏيتي ليتي بابت اوٺايون هيون، تن تي ڪيترائي سوشل ڊرامہ اسٽيج ڪرايا هوا. جنهن ڪري کيس خاص تجربو هو. اهڙي ماڻهوءَ جي مدد مون کي هن ڪم ۾ نهايت ڪارآمد ثابت ٿي مون "ڊزن ڊايالاگ" لکيا. جي پوءِ انهيءَ نالي سان ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيا. ڊايالاگ سڀ درسي ڪتابن جي سبقن تان ناهيا ويا هوا. مثلاً قاضي ۽ بہ بار، "رامجي ۽ ٽي ٽنگ"، "حاتم ۽ نوفل"، "شير شاهہ جو انصاف" وغيره وغيره مسٽر ليلارام ڪيَ منت ڪيم تہ اسان کي اڏيري لعل ۾ هڪ ڊرامہ ڪرڻ ۾ مدد ڏئي هن قبول ڪيو. هفتہ کن ڊيوٽيءَ سان کيس موڪليو ويو. اسٽيج جو سامان ونگس، پردا وغيره وغيره حيدرآباد مان گهراياسين چوڪرن کي تياريءَ ۾ مصروف رکيوسين، ٽڪيٽون ڇپايونسين. جيڪي گيت ڊايالاگن ۾ هوا تن جي جدا هڪ چوپڙي ڇپائي ويئي، تياريون مڪمل ٿيون. ڊرامہ منعقد ٿيو. ماڻهن جا وات ڦاٽي ويا جو اڏيري لعل پنهنجي تاريخ ۾ اهڙو فنڪشن نہ ڏٺو هو. واہ واہ ٿي. سيد محمد صالح شاهہ صاحب آيل معزز مهمانن ۽ آفيسرن کي خوش آمديد ڪيو. مسٽر يوسفاڻي محمد الياس هالا جو مختيارڪار هو، ان صاحب صدارت ڪئي. شاهہ صاحب پنهنجي تقرير ۾ نهايت تعريف ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ مون کي اسڪول بورڊ هڪ قرارداد پاس ڪري آفرين نامو ڏنو.

سال ۱۹۳۴ع جو عرصو اسڪول کي اوج تي آڻڻ ۾ لڳو. مسٽر جوشي ان وقت حيدرآباد ضلع جو ڪليڪٽر هو. سائين صالح محمد شاهہ ان کي اسڪول جي معائنہ لاءِ دعوت ڏني صاحب موصوف قبول ڪئي. مون سندس آمد تي هڪ ائڊريس لکي جا کيس پيشگي ڏيکاري ويئي. موصوف چيو تہ سپاسنامہ تہ گورنرن يا ايگزيڪيوٽو ڪائونسلن جي ميمبرن کي ڏنا ويندا آهن نہ ڪليڪٽر کي، جو هڪ ملازم آهي. مگر شاهہ صاحب کيس مڃايو. آخر اڏيري لعل آيو. اسان اسڪول خواہ اسڪول ڏي ويندڙ رستي کي خوب سينگاريو مون ائڊريس پڙهي شاگردن هڪ مرحبائي راڳ ڳايو. جو مون اردوءَ ۾ لکيو هو ڇاڪاڻ تہ مسٽر جوشي سنڌي نہ ڄاڻندو هو. هن مرحبائي راڳ جو مطلع هو.

مرحبا صد مرحبا جوشی صاحب آج آئے ہیں
در و دیوار اب اسکول کیسے جگمگائے ہیں

انڊريس ۾ موصوف ڪان فقط ٻه گهرون ڪيونسين. هڪ ته اسان جي لئبريري ۾ ريڊنگ روم رجسٽر ڪري، ٻيو اسان سان هميشه همدرديءَ جو سلوڪ ڪري. لئبريري رجسٽر ڪرڻ سندس اختيار هو. هڪدم آرڊر ڪيائين ۽ اسان کي سنڌ آفيشل گزيٽ گورنميٽ گزيٽ، ڪو آپريٽو سوسائٽين جون ۽ ايڊيوڪيشنل ڊپارٽمينٽ جون ساليانيون رپورٽون ۽ بمبئي پراونشل اسيمبليءَ جي ڪارروائي وغيره جو سڀ لٽريچر مفت ملندو هو ۽ ٻيا رسالا ٻه اڌ قيمت ۾ ملڻ لڳا. اسڪول جي ساک وڌي، جنهن ڪري هر ڳالهه ۾ اسان کي رعايت ملندي هئي.

هڪ ڪو آپريٽو اسٽور کوليو ويو، جو ترقي ڪري هڪ وڏو شاپ ٿي ويو شهر جا ماڻهو اسان کان سامان وٺڻ لاءِ ايندا هوا جو اسان وٽ سستا اگهه هوا تمام معمولي فائدي سان فقط شاگردن لاءِ شيون مهيا ڪيون وينديون هيون ليڪن هاٽي سين کي ٻه ساڳين نرخن سان ڏيڻ لڳاسين. برانچ پوسٽ آفيس کولائيسين جنهن جو برانچ پوسٽ ماسٽر ٻه مسٽر حاجي عبدالرؤف هيڊ ماسٽر هو. مطلب ته جهنگل ۾ منگل لڳي ويو. شاگرد ڪٿان ڪٿان جا اچڻ لڳا. هڪ ننڍڙو بورڊنگ قائم ڪيوسين، حيدرآباد، شهدادپور، ملدسي، نوڙها، ڪدريون، هَڪڙا، گهانگلا، اڏيرولعل اسٽيشن، ڪيبر، سيڪات، هالانوان ۽ نصرپور کان شاگردن داخلا ورتي. فتح محمد شاهه ۽ سنڌس ڀاءُ تاج محمد شاهه اڏيري لعل اسٽيشن کان ٽپال آڻڻ لاءِ ميل رنر هوا ۽ هڪ پنجابي نيڪ مرد "ڪفايت علي" پوسٽ مين هو جو پڻ اسڪول جي بورڊنگ ۾ قيام ڪندو هو ۽ شاگردن کي پنجگانه نماز پڙهائيندو هو. قرآن شريف جي تعليم بهرحال حاجي عبدالرؤف پاڻ ڏيندو هو. اسڪول جي مشهوري ايتري ته ٿي ويئي جو ڪٿان ڪٿان جا ماستر ۽ ٻيا تعليم ۾ دلچسپي رکندڙ حضرات هلي اچي اسان جو اسڪول ڏسندا هوا. مون کي لئبريريءَ جو پريزيڊنٽ بلڪ باني تصور ڪيو ويندو هو. هتي اهو هرگز وسارڻ نه گهرجي ته هيءُ سڄو ڪم شاهه صاحب جو هو. مان رڳو ڏيندو هوس ۽ صاحب موصوف هڪدم انهن کي عملي جامه پهرائڻ لاءِ سراپا ڪوشان ٿي ويندو هو.

سال ١٩٣۴ع ۾ ڪي باقي رهيل ڳالهيون ٻه پايه تڪميل تي پهتيون مسٽر بي – ٽي چار، هڪ بنگالي جينٽلمين اسڪائونٽنگ جو پراونشل آرگنائيزر ڪراچيءَ جي پرسان ملير ۾ اسڪاؤٽس جي اچي هڪ تربيتي ڪيمپ لڳائي. مون کي اسڪول بورڊ ڊيپوٽ ڪيو ڏهه ڏينهن تربيت هئي، ڪيمپ جو نالو "اسڪائوٽرس ڪيمپ هو. اسڪائونٽنگ جا ڏهه اصول نهايت عملي طرح سيکاريا ويا. جيڪڏهن ڪيمپ جي ڏهن ڏينهن جي تربيت جي مان ڊائري لکان ته جيڪر هڪ جدا ڪتاب ٿي پوي. لهاذا درگذر ڪريان ٿو لارڊ بيڊل پاول تي خدا رحمت ڪري، جنهن ههڙي آرگنائيزيشن وجود ۾ آندي. ڏهه ڏينهن پورا ٿيا، سرٽيفڪيٽ مليو. ڪيمپ کي ڇڏڻ تي دل نه پئي ٿئي، ليڪن بي بينچ اچٽي هئي. مون حياتيءَ ۾ پهريون دفعو

نڪرُ يعني چڊي پاتي، حيا پئي آيو. ليڪن اسڪاؤٽ ڊريس ۾ شامل هئڻ باعث لازمي طرح پائڻي پيئي.

اڏيرو لعل موٽڻ تي شاه صاحب کي ڪئمپ ۾ تربيت جو سربستو احوال ٻڌايم ۽ خواهش ڏيکاريم ته پنهنجي اسڪول ۾ هيءَ تحريڪ قائم ڪجي. ڪجهه شاگرد غريب هوا. ڊريسن جي نهرائڻ جي منجهن استطاعت نه هئي. شاه صاحب ١٥ ڊريسن جا پئسا، اسڪول بورڊ مان منظور ڪرايا. ڊريسون ٺهيون شاگردن کي زيب تن ڪرايون ويون بينڊ وڻڻ جي طاقت نه هئي، فقط هڪ بيو گل ورتوسين. اسڪاؤٽنگ سان گڏ ريڊ ڪراس به قائم ڪيوسين. جيڪي سکي آيو هوس انهن سطور تي شاگردن کي تربيت ڏنم.

اسڪاؤٽنگ جو لٽريچر ڪراچيءَ مان اسڪاؤٽ هيڊ ڪوارٽرس مان گهرايم. فرسٽ ايڊ جي تربيت تي خاص توجه ڏنم. فرسٽ ايڊ باڪس عدد به گهرايم. اڏيرو لعل ننڍڙو ڳوٺ هو، ڪوبه ڊاڪٽر يا حڪيم ڪونه هو. ان ڪري عام ماڻهن جو به علاج اسان وٽ ٿيندو هو ۽ سڀ ڪو، دعائون ڪندو هو.

اڏيرو لعل اهو قديم شهر آهي، جنهن سان ديني علم جون ڪيتريون ئي ڳالهيون منسوب آهن. هي شهر ٽن چئن پاڙن ۾ ورهايل آهي. هڪ پاڙي ۾ اڏيري لعل جا شيخ ٻئي ۾ پٽي ۽ ٻيون ذاتيون، ٽئين ۾ هندو، چوٿين ۾ اڏيري لعل جي دربار جا ٻاوا ۽ پنجين پاڙي ۾ اڏيري لعل جا سيد. هن پاڙي کي دائرو شريف ڪوٺيو وڃي ٿو. دائره شريف ۾ ٻين ديني علوم سان گڏ خاص اهميت جنهن ڳالهه کي هئي سا هئي قرآن پاڪ جي قرائت جنهن لاءِ هتي چڱا چڱا قاري هوندا هوا جي خاص قرائت سيکاريندا هوا ۽ قرآت جي فن ۾ دائرو شريف سنڌ ۾ واحد ادارو هو. دائري شريف جي مسجد ۾ ان وقت به مولوي سليمان ٺوڙهن جو اڪثر و بيشتر ايندا رهندا هوا. مولوي محمد سليمان پير جهنڊي جو پڙهيل هو ۽ اهل حديث هو ۽ باقي به مولوي صاحب سنت جماعت جا هوا. مسجد شريف ۾ جمع جي نماز پڙهي ويندي هئي. جتي آسپاس جا مسلمان نماز لاءِ اچي گڏ ٿيندا هوا. سيد يار محمد شاهه دائري شريف جي سيدن مان هو ۽ خود قاري هو. منهنجي مٿي ذڪر ڪيل مولوي صاحبن سان گهاٽي سنگت ٿي ويئي. جن جي خيالات کان ڪافي مستفيض ٿيندو رهندو هوس. سنڌ ۾ هڪ پهاڪو مشهور آهي ته "چوڪرن اُٺ مسجد (مسيت) تي چاڙهيو هو." اُها مسجد شريف اها دائري واري هئي، جتي عربيءَ ۽ قرائت جي طالبن جو اهو ڪارنامو هو جو ضرب المثل بنجي ويو. اُٺ ڪيئن مسجد تي چاڙهيائون ان جو ذڪر دلچسپ آهي مگر هتي ديگهه جي سببان نه ٿو ڪريان.

اڏيرو لعل شهر چونڪ هندن جي اڏيري لعل جي سببان هڪ تيرٿن جي جاءِ هئي، ان ڪري اتي جي ٻائي جو تمام گهڻو اثر رسوخ ۽ عزت هوندي هئي. وڏو ٻائو فوت ٿي ويو ۽

سندس پٽ پريتم داس گاديءَ تي ويٺو. جُنهن سان منهنجي ياراڻي هئي. انگريز ڪائنس اڏيري لعل بابت ڪجهه حال احوال پڇي نوٽ ڪيم. وري شيخن کان به اڏيري لعل بابت حقيقتون حاصل ڪيم. اڏيري لعل جي درگاهه هڪ قلعي وانگر آهي ۽ ڪن ڪتبن مان ظاهر ٿئي ٿو ته اها اورنگزيب عالمگير جي وقت جي ٺهيل آهي. بهرحال مون ڪجهه احوال گڏ ڪيو ۽ ان کي سهيڙي هڪ وڏو مضمون لکيم جو اخبار تعليم ۾ ڇپيو منهنجي عادت هوندي هئي ته جتي به ويندو هوس ته پڇا ڳاڇا گهڻي ڪندو هوس ۽ ان ذريعي ڪجهه نه ڪجهه مواد گڏ ڪري وٺندو هوس.

بقول سعديؒ:

تمتع ز ہر گوشہ یافتم
ز ہر خرمن خوشہ یافتم

مولوي عبدالله جمالي هڪ فقير تن ماڻهو هو. هڪ اڇي پڳ اندر مڙيئي اگهڙيون هڪ صدري ۽ هڪ سائي سٿڻ ۽ پيرن ۾ سنڌي جتي. ڪوبه ڪونه ڇوندو هو ته هي ڪو مولوي آهي. هن کي شڪار جو شوق هوندو هو ۽ ان شوق پوري ڪرڻ لاءِ دائري شريف جي ساداتن کيس بندوق جو ليسن وٺي ڏنو. اڏيري لعل جي ويجهو جي هُڙيون هيون. تن جا سها هن صاحب ماري ڪٽائي ڇڏيا. تترن لاءِ به ڪال هوندو هو. ويجهي ڇڪ ۾ تتر ڇڏيو ڪونه هوائين. آخر اڇي سيڪاٽ جي باغن ۾ جي مور، هوا تن جي پويان پيو. مورن جا هٽي لاهه ڪڍي ڇڏيائين. هندو ماڻهو مور کي پويتر پکي سمجهندا آهن تن کي ڏاڍي ڏکي لڳندي هئي ۽ واجاڻيون ته مولوي عبدالله کي هٿ ڪٽي پاراتا ڏينديون هيون ته "منو مولبي ٿيو آهي پاپي ماريو؟ "مورن ويچارن کي ٿو ماري، اهڙي بک اٿس ته وجي مرون ماري کائي". اسين کلندا هياسين. مولوي صاحب پاڻ به کلندو هو. روز شام جو ڪي هڪ به سها يا تتر يا هڪ مور جهاڙي ايندو هو ۽ اسان جي بورڊنگ هائوس ۾ ڪائيون جام هونديون هيون جي شاگردن پاڻ پريون ڪري ايندا هوا. اڇي ڪائين کي هٿ ڳنڍيندو هو ۽ سيخ تي سها تتر. ۽ مور پچائي پاڻ ٿورو کائيندو هو ۽ باقي شاگردن ۽ اسانکي ڏيندو هو. مان ساڻس شڪار تي هريس. ڪجهه بندوق هڻڻ به سيکاريائين جو شوق آءُ ٿر ڏانهن پاڻ سان کڻي ويس. چرچن ۾ ته مولوي صاحب طاق هو. ڪچهريءَ جو ڪوڏيو. خوش خلقي ته ڪا ورثي ۾ مليل هئس. فقه جي مسائل ۾ خاص درڪ هوس ۽ هن معاملي ۾ اڪثر ماڻهو هن ڏانهن رجوع ٿيندا هوا مولوي سليمان جو وضع قطع جهنڊائي بزرگن وارو هو. مولوي عبدالحئي جو عام مولوين وارو ۽ مولوي عبدالله جو عام هارين جهڙو حليه هوندو هو. الحمدالله مون کي چڱي صحبت ملي خدا جو شڪر ڪيم.

صحبت صالح ترا صالح کند
صحبت طالع ترا طالع کند

حاجي محمد صالح شاهه مولوي عبدالله جهڙي ملنگ جي تمام گهڻي پرگهور لهندو هو ۽ هو به ساداتن وٽ نهايت پاڻ کي سکيو پائيندو هو.

مون جيئن سال ١٩٣٠ع ۾ امتحان منجهه ناڪاميابي ڏٺي ۽ گهرو حالتون ڏکيون ٿيون، تيئن وري بي.اي پاس ڪرڻ جي ڳالهه جيئن دل تان مسخ ٿي وڃي ۽ حرف غلط وانگر ميٽجي وڃي، تيئن منهنجي هوبهو حالت اها وڃي بيٺي اهو سڀ ڪجهه وساري وينو هوس ته ڪو مون ۴ سال عمر عزيز جا مختلف ڪاليجن ۾ ڌڪا کاڌا ۽ ان جو ڦل ڇا مليو. مسٽر فتح محمد قريشي بي-اي-ايس-ٽي-سي پاس ڪري ورتي ۽ مسٽر علي اڪبر به هٿي ڏٺي بي-اي جي ڊگري ورتي پهريون صاحب ٿرپارڪر ضلع ۾ فرسٽ سپروائزر اسڪولس مقرر ٿيو ۽ ٻيو صاحب حيدرآباد اسڪول بورڊ ۾ هيڊ ڪلارڪ ٿيو. ديوان جشن مل جي ريٽائر ڪرڻ تي حيدرآباد ۾ ائڊمنسٽريٽو آفيسر جي جاءِ خالي ٿي. قريشي فتح محمد لاءِ خوب جدوجهد ڪئيسون. محمد صالح شاهه صاحب کي قريشي صاحب جي هوشياري ۽ پسنديده اخلاق جون ڳالهيون ٻڌائي کيس سندس مدد ڪرڻ لاءِ آماده ڪيوسين. شاهه صاحب ڪمر ڪشي بيٺو ۽ بعفضل خدا اسان جون محنتون برصواب نڪتيون قريشي صاحب ائڊمنسٽريٽو آفيسر ٿيو. اڏيري لعل ۾ سندس پهرين دعوت ڪئيسون. هاٿي قريشي صاحب ۽ شاهه صاحب مون کي چوڻ لڳا ته اسين توکي انگش ڪلاس ٽيچر جي حيثيت ۾ ڏسڻ نه ٿا گهرون. سڀ ڳالهيون وساري بي-اي ڏي ۽ ان سان گڏ ايس. ٽي سي به ڏي. هي سال ١٩٣۴ع هو. همت جا هاري وينو هوس سا خبر ناهي ڪٿان موني آني وسريل ڳالهيون ياد اچڻ لڳيون ۽ الله جو آسرو ڪري ٻنهي امتحانن جي تياري ڪيم. ايس-ٽي-سي امتحان ڪراچيءَ جي اين.جي.وي هاءِ اسڪول ۾ ٿيو ۽ عملي ڪم حيدرآباد ۾ تلڪ چاڙهيءَ جي شڪتي هاءِ اسڪول (جنهن جو باني ديوان ڪشنچند گلاب سنگهه گدواڻي رٽائرڊ ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر هو) ۾ ٿيو جنهن لاءِ ان وقت جو، ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ايس.ڊي ڪنٽرنڪٽر آيو. پيپر بمبئي ويندا هوا. الله جي احسان سان پاس ٿيس. بي.اي جو امتحان به ڏنم. پارسي اورل (زباني) لاءِ بمبئي ۾ ويس. بمبئي وڃڻ کان اڳ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان مليس، هن مون کي ڪاسمو پالٽين، ڊي. هوٽل جا بمبئيءَ ۾ محمد علي روڊ تي هئي، ان جي مئنيجر ۽ مالڪ ڏانهن خط لکي ڏنو. هوٽل جو مالڪ هڪ هندو حيدرآباد جو عامل هو. ٻي چٺي ڊاڪٽر دائود پوٽي ڏي لکي ڏنائين، جو ان وقت جوگيشوري (انڌيري) ڪاليج ۾ پروفيسر هو ۽ ٻئندرا ۾ رهندو هو. آءٌ هوٽل ۾ وڃي رهيس مئنيجر منهنجي تمام گهڻي خدمت ڪئي. ان کان ڏس پڇي ٻئندرا آيس. ڊاڪٽر موصوف کي مليس. ڏاڍو خوش ٿيو

۽ اورل امتحان واري ڏينهن مون کي پاڻ سان گڏ يونيورسٽي وٺي هليو. پروفيسر شيرازي منهنجو فارسي زبان ۾ امتحان ورتو. فارسيءَ ۾ منهنجو امتحان بهترين ٿيو. ڊاڪٽر دائود پوٽي خوشخبري ڏنم ته پرشين اورل ۾ تون سڄي يونيورسٽيءَ ۾ اول آيو آهين. ڏاڍو گد گد پئي ٿيس. پاڻ وٽ دعوت ڪيائين جنهن ۾ پنهنجي عزت جاتم. موٽي سنڌ کي وريس ۽ اڏيري آيس. رزلٽ نڪرڻ تي بي.اي ۾ ڪامياب ٿيس. فقط مئٽريڪيوليٽ مان بي.اي ايس. ٽي.سي ٿي ويس. بمبئي وڃڻ کان اڳ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وٽ هڪ فارسي شعر ٺاهي ويو هوس، جو هن پڙهي منهنجي پٺي ٺپري ۽ منهنجي خط سان گڏ اهو شعر به ڊاڪٽر دائودپوٽه کي ڏيکارڻ لاءِ لفافه ۾ بند ڪري ڏنو هوائين اهو شعر هتي ڏيڻ مناسب نه ٿو سمجهان. مسٽر فتح محمد قريشي جيڪو سپروائيزر جي جاءِ ٿرپارڪر ضلع ۾ خالي ڪري آيوهو سا اجا ڀري نه ويئي هئي. في الحال هڪ نيون سال ٽريننگ پاس ڪيل ماستر صاحب مسٽر حاجي خان ان جاءِ تي ڪم ڪندو ٿي رهيو. پوسٽ ائڊورٽائيز ٿي. مون کي درخواست ڪرائي ويئي. ٿي اميدوار هواسين. مسٽر حاجي خوجا، مسٽر پيرزادو (جو مسٽر عطا حسين شاهه موسويءَ جو خاص دوست ۽ نيون مان، منهنجو دوست مسٽر خوجا ته منهنجي فائدي ۾ هٽ ڪٽي ويو. باقي اسان ٻن ۾ مقابلو رهيو. خانبهادر غلام نبي شاهه پريزيڊنٽ ۽ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ٿرپارڪر (ميرپورخاص) منهنجي مدد ڪئيءَ مان چونڊجي ويس. ان ڪري مسٽر موسويءَ جو شروعات ۾ مون سان سهٺو سلوڪ ڪونه رهيو آخر منهنجي نوڙت هن کي پنهنجو ڪري ورتو. ۽ سمورو وقت هن جو سٺو ساٿي ۽ دست راست ٿي رهيس.

آخرڪار اڏيري لعل کي خيرباد ڪرڻي پيئي دوستن ۽ شاگردن تي منهنجي وڃڻ سان گويا هڪ شاق پهتو. ليڪن منهنجي ترقيءَ جو سوال هو. ان ڪري خوشيءَ جو اظهار ڪيائون منهنجا شاگرد محمد لقمان ڪيبر، محمد سعيد انصاري، گل حسن ڀٽي، جان محمد شاهه، غلام صديق شاهه، محمد خان شيخ، ۽ عبدالحئي عرساڻي، ۽ ٻين مون کي پُرنم اکين سان اجازت ڏني. سائين حاجي محمد صالح شاهه مون سان حيدرآباد تائين گڏ آيو ۽ ڪائنس رخصت ياب ٿيس. اڏيرو لعل هڪ ديهاتي اسڪول هو. مگر اسان ٻنهي ان ۾ اهڙي ته زندگي ڦوڪي جو شهري اسڪولن کان به گوءِ کٽي ويو ۽ ڪٽي ڪٽي جا احباب اڏيري لعل اچي اسڪول جي ڪارڪردگي ڏسندا هوا ۽ متاثر ٿيندا هوا.

❑

# ميرپورخاص وارو زمانو (۱)

**ميرپور**خاص اچڻ سان منهنجي ڪائنات بدلجي ويئي. هڪ اهڙي ته چؤياري ۽ سهڻي صحبت ملي، جو ڏک جا ڏهاڙا ڪافور ٿي ويا. زندگيءَ جو از سرنؤ هڪ باب کليو. حافظ محمد صادق ۽ غلام حسين جعفري مدرسہ هاءِ اسڪول ۾ اسسٽنٽ ماستر هوا. ۽ مسٽر عثمان علي انصاري هيڊ ماستر هو. انصاري صاحب اسان جي ڪچهري ڏاڍي پسند ڪندو هو ۽ اڪثر اوقات اسان جي اوطاق ۾ هلي ايندو هو ۽ چوندو هو ته اوهان جي ڪچهريءَ جو لطف حاصل ڪرڻ آيو آهيان. مان سائس تمام حجتي ٿي ويو هوس ۽ عرض ڪيم ته سائين توهان اسان جي ڪچهريءَ جو لطف وٺڻ آيا آهيو يا ڦٽائڻ آيا آهيو! ٺهڪ ڏيئي چيائين ته اهو ڪيئن؟ مون چيو ته اوهان ادب جي جاءِ آهيو. اوهان جي اڳيان اسين ڪهڙو چرچو مسخري ڪري سگهنداسين؟ ان تي چيائين ته توهان ڪي قسم آهي شاهہ شغال بيابانيءَ جو منهنجو ڪوبہ خيال نہ ڪريو. اوهان دل کولي چرچا ڪريو. مان اوهان جي ڪچهريءَ جي رس جي تعريف ٻڌي تہ آيو آهيان! مون وري عرض ڪيو تہ سائين اسين پوءِ اوهان مان بہ ڪونہ گسنداسين. چيائين تہ موڪل اٿو. حيف اٿو جو گُٿا آهيو. انصاري صاحب جي قرب ۽ محبت جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪريان. هڪ وڏو علم دوست ۽ جهانديده ۽ پنهنجي مٿي ظريف هو. سندس اڳيان زانو ئي ادب ٻيڪڙي وهڻ مان مون ۽ مٿي ذڪر ڪيل سندس زبردستن ڪافي ڪجهہ پرايو. ڪچهرين جو دستار ڪريان تہ ڪاغذن جا ريم پرجي وڃن. هينئر هو صاحب زنده نہ آهي. الله تعالىٰ مٿس رحمت ۽ سراپا رحمت فرمائي. آمين.

مون مٿي عرض ڪيو آهي تہ اسان جي چوياري هئي. ٻن دوستن جا نالا ڏنا اٿم. ٽيون آءٌ هوس ۽ چوٿون هو اسانجو عزيز ۾ عزيز دوست مسٽر محمد هارون جو اسانجو بزرگ هو. مسٽر محمد هارون ڊسٽرڪٽ اسڪولبورڊ ٿرپارڪر ۾ هيڊڪلارڪ هو ۽ اڪائونٽنٽ بہ. ان ڪري مون سان تہ خاص سندن واسطو رهيو جو آءٌ اتي فرسٽ ايڊيوڪيشنل سپروائيزر ٿي آيس. هيءَ سال ۳۵_۱۹۳۶هو. محمد هارون سان واقفيت تہ گهڻي زماني کان هئي جا ڦري گهري دوستيءَ ۾ ظاهر ٿي. منهنجي نوڪري چونڪ گشتي هئي، ان ڪري موصوف مون کي پروگرام ناهڻ، ايمپلائمينٽ رٽرن (ڊائري) پرڻ، ڊيڊ اسٽاڪ لسٽ رکڻ ۽ انسپيڪشن فارم

پرڻ وغيره وغيره سمورو ڪم سيکاريو ۽ مان هن ڪهنه مشق ۽ آزمودگار دوست جي آزمودن مان سکيا وٺندو رهيس. سندس مشوري مطابق مون ٻه برجز نهرايون ۽ ٻه ٻه نڪرون ۽ قميصون خاڪي زين جون نهرايون. ان سان گڏ هڪ هنٽ به خريد ڪئي، جو منهنجي پياري دوست مونکي ٻڌايو ته ٿر ۾ واري سخت وسي ٿي لُوهَ (لُڪ) لڳي ٿي، ان ڪري اکين جي بچاءُ لاءِ هنٽ ضروري آهي ۽ اُٺن جي سواريءَ ۾ خاڪي برجز تمام ضروري آهن.

منهنجي بيٽ ۾ مون کي ٿرپارڪر ضلعي جي ١١ مان ٦ تعلقا مليا. جي هوا (١) ميرپورخاص (٢) جيمس آباد (٣) ڏگهڙي (۴) سامارو (۵) ڏيپلو (٦) مٺي. اول اول مون پنهنجو گشت ڏيپلي تعلقي کان شروع ڪيو. سواريءَ جي اُٺن جي لاءِ ڏيپلي تعلقي جي هيڊ ماستر کي لکيم جنهن ٻه اُٺ موڪليا. هڪ منهنجي لاءِ سازن سان ۽ هڪ پٽيوالي لاءِ اسٽيشن نئين ڪوٽ تي موڪليا. پهرين منزل مون کيتلاري (اربابن جي ترائي) سان شروع ڪئي. پٽن سان هيءَ پهريئن ملاقات هئي. پٽون ڏسي حيرت وٺي ويئي ۽ خوف پئي ٿيو. ان ڪري براسته ڪلوئي روانو ٿيس. جتان ١٠ ڪوهه سڌو پنڌ هو ۽ ٢_٣ ڪوهه پٽن جو پنڌ هو.

ڪلوئيءَ ۾ ان وقت اڃا اسڪول نه کليو هو، ان ڪري لوڪل بورڊ مسافر خاني ۾ ڪا گهڙي لهي ٿڪ ڀڳم ۽ چانهه وغيره پي پوءِ پٽن سان جنگ جوٽيم. چوندا آهن ته اُٺ جي چاڙهيءَ کي به لعنت ۽ لاهيءَ کي به لعنت. اها ڳالهه عملي طرح سمجهه ۾ اچي ويئي. هيءُ جو چوندا آهن ته اُٺ سُڪيءَ جو ٻيڙو آهي ان جو به يقين ٿيو. اربابن جي ترائي به آئي. اربابن جي اوتاري ۾ لٽس جا هڪ لانڍي هئي. ماسترن منهنجي لاءِ لانڍيءَ جي پٽ تي ڪرڙ گلم طور وڇايا هوا ۽ مٿان جا واري اُڏامي ڪرندي هئي، ان ڪان بچاءُ لاءِ ڇت هيٺان جاجم جو ڪپڙو ٻڌي ڇڏيو هو. هڪ ميز تي ڪرسيون ۽ چند ڪپڙي واريون فولڊنگ آرام ڪرسيون وجهي لانڍيءَ مان هڪ سادو بنگلو بنائي ڇڏيو. الله تعالىٰ جو شڪرانو بجا آندم. جنهن هتي سجي لگين پهچايو. تعلقه پٽيوالو اڳيئي اتي پهچي چڪو هو. منهنجو گهڙي آرام ڪرسيءَ تي ويهڻ ۽ هيڊ ماستر جو اچي ادب سان ملڻ. اُٺن تان ڳاشا لٿا. جتن کي انن لاءِ ڳڙ مليو. منهنجو بسترو هڪ کٽ تي وڇايو ويو. جا نواڙ واري کٽ هئي، ۽ اڪثر آفيسرن جي منزلن وقت ڪم ۾ آندي ويندي هئي. هيڏانهن هوڏانهن توجهه ڪيم ته اهو آواز ٻڌم ته "صاحب اچي ويو" "صاحب اچي ويو" منهنجي پٽيوالي لاءِ هڪ ڇوڪرو بورچيخاني لاءِ ڏنو ويو. جتي هُن رڌڻ پچائڻ جي لاءِ سامان بالترتيب ناهي رکيو. ڪاڏي لاءِ مون ميرپورخاص کان اٽو، چانور، داليون، ۽ پٽاٽا بصر ۽ ڪي ڀاڄيون آنديون هيون. پٽيوالو جو بورچي به هو. تنهن مانيءَ ناهڻ جا سانباها ڪيا. ايتري ۾ ارباب جلال الدين (پاڳارو) ارباب توڳاچي ۽ ارباب الهه جڙيو آيا. ڏاڍي محبت مان خوش مرحبا ڪيائون ۽ چيائون ته اسان غريبن جي اوتاري تي لٿا آهيو. جيڪا گهڙي ساعت هتي قيام

ڪندا اسانجي لسي ٻاجهري ڪاٺي پوندؤ. هنن ڪي تتر ڪهائي رکيا هوا. جي حوالي ڪيائون. گيهه، اٽو ۽ ٻيون ضروري شيون بہ ڪيس\ڏنائون. اسين خبرن چارن ۾ ڳالهين ۾ لڳي وياسين. مون کي ڏاڍي اڃ لڳي. بسڪوٽن جو پيڪيٽ جو ميرپورخاص کان آندو هوم سو ٻاهر ڪڍيم. ٢_٣ بسڪوٽ پاڻ کاڌم ۽ ٻيا اربابن کي پيش ڪيم. آخر پاڻي گهريم. پاڻي جو گلاس پيئڻ لڳس. پاڻي ٻاڙو ۽ منجهس هڪ قسم جي اُٻٽ هئي. پي تہ ويس مگر دل اڇي ڪچي ٿيڻ لڳي ۽ آخر هڪ وڏي الٽي آئي ۽ تڏهن جان ڇٽي. سڀئي حاضرين تشويش ۾ پئجي ويا. مگر سمجهي ويا تہ هيءُ پاڻيءَ جو ڪرشمو آهي. پاڻيءَ جو رکيل دلو هڪدم ڪٽائي ويا ۽ برسات جو پاڻي جنهن کي پلر جو پاڻي ٿئي سڏيائون سو دلو ڀري آندو ويو. آخر سڀني چيو تہ اٿو ڪپڙا بدلائي ٿورو ننگون سڌيون ڪري ٽڪ پيجو. جيسين ماني تيار ٿئي. پوءِ ڪچهرين تي ايندا سين. ائين چئي سڀ موڪلائي ويا. شڪور ڪلر تعلق پٽيوالو آيو ۽ هڪدم منهنجو بوٽ لاهڻ لاءِ سڳا ڇوڙڻ لڳو. مان سمجهي ويس مون چيومانس تہ ڇڏ مان بوٽ پاڻ ٿو لاهيان مون کي خدا هٿ ڏنا آهن. هن وراڻيو تہ سائين اوهان اسان جا حاڪم آهيو اهو ڪم اسان جو آهي. مون چيو تہ بابا توکي شآباس هجي پر هتي ڀري ٿيءُ ۽ مان بوٽ لاهڻ لڳس. پٽيوالو ٻاهر ويو ۽ مون برجز لاٿي. ڪپڙا، سٿڻ ۽ قميص پاتي ۽ بستري تي دراز ٿي ويس. هڪ اُٺ جي سواريءَ جو ٿڪ ٻيو اتي اچڻ سبب طبيعت ۾ بيقراري ٿي. شڪور آيو ۽ اچي زور ڏيڻ لڳو. مون چيومانس تہ بابا زور ڪونہ ڏياريندو آهيان. پر هن چيو تہ سائين جن ٿڪل آهن. ٿر جو سفر ڏکيو آهي. مان اوهان کي زور ڏيندس تہ اميد تہ ٿڪ لهي ويندو. واقعي زور ڏنائين تہ مون کي ڪجهہ آرام اچي ويو. اهو ڏينهن جرنيءَ (مسافريءَ) جو هو. ٻئي ڏينهن اسڪول جي انسپيڪشن جو ڪم ۽ ٽئين ڏينهن سوير صبح جو اسر مهل اُٺ تي لانگ ورايم ۽ صبح جو پتون لتاڙي اچي نوين بجي ڊاري ڏيپلي لٿس. جتي منهنجو انتظام ڪري رهيا هوا. ڏيپلي جي بستي هڪ شهر وانگي ڏسڻ ۾ آئي. منهنجو انتظام لوڪل بورڊ مسافر خانہ ۾ ڪيو ويو. اها هڪڙي ئي سرڪاري جاءِ هئي، جنهن ۾ آفيسر اچي منزل انداز ٿيندا هوا.

برسات جي پاڻي پيئڻ جي ڪري منهنجي وات ۾ السر(زخم) نڪري آيا. ماني کائي نہ سگهان. ڏيپلي جو پاڻي بہ ڪچو. چن وارو ۽ ٻاڙو. آخر پاڻيءَ جي عيوض ڏڌ جي ڇڏڙي لسي ڪري پيئندو هوس. ڏيپلي جو اسڪول پڪي بلڊنگ ۾ هو ۽ ست ماستر هوا. نرو مسلمانن جو ڳوٺ هو. هتي جا باشندا ڪل ميمڻ. ٿورا ڪلر، بجير، ۽ هندو لهاڻا هوا. ميمڻ ۽ لوهاڻا ڪل واپاري لائين جا ماڻهو هوا. مسٽر محمد قاسم ميمڻ هيڊماستر هو ۽ مسٽر ابو طالب نائب ماستر هو. مسٽر ابو طالب سارو وقت منهنجي خدمت ۾ هوندو هو. هتي مان پورو هفتو رهيس ۽ آس پاس جا اسڪول جهڙوڪ سرو ۽ وير هاڙ بہ هتان ڏٺم. ڪنڪ جي اٽي ۾ واري هئڻ سبب

مانيءَ کي ڏند ڏيئي نہ سگهان. پاڄهري ڪائڻ شروع ڪيم. هتي جي ماڻهن ۾ ڏاڍو پيار ۽ محبت هئي. مونکي هتي گهڻو سڪون نصيب ٿيو. مولوي محمدعمر جوڻيجي سان خاصي دوستي ٿي وئي. هو هڪ باعمل عالم هو. ۽ ساڳئي وقت پنهنجي علم تي ڪوبہ غرور نہ هوس. ڏاڍو نهٺو ۽ همہ صفت موصوف ڏسڻ ۾ آيم. جامع مسجد جو پيش امام بہ هو جمع ڏينهن خطبو بہ پاڻ ڏيندو هو. جنهن کان مان ڏاڍو متاثر ٿيندو هوس: چوندو هومانس تہ مون اوهان جي صحبت مان گهڻو ڪجهہ پرايو آهي. تہ پاڻ چوندو هو تہ، ان کان وڌيڪ مون اوهان کي ڪجهہ سکيو آهي. انگريزيدان اسان مُلن سان ڪٽي ٿا رلي ملي سگهن. جيئن اوهان مون سان رلي ملي ويا آهيو.

مُسٽر محمد قاسم ۽ ابو طالبؔ مشورو ڏنو تہ سائين اُت جي مسافريءَ لاءِ ضروري آهي تہ اوهان بہ ڪڙيا وٺو. هڪ جهل ۽ نت (نطع) خريد ڪريو ۽ هڪ گدي نهرايو. اهي شيون ڏيپلي ۾ عمديون ۽ سستيون مليون. آخر هفتو پورو ٿيو ۽ مون رحمڪي بازار جا ڏيپلي تعلقہ جي ڏکڻ الهندي ڪنڊ وٽ دنگ تي هئي، اُن ڏي سفر سنيايو. ٢٤٠ ميل مفاصلو هو. هلندي هوا حالا اهو بڏو هوم تہ پنڌ ۽ ويري وڏيو پلو. ان مقولہ کي لحاظ ۾ رکندي جت کي چيم تہ چانگي کي چور.

تتيءَ ٿڌيءَ ڪاه، ناهي ويل ويهڻ جي
متان ٿئي اونداه، پير نہ لهين پرينءَ جو!

وات تي لوڻ جون سنون ڏسندو، انهن جو مطالع ڪندو، جت جو مٿو کائيندو، هر شيءِ بابت پُڇ پُڇ ڪندو. دل تي انهن جو نوٽ وٺندو هلندو ٿي رهيس. رحمڪي بازار کان ۴ ميل اورتي اربابن جو سينگالو هڪ دڙي تي نظر آيو. ڳوٺ جو نيڪ مرد ارباب مير خان هو. جنهن جي پلمانسيءَ جي گهڻي ساک بڌي هيم. سينگالي ۾ هڪ ملان اسڪول هو. دل ۾ چيم تہ اسڪول جو بہ معائنہ ڪريان ۽ ارباب مير خان سان بہ ملاقات ڪريان. لهي پيس ۽ هن بزرگ سان چند گهڙيون رس رهاڻ ڪيم. هن چيو تہ رحمڪي بازار جو اسڪول ڦٽو برباد ٿيو پيو آهي. منهنجي خدا ڪارڻ جي دعوت قبول ڪريو ۽ رحمڪي بازار اسڪول جي انسپيڪشن ڪري مونٽي رات اچي هتي رهو. هن جي صداقت ۽ محبت ڏسي قبول ڪيم. رحمڪي بازار رڻ جي دنگ تي هئي. جتان رڻ جو نظارو ڪري الله پاڪ جي قدرت ساراهيم. هتي جو هيڊماستر مسٽر پاٽجي مل اسلام ڪوٽ جو لهاڻو هو. ڏاڍو شريف النفس هو. سيٺ رمضان خواجہ ملڻ آيو. رحمڪي بازار ۾ خواجہ ئي سربرآورده ماڻهو هوا سيٺ رمضان بہ رهڻ لاءِ صلاحيو. مگر مان اڳي وعدو ڪري آيو هوس، ان ڪري مونٽي سينگالي آيس. ارباب نهڙي قوم جا ارباب هوا. ارباب مير خان منهنجي لاءِ هڪ هرڻ شڪار ڪرايو ۽ ان جي پڪل گوشت سان منهنجو تواضع ڪيو. ارباب صاحب نهايت ساده مزاج، نيڪ نمازي هو، منجهس

ڪسر نفسيءَ جي اٿاهه دولت موجود هئي. هيڏو وڏو ماڻهو هو قوم جو سردار، ليڪن پاڻ کي خاڪ سمجهندو هو. هن کي ڏسي مون کي دانائي روم جو هڪ شعر ياد آيو.

در بہاراں ڪہ شود سرسبز سنگ
خاک شو تا گل بروید رنگ رنگ

ٿر جون ڀٽون سڀ اولهه کان اوڀر ڏي قطارن جي صورت ۾ هلن ٿيون. ان ڪري جيڪڏهن اتر کان ڏکڻ پنڌ پيو ته ڀٽن جي لهه چڙهه فنا ڪري ڇڏي. البته اوڀر کان اولهه ويندي مسافري آسان ٿئي ٿي، جو ڀٽن جي وچان ويٽرن (ماٿرين) ۽ مڙهن (ميدانن) مان لنگهڻو پوندو آهي. ڪٿي ڪٿي ڪو ڏڙو اچي ويندو آهي ته به ان جي چڙهائي ايتري تڪليف زده نه هوندي آهي. مان رحمڪي بازار جو معائنه ڪري واپس ڏيپلي آيس جتان مٺيءَ ويس. مٺيءَ شهر ۾ مون کي ٻڌايو ويو ته مائي مٺي ٻجيرياڻيءَ جي نالي منسوب ٿيل آهي. اهڙيءَ طرح ڏيپلو وري ڏيپيو نالي هڪ مينگهواڙ جي نالي سان تعلق رکي ٿو. ٿر ڊويزن ۾ مٺي وڏي ۾ وڏو شهر آهي. ان وقت به هتي جي آبادي چار هزار ڇٽي ٿي ويئي. ڪن مسلمان ٻجيرن ۽ مڱڻهارن کانسواءِ باقي هندو ماڻهن جو هن شهر تي تسلط آهي. انوقت هتي هڪ، اي. وي اسڪول پنجن درجن تائين هو. هڪ وڏو پرائمري اسڪول ڏهن ماسترن وارو ۽ هڪ گرلس اسڪول ستن ماستراڻين وارو ڏسي دل چيم ته تعليم ته آهي ني ٿر ۾ باقي ناري ڊويزن ۾ ان جي مقابلي ۾ تعليم بالڪل پست هئي.

مٺيءَ ۾ مون کي پنج ڇهه ڏينهن رهڻو پيو. آسپاس جا ننڍا اسڪول هتان اوٺ موٽ اٺ ڪري ڏسي ايندو هوس. انهن جو تفصيلي ذڪر هتي نٿو ڪريان. بهرحال رندن جو رائلو هڪ ڳوٺ مٺيءَ کان ۴ـ۵ ميلن تي هو ان جو احوال ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. هي ڳوٺ رند بلوچن جو آهي. ڳوٺ جو پٽيل پڙهيل هو. هن صاحب جي اوتاري ۾ لٿس ۽ رات اتي ڊاٻو ڪيم ۽ پوءِ اسلام ڪوٽ روانو ٿيس. رائلي ۾ پٽيل جي اوتاري اڳيان هڪ ٻير جو وڻ هو. جو ڏسي دل ڏاڍي خوش ٿي. اهو انڪري جو ٿر ۾ ٻير ڪونه ٿئي. ساري ڏيپلي تعلقه ۾ هڪ ويڙهي جهپ، هڪ ڏهر جنهن جي زمين ڏاڍي هئي اتي چند ٻير جا ننڍا ننڍا وڻ نظر آيا. باقي سڄي تعلقي ۾ خير ني خير. البته ننگرپارڪر ۾ وري انهن جو نشان مليو ٿئي. ورنه ڪنڊا، ڪونيٽ جاريون، ڪبڙ، ڪانڪهه کانسواءِ ٻيو وڻ نظر نٿي آيو. پٽيل ويچاري به هڪ توبچي موڪليو جو جهٽ ۾ هڪ هرڻ شڪار ڪري آيو ۽ منهنجي نهايت چڱيءَ طرح خاطر تواضع ڪئي ويئي. پٽيل ڪچهري جو مور هو. سندس رهاڻ مان ڪافي رس آيو قصو ڪوتاهه اتان ۲۸ ميل پنڌ ڪري اسلام ڪوٽ آيس. اتي عام طرح اسلام ڪوٽ جي بدران "سلام ڪوٽ" نالو ٿئي ورتائون. ڪوٽ هينئر ڊهي ويو هو. ليڪن ان جي کنڊر تي پرائمري اسڪول جي بلڊنگ تعمير

ٿيل هئي. لوڪلبورڊ جي مسافرخاني ۾ قيام ڪيم. هتي جا ماڻهو گهڻو ڪري سڀ هندو لوهاڻا هوا ۽ ان جي برعڪس مٺيءَ ۾ مشوري ۽ برهمڻ آباد هوا. اسلام ڪوٽ جا لوهاڻا تمام شاهوڪار هوا. ونن سونُ سيرن ۾ توريو ويندو هو. هڪ لوهاڻي وٽ ته سوا مڻ سون چوڻ ۾ آيو ٿئي. پنج ئي آگريون برابر نه آهن. چوندا آهن ته "خدا پنج انگشت يڪسان نه کرد" ليڪن اڪثر ماڻهو سٺا هوا.

ڳوٺ ۾ جيڪا معزز هستي هئي، جنهن جو ماڻهو ادب ۽ احترام ڪندا هوا سو وري به اسڪول جو هيڊ ماستر پمون مل انندرام هو. اهڙو ماڻهو پنهنجي زبردستيءَ ۾ ڏسي پنهنجي عزت سمجهيم. البت ڪنن کان گهبرو هو. پر سندس ڪچهري منهنجي لاءِ ٿر جو اڀياس ڪرڻ جي ڏس ۾ وڏي رهنمائي ڪئي. ٿر بابت هن مون کي نهايت گهڻي معلومات مهيا ڪئي. سندس صحبت ڇڏڻ تي دل نه پئي ٿئي، مگر ٿن ڏينهن بعد آخر مونکي اڳتي وڃڻو هو. انڪري چيومانس ته مسٽر پمامل "يار زنده صحبت باقي،" اسلام ڪوٽ کان واپس مٺي، وريس ۽ واٽ تي جوڳي مڙهي اسڪول جو درشن ڪيم. اتي هڪ ماستر راءِ چند هريجن (مينگهواڙ) هو. سندس فضيلتن جي ڪهڙي زبان سان ڳالهه ڪريان. گجراتي ٻوليءَ جو چڱو خاصو ماهر هو. ٿر بابت هن به مون کي ڏاڍيون قيمتي ڪهاڻيون ٻڌايون. خصوصاً پنهنجي قوم جي پست حاليءَ جو ڏاڍو دکدائڪ نموني ۾ نقشو چٽياءِ ٻڌايائين ته هريجن سان برهمڻن ۽ مشورين جو ڪهڙو برتاءُ آهي. ڪِنهن ڏتڙيل قوم جي انهن وٽ ڇا حيثيت آهي، ان جا داستان بيان ڪندي، گويا مون کي روئاڙي ڇڏيائين. مون ساڻس وعدو ڪيو ته مسٽر رائچند اوهان مينگهواڙ چوڪرن کي فائنل ڏياريو. هڪ ڏينهن پاس ٿين ٻئي ڏينهن مون کان ماستريءَ جي نوڪري وٺن. ان وعدي تي قائم رهيس ۽ منهنجي پندرنهن سال ٿر ۾ قيام دوران مون مينگهواڙ ماسترن جو ڪافي تعداد مقرر ڪيو. مسٽر رائچند کي چيم ته توهان ٿر بابت ڪجهه لکو: مسٽر پمي مل جي مدد وٺو. مگر همت نه ٿيس. آخر هن کي همٿائي همٿائي ان منزل تي آندم جو منهنجي ٿر ڇڏڻ بعد ريگستان جي تاريخ لکيائين ۽ سنڌي ادبي بورڊ اها ڇپائي. مهاڳ ۾ منهنجي ڪتاب سير ريگستان تان جيڪي حوالا ورتا هوائين انهن لاءِ منهنجو شڪريه بجا آندو اٿس. هينئر هو سرڳواس ٿي ويو آهي.

مٺي ۽ ڏيپلي جي گشت منهنجي دل تي ٿر بابت اهڙا ته اثر ڇڏيا جو گويا ٿر، ان جي پٽن ۽ واريءَ جو عاشق بنجي ويس ۽ ٿر جي خدمت ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيم. اها خدمت وڏيڪ اسڪولن کولائڻ ۽ تعليم پکيڙڻ جي هئي. جنهن ۾ مون ڪافي ڪارناما سرانجام ڏنا. ڏيپلي جي سنجي تعلقي ۾ ان وقت فقط ڇهه پرائمري اسڪول هوا ۽ مٺيءَ ۾ اٺ، چند سالن ۾ اهي ڊبل کان مٿي ڪري ڇڏيم. ڳوٺن جا نالا لکڻ البت طوالت جو سبب بڻبا، جنهنڪري ايتري تي اڪتفا ڪريان ٿو. هنن ٻن تعلقن جو گشت مهينو کن ڪائي ويو. جڏهن واپس هيڊ ڪوارٽر

يعني ميرپورخاص آيس، تڏهن گشت جو ذڪر محترم محمد هارون ۽ حافظ محمد صادق سان ڪيم. هنن کي ٿر جو احوال ٻڌائيندي عرض ڪيم ته ٿر کي ڪير ٿو بر چوي، مون کي ته ٿر هڪ بوستان نظر ٿو اچي. ٿر جا ڇوئرا ڇوڻڪيون، لانديون ۽ لوڙها عمدن بنگلن کان به وڌيڪ قدرتي ڪڪائان محلات نظر اچن ٿا. ماڻهن جي ڪجهه قدر ريتن رسمن، ترڻ ۽ تراين جو ذڪر ڪيم. ۽ يارن کي به ٿر جي تعريف ۾ پنهنجو هنموا بنائي ڇڏيم.

ششماهيءَ جو گشت پورو ٿيو ۽ هيڊ ڪوارٽر ۾ مهينو کن آفيس ۾ رهڻو هو. مسٽر عطا حسين شاهه موسويءَ مون کي چيو ته "عرساٽي الله جي آسري تنهنجي همت ۾ ڀروسو رکي مون هڪ ريڊ ڪراس جو فنڪشن ڪرائڻ جو مس پڳت ۽ انجي دست راست مس برجيس سان وعدو ڪيو آهي. ايفائي عهد لاءِ گرم گرم تياري ڪرڻي آهي. ڏينهن باقي به هفتا بچيا آهن. هاڻي ڏسان ته اسان جو ڪنڌ مٿي ٿو ڪرين يا مون سان گڏ پاڻ کي به ٿو لڄائين."

منهنجو يار محمد هارون به ويٺو هو. ان کي عرض ڪيم ته "اوهان صاحب پاڻهن سيرانديءَ ڪري آرام ڪيو مان پاڻهي منهن ڏيندس." ڪجهه نظم لکيم. جي شاگردن کي هارمونيم تي ڳائڻ سيکاريا ويا. چند ڊايالاگ صحت ۽ صفائيءَ متعلق لکيم. جن کي اسٽيج تي آڻڻ لاءِ تياريون ڪيونسين. هڪ مقالو لکيم جو مون کي پڙهڻو هو. وقت معين تي، فنڪشن ٿيو. اهڙو فنڪشن جو ميرپورخاص وارن ان کان اڳ ڏٺو به ڪونه هوندو. جڏهن مون آخر ۾ مقالو پڙهيو ته مسٽر نور نبي جو ان وقت ٿر ضلعي جو ڪليڪٽر ۽ فنڪشن ۾ صدارت جا فرائض انجام ڏيئي رهيو هو. تنهن خانبهادر غلام نبي شاهه ۽ مسٽر موسويءَ کي چيو ته "هيءُ ڇوڪرو ڪير آهي ههڙي تقرير جنهن ۾ اقبال جا فارسي اشعار عربيءَ جا مقولا ۽ محاورا ۽ ههڙي شسته زبان مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو آهي. هن ڇوڪري اها لکي آهي يا ٻئي ڪنهن لکي آهي؟" ان تي خانبهادر غلام نبي شاهه ۽ موسويءَ صاحب کلي ڏنو ۽ ٻڌايائونس ته هيءُ اسڪولي ڇوڪرو نه آهي. اسانجو فرسٽ ايجوڪيشنل سپروائيزر آهي ۽ تمام هوشيار ماڻهو آهي تڏهن مس مس هن جي حيرت گهٽجڻ لڳي. جيڪڏهن مان هن فنڪشن بابت وڌيڪ ڪجهه لکندس ته محض خودثنائي ٿيندي جا ڳالهه خود مون کي نه ٿي وڻي. چيو اٿن ته:

"ثنائے خود بخود کردن، نہ زيبان مرد دانارا،
زن پستان خود مالد حظوظ نفس کی يابد"

بهرحال دل چوي ٿي صحت بابت هڪڙي ننڍڙي شعر، جو ٻارڙن هارمونيم تي ڳايو هو، ان جون چند سٽون هتي تحفتاً ناظرين ڪرام جي مطالع لاءِ بطوريک مشت نمونه خروار ڏيئي ڇڏيان.

صحت

صحت سان پيدا ٿئي شان زندگي، صحت آ روح زندگي صحت
جي درياءَ جون موجون واه واه_ صحت آ نت پاسبان زندگي

باب پنجويهون

# ميرپورخاص وارو زمانو (٢)

هيڊڪوارٽر ۾ هڪ مهينو جو لازمي رهڻو هو. سو بہ پورو ٿيو. هاڻي ساليانن امتحانن جي تياري ٿي. انعامي، درسي، ۽ لئبريري ڪتاب جيڪي اسڪول ۾ ورهائڻا هوا. تن جون لسٽون ٺاهيم، ۽ پورا پريم. سامي سفر هليا. ميرپورخاص، حيدرآباد، ڏگهڙي ۽ ساماري تعلقن کي خوب چڪر لڳايم. ڳوٺ ڳوٺ ۾ پنهنجا نقش پا ڇڏيم. معزز ماڻهن سان ملاقاتون ڪيم اهڙا لائق ۽ فائق انسان جن مان هرهڪ بابت گهڻو ڪجهہ لکي سگهان ٿو. مگر مجبور آهيان جو قصو طول پڪڙي ويندو ۽ هتي لاءِ گنجائش ناهي. امتحان وٺندو، ماسترن سان ڪانفرنسون ڪندو وڏي شوق سان اڳتي قدم وڌائيندو رهيس. سال ١٩٣٦ع اچي اختتام کي پهتو ۽ سال ١٩٣٧ع جي سدوري سال ۾ پيرُ پاتم. هن سال کي سدورو ان ڪري ٿو چوان جو هن سال جي مئي مهيني ۾ منهنجي شادي خانہ آبادي ٿي منهنجي والده ۽ وڏي همشيره منهنجو رشتو حيدرآباد جي پيٽي خاندان مان جوڙيو جنهن جي مون کي خبر ڪانہ رهي جو آئون خانہ بدوشيءَ جي عالم ۾ هوس. ڏگهڙي آيس تہ اتي مسٽر نور محمد پيٽي مختيارڪار هو. جنهن مون کي دعوت ڪئي دعوت واري ڪمري ۾ مون کي اهڙي طرح ويهاريو ويو جو پس پرده متصل ڪمري مان اهلِ انساءَ جا ماڻهو مون کي چڱيءَ طرح ڏسي سگهن. مسٽر نور محمد جي اهليہ محترم مون کي ڏٺو. هوءَ منهنجي وڏي سالي ٿيڻي هئي. مون کي ڏسڻ بعد هن حيدرآباد پنهنجي والد کي خط لکيو تہ "ادي کي مون ڏٺو آهي بالڪل موچارو نوجوان آهي. منهنجي خاوند سندس ماني ڪئي هئي جو پڻ سندس تعريف ڪري ٿو. رشتو قبول ڪريو ۽ دير نہ ڪريو." مون کي اها خبر بالڪل نہ رهي جڏهن گشت ڪندو يڪبار وري بہ ڏيپلي پهتس تہ مون کي پنهنجي وڏي ڀاءُ جو خط پهتو تہ اسان اوهان جو رشتو هڪ شريف خاندان مان ڪيو آهي، اوهان جي سهري جو نالو ميان عبدالمجيد آهي ۽ مسٽر نور محمد مختيارڪار اوهان جو هم زلف يا سنڍو ٿيندو خط ۾ هن مبارڪ پيغام مون ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙائي ڇڏي ۽ اها معما حل ٿي ويئي تہ ڏگهڙي ۾ آخر منهنجي هيتري خوش آمد برآمد جو آخر ڪارڻ شايد اهوئي هو.

هيءُ اهوئي سال هو جو سنڌ الڳ صوبو ٿيو ۽ اليڪشن جون تياريون ٿيون. مون ووٽرن جي ڇاپي لسٽ کي نظر مان ڪڍيو ڪيترا نالا هندن جا نظر آيم ۽ حيرت وچان پڇا ڪيم تہ

هي ڇا مسلمانن ۾ هندن جا نالا ڪيئن اچي ويا آهن. مون کي ٻڌايو ويو آهي ته اهي مسلمانن جا نالا آهن. پلا مان ڪيئن اعتبار ڪريان. لڇمڻ، راميو جهڙا نالا مردن ۾ ۽ ميٺي، جيٺي، هنونا جهڙا نالا عورتن ۾ ڏسي اعتبار به ڪيئن اچي. آخر ٻڌائيندڙ مون کي مطمئن ڪيو. ڇيائون ته ٿر تي اڪثر تسلط راجپوتن حڪمرانن جو هو. تنهن ڪري "الناس علیٰ دين ملوڪهم" جي مصداق، نالا به ماڻهن کي حاڪمن جا پسند هوا. اهي ئي پراڻا نالا مسلمانن ۾ اڄا دستور بنيا اچن. بهرحال هاڻي نون نالن ۾ ڪوبه اهڙو نالو رکيو نٿو وڃي.

ساليانن امتحانن ۾ تمام عجلت کان ڪم ورتو. رات ڏينهن منزلون طئي ڪندو امتحان جلد جلد پورا ڪيم ۽ مائٽن جي مشوري سان هڪ مهيني لاءِ موڪل جي درخواست ڪيم جا فوراً منظور ٿي. هيڊڪوارٽر واپس آيس ۽ موڪل تي لهي هالن ۾ آيس. اُتان حيدرآباد آيس ۽ منهنجي سهري ميان عبدالمجيد سان ملاقات ڪيم. موصوف حيدرآباد جي ضلعي ۾ لئنڊ رڪارڊ آفيس ۾ منشي هو. هڪ بلڪل بزرگ هستي نيڪ نمازي همه صفت موصوف. سندس بزرگانه حلم ۽ بزرگيءَ جي ڪهڙي تعريف ڪريان. مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. شاديءَ جا ڏينهن ٻَڌا ويا ۽ جون ۾ سادي نموني ۾ منهنجي شاديءَ جي تقريب پڙ سانول شاه ۾ خير و خوبيءَ سان ٿي گذري. هن وقت تائين جو آئون پاڻ کي اڌورو سمجهندو هوس سو پاڻ کي هاڻي مڪمل انسان سمجهڻ لڳس باقي نيڪ اولاد جي ڪمي رهيل هئي. منهنجي پاڪ پروردگار پورن ڏهن مهينن بعد مون کي هڪ نيڪ صورت نيڪ سيرت ۽ نيڪ اطوار فرزند خالد جي تولد سان پوري ڪئي. خالد اهو نالو سندس والده پاڻ انتخاب ڪيو. خالد هن وقت سينئر سول انسٽرڪٽر جي عهدي تي فائز آهي.

آءُ موڪل پوري ڪري واپس ميرپورخاص ۾ آيس. دوستن وڏيءَ حب مان مون کي لکين مبارڪون ڏنيون ۽ هار پاتا. مون سندن ضيافت ڪئي. مسٽر موسوي منهنجو آفيسر حج تي روانو ٿيو ۽ ڊسٽرڪٽ جي چارج مون کي ملي. مون پنهنجو ڪم سيڪنڊ سپروائيزر جي حوالي ڪيو. خيال ڪيم ته ٿر ڊويزن جو باقي حصو ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر ته گهمي وٺان. ننگرپارڪر وڃڻ لاءِ انوقت جو سهل ۽ آسان رستو هو سو هو گڏڙي روڊ کان سفر شروع ڪرڻ. ميرپورخاص کان بمبئي ميل ان وقت ٥ بجي شام ميرپورخاص کان ڇٽندو هو ۽ گڏڙي روڊ تي رات جو ۴ بجي ڏاري پهچندو هو. گڏڙو ريلوي اسٽيشن جوڌپور اسٽيٽ ۾ هئي ۽ اتان ٦ ميلن جي مفاصلي تي گڏڙو شهر برٽش حڪومت ۾ هو ۽ هينئر پاڪستان ۾ آهي. انهيءَ مفاصلي جي پوري اڌ تي يعني ٽن ميلن وٽ جوڌپور جي حڪومت جي ڪسٽم چوڪي هئي. جتي جانچ پڙتال ڪئي ويندي هئي. گڏڙي جو هيڊ ماسٽر مسٽر نيپراج چارڻ هو. جنهن جي ٺڪرن ۽ راجپوتن ۾ وڏي عزت هئي. گويا اهي سندس مريد يا شش هوندا هوا. ڪيس بندوق جو پروانو به

هو. مڙس نهايت دلير ۽ باهمت هو. چارڻن جي پاراتي ڪان ٺڪر تمام ڊجندا هوا انڪري ٺڪرن تي گويا سندس قدم جميل هو. گڏڙي شهر ۾ کتري قوم آباد هئي ۽ ڄُر جو ڪم بدرجہ اُتم ڪيو ويندو هو. ائين چئجي تہ اتي جي کترين جو ڏنڌو فقط اهوئي ڪپڙي جي ڄُر جو هو . هتي جا پڪا تڙ ٦٠ پُره چيا ٿي ويا. برخلاف ان جي جو ڏيپلي ۾ فقط ماڻهوءَ جي ڏيڍ قد جيترا تڙ هوا. جيئن جيئن رڻ کي وجبو تيئن تڙ ننڍا، جيئن اتر اوير ڏي وجبو هو تہ تڙ اونها ٿيندا ويندا هوا. تان جو جيسلمير ۾ تہ گڏڙي ڪان بہ زياده اونهائيءَ ۽ عمق وارا کوه هوندا هوا.

گڏڙي ۾ وڏو اسڪول هو. مون کي بہ ڏينهن اتي رهڻو پيو. مسٽر نيراج هڪ مسلمان توبچيءَ کي بندوق ڏني جو تلور ۽ گوڙاٽي جو شڪار ڪري آيو. گوڙاٽون بہ تلور جهڙو ئي آهي، ان ڪان علاوه تتر ۽ ٻانيڦر بہ ماري آيو. جي موج سان کاڌم. گڏڙي ڪان نڪري ڪينسر اتان ڏاهلي ڏسندو ڇاڇري پهتس. ڏاهليءَ جي ٺڪرن منهنجي ماني موڪلائي ۽ چانديءَ جي ٿالهين ۾ کاڌو پهچايائون. پنهنجن ٿانون ۾ مسلمانن کي ڪين کارائيندا هوا. سندن عقيدو هوندو هو تہ چانديءِ کي ڇوت ڪانہ ٿي لڳي، باقي ٻين ٿانون کي ڇوت لڳي ٿي. بالعجب. بهرحال ماڻهو ويچارا سادا پر محبتي هوا.

ڇاڇرو ٿر جو منيءَ ڪان پوءِ ٻيو نمبر وڏو شهر آهي. هتي مهاراج پريو لعل، مسٽر نند لعل مزجود. ايڊيوڪيشنل سپروائيزر جو والد، هيڊ ماسٽر هو. هُو صاحب پنهنجي پر ۾ هڪ وڏو عبادت گذار هو ۽ شب خيز بہ هڪڙو ئي هو. بندگي هر هڪ بندي تي لازم آهي. چيو اٿن تہ:

زندگي بايد براي بندگي
زندگي بي بندگي شرمندگي

پنهنجي منصبي فرائض ۾ ساري عمر ڪڏهن بہ نہ گٿو. مون تمام ٿورا ماسٽر ڏٺا آهن، جي سندس پايہ جا هوشيار ماسٽر چئي سگهجن. هتي مون کي ٽي ڏينهن قيام ڪرڻو پيو. جو اسڪول وڏو هو ۽ ستين درجا هوس. هتان نڪري ڪجهہ ڦيري گهيري سان تڙ احمد ۽ ڏاني ڏانڌل ڪان ٿيندو ويرا واه پهتس. اسڪول ننڍو ليڪن پڪو نهيل هو. ويرا واه تي گهڻو ڪجهہ لکي سگهان ٿو، مگر پرهيز ڪريان ٿو. هتي جي سانگاه ڍنڍ ڏسڻ وٽان آهي. هن ڍنڍ جي پاڻيءَ تي ڪڻڪ جو فصل ٿيندو هو. ڍنڍ جو پاڻي پارڪر جي ٺاڪرو ياڳن تان برساتن ۾ وهي هن ڍنڍ ۾ گڏ ٿيندو هو.

ويرا واه ڪان ننگر پارڪر تائين پڪي پٿرائين زمين سڌي سنئين هلي ويندي هئي ۽ پٿن جو هتي خاتمو ٿي ويندو آهي. ننگرپارڪر ويندي فقط بہ ميل ننگر ڪان اوري پوڏيسر جي تاريخي مسجد شريف بہ اٿ تان لهي چڱي طرح جانچي ڏٺم ۽ اتي جو قبرستان ڏسي حيرت وٺي ويم. خير، ننگر پارڪر آيس. سرڪاري بنگلي ۾ لٿس. ننگرپارڪر جو اسڪول جو پٿر جو

نهيل هو. جو ڪارونجهر ڪر مان ئي حاصل ڪيل هو. ويرا واه ۽ ننگر پارڪر جا اصل باشندا جين ڌرم جا هوا. جن جو جداگانہ ذڪر ڪرڻ لاءِ الڳ ڪتاب جي ضرورت پوندي. مون سارڏڙو، انجلياس، پيم گوڏو، صاحب چگو ۽ ٻيا جينن جا آستان بغور مطالع ڪيا. مونندي گوڙيءَ جو مندر ان جي پرسان پالوا جو گوٺ جتي مارئي وارو کوهہ ۽ پٿر جي ڪونڊي جنهن ۾ هوءَ پنهنجي ڇيلڙن کي پاڻي پياريندي هئي، انهن جو درشن ڪري براستہ گوڏيار منيءَ آيس. سفر ڪي سفر ڇيو اٿن. سفر جي صعوبتن ڪان جيڪا ٿڪاوٽ ٿي هئي سا منيءَ ۾ ٻہ ڏينهن آرام ڪري دفع ڪيم ۽ موٽي هيڊ ڪوارٽر ۾ آيس. جو آفيس جي ڪم ڪي منهن ڏيٺو هو. پٽن نہ فقط هنن ڇئن تعلقن ڪي بلڪ عمر ڪوٽ تعلقي جي ماٿريءَ ڪان سواءِ باقي سموري حصي ڪي ۽ ڪپري تعلقي جي ايرندي ناري جي ٻيءَ پر وارو سمورو علائقو پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو آهي. مون ٿر جي پٽ پٽ ۽ ڇپي ڇپي ڪي ڏٺو آهي جنهن جو هت تفصيل سان ذڪر ڪرڻ جي گنجائش نہ آهي. جن بہ ناظرين ڪرام کي اهو احوال معلوم ڪرڻو هجي، سي ازراه ڪرم منهنجي ڪتاب سير ريگستان جو بغور مطالعو ڪن، تہ ٿر بابت مون جيڪا سير حاصل معلومات گڏ ڪئي آهي، ان جو صحيح عڪس ڪين نظر ايندو ۽ اميد اٿم تہ آءٌ سندن داد جو حقدار ثابت ٿيندس. ڪيترائي سنڌي آفيسر ٿر ۾ ويا، جن ۾ ڪي چڱا اديب بہ هوا. مثلاً مسٽر عبدالله چنہ، سرشار عقيلي، آغا عبدالنبي وغيره وغيره. پر ڪنهن بہ صاحب هڪ اڌ مضمون لکڻ ڪان وڌيڪ تڪليف گوارا نہ ڪئي. انهن جي برعڪس مون ٿر بابت هڪ جامع معلومات مهيا ڪرڻ جي جسارت ڪئي. گر قبول افتد زهي عزو شرف.

سال ٣٦_١٩٣٧ع ۽ ٣٧_١٩٣٨ع خير جا گذريا. سنڌ جدا ٿي، سنڌ اسيمبلي ٺهي. ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ صوبي لاءِ الڳ مقرر ٿيو. پهريون ڊي. پي. آءِ محترم غلام نبي قاضي ٿيو ۽ ان بعد ڊاڪٽر محمد بن دائود پوٽو هن ڪرسيءَ تي وينو. پير الاهي بخش صاحب محڪمہ تعليم جو وزير چونڊيو ويو. بالغن جي تعليم جون تياريون ٿيڻ لڳيون. بالغن جي سينٽرن جو انعقاد ٿيو. پڙهائي لاءِ والنٽيئر مقرر ٿيا. بالغن لاءِ ڪتاب جوڙيا ويا. پورچوگال جون سليٽون ۽ پينون آيون. گاسليٽ جا دٻا ۽ جرمنيءَ جا لالٽين خريد ڪيا ويا. بالغن جو شمار ڪيو ويو مرڪز کوليا ويا. بورڊ ۽ چاڪ مهيا ڪيا ويا. ۽ تڏا نڪون اسپيشل آرڊرن تي جوڙايون ويون. مطلب تہ لکين روپيہ خرچ ڪيا ويا. ڏاڍو جوش و خروش هو. ائين پئي پانيو ساري سنڌ جا اڻ پڙهيل بالغ تعليم جي روشنيءَ سان منور ٿي ويندا. بالغن جي تعليم لاءِ ميدان اڳواٽ سازگار بنائڻ لاءِ جلسا ۽ جلوس ڪڍيا ويا ۽ جتي ڪٿي ڊرامن جو اهتمام ڪيو ويو. هي سڀ ڪجهہ پير الاهي بخش جي هدايتن موجب ڪيو ويو. جنهن خوب دورا ڪري هن اسڪيم کي همٿايو مان ملازمن مان هوس منهنجو فرض هو هن اسڪيم کي ڪامياب بنائڻ. ڏاڍي

ڏڪ ڊوڙ ڪيم. ڳوٺ ڳوٺ ويس. گهوڙن جي پٺيءَ تي بنيون ٻارا. پهاپيچرا. اڏول شاخون ۽ واٽر ڪورس ٽپندو رات ڏينهن پاڻ پتوڙيندو رهيس. ڊايالاگ لکيم. راڳ لکيم. جلسا ڪرايم ۽ جلوس ڪڍايم ماسترن جي دل ۾ علم جو روح ڦوڪيم. سندن مدد ورتيم. ڏاڍي واه واه ٿي. سال ۱۹۳۹ع ۾ تعليم بالغان عمل ۾ اچي ويئي. مسٽر عثمان علي انصاري جو پاڻ هڪ اعليٰ اديب هو تنهن مون کي سڏايو. ۽ چيائين ته "عرساٽي هي ڊايالاگ ميمڻ محمد صديق لکيا آهن تن ۾ رڳو سنڌي مسلمان کي بچڙو ڪيو ويو آهي. زميندارن ۽ وڏيرن کي هڪ حد درجي جو احمق ڪري ڏيکاريو ويو آهي. جا ڳالهه مون کي نٽي وٽي. ازانسواءِ اهي ساڳيا ڊايالاگ جتي ڪٿي ڪيا پيا وڃن. مان نئين شيءِ پيدا ڪرڻ گهران ٿو. مسٽر انصاري تنوع پسند ۽ نئين پيشڪش جو قائل هو. مون عرض ڪيو ته سائين پوءِ مان ڇا ڪري ٿو سگهان. گورنمينٽ اهي ڊايلاگ ڇپائي سڀني اسڪولن ۾ موڪليا آهن ته اهي اسٽيج تي آندا وڃن. مان بي وس آهيان. اوهان سان بالڪل اتفاق ڪريان ٿو. پر بي وس انن بار ڇڏيا آهن. اوهانجو جيڪو حڪم هجي بندوان جي تعميل لاءِ حاضر آهي. مسٽر محمد صادق حافظ. مسٽر غلام حسين جعفري موجود هوا. انهن سيني جي اها صلاح بيني. ته آنون هڪڙو پورو ڊرامو لکان. جنهن جوخاص ٿر جي پاڳي سان تعلق هجي. ته اهو گورنمينٽ مدرسي هاءِ اسڪول ۾ اسٽيج تي آڻجي. انصاري صاحب جا حڪم نادري هوندا هوا. فرمايائين ته مون کي ٻن ڏينهن ۾ ڊرامو ڪپي ته اسين تيار ڪرايون. گوڏو پيچي لکڻ وينس. هڪ رات سڄاري اوجاڳو ڪري ڪم کي اچي سنئون ڪيم. ڊرامو تيار ٿيو. کيس ڏاڍو وٽيو. ڊرامي جو نالو ڪونه لکيو هوم. چيائين ته نالو ڇا تجويز ڪيو اٿئي. مون عرض ڪيو ته ڪو ڪم اوهين ٻه ته ڪريو. اهو اوهان صاحبن تي ٿو ڇڏيان. پاڻ فوراً چيائون ته "نالو رکينس بدنصيب ٿري" پسند آيم ۽ ائين ڪيم.

ڊرامي ۾ ٿري تلفظ ڪم آندو هوم. مدرسي ۾ ٿر جا شاگرد ڪافي هوا. هيرو چنيسر، حبيب الله ميمڻ ڏيپلائي ٿيو جنهن ڪمال جو مظاهرو ڪيو. مسٽر نورنبي اجا تائين هتي ڪليڪٽر هو. موصوف صدارت ڪئي. ڊرامو ڏسي تحسين جا ڪلما بلند ڪيائين. البته کيس هڪ ڳالهه ناگوار لڳي اها هئي هڪ اشتهاري نيم طبيب جو ڪئريڪٽر جو پنجابي هو. بهرحال "سيچ ٿا مرد چون ڪنهن کي وٽي نه وٽي، دم دوستيءَ جو وري بٽي نه بٽي." ڊرامو پنهنجي پرتپاڪ شان و شوڪت سان اسٽيج تي اچي چڪو هو جو جيئن جو تيئن ٿي گذريو. انصاري صاحب جي واه واه ٿي ۽ منهنجو نالو وڌيڪ چمڪڻ لڳو هيءَ ڊرامو سنڌي زبان ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي ۽ منهنجي دعويٰ آهي ته اهڙي پايه جو ڊرامو اجا سنڌي زبان پيدا نه ڪيو آهي. اهوئي سبب هو جو سنڌي ادبي صلاحڪار بورڊ مون کان اهو ڊرامو گهري ورتو ۽ مون کي اڍائي سؤ روپيه انعام ۽ هڪ سؤچپيل ڪاپيون تحفه طور ڏنيون ويون. هينئر اهو سنڌي ادبي

بورڊ مون کان وٺي پنهنجي نامور اداري جي سرپرستيءَ هيٺ ڇپايو آهي. ڪتاب جون ڪم از ڪم پندرنهن ايڊيشنون ڇپجي چڪيون آهن.

بالغن جي تعليم جو حشر ڪهڙو ٿيو. ان ڳالهه ۾ مان وڃڻ نه ٿو گهران بهرحال انگ اکر چڱا ڏيکاريا ويا ته پير صاحب جن جي ڪوشش ۽ علم دوستيءَ تي آنچ نه اچي. سال ١٩٤٠ع ۾ ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ کان آفيسرن جي ملازمت جون واڳون سنڌ حڪومت ورتيون. بورڊ اجا قائم رهندا آيا. ليڪن آفيسرن جو مقرر بدلي سدلي سڀ سنڌ گورنمينٽ جي حوالي هئي. مڪمل ڪنٽرول ماسترن ۽ اسڪولن وغيره جو سال ١٩٤٨ع ۾ ورتو ويو. جڏهن ته ائڊمنسٽريٽر آفيسر جو عهدو تبديل ڪري اصلوڪو نالو ڊپٽي ايڊيوڪشنل انسپيڪٽر رکيو ويو ۽ مان انهيءَ سال گزيٽيڊ پوسٽ تي مقرر ٿيس. ان وقت ڪلاس ٿو جو شروعاتي پگهار ١٧٠ روپيا هو. جو آهستي آهستي ٠_٢٠٠ ٿيو ۽ پوءِ ادائي سؤ تائين وڌايو ويو. سال ١٩٤٠ع ۽ ١٩٤٨ع جي درميان ٻه ٽي جڻا منهنجا ائڊ منسٽريٽو آفيسر ٿيا. جن مان مسٽر عزيزالدين احمد فاروقي قابل ذڪر آهي. حڪومت جو ضابطو عمل ۾ اچڻ سان بدلين جو سرشتو شروع ٿيو. مسٽر موسوي سکر هليو ويو. مسٽر فاروقي ترپارڪر تي مقرر ٿي آيو. مسٽر حافظ کي پروموشن مليو ۽ جيڪب آباد ائڊمنسٽريٽو آفيسر ٿي ويو جعفري صاحب نواب شاه راهي ٿيو. ڪٿو ڪٿو ٿي ويا. باقي مسٽر محمد هارون منهنجو عزيز دوست ۽ مان ميرپور ۾ ئي رهياسين. مسٽر فاروقي جو مون تي ڪلي اعتماد هو. منهنجي راءِ کي پنهنجي راءِ تي هميشه ترجيح ڏيندو هو. ڪو به ڪم منهنجي مشوري بغير نه ڪندو هو. گشت ۾ مون کي ضرور پاڻ سان ڪندو هو منهنجا دوست حافظ صاحب خوجا صاحب ۽ جعفري صاحب عجب کائيندا هوا فاروقي توسان ڪيئن نهيو آهي؟ جو ته اهي ٽيئي صاحب نوشهري مدرسي ۾ فاروقي صاحب جي زيادتين جا شڪار ٿيل هوا. مون انهن دوستن کي چيو ته اوهان سندن مقابلو ڪندا هوا ۽ مان نرميءَ جو طريقو اختيار ڪندو آهيان. بقول سعدي سڳورو.

به تندي و ترشي نيايد بکار
نه نرمي بر آيد ز سوراخ مار

منهنجي هوشياريءَ ۽ چڱي منتظم هئڻ جي هر هنڌ هاڪ پئجي ويئي. مخدوم غلام حيدر صاحب منهنجي پير الاهي بخش کان گهر ڪئي ته محمد اسماعيل آهي به اسان جو هالائي. مون کي ڪجهه وقت ڏي ته منهنجو هاءِ اسڪول جو ملا مدرسو ٿي ويو آهي، ان جون حالتون درست ڪري. اهو سال ١٩٤٤ع هو. جڏهن آئون مخدوم غلام حيدر ميونسپل هاءِ اسڪول هالا جو هيڊماسٽر ٿي ويس. منهنجي ملازمت فارين سروس شرائط تي حاصل ڪئي ويئي. مان سلسلئ بيان کان گهڻو اڳيرو نڪري ويو آهيان. انڪري وري پٺتي موٽان ٿو.

سال ۱۹۴۰ع ۾ مون کي بفضل ايزد تبارڪ و تعالیٰ پيو فرزند ڄائو. جنهن جو نالو منظور احمد رکيو ويو. هينئر هو ڪيپٽن ڊاڪٽر منظور احمد آهي ۽ ابوظهبي ۾ ملازمت ڪري پيو. ائين چوڻ ته درست ناهي ته سال ۱۹۴۰ع هڪ نياڳو سال هو. ڇاڪاڻ ته ڏينهن مهينا ۽ سال سڀ الله تعالیٰ جا آهن ته انهن ۾ فرق ڪري سگهجي. مگر سچ پچو ته منهنجي لاءِ هيءَ سال وڏي بدبختيءَ جو هو. جنهن مونکي هڪ وڏي صدمي سان دوچار ڪري ڇڏيو ۽ منهنجي دنيوي جنت جو نقشو بدلائي منهنجي لاءِ ساري دنيا ڪاري ڪري ڇڏي. منهنجي نور کي ظلمات ۾ تبديل ڪري ڦٽو ڪيو. منهنجون خوشيون غمن ۾ ۽ راحت مصيبت ۾ بدلائي ڇڏي. منهنجو آرام دل ۽ سڪون قلب پاش پاش ٿي ويو. منظور احمد اڃا مهيني جو مس ٿيو هو ته منهنجي پياري اهليہ بيمار ٿي. اسين هالن ۾ هواسين. علاج معالج ڪيا ويا. ڪجهه ڊاڪٽرن جي غلطي ۽ ڪجهه تقدير جي مذاق. "مرض بڑھتا گيا جوں جوں دوا کی" ڪجهه فائدو نه نظر آيو مگر "تدبير کند بنده تقدير کند خنده" مشيت ايزديءَ کي پيو ڪجهه منظور هو. حيدرآباد علاج لاءِ آياسين. واٽ تي مونٽر ۾ مون کي چيائين ته پاڻ کي ڏينهن لڳندا. انهن لفظن جو ٻي دفعا تڪرار ڪيائين. مون کيس چيو ته پياري انشاءالله تعالیٰ ته حيدرآباد پهچڻ بعد حيدرآباد جو پاڻي پيئندينءَ ته هڪ ڏينهن ۾ عافيت ٿي ويندي.

ان تي ٺورو مرڪيائين. ڊاڪٽر ٺارومل ملڪاڻيءَ جي دوا ڪئيسون. حالت بگڙندي ويئي. ٽئين ڏينهن صبوح جو داعي اجل کي لبيڪ چئي مون کي اوچنگارن ۾ ڇڏي راهي ملڪ عدم ٿي. انا لله و انا اليه راجعون. سندس تڪفين ۽ تدفين سندس آبائي قبرستان ۾ ٿي ڪئي ويئي. منهنجي مٿان ديوانگيءَ جي حالت طاري ٿي ويئي. عزيز و اقارب مون کي خدا ياد ڏيارڻ لڳا. صبر جي تلقين ڪرڻ لڳا. رسول عربي ﷺ ۽ ٻين دنيا جي جليل القدر هستين جو موت ياد ڏيارڻ لڳا. دنيا دار الفنا آهي نه ڪير رهيو آهي ۽ نه رهندو.

لازم ہے بشر کو خيال قضا رہے
ہم کيا رہينگے جب نہ رسول خدا رہے

مون کي ڪٿي ٿي تڪسين اچي. مرحومہ جا خطوط جي هوءَ مون کي لکندي هئي، جي اڄ به مون وٽ اول کان آخر تائين موجود آهن. اُهي ڪڏهن روئيندو پڙهندو ۽ انهن کي چمندو رهيس. دوست فاتحہ تي آيا تن کي ملڻ کان ڪناره ڪش رهيس. آخر ڇا؟ جيڪي ٿيڻو هو سو ٿيو. انهيءَ ساري ملال جو علاج فقط صبر ۾ هو. بي صبري خدا ذوالجلال کي پسند نہ آهي. جيڪي اشعار سندس حياتيءَ ۾ مٿس لکيا هئم، اهي ڪڏهن پڙهڻ لڳس ۽ زارو قطار آنسون وهايم. سندس وفات حسرت آيات تي هڪ فارسيءَ ۾ شعر لکيم. جو هالن مان ڪاشيءَ جي هڪ مصلي تي لکائي سندس قبر تي ڪتبہ طور نصب ڪرايم. صبح شام سندس قبر تي قرآن

پاڪ جو دؤر ڪندو رهيس. سندس مغفرت لاءِ دست بدعا ٿيندو رهيس. هڪ مهينو مڪمل موڪل ورتم جا ختم ٿي. ان جو منهن جنب ڏانهن، سري انهن جي سر وٽي ويا جيئرن جي ڪٿي ٿي سري. تنازعة البقا جو مسئلو ڪنهن کي ٿو ڇڏي. يادگيريون ايندرون هيون ته زاروقطار روئي دل تان بار هلڪو ڪندو هوس. مرحوم جيڪا امانت، فرزندن جو جوڙو مون وٽ ڇڏيو هو تن جي انتهائي پيار ۽ محبت سان پرورش ڪرڻ لڳس. اڄ هو چڱي روزگار سان آهن. شادي شده آهن، ٻچن جا پيءُ آهن، خداوند انهن کي سلامت تا قيامت رکي . آمين.



# ميرپورخاص وارو زمانو (٣)

**منهنجي** اهليه جي وفات جو مون کي جيڪو شاڪ پهتو تنهن منهنجي ڪمر ڀوڙي وڌي. ويڳاڻو ۽ وياڪل رهندو هوس. ڪابه ڳالهه يا ڪوبه حيلو منهنجو زخم رفو ڪري نه ٿي سگهيو. يار دوست مون کي اڪيلو نه ڇڏيندا هوا ۽ منهنجي دل پرچائڻ لاءِ ڪي ئي تدبيرون سوچيندا هوا ۽ مون کي وندرائڻ لاءِ پنهنجا سڀ وسيلا ڪم آڻيندا هوا. آئون به پاڻ کي پاڻهي دلداريون ڏيندو هوس ته اسماعيل اهي به پنهنجي امانت تو وٽ ڇڏي ويئي آهي. انهن جو خيال به آخر ته توکي ئي ڪرڻو آهي. الله جي مشيت کي ڪير ٿو آڏو اچي سگهي.

با قضا نيست چاره تدبير
يفضل الله مايشاءَ قدير

خير وقت پنهي هر زخم رفتي رفتي ميٽجڻ لڳي ٿو. صوم صلوات تي پوريءَ پابندي سان مستحڪم رهيس. الله تعالىٰ غفورالرحيم آهي قلب ۽ دل و دماغ کي سڪون بخشيائين. طوفان ڪان پوءِ سانت اچي ٿي، وري دنيا جي ڪاروبار ۾ لڳي ويس چوندا آهن ته سري اُنهن جي، جي هن دنيا مان هليا ويا. جيئرن جي ڪٽي ٿي سري!

مان مٿي اظهار ڪري آيو آهيان ته گورنمينٽ تعليمي آفيسرن جو ضابطو ١٩٤٠ع کان پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو. اڳي ته جو جتي هوندو هو سو تتي. بدلي سدليءَ جو ڪوبه شانبو ڪونه هو. ڪنٽرول ڪجڻ سان تاڪوڙو پنجي ويو. هڪڙا دوست جن جو مٿي ذڪر ڪيو اٿم، پروموشن وٺي ويا. دل وارا دوست جن ڪان سواءِ ساعت نه سرندي هئي. هتي فقط برادرم محترم محمد هارون ۽ مان وجي رهياسين. دل چيو ٿي ته مون کي هٿ ڪونه لائيندو جو مان ٿر ضلعي ۾ نهايت مقبول هوس ۽ سارو ضلعو مون کي چاهيندو هو. پر

من درچه خياليم فلک درچه خيال
ڪارے که خدا ڪند بنده راچه مجال

ڊاڪٽر دائود پوٽو اسانجو ڊي.پي آءِ مقرر ٿي آيو. اهو دائود پوٽو جنهن بندرا (بمبئي) ۾ مون کي پنهنجي گهر رهايو. ماني کارائي، هٿن سان پلنگ تي پيل اڏ ميري چادر لاهي، ڏوتل

چادر پکيڙي. ڏوتل تکيہ ڪور چاڙهي منهنجي سمهڻ جو مڪمل انتظام ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح خاطرداري ڪئي جهڙي ڪنهن پنهنجي وڏي دوست يا عزيز جي ڪجي. اهوئي ڊاڪٽر دائودپوٽو جنهن سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ پرنسيپاليءَ جي زماني ۾ مون ڪان سنڌ مدرسي لاءِ هڪ ترانو لکايو ۽ جڏهن بہ مان وٽس ويندو هوس تہ مون کي وڏي عزت ۽ محبت سان ڏسندو هو. اهوئي دائود پوٽو جو ڊي. پي . آءِ ٿيو تہ شروعاتي ڪجهہ وقت مون کي برادرم عرساڻي، برادرم عرساڻيءَ ڪان سواءِ ٻئي نالي سان هرگز مخاطب نہ ٿيندو هو. سو صاحب منهنجي بدقسمتيءَ سببان مون سان في سبيل الله اچي بگڙيو. حقيقت هن ريت هني، تہ مسٽر فاروقيءَ سان سندس اچي عداوت پيئي مون مٿي ذڪر ڪيو آهي تہ مسٽر فاروقيءَ سان منهنجا چڱا تعلقات هوا. ڪن ڪارو ڪيڙن ڪيس ٻڌايو تہ مان ڪيس خوب رسايون ٿو ڪارايان ۽ هن سان بالڪل دو جسم يڪ جان آهيان. ڊاڪٽر صاحب کي مون ۾ هرڪا اميد هئي تہ هو جيئن چاهيندو تيئن آءٌ ضرور ڪندس. موصوف ڪيري جي پي. ڊبليو. ڊي بنگلي ۾ منزل ڪئي. مان سندس هم رڪاب هوس. رات جي ماني نماز مغرب بعد فوراً ڪاڏيسين ۽ بنگلي واري لان تي چهل قدمي ڪندا رهياسين. ڊاڪٽر صاحب موصوف مونکي ڳرهاڻڙي پائي مسٽر فاروقيءَ جو ذڪر جيڙيو جو تمام طويل ٿي ويندو ۽ هتي حرف بحرف لکڻ روا بہ ناهي. مقصد اهو هوس تہ آءٌ کيس اهڙو بيان ڏيان تہ فاروقي صاحب رشوت ۽ رسائي وٺي ٿو. هن صاحب مون کي ٻين ٻن آفيسرن جا اهڙي قسم جا بيان بہ ڏيکاريا. مان خاموشيءَ سان ٻڌندو رهيس ۽ آخر ۾ ادب ۽ نوڙت سان عرض ڪيم تہ مان ڪوڙ نہ ڳالهائيندس.

سچ کہتا ہوں کہ جھوٹ کی عادت نہیں مجھے

فاروقي پل تہ ذات سنڌي جو دشمن هجي، مگر مان ڪوڙو بيان ڏيڻ ڪان هٽ ٻڌي معافي گهران ٿو. البتہ منهنجي اهڙي جواب ڊاڪٽر صاحب کي ناراض ڪري وڌو ۽ ڊاڪٽر صاحب جو ڪراچي ۾ پهچڻ ۽ منهنجي لاءِ مصيبت جو دؤر شروع ٿيڻ. سال سوا جي عرصي ۾ منهنجون ڪل نو بدليون ٿيون. اسسٽنٽ ماسٽر ٽريننگ ڪاليج فارمين، (حيدرآباد) نواب شاه ۾ اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل ملا لائين، سپروائيزر نواب شاه اسڪول بورڊ وغيره وغيره ۱۹۴۳ع ڪان ۱۹۴۴ع تائين منهنجو پير پٽ تي ڪونہ هو. "ميان جي مڏي بہ ڏندڻ نين تڏي"، مان پنهنجو بسترو بوريا ويڙهيو وينو هوندو هوس تہ وري ڪٿي جو ٿو حڪم ملي. گهڻن دوستن صلاح ڏني تہ ڊاڪٽر صاحب ڪنن جو ڪچو آهي. ڪن ماڻهن کيس برغلايو آهي. اوهان لاءِ عزت اٿس. اوهان روبرو کيس ملي پنهنجي پوزيشن صاف ڪريو. مگر مون کي هيءَ صلاح اصل نہ آئڙي ۽ چيم تہ:

بيا اے ستمگر ہنر آزمائيں، تو تير آزما ہم جگر آزمائيں

منهنجو بسترو گول آهي. سنڌ جا ست ضلعا ۽ انهن جي پکيڙ ساري پيئي اٿم پيش نہ پوندس پاڻ کي وڏيڪ هرگز ذليل نہ ڪندس.

وه اپني خو نہ چھوڑيں گے، ہم اپني وضع کيوں بدليں
سبک سر بن کے کيوں پوچھيں، کہ ہم سے سرگراں کيوں ہو

جيڪڏهن علامہ سخت گير آهي تہ عرساڻيءَ جهڙو سخت جان بہ ڪيس نہ ملندو. جيترا تير ترڪش ۾ هجنس اهي پلي تہ مون ڏي اجلي آزمائي ڊاڪٽر صاحب جڏهن ڏٺو تہ مون سندس اڳيان هرگز گوڏا نہ کوڙيا تہ پوءِ ٽارو شاهہ اسڪول جي هڪڙي هيڊ ماستر کان مون تي ڪاڏي جو بل پورو نہ ڏيڻ جي الزام هيٺ انڪوائري ڪرايائين. اول اول هن ڊاڪٽر گرمکداس لکاڻيءَ کي ان مهم لاءِ مقرر ڪيو. هو منهنجو ڪلاسي هو ۽ برک دوست هو. جا ڊاڪٽر صاحب کي خبر نہ هئي: هن صاحب انڪار ڪيو. ان بعد موسوي عطا حسين شاهہ کي مقرر ڪيائين موصوف بہ انڪار ڪيو. آخر شيخ ڪريم بخش کي ان ڪم تي مامور ڪيائين. پاڻيءَ تي چٽ بيهي سگهندو. ماستر خدابخش ڪوڙو هو ليڪن مسلمان هو. ڪاش! هندو ماسترن شيخ صاحب کي پري پري بيان ڏنا تہ ههڙو آفيسر ايماندار ۽ لائق هوشيار ۽ قابل هن کان اڳي اسان نہ ڏٺو آهي. واري سندو ڪوٽ اڏي اڏبو ڪيترو. ڪجهہ عرصي بعد اهو ماستر قتل ٿي ويو ۽ سندس ٽڪرا ٽڪرا ڪري لاش کي برانچ ۾ لوڙهي ڇڏيو ويو. الله تعالىٰ شال مرحوم کي مغفرت ڪري آمين ثم آمين.

قصو ڪوتاهہ مون مٿي ٻڌايو آهي تہ مخدوم غلام حيدر صاحب هالن هاءِ اسڪول لاءِ منهنجي گهر ڪئي ۽ ڪجهہ وقت منهنجي جان ڊاڪٽر صاحب جي دست درازين کان آزاد رهي ۽ سک جو ساهہ پٽيم. مخدوم صاحب مون کي ٻن مقصدن سان گهرايو هو. پهريون تہ اسڪول جو انتظام درهم برهم ٿي چڪو هو ان کي اڳڙي وجهان. ٻيو سندرداس نالي فرسٽ اسسٽنٽ سينيارٽيءَ موجب هيڊ ماستر ٿيڻ وارو هو، سو نہ ٿئي ۽ ٽيون تہ آءٌ ايترو وقت اها جاءِ روڪي وهان جيستائين مسٽر غلام رضا پٽ جو مخدوم جو منظور نظر هو سو بي.اي ۽ ايس ٽي سي پاس ڪري وٺي، جنهن لاءِ کيس علي ڳڙهہ ايڪسٽرنل اميدوار ڪري موڪليو ويو هو. اهي ٽيئي ڪم پورا ٿياءِ ڏيڍ سال بعد سال ١٩٤٥ع ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي مون کي وري ٽر واپس ڪيو. هن مون کي پاڻ وٽ گهرايو. مون کي پرچايائين بلڪ معافي ورتائين ۽ چيائين تہ اسان جامعہ عربيہ قائم ڪرڻ گهرون ٿا. وڏيرو سائينداد چورو اوهان جو گهاٽو دوست آهي. اسان کي جامع لاءِ ڪانئس پنج سؤ ايڪڙ زمين وقف طور وٺي ڏيو. جينئن تہ ڪم تمام نيڪ هو

سائين رئيس سائينداد جي خدمت ۾ پٿوري ويس. هو ويچارو لاولد هو ۽ وڏو زميندار هو. بيمار رهندو هو. ڊاڪٽر حاجي غلام مصطفيٰ آرائين جو سندس علاج بلڪ تيمارداري ۾ ڪندو هو ان سان. مليس. مشورو ڪيوسين. ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ اڳي ئي اهڙن نيڪ ڪمن جو ڪوڏيو هو. رئيس صاحب جي خدمت ۾ وياسين ذڪر ڇوريوسين. خدا رحمت ڪريس جواب ۾ چيائين ته "مان نڪا سمجهان جامع نڪا ٻي ڳالهه مون اوهان کي زمين ڏني. مون کان لکائي وٺو ۽ جلد لکايو. جيڪڏهن جامع هتي پٿوري ۾ قائم ڪريو ته هر سال ٻارهين مهيني جو ان، گوشت لاءِ ڇيلا، پنهنجي مال جو کير، غريبن لاءِ بافتي جا ڪپڙا ٻه ڏيندو رهندس". الله تبارڪ تعاليٰ هن سخي مرد جي قبر کي نور محمدي سان روشن رکي. آمين.

ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ ۽ آئون گڏجي حيدرآباد آياسين. علي اڪبر شاهه ۽ خانبهادر محمد صديق ميمڻ سان ملياسين. انهن کي ۽ قبضي نويسن کي ساڻ آندوسين. ڪم منٽن ۾ لهي ويو ڊاڪٽر دائودپوٽو ته خوشيءَ ۾ ڪپڙن ۾ نه پئي ماپيو. اسان تان بار بار فدا پيو ٿئي. جامع عربيه ته علي اڪبر شاهه حيدرآباد ۾ حاجي ڏوسل بلڊنگ متصل جامع مسجد صدر ۾ قائم ڪئي، پر ڏوڪي طور هڪ پرائمري اسڪول پٿوري ۾ کوليائون انهيءَ دم دلاسي سان ته آهستي آهستي ان کي وڌائي عربي مدرسو ۽ پوءِ جامع جو درجو ڏنو ويندو. اسڪول لاءِ جاءِ ٻه رئيس سائينداد بنا مسواڙ ڏني. سوال رهيو ته ڇوڪرا ڪٿان اچن. اهي مون پٿوري اسٽيشن پرسان اڪڙي ڳوٺ مان آندا. تن جون، ميز ڪرسيون، نقشا چارٽ وغيره ۽ ڪافي ڪتاب اسٽيشنري سرڪاري اسڪولن مان ڊاڪٽر دائودپوٽي جي اجازت سان ڪڍائي، اسڪول کي آراسته ڪيوسين. ماني ٽي ويلا شاگردن کي رئيس صاحب کارائيندو هو. علي اڪبر شاهه ٻه ماڻهو مقرر ڪيا. هڪ مولوي عرض محمد ۽ ٻيو ملا محمد صديق ماستر. مان چاڪيءَ جي ڏاند وانگر ڦري ڦري گهاٽي ڏاري پنهنجي فرض منصبيءَ سان ايندي ويندي اسڪول جي نگراني ڪندو هوس. چوندا آهن ته "جت گڏري جي ڦار تان ڪهاڙيون اپيون ڪن". مانيءَ تان ٻني مولوي عرض محمد ۽ محمد صديق جي رسه ڪشي شروع ٿي. وڙهي ڊانگا ٿي پيا علي اڪبر شاهه مون کي لکيو ته انڪوائري ڪري پنهنجي رپورٽ موڪليو. انڪوائري ڪئي ويئي. سمورو الزام مولوي عرض محمد تي ثابت ٿيو جو علي اڪبر جو خاص ماڻهو هو. مولوي عرض محمد، علي اڪبر شاهه کي بڌايو ته عرساڻي ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ رئيس سائينداد کي ڀڙڪائي رهيا آهن ته اوهان امداد بند ڪريو جو جامع عربيه وارن وعده خلافي ڪئي آهي، ۽ جامع حيدرآباد ۾ قائم ڪئي اٿن. علي اڪبر شاهه ڊاڪٽر دائودپوٽه کي برغلايو ۽ "جهل ٻني آئي ڪٽي" اسان جي حلقهءِ احباب ۾ اوچتو ٽرٽلو مچي ويو. علي اڪبر شاهه ڊاڪٽر صاحب ۽

ٻيا چند اشخاص حڪومت جو دروازو کڙڪائي چوڻ لڳا ته اسان جي جامعه کي نقصان پهچائڻ لاءِ محمد اسماعيل نون، مختيارڪار سامارو، آغا خان محمد ايگريڪلچر انسپيڪٽر، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ، ميڊيڪل آفيسر پٿورو ۽ عرسائي حرڪتون ڪري رهيا آهن" انهن جون بدليون ڪيون وڃن. ڊاڪٽر غلامي مصطفيٰ جو هن وقت مدينه شريف ۾ سڪونت پذير آهي ان کي جيڪب آباد موڪليو ويو ۽ ٻين کي جدا جدا سمتن ۾ روانو ڪيو ويو. رئيس اعظم ۽ وڏيري سائينداد، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ کي چيو ته توهان سرڪاري نوڪري ڪرڻ کان مستعفي ٿي وڃو. مون کي اسپتال جي عمارت جو هڪ نقشو ٺهرائي ڏيو، مان اوهان کي اسپتال هتي ٺهرائي ڏيان جا اوهان جي ملڪيت هوندي مون کي ڇڏي نه وڃو. ڊاڪٽر چيو ته مون کي خداوند ڪريم هٿ پير ڏنا آهن، آءٌ سيڪجهه ڪمائي سگهان ٿو. اوهان وٽ جيڪب آباد کان هفتي هفتي چوندا ته ايندو رهندس مگر مون کي اجازت ڏيو ته هنن چڱن مڙسن جو پنهنجي بدليءَ جي جاءِ تي وڃي نفس ٺلهو ڪريان ۽ هنن منهنجي بدليءَ لاءِ جيڪا ڪوشش ۽ محنت ڪئي آهي تنهن ۾ سندن ڪاميابي ٿئي.

هن دفعي منهنجي بدليءَ تي ٿرپارڪر جون سربرآورده شخصيتون سخت برهم ٿيون ۽ وفدن جا وفد پير الاهي بخش وٽ ويا ۽ منهنجي بدلي رد ڪرايائون. ١٩٤٢ع کان ١٩٤٩ع تائين آءٌ آرام سان ٿر جي گوشه گوشه جي خدمت ڪندو رهيس. ١٩٤٨ع ۾ مون کي گزيٽيڊ پوسٽ ملي ۽ ٿرپارڪر جو ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ٿيس. بهرحال دائود پوٽي جيڪي مون کي تڪليفون، اذيتون ۽ ذهني پريشانيون ڏنيون تن مون ۾ پست همتي ته پيدا نه ڪئي بلڪ منهنجي همت ۾ تقويت آندي. مون مان احساس زيان نڪري ويو ۽ چيم ته: "هرچه باداباد ماڪشتي در آب انداختيم"، ۽ زبان تي هي شعر بار بار اچڻ لڳو ته:

سرفروشی کی تمنا اب ہمارے دل میں ہے
دیکھنا ہے زور کتنا بازوئے قاتل میں ہے

سال ١٩٤٢ع ۾ قاضي فضل الله ايڊيوڪيشن منسٽر هو. هن صاحب به پير صاحب جي نقش قدم تي هلي بالغن جي زوري تعليم رائج ڪئي. مون کي ته خبر هئي ته انجو ڪهڙو حشر ٿيندو. صرف ڦڪا ڪانا چوسٺا هوا، جن مان نه هڙ نه حاصل مگر حڪم جي تعميل ڪرڻي هئي. ڪيترن غريبن تي ڏنڊ وڌا ويا ۽ ڪن کي هفتو به هفتا جيل ۾ به اماڻيو ويو. ڊاڪٽر دائودپوٽي بالغن جو ڪتاب پاڻ لکيو. ناتجربه ڪاريءَ جي سبب اهڙو ڪتاب لکائين جو سمجهه ۾ نه ٿئي آيو ته ٦ مهينن ۾ اهو ڪيئن پورو ٿيندو. ٻه مهينا ته حالتون سازگار ۽ زمين هموار بنائڻ ۾ لڳي ويا. ڊاڪٽر صاحب بالغن کي ٦ مهينن ۾ عالم بنائڻ ٿئي گهريو. ڪتاب جي

پڇاڙيءَ ۾ قرآن پاڪ جون چند آيتون ڇاپيون ويون هيون جي ٻه بالغن کي پڙهائڻيون هيون، منهنجي بدنصيبي اهڙي جو ڪپري ۾ مولوي محمد علي ۽ ٻيا ڪاوڙجي پيا ڇو ته اهو ڪتاب ٻنگين کي ٻه مليو. جي ڪرفتيءَ جي دبي سان گڏ ڪٺي پئي هليا. قرآن جي بي حُرمتي ٿي. ويتر جو ڪتاب ۾ هڪ لفظ سوئر سيڪارٽو هو. ان ڪري سوئر جي تصوير ٻه ڏني ويئي هئي، جا مسلمانن کي ناگوار لڳي. ڳالهه اخبارن ۾ آئي ميٽنگون ٿيون. منهنجي لاءِ شديد مٽي جو سور پيدا ٿي پيو. قاضي عبدالغني جو ان وقت ڊاڪٽر صاحب جو پي. اي هو. تنهن اها ڳالهه سندس دماغ ۾ وڌي ته اهو سڀ هنگامو عرسائيءَ ڪرايو آهي، ورنه بيو سنڌ ۾ ڪٿي ٻه اهڙي وٽ پڪڙ نه ٿي آهي. ڊاڪٽر صاحب ان تي ڳنڍ ٻڌي بيٺو. مون کي گهرايائين سمجهايومانس ته عام مسلمان سوئر جو نالو ٻه نه وٺندا آهن ۽ ان کي مرون چوندا آهن. ڪتاب ۾ اهڙو لفظ ڏيڻ واقعي اعتراض جهڙو آهي. ڊاڪٽر صاحب وراڻيو ته مون کي الف همز ه ڪنهن لفظ جي وچ ۾ سيڪارٽو هو. جنهن لاءِ مون کي بيو ڪوبه لفظ نه مليو. مون فوراً عرض ڪيو ته سائين "جوئر" لفظ ان جو نعم البدل آهي. تصوير جوئر جي ڪانن جي ڏيکارجي ها. فرمايائين ته هاڻي ان ۾ ڪا اڳڙي وجهه مان ڪپري ويس. مسٽر برڪت علي شيخ مختيارڪار هو. ميٽنگ ڪيم ۽ ان کي ٻڌايم. تقرير ڪيم. مولوين کي ڇانهه پياريم ۽ فيصلو ڪيوسين ته ڪتاب جن ۾ تقسيم ٿيا آهن تن کان واپس وٺجن ۽ سوئر لفظ واري خاني مٿان تصوير سميت هڪ ڪاغذ جي چنڪي چسپان ڪري مٿان لفظ جوئر جو لکجي سڀ راضي ٿي ويا ۽ جهڳڙو ختم ٿيو.

سال ١٩٤٧ع ۾ اسان جو وطن پاڪستان وجود ۾ آيو. سيني تعلقي مختيارڪارن کي هدايتون مليو ته ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ع جي ڏينهن خوشيون ملهائين جلسا جلوس ڪڍائين وغيره منهنجي منزل ٿرپارڪر جي تعلقي ننگرپارڪر ٿائون ڇاڇري ۾ هئي. احڪامات ٿيا. مسٽر محمد.عرس شورو مختيارڪار هو. موصوف مون کي ملڻ آيو ۽ چيائين ته يار اسان کي ڪهڙي خبر هيءَ ڪم تعليم کاتي وارا چڱو ڪندا. اوهان جي مدد وٺڻ آيو آهيان. مون هڪدم اسڪول جي شاگردن جو جلوس ڪڍايو ۽ شام جو هڪ وڏي ميٽنگ منعقد ڪرايم. ڇاڇري جي پبلڪ ۽ ماستر هندو هوا، جن ۾ ٻه برهمڻ جو وڏو عنصر هو. مهراج پريو لعل هيڊماستر هو. جهنڊيون ٺهرايون ويون. راڳ ڳايا ويا. ميٽنگ ۾ مون تقرير ڪئي. جو مسٽر شورو ويچارو اهڙو مقرر ڪونه هو. منايون ورهايونسين. ۽ مون هڪ شعر لکيو جو پنهنجي تقرير جي پڇاڙيءَ ۾ پڙهيم ۽ خوب تاڙيون وڄيون.

شعر شعر تي زنده باد پاڪستان جا نعرا بلند ٿيندا رهيا واهه واهه ٿي ويئي. ٿر جي هن ننڍڙي شهر ڇاڇري ۾ هن کان اڳ هن قسم جو جلسو ڪڏهن ٻه نه ٿيو هو. هر هڪ شعر

تي "زنده باد پاڪستان" جا نعرا بلند ٿيندا رهيا. مٺائي تقسيم ڪئي ويئي. ٻار خواهه وڏا ڏاڍا خوش ٿيا. ڪجهه وقت بعد مون کي ڪليڪٽر ٿرپارڪر طرفان تحسين جو ليٽر مليو جو اسڪول بورڊ جي دفتر تي رکيو ويو. اخبارن ۾ جلسي جي ڪارروائي موڪلي ويئي . مسٽر محمد عرس شوري جي به ڪافي عزت افزائي ٿي ۽ منهنجو دوست ٿي ويو.

مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته اسان جي سروس ۱۹۴۰ع ۾ سنڌ سرڪار پنهنجي تحويل ۾ ورتي ۽ بدلين جو متعدي مرض شروع ٿيو. مون کي ۱۹۴۱ع ۾ اول حيدرآباد ٽائون جي اسڪول بورڊ ۾ موڪليو ويو. ٿرپارڪر جي ماڻهن جي احتجاج تي وري واپس ٿر آيس ۱۹۴۲ع کان پوءِ علامه دائود پوٽي مرحوم مون کي مٿي ذڪر ڪيل وجوهات جي بنا تي ڪوريءَ جي نڙي وانگر:

"هيڏانهن پنج، هيڏانهن ست، ويهه منيءَ ڌاري،
هيڏانهن سج، هيڏانهن پينگ، بغداد مُنيءَ ڌاري"

وانگر بدليون ڪندو رهيو ۽ ٿرپارڪر وارن جي احتجاجن تي وري وري ٿر ۾ آندو پئي ويو. ٿر سان منهنجي به خاص محبت هئي. بدلي ٿيندي هئي ته دل کي ڳالهه نه وڻندي هئي ڇالا جتي محبت هجي، جتي چاهت هجي اها جوءِ ڇڏڻ ڪنهن کي گوارا لڳي! ٿر ۾ گهڻو عرصو رهي ٿري ٿي ويو هوس. مون کي چوندائي هوا "ٿر رو صاحب". هندو مسلمانن کان وڌيڪ ۽ مسلمان هندن کان وڌيڪ. هريجن سڀني کان وڌيڪ مون کي چاهيندا هوا. واقعي بي لوث خدمات جو انجام اهوئي ٿيندو آيو. چوندا آهن ته "منڙا گهر نه گهران". انگريزيءَ ۾ چوندا آهن ته " Love begts Love" يعني محبت محبت کي ڇڪيندي آهي. ٿر جي هر گام ۽ ڳائونءَ سان. هر پٽ ۽ دڙي سان دل هيم. ۱۹۴۸ع ۾ پروموشن مليو ۽ سڄي ٿر جي تعليم جون واڳون منهنجي هٿ ۾ آيون. اسڪولن جو تعداد شروعات کان ٽيڻو ڪري ڇڏيم. ٻن تعلقن ۾ زوري تعليم (لازمي تعليم) جو نفاذ ڪرايم. رات ڏينهن رت ولوڙي پٽ ڪيم. خون پسينو ڪيم. اجا به مون کي اُتي جا باشندا قرب ۽ محبت سان نه ڏسن ته باقي ڇا رهيو. سال ۱۹۵۰ع ۾ لاڙڪاڻي جي ٽيچرس ٽريننگ اسڪول ۾ هڪ وڏو انقلاب آيو. زبردست اسٽرائيڪ ٿي. ڪوبه آفيسر شاگردن کي ڪنٽرول ڪري نه سگهيو. قاضي فضل الله تعليمي منسٽر هو. اسٽرائيڪ ختم ڪرائڻ لاءِ سڀ تدبيرون هلايائين. ناڪام رهيو. منهنجي بدلي لاڙڪاڻي ڪيائين ته حالتن کي منهن ڏيان. هن باري ۾ ذڪر لاڙڪاڻي جي دور واري باب ۾ ڪندس.

(انشاءَالله تعاليٰ)

ٿر ضلع جي ميرپورخاص شهر کان آخرين بار منهنجون جيڪي محبت ڀريون دعوتون

ٿيون ۽ جنهن طمطراق سان مون سان موڪلاڻي ڪئي ويئي ۽ ميرپور اسٽيشن تي جن گلن جي هارن جي انبارن سان مون کي جهنجهيو ويو، ان جي بيان ڪرڻ سان اکيون پرنم ٿي وڃن ٿيون. دنيا ۾ ڪنهن کي به هڪ جاءِ تي بقا نہ آهي. بقا فقط الله جي ذات کي آهي. جڏهن داڻو پاڻي چڪ ڪري ٿو تہ انسان جو محض مجبور آهي هڪ هنڌان ٻئي هنڌ هليو وڃي ٿو. "ڏسون ٿا چرخ جا ڦيرا ڪڏهن ڪهڙا ڪڏهن ڪهڙا" ٽرپارڪر مان تارن پڪارن جو هڪ اڻ ٽٽ سلسلو قائم ٿي ويو تہ عرساڻيءَ جي بدلي بند ڪئي وڃي. مگر منهنجو پراڻو دوست قاضي فضل الله بضد هو. وفدن کي مطمئن ڪيائين تہ ڪجھ وقت عرساڻيءَ کي ڇڏيو. اسان جو ٽريننگ اسڪول جنهن وقت برقرار رهيو ان وقت آءٌ اوهان کي عرساڻي واپس ڏيندس خير چوندا آهن تہ:

اعتبارے نيست هرگز طائرِ اقبال را
اين کبوتر هر زمان مشتاق بامِ ديگر است



باب ستاويهون

# هالن نون ۾ عارضي سڪونت

**هونءَ** ته هالا نوان منهنجي جنم ڀونءِ هئي ۽ آبائي اجدائي وطن هو. "حب الوطن من الايمان" چيو اٿن. مائٽن ۽ عزيز و اقارب جون ٻُنيون ٻه اتي آهن تنهن ڪري وطن کي ڪير وساري. "حيف انهن کي هوءِ وطن جن وساريو" مخدوم غلام حيدر مون کي حجت ڪري زوريءَ وٺي آيو مان انڪار ڪري نه سگهيس. انڪار ڪريان ها ته ٻه مخدوم غلام حيدر کي ايتري طاقت خداوند ڪريم ڏني هئي، جو پير الاهي بخش کي چئي، مون کي ڪٽي ٻه موڪلي سگهي ها. خير، هالن ۾ آيس، مسٽر غلام نبي ميمڻ کان چارج ورتم ٻنهي جي گڏ پارٽي ٿي. هُن کي موڪلائيءَ جي ۽ مون کي مرحبائي.

مون مٿي اشارتاً چيو آهي ته مخدوم صاحب کي مون کي گهرائڻ لاءِ ڪهڙا قوي سبب هوا. هاءِ اسڪول جون حالتون سخت خراب هيون. انتظام جنهن جو نالو سو مفقود هو. خود مخدوم صاحب پنهنجي زبان سان اظهار ڪيو ته "ابا، منهنجو هاءِ اسڪول' هڪ ملان مڪتب آهي. ان کي هر طرح ڪنهن ڪڙيءَ تي پهچائڻ اوهان جو فرض آهي. مون کان جيڪا مدد اوهان کي کپندي ان جي هڪدم پوئواري ڪئي ويندي. چوندا آهن ته "جيتري زبان هلي ٿي اوترو جيڪڏهن ٽتون هلي ته هڪ ڏينهن ۾ دهليءَ جو شهر ڏسجي" اسڪول جا ٻه ماسٽر هڪ مسٽر عبدالرحيم عرف محمد جمن ۽ ٻيو غلام رضا پٽو ته خاص مخدوم صاحب جا ماڻهو هوا. عبدالرحيم سندن ڪمدار جي حيثيت ۾ زمينن جو ڪم ڪندو هو ۽ سندس ڪلاس ٻيءَ هڪ ڊويزن سان ملائي ماسٽر سيرومل جي حوالي ڪيو ويو. غلام رضا پٽو ته سائين غلام حيدر جو منظور نظر هو، جو هر وقت سندس حاضريءَ ۾ هوندو هو. وٺيس ته اچي وٺيس ته نه اچي. ٽيون هڪ ماسٽر نارائڻ داس هو، جنهن جو صراف جو دڪان هو ۽ شاهوڪار ماڻهو هو ۽ مخدوم صاحب جن جو ڪارائتو نوڪر هو. انهن کان سواءِ هڪ ماسٽر جو فرسٽ اسسٽنٽ هو ۽ ساهتيءَ جو وينل هو بنام سندرداس. هڪ خبيث هستي هئي مقامي ڪامورن جي ڪلب جو سيڪريٽري هو. ان وقت بدقسمتيءَ سان مختيارڪار، ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ ناڪرداس ۽ موتيرام ٻه وڪيل، بودو مل هيڊ منشي وغيره وغيره سڀ هندو هوا. ڪلب تي

سندن قبضو هو ۽ سندرداس سيني تي حاوي هو. هو سدائين مخدوم صاحب بابت اجايون سجايون ڪوڙيون ۽ من گهڙت ڳالهيون ڪندو رهندو هو ۽ ڪيس ڪوڙين درخواستن ڪرڻ جي پڪي عادت هئي، جا هُو مٿين آفيسرن جي صلاح مشوري سان پوري ڪندو رهندو هو. مخدوم صاحب غلام رضا کي هڪ بندوق ۽ هڪ رائيفل جو ليسن وٺي ڏنو هو. هڪ ڪار سندس حوالي هئي ۽ سندس لاءِ مخدوم صاحب جن جي طرفان سوئرن ۽ ڦاڙهن جي شڪارن جو اهتمام ڪيو ويندو هو جن جي شوق ۾ هو. اڪثر اسڪول کان غير حاضر به رهندو هو مگر "حڪم حاڪم مرگ مفاجات" ۽ مخدوم صاحب جي شهر جا وڏي ۾ وڏا ماڻهو هوا ۽ ميونسپل جا پريزيڊنٽ به هوا. ان وقت حيدرآباد ضلعي جو ڪليڪٽر مسٽر ميرچندائي هو. جو نهايت ڪرڙو ۽ اڙبنگ هوندو هو. ان کي سندرداس پڪارن جون درخواستون ڪيون، ته غلام رضا هڪڙو مئٽرڪ پاس ڪيل ۴۰ روپيه ماهوار پگهار جو ملازم آهي. ان کي بندوق ۽ رائيفل جي ليسنن ملڻ جو ڪوبه حق ڪونهي. مسٽر ميرچندائي ته فوراً انڪواري ڪري اهي ليسن رد ڪري ڇڏيا. مخدوم صاحب هڪ نهايت بردبار ۽ داناءُ انسان هو. صبر کان ڪم ورتائين. سندرداس جو هيڪاري دماغ عرش تي چڙهي ويو. مون کي قلب تي سخت ڪوفت ٿي، مخدوم صاحب جن جي هتڪ عزت برداشت ڪري نه سگهيس ۽ موقعي جي تاڙ ۾ رهيس ته هن کي ڪيئن پٿر جو جواب پٿر سان ڏجي.

منهنجو هيڊ ماسترٿي اچڻ به سندرداس کي پسند نه آيو. هندو مئٽرڪ جي ڇوڪرن کي مون کان بدظن ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. اهو سڀ ڪجهه مون محسوس ڪيو. سندر داس فري پيرڊ ۾ گهر هليو ويندو هو. ڪڏهن چوندو هو ته اسٽيشن تي ڪم اٿم، ڪڏهن پوسٽ آفيس ۾، ڪڏهن ڪڏهن ميونسپل آفيس ۾ ڪڏهن تعلقي آفيس ۾، ڪڏهن چوندو هو ته پيٽ ۾ وڪڙ پيو اٿم گهر ٿو وڃان. بهرحال يڪ عذر هزار بهانا هڪ دفعي مان مولچند جي دڪان تي ڪجهه سودي وٺڻ لاءِ ويس، ته اتي وينو هو منهنجي اچڻ تي اٿي نه بيٺو ۽ ٻيو دفعو ميونسپل آفيس ۾ شام جو ويس ته اتي به حاضر هو ۽ اٿي نه بيٺو. هاٺي پاٺي مٿي کان تار چڙهي ويو. ڪوبه علاج نه ٿئي سجهيو ته هن کي نيڪ ڪيئن ڪجي هڪ ڏينهن ڪلاس هلي رهيا هوا. سندرداس جو هڪ پيرڊ فري هو. ڪيس آفيس ۾ گهرايم. پٽيوالو هڪ ئي "چٽو" نالي هو سو به ڪونه هو. سندرداس آيو. چيومانس ته اوهان غلام رضا جو پيرڊ وٺو جو هو موڪلائي ويو آهي. هن انڪار ڪيو. مون ڪيس دٻايو مگر هُو نه هيسيو ۽ جواب سوال ڪرڻ لڳو. بس مون کي ڪپندو ئي ايترو هو. ڪرسيءَ تان اٿنديئي ٻئي هٿ مضبوطيءَ سان وارن ۾ وجهي ڪٽي زمين تي سٽيومانس ۽ لتن ۽ مڪن جو وارو لائي ڏنومانس، هن فلڪ شگاف رڙيون ڪيون ته "خون ڙي خون" ڪلاس جا شاگرد ٻاهر وراندي ۾ نڪري آيا. مون انهن کي

هڪل ڪني ته اندر ڪلاسن ۾ وڃو. منهنجو رعب هو. سڀ ڪلاسن ۾ هليا ويا. سندرداس کي وجهه مليو، سو آفيس مان ڀڄي ايئن ڊوڙيو، جيئن ڦاڙهي ڇلانگ ڏيئي ڀڄي، جيڪي ٽيٽو هو سو ته ٽي ڇڪو. سوچيندو رهيس ته هاڻي ڇا ٿيندو. ماسترن کي رسيس ۾ گهرايم. آفيس ۾ ميٽنگ ڪيم. ٻڌايومان ته مون ڪيس پيرڊ وٺڻ لاءِ چيو. ان تي مون سان اڏنگو ڳالهايائين. پاڻ به ٻانهون ڪنجڻ لڳو ۽ مون به اکيون تيز ڪيون. اُٽ مُٽ ۾ ترڪي، واٺي جو دستور آهي ته ڏڪ به هٽي ۽ گهوڙا گهوڙا به ڪري. تڪڙو تڪرو ڀڳو ٿئي ته مبادا هيڊ ماستر مون کي چماٽ هڻي، ته ڪرسيءَ جي ٽنگن تان ٿابو کاڌائين. قدرت ڪيس سزا ڏني ۽ بوٽ ۾ وڃي ڪريو ۽ پوءِ ٻاهر بدشد الفاظ ڳالهائيندو ڀڄندو ويو ته "توکي ڏسي رهندس" اسٽاف سان منهنجو نهايت سهٽو سلوڪ هو ۽ سندرداس مانءُ بيزار هوا. ان ڪري منهنجي اچڻ تي نهايت خوش ٿيا هوا تن منهنجي حڪايت حرف به حرف قبول ڪري ورتي.

سندرداس ڳوٺ ۾ هندو پنچات گڏ ڪرائي بلڪ ڀاپڙن جي پنچات الڳ هئي، تن کي به شامل ڪيو ويو. فيصلو ٿيو ته هندو ڇوڪرا تيستائين اسڪول ۾ نه ويندا جيستائين انهي معاملي جي چنڊ ڇاڻ ٿئي، ته آگر سچا يا لُهر سچا. صحيح حقيقت جي تهه کي پهچجي. مون هڪ رپورٽ لکي هن معاملي کي پريزيڊنٽ صاحب جي پيش ڪيو. جنهن ۾ لکيم ته سندرداس منهنجي حڪم جي انحرافيءَ ڪئي آهي ۽ مون کي بدالفاظ ڳالهايا آهن ۽ چيو اٿس ته جتن جي بادشاهي آهي. مخدوم صاحب ههڙو آهي ههڙو آهي. وغيره وغيره ، يا ته هن کي سسپينڊ ڪري انڪوائري هلائي وڃي يا مون کي اجازت ڏني وڃي ته مان موٽي وڃان. هنن حالتن هيٺ مان انتظام رکي نه سگهندس. مخدوم صاحب هوندءَ ته تمام ديرينو ماڻهو هو مگر هن معاملي ۾ دير ڪانه ڪيائين. سسپنڊيءَ جو حڪم ڪيائين. ميونسپل سيڪريٽري مسٽر گهنشامداس کي گهرايو ويو. حڪم نڪتو، نمبر لڳو ۽ سندرداس تي تعميل ٿيو.

سندرداس جا طاق لڳي ويا. ٻئي ڏينهن صبح جو مون وٽ هندو پنچات جا ٻه معزز شخص هڪ ماستر هاسومل جو منهنجو شفيق استاد هو ۽ ان وقت رٽايرڊ هو ۽ پنچات جو مکيه رسوخ وارو ميمبر هو ۽ ٻيو مهاراج واسديو جو پنچات جو مکي هو ٻئي مون وٽ آيا. مسٽر هاسي مل کي منهنجي لاءِ وڏي عزت ۽ محبت هئي. هن کي سمورو حال ٻُڌايم ۽ ٻُڌي مهاراج واسديو کي چيائين ته محمد اسماعيل کي اوهين به سڃاڻو ۽ مان به سڃاڻان. هن ڪان اڳ اسڪول جي حالت ڪهڙي هئي ۽ هينئر شهر ۾ اسڪول جي ڪيتري ناموس ٿي آهي ۽ شاگردن ۾ ڪيتري قدر خوشي آهي سا ڳالهه به اوهان ۽ اسان کان ڳجهي ڪانهي. راندين جي پابندي، اسيمبليءَ جو رواج، وقت جي پابندي، ڇوڪرن جي تعداد جو وڌڻ، بورڊنگ جو تمام هر طرح سهٽو انتظام. اسان جي خوش نصيبي آهي جو مس مس اسان کي ههڙو ماڻهو، سو به پنهنجي

ڳوٺ جو مليو آهي. سندرداس جون ڪج روبون ۽ اڊنگايون ڪنهن کي معلوم نہ آهن. هو رات ڏينهن اليڪٽرڪ وارن سان اليڪٽرڪن لڳائڻ جي ڏنڌي ۾، جٽين جي فند. ظهر جي فند انشوئرنس جي ڪمن ۾ رڌل آهي. پڙهائيءَ لاءِ ڪوبہ چاهہ ۽ توجهہ ڪونہ اٿس. هندو آهي تہ فڪر ڪونهي. مون کي مسٽر محمد اسماعيل جي هر لفظ تي اعتبار آهي. پنچات کي ڳالهہ سمجهايو. سندرداس هزار قسم کٽي هو ڪوڙو آهي ڪوڙو آهي. بس منهنجو اهو فيصلو آهي. مون مسٽر هاسي مل کي اُٿي ياڪرپاتو ۽ چيائين تہ سياڻي سڀ هندو ڇوڪرا باقاعدي حاضر رهندا. توهان ڪوبہ خيال نہ ڪريو. هُو موڪلائي هليا ويا. منهنجي دل تان بار هلڪو ٿيو. باقي رهيو سندرداس جي معطليءَ جو سوال سو پنچات سائين غلام حيدر وٽ وينثي. هن اهو حڪم رد ڪيو مگر انهيءَ شرط سان تہ هيڊماسٽر کان لکي معافي وٺي جا ڳالهہ هنن قبول ڪئي. سندرداس کي چيائون تہ يا "استيعفا ڏي يا معافي وٺ" سندرداس چيو تہ "مان عرساڻيءَ کان ڊجان ٿو. مون سان گڏجي هلو." وري بہ چار پنج مون وٽ گڏجي آيا. مون نهايت فراخدلي ڏيکاري. سندرداس اُٿيو ۽ مون کان معافي ورتائين. مون کيس ڳراهتي پائي چيو تہ منهنجو ياءُ آهين فقط وڏ ننڍائي، زبردستي، بالادستي، فضيلت ۽ تهذيب جي دامن هٿان نہ ڇڏ تہ پوءِ مون وٽ عزت، کان سواءِ ٻيو تنهنجي لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهي. منهنجو اهڙو رويو ڏسي سڀ منهنجو شڪريو بجا آڻيندا هليا ويا. مگر سندر داس جا گهڙي مون وٽ وينو هو اها ساعت سندس جسم ڪنبيو پئي. کيس هدايت ڪيم تہ تون منهنجو زبردست اسڪول ۾ بہ آهين ۽ ٻاهر بہ آهين. مان مولچند جي دڪان تي آيس. ميونسپالٽيءَ ۾ آيس تہ تون اُٿي نہ بيٺين. اها انتها درجي جي بداخلاقي آهي. چيو اٿن تہ "بغير از اخلاق انسان حيوان است".

"اهي ڏينهن اُهي شينهن" ڪُتيءَ ڪن وڍيا. سندرداس جون من مستيون ڇڏائي ونيون. بازار مان لنگهندو هوس تہ ڪٽي بہ وينو هوندو هو تہ سروقد اُٿي ڪڙو ٿيندو هو. مون کيس هدايت ڪئي تہ گمنام درخواستون ڪرڻ ڪميٽپ جو ڪم آهي. مخدوم صاحب جن توکان ڊڄن ڪونہ ٿا مگر اها هنن جي خانداني شرافت آهي، جو گهٽ حيثيت وارن سان مقابلو نہ ڪندا آهن. گند پاٽيءَ سان ڏوپندو آهي نہ گند سان. مگر هاڻي منهنجي هدايت ياد ڪري ڇڏ تہ اڄ کانپوءِ ڪابہ درخواست مون تي، غلام رضا تي مخدوم صاحب تي ٿي تہ اها توکان سمجهندس. سائين غلام حيدر تہ بردبار شخص آهي مگر مان اهو بار برداشت ڪري نہ سگهندس. منهنجو اصول آهي تہ:

بابدان بدباش بانيکان نکو
جائے گل گل باش جائے خار خار

مان توکي نوڪريءَ مان موقوف ڪرائي پوءِ دم پئيندس. تون جيڪڏهن اسان جو مار

آستين ٿيندين ته اسان به لٺ جو استعمال ڪنداسين. جو ته چيو اٿن ته:

ندانست انکہ رحمت کرد برمار
کہ این ظلم است بر اولاد آدم

مخدوم صاحب جن کي هنن حالات کان آگاه ڪندو رهندو هوس. ڏاڍا خوش ٿيندا هوا. ۽ کلندا هوا. هڪ وقت مون کان ٿيل روئداد جي سچي ڳالهه پڇيائون. مون حرف بحرف سچ ٻڌايومان. ايترو ته کليا جيترو ان کان اڳي يا پوءِ مون کين ڪڏهن به کلندو نه ڏٺو. بهرحال سندرداس جا چڪا چڃي پيا. سندس واهرو هن جي ڪابه مدد ڪري نه سگهيا ۽ جيترو وقت مان اتي هوس اوترو وقت سندرداس گربہ مسڪين وانگر نظر ايندو هو ۽ طوهاً ڪرهاً جتي ڪٿي منهنجي تعريف مان نه ڍاپندو هو. مخدوم صاحب جن ته کيس اچڻ ڪونه ڏيندا هوا. مگر مون کي استدعا ڪيائين ته سائينءَ وٽ وٺي هل ته آءٌ انهن کان به معافي وٺان. مخدوم صاحب کي عرض ڪيم ۽ چيائون ته مان سندس شڪل ڏسڻ نه ٿو گهران. اوهين ڀڪ ڏيوس ته اسان کيس سڀ ڪجهه معاف ڪيو.

سندرداس جي ڪهاڻي ڪجهه طول پڪڙي ويئي مگر اها هتي لکڻ نهايت ضروري هئي. اسڪول جو انتظام جو سڄو دارومدار ان ڳالهه تي هو. شايد ناظرين ڪرام منهنجي لاءِ هن واردات پڙهڻ بعد چڱو خيال نه رکن مگر مان ايماناً باالله چوان ٿو ته ان مرض جو آپريشن کان سواءِ ٻيو ڪوبہ علاج ڪونه هو. مان مٺڙي زبان ۽ پيار ڀري برتاءُ کان مشهور هوس. ڪنهن سان به ٻاڙو نه ڳالهائيندو هوس. مگر هتي نه ڪنهن دوا اثر ڪيو نه دعا. مان سخت مجبور ٿي پيس. ڪنهن شاعر چيو آهي ته:

کس نے میری دوا نہ کی مشورہ دعا دیا
چارہ گروں نے اور ہی دل کا درد بڑھا دیا

مون سندر داس جي باري ۾ گهڻو سوچيو ۽ بار بار سوچيو. ڪابہ تدبير سجهي نه سگهي. هن سان تصادم لاءِ ارادا ڪيم. سوچيم ۽ وري ٽوڙي ڇڏيم ته متان هيئن ٿي پوي متان هونءَ ٿي پوي.

ارادے باندھتا ہوں سوچتا ہوں توڑ دیتا ہوں
کہیں ایسا نہ ہوجائے کہیں ویسا نہ ہوجائے

آخر مصمم ارادو ڪيم ته هن سان هٿن جي صفائي ڪجي. پوءِ هرچہ باداباد ماڪشتي درآب انداختيم. هو هڪ ظالم ۽ ذهنيت ۽ اخلاق جو ڪريل هو ۽ عام آزار جو مرتڪب هو. بقول سعدي رح دل ۾ چيم ته:

ترحم بر پلنگ تيز دندان
ستم گاري بود برگو سفندان

آخر هڪڙيئي وار سان هن جي ميس ماري ڇڏيم ۽ منهنجي اڳيان توبة النصوحا پڙهي دم پٽيائين. مخدوم صاحب جن کي خداوند تعاليٰ وڏي طاقت عطا ڪئي هئي، چاهين ها ته سندرداس سندن اڳيان ڪاٻه حيثيت نه ٿئي رکي مگر هو هن ڪمبخت کان ڪجهه ڊنا ٿئي. ان جو ڪارڻ سندن هڪ ڪمزوري هئي، جا هئي غلام رضا سان بي پناهه محبت. بهرحال سندرداس جي مرمت منهنجا هٿ مضبوط ڪيا سڀ ڪو منهنجو خيال ڪرڻ لڳو. شهر ۾ خواه اسڪول ۾ هن واقعي تي ڏاڍي خوشي ۽ شادمانو ٿيو ۽ منهنجو ڳاٽ اوچو ٿيو. هڪ ئي ڌڪ سان اسڪول جو انتظام هر سمت کان نيڪ ٺاڪ ٿي ويو. مخدوم صاحب جن جو ملان اسڪول هڪ با انتظام هاءِ اسڪول جو ڏيکاءُ ڏيڻ لڳو.

سندرداس هڪ پنهنجو عزيز جو يڪ چشم هو، ان کي ڊرائنگ ٽيچر ڪري رکايو هو. حالانڪ هو ڊرائنگ جي انٽر ميڊيئيٽ امتحان جو ڪوڙو سرٽيفڪيٽ پيش ڪري ملازمت حاصل ڪري چڪو هو. مون سندس ڪم جي ڇڪاس ورتي هن کان آڏي پڇا ڪرڻ تي حالات مشڪوڪ ڏسڻ ۾ آيون. مون چيومانس ته اوريجنل سرٽيفڪيٽ پيش ڪر نه ته پوليس جي حوالي ڪندوساني. واٺيو ڊڄي ويو ۽ پير مٿي تي رکي راتو واهه پڄي ويو. اهڙيءَ طرح هر هڪ ڪم تي گهري نظر رکيم. راندين کي زور وٺائڻ لاءِ مسٽر غلام رضا کي سپرنٽيڊنٽ ڪيم. شام جو راندين تي شاگرد ايندا هوا مگر ڪوبه استاد ڊيوٽيءَ تي نه هوندو هو. انهن جي هفتي ۾ هڪ دفعو واري سان ڊيوٽي لڳايم. وڻ ٻوٽا پوکايم. گرائونڊ جو اسڪول جي عمارت نهڻ سبب نڪراني سان پريل هو، اهي سروٽا ۽ نڪريون شاگردن کان چونڊائي ميدان راند جي لائق بنايم. ڊرائنگ ڪلاس لاءِ هڪ ماسٽر محمد عثمان ڪونڙيءَ کان گهرايم. ڊرائنگ ڪلاس تصويرن سان مزين ڪري کيس ڊرائنگ ڪلاس جي صورت بخشيم. ميونسپالٽي غريب هئي، مگر مخدوم صاحب جن جو هر مدد لاءِ مون سان وعدو هو. ان ڪري راند جو سامان، سائنس ڪلاس جو سامان ۽ لئبرريءَ لاءِ ڪتابن جو ڪافي ذخيرو خريد ڪرايم. وڻ ۽ ٻوٽا رکايم ۽ اسڪول کي غنچو بنائي ڇڏيم. ان ڪري هرڪو ڏسندڙ واهه واهه چوڻ لڳو. مگر مخدوم صاحب جن جي عزت ۽ توقير جو خيال هر وقت دامن گير هوندو هو.

بهرحال اول اول مون اسڪول جي اندروني حالات تي توجه ڏنو ۽ ان بعد بيروني شعبن ڏي متوجه ٿيس. مخدوم صاحب جن اسڪول جي لاءِ هڪ مسجد شريف تيار ڪرائي رهيا هوا. جنهن جي معائنه ڪرڻ لاءِ روزانه صبح ۽ سنجهي اچي جائزو وٺندا هوا. مسجد تيار ٿي ته شاگردن کي نماز جي تلقين ڪيم ۽ منهنجي ڪوشش جو چڱو نتيجو نڪتو. مسجد شريف جي افتتاح لاءِ تياريون ڪيم. مخدوم صاحب جن بنفس نفيس مجلس قرآن خوانيءَ ۾ آيا. شهر جي معززين کي مدعو ڪيو ويو. قرآن جي حافظن رڪوع پڙهيا دعا گهري وئي. مٺائي تقسيم ڪئي وئي، ۽ مون هڪ شعر موقعي لاءِ تيار ڪيو جو برمحل پڙهيم.

□

باب اٺاويھون

## ھالن نون ۾ ٻيون مشغوليون

**مون** مٿي ذڪر ڪيو آھي تہ اول اول مون مدرسہ ۽ ھاءِ اسڪول جي اندروني حالات کي درست ڪرڻ ۽ صحيح خطوط تي آڻڻ لاءِ تن ۽ من سان ڪوشش ڪئي ۽ جان جي بازي لڳائي. حالتون چڱي حد تائين درست ٿيون ۽ ڪيترا شاگرد ھالن پراڻن ۽ ٻين ڳوٺن مان پڙھڻ لاءِ داخلا لاءِ آيا ۽ اسڪول جي شاگردن ۾ ڪافي واڌ ٿي.

ان بعد مون ٻيروني دلچسپيون رائج ڪرڻ ڏي ڌيان ڏنو. مئٽرڪ ڪلاس کي مون جنرل انگلش پڙھائڻ شروع ڪئي ۽ ان ۾ ڪافي ڪامياب ٿيس. مئٽرڪ جو امتحان ٿيو ۽ رزلٽ سؤ سيڪڙو آئي ۽ الحمدالله اھو پھريون ئي سال ھو جو اھڙي رزلٽ آئي ۽ منھنجو پلڙو ڀاري ٿيو ۽ ھرھڪ مون کي مبارڪون ڏيڻ لڳو. مون شھر ۾ حاجي پير محمد انصاريءَ "سائل" جي معيت ۾ ھڪ دارالمطالع قائم ڪيو. ھن کان اڳ ان قسم جي ريڊنگ روم جو ڪنھن کي بہ دماغ ۾ خيال ڪونہ آيو ھو. حاجي پير محمد حاجي عبدالغني حڪيم، حاجي عبدالرحمان انجم ۽ حاجي علي محمد متقي ھن ڪم ۾ مون سان ٻانھن ٻيلي ھو. اخبار بينيءَ جو شوق ھالن شھر ۾ برائي نام ھو. جو ھن دارالمطالع قائم ٿيڻ بعد ڪافي وڌيو. شھر ۾ اھڙا ڪيترائي بزرگ ھوا، جن جو خيال ھوندو ھو تہ "اخبارن پڙھڻ سان قلب ڪارا ٿا ٿين." جنھن جو مطلب ھو تہ انھن جو پڙھڻ درست نہ آھي، خير.

مخدوم غلام حيدر مرحوم کي مشورو ڏنم تہ "سائين پاڻ پنھنجي ھاءِ اسڪول واري مسجد شريف ۾ ربيع الاول ۾ نبي اڪرم ﷺ جو عرس مبارڪ ڪريون ۽ مسجد ۾ جلسو ڪريون. منھنجي صلاح کين تمام گھڻو وڻي. وڏي ڌام ڌوم ۽ اھتمام سان پلاءُ جون ديڳيون لاٿيون ويون. آوي سوي اچي خيرات جي دعوت کاڌي. مسجد شريف ۾ عالم ۽ حافظ سڏورا گھرايا ويا. نصيحت ۽ وعظ ٿيا. نھايت پر رونق مجلس منعقد ٿي. ان کان اڳ ۾ ڪڏھن بہ ھالن شھرن ۾ ھن قسم جي مجلس ميلاد نہ ٿي ھئي. حاجي پير محمد جي مشوري سان ھيءَ محفل "عيد ميلادالنبي ﷺ" جي تازي قائم ڪيل جماعت جي سھاري ھيٺ عمل ۾ آئي. ھن مجلس جي جيتري بہ تعريف ڪريان سا ٿوري ٿيندي. ان ۾ شڪ ڪونھي تہ مخدوم غلام حيدر صاحب ني سمورو خرچ برداشت ڪيو ھو ۽ ساري ڪاروبار جو روح روان اھوئي صاحب

موصوف هو.

محفل ميلاد جي پڄاڙي ۾ حاجيءَ پير محمد هڪ شعر پڙهيو. سندس شعر نبي ڪريم ﷺ جي ولادت باسعادت تي هو ۽ ان بعد مون پنهنجو هڪ طويل نظم "ﷺ" پڙهيو. هن شعر تي مون کي ڪافي داد مليو خصوصاً مون شعر پڙهڻ کان اڳ سڀني حاضرين مجلس کي عرض ڪيو هو ته "جڏهن آءٌ شعر پڙهندي "ﷺ" چوان ته ان سان گڏ سڀئي حضرات حاضرين بلند آواز سان "ﷺ" چون. ان تي عمل ڪرڻ سان شعر جي وقعت دوبالا ٿي ويئي ۽ صلوات بر محمد جو غل مچي ويو.

سال ۱۹۴۵ع ۾ ٻي جنگ عظيم ڪشت و خون ۽ غارتگريءَ بعد ختم ٿي. گورنمينٽ جي طرفان احڪام صادر ٿيا ته اسڪولن ۾ خوشيءَ جا جلسا ڪيا وڃن. مٺايون ورهايون وڃن وغيره. هيءُ بار گران به منهنجي ضعيف ڪلهن تي پيو هڪ وڏي شاندار جلسي جو اهتمام ڪيو ويو. اسڪول کان جلوس نڪتو. درگاهه شريف مخدوم نوح جي باب، بلند کان لنگهندو سر بازار شاگردن جي قطار در قطار جلوس هلندو رهيو. مولوي عبدالرزاق فقه ٽيچر کي جلوس جيَ سرڪردگيءَ لاءِ مقرر ڪيم. مون موقعي لاءِ هڪ شعر جوڙيو. ان ۾ انگريزي حڪومت جي تمام لنڊي خوشامد ڪيل هئي. جرمني هٽلر ۽ هملر تي سب و شتم جا ڏوڙيا هوا. اسڪول جا ٻار اهو شعر ڳائيندا فتح جا نعرا بلند ڪندا. شهر جي مشهور بازارين ۽ گهٽين مان گهمندا ڦرندا. مارڪيٽ لتاڙيندا سرڪاري آفيسن وٽ پهتا. جتي هڪ وڏو انبوهه ماڻهن جو جمع ٿي ويو. مختيارڪار ۽ ٻيا آفيسر ٻاهر نڪري آيا. هن جلوس جو مظاهرو، نظارو ڪيائون. ڪليڪٽر حيدرآباد ۽ ڪمشنر سنڌ کي مخفي رپورٽون ويون ڪجهه وقت بعد مون کي تحسين جو ليٽر مليو جو اڃ تائين ميونسپل رڪارڊ ۾ محفوظ هوندو. مخدوم صاحب جن جي تعريف ڪئي ويئي. جڏهن اهو ليٽر حڪومت کان مليو. تڏهن مخدوم صاحب جن مون کان پڙهايو ۽ نهايت خوش ٿيا.

هالن شهرن ۾ ادبي سرگرمين جو بنياد رکيم. اسڪول ۾ ڊبيٽن ۽ ليڪچرن وغيره جو سلسلو جاري ڪيم ۽ پنهنجي وس آهر پنهنجي پياري وطن هالن شهر ۾ ادب لاءِ اتساهه جاڳايم مگر منهنجو فارين سروس وارو سال اچي ختم ٿيو. مون کي مخدوم صاحب جي ڪيل وعده مطابق واپس ٽريارڪر موٽائڻو هو. مخدوم صاحب کي ايفائي عهد ياد ڏياريم. مگر پاڻ اجان مون کي وڌيڪ ڇهن مهينن لاءِ چيائون. سندن حڪم سر و چشم رکيم. انهن وڌيڪ ڇهن مهينن رهائڻ جو سبب محض هيءُ هو جو مسٽر غلام رضا کي علي ڳڙهه ايڪسٽرنل اميدوار جي حيثيت ۾ بي.اي لاءِ موڪليو ويو هو. پير الاهي بخش جو علي ڳڙهه جو شاگرد هو ۽ وزير ٿيڻ بعد علي ڳڙهه يونيورسٽيءَ، کي ميڊيڪل ڪاليج کولڻ لاءِ سنڌ مان لکين روپيه چندا

ڪري موڪلي ڇڪو هو. ان صاحب مخدوم صاحب جن کي چيو ته غلام رضا رڳو علي ڳڙهه وڃي امتحان ۾ ويهي باقي سندس پاس ٿيڻ جو ذمو مون تي آهي. مخدوم صاحب کي غلام رضا کي پنهنجي هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ڪرڻو هو ۽ ان درمياني عرصي لاءِ مونکي صرف عارضي طور آندو ويو هو. مخدوم صاحب جي اميد پوري ٿي، غلام رضا بي.اي پاس ڪئي. ۱۹۴۷ع ۾ پاڪستان قائم ٿيو ۽ مخدوم صاحب پنهنجو اسڪول مشروط طور سرڪاري تحويل ۾ ڏنو. شرط اهو هو ته غلام رضا کي هيڊ ماستر ڪيو ويندو، سندن خواهش برصواب نڪتي. مان ان کان اڳ ۾ ئي مزيد ڇهه مهينا پورا ڪري مونکي ٿرپارڪر ضلعي آيس ۽ ۱۹۴۸ع ۾ مون کي پروموشن مليو ۽ غلام رضا کي مون کان اڳ ڪلاس نو ۾ آندو ويو. ڪنهن جي بخت سان ريس ڪانهي. غلام رضا هڪ چڱو هوشيار چڱن اخلاقن وارو نوجوان هو. مون کي بلڪل خوشي ٿي.

هالن جي زندگيءَ جو مختصر ذڪر ڪرڻ بعد آءٌ البت پنهنجي موٽ ڪائيندس. مون مٿي چيو آهي ته علامه دائودپوٽي ۱۹۴۱ع کان وٺي مون سان ناروا سلوڪ ڪندو رهيو. هڪ ته مون کي پنهنجي اهليه محترمه جو ۱۹۴۰ع ۾ وفات جو ڏک لڳو. جنهن منهنجي ڪمر ٽوڙي رکي، ٻئي طرف علامه صاحب جون مهربانيون. تن مون تي ذهني طور ڏاڍو خطرناڪ اثر ڪيو. منهنجي والده ماجده ۽ خصوصاً وڏي همشيره، جا مون کان ٻه سال ننڍي هئي مگر پيرن ۾ وڏي هئي، ان کي رات ڏينهن اهو سوداءُ رهيو ته پاڻو کي جيستائين ٻي شادي نه ڪرائبي، تيستائين سندس طبيعت نيڪ نه رهندي ۽ سندس ويڳاڻائي سندس صحت تي برو اثر ڪندي. هن ڪوشش ڪري مون کي ساڳئي خاندان مان مرحوم الاهي بخش جي نياڻيءَ سان شادي ڪرائڻ جو انتظام ڪيو. مون کي قبول ڪرڻو ئي پيو. شادي خانه آبادي ٿي. پيارن جي موتن جا زخم ميٽجڻ وارا ته هرگز نه آهن مگر شادي ٿيڻ بعد رفته رفته طبيعت ۾ ڦيرو آيو. ٽڪڙو ٽڪڙو اولاد ٿيو. پهرين نياڻي ڄائي جا هينئر منهنجي عزيز ڀاڻيجي مسٽر شمس الدين پروفيسر گورنمينٽ ڪاليج جي گهر ۾ آهي ۽ ڇهن ٻچن جي والده آهي. ان بعد پٽ عطا ٿيو جنهن جو نالو رشيد احمد رکيم. تنهن بعد وري فرزند عطا ٿيو جنهن جو نالو آفتاب احمد رکيم جو هينئر پي.آءِ.اي ۾ فلائيٽ انجنيئر آهي. ان بعد اعجاز حسين جو هن وقت ايل.ايم.سي حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر آهي ۽ پڇاڙيءَ ۾ هڪ ڪڪي ڄائي، جا هينئر ميڊيڪل ڪاليج ۾ چوٿين سال ۾ آهي. ٻچڙا ڏاڍا مٺا ٿين ٿا، انهن جي پرورش، تعليم ۽ سنڀال ۾ دل پرچي وئي ۽ وري وقت خوشي ۽ خيريت سان گذرڻ لڳو.

ميرپورخاص ۾ پويان ٽي سال ۳۷_۴۸_۱۹۴۹ع مون نهايت شان و شوڪت سان گذاريا، جي مون کان تا دم حيات وسري نه ٿا سگهن. هن ضلعي جو عوام مون کي چاهيندو هو.

جيڪڏهن هن ضلعي ۾ جن جن بزرگن، معززن ۽ نيڪ مردن سان منهنجون صحبتون ٿيون ۽ دوستيءَ جا رشتا قائم ٿيا، انهن جو بيان ڪجي ته مون کي يقين آهي ته پڙهندڙ نهايت محظوظ ٿين، مگر اهي احوال جيڪڏهن ويهي رقم ڪريان ته هڪ هڪ دوست جي صحبتن ۽ محبتن جو هڪ هڪ الڳ ڪتاب لکڻو پوي. ان ڪري اهي احوال منهنجي صدري دفتر ۾ محفوظ آهن ۽ اهي پاڻ سان کڻي ويندس جو حياتي تقريباً ٨٠ سالن کي اچي پهتي آهي. زندگي چراغ سحري جي مثل آهي، چراغ جو تيل ڪنهن وقت به ختم ٿئي ۽ فقط هڪ آخرين جهلڪو ڏيئي گل ٿيو وڃي. چوندا آهن ته "مرڻ ناهي مهڻو پرڻو ناهي گار"

فارسي شعر

مــرگ مــارا زندگــي ديگـــر اســت
زهر، مرگ از شهد شيرين خوشتر است
مـرگ ســـازد مــغــز ر صافي از پوست
تا رساند دوست را نـــزديــڪ دوست

علامه اقبال فرمايو آهي:

نشان مرد مـؤمـن بـا تـو گـويــم
چو مرگ آيد تبـسـم برلب، اوست

الله تبارڪ و تعاليٰ کي عاجزيءَ سان روز شب اهوئي سوال ڪندو رهندو آهيان ته هن دنيا ۾ رئندو آيو آهيان ۽ شال کلندو ڏانهس موٽان. شال وقت وصال سندس نالو ورد زبان رهي ۽ مرڪندو ڏانهس موٽان. آمين ثم آمين.



باب اوڻٽيهون

# لاڙڪاڻي ڏانهن بدلي

**سال** ١٩٥٠ع جي شروعات ۾ لاڙڪاڻي ٽيچرس ٽريننگ اسڪول ۾ اتي جو هيڊ ماستر مسٽر قيمت راءِ لاهوري هو، جو خود لاڙڪاڻي جو باشندو هو. زبان جو مڙس البت کهرو هوندو هو ۽ مسلمانن کي جٺ سڏيندي ڪيس ڪابہ هٻڪ ڪانہ ٿيندي هئي. ان وقت قاضي فضل الله منسٽر هو. هن صاحب کي شاگردن (جي سڀ پرائمري ٽيچر هوا) تن شڪايت پهچائي ۽ مطالبو ڪيو تہ هن کي بدلي ڪيو وڃي ورنہ هو اسٽرائيڪ تي ويندا. قاضي صاحب انهيءَ ڌمڪي تي ويتر بغان ٿي ويو ۽ شاگردن کي بي عزتو ڪري روانو ڪيائين. ٻئي ڏينهن کان اسٽرائيڪ چالو ٿي ويئي. ان وقت لاڙڪاڻي جو ڪليڪٽر مسٽر عبدالله چنو هو ۽ ڊي.ايس.پي مسٽر علي محمد گاڏاهي بلوچ هو. قاضي صاحب وڏي رعب تاب سان شاگردن کي سمجهائڻ ۽ هيسائڻ آيو. شاگرد لان تي ويٺا هوا، ڪوبہ نہ اٿي بيٺو. صرف هڪ سنڌن ليڊر اٿي هنن کي سلام ڪيو باقي سڀ ڪنڌ هيٺ ڪريو ويٺا هوا. قاضي صاحب جو هيڪاري موڊ خراب ٿي ويو ۽ شاگردن کي مخاطب ٿي چيائين تہ "اسڪول ۾ وڃو ٿا يا سيني کي جيل ۾ وڃڻو آهي". ڪنهن بہ جواب نہ ڏنس. شاگردن جي ليڊر چيو تہ "جيل ۾ وڃڻ لاءِ هن وقت تيار آهيون" قاضي صاحب هڪدم ايس.پي کي حڪم ڏنو تہ "پوليس جا ويگن گهرايو." ٿوري دير ۾ ويگن آيا مگر شاگردن تي ذري برابر بہ اثر نہ پيو. پوليس جا آفيسر اڪثر شروڊ (ديرينہ) ٿيندا آهن ۽ مسٽر علي محمد جسارت ڪري پاسي تي قاضي صاحب کي چيو تہ "اسين حڪم جا ٻندا آهيون مگر ان جو اوهان جي سياسي زندگيءَ تي نهايت برو اثر پوندو" قاضي صاحب ڍرو ٿي ويو ۽ شاگردن کي چيائين تہ "چڱو اوهان اسڪول ۾ وڃو مان هفتي اندر مسٽر لاهوريءَ جي بدلي ڪندس." شاگردن جي ليڊر چيو تہ "اسين مسٽر لاهوريءَ جي هئڻ ۾ هڪ منٽ بہ ڪلاس ۾ نہ ويندا سين. ان جي بدلي ٿئي، هو چارج ڇڏي ان بعد فوراً ڪلاس ۾ ويندا سين." قاضي صاحب اهو جواب ٻڌي موٽي ويو ۽ وڃڻ سان منهنجي بدلي ٽرپارڪر مان لاڙڪاڻي ڪرايائين. مون کي فوراً حڪم پهتو ۽ تياريءَ جي موڪل بہ فقط ٽي ڏينهن ڏني ويئي. منهنجا طاق لڳي ويا ليڪن "حڪم حاڪم مرگ مفاجات" چارج هڪدم ڇڏي، حيدرآباد آيس. مسٽر عبدالحسين شاهہ موسوي جنهن سان منهنجي گهڻي دل هوندي هئي ۽ هو بہ مونکي ڏاڍو

چاهيندو هو ان سان ملي، مون کي چيائين ته "عرسائي" پوءِ لاڙڪاڻي وڃين ٿو؟" وراڻيم ته "ها سائين وڃان ٿو" بيو جملو جو مسٽر عبدالحسين شاهه ڳالهايو سو هيءُ هو "عرسائي وڃين ته جهنم ۾ ٿو" مون پڇيو ته "سائين آخر ڇو؟" چيائين ته "اها خبر تڏهن پوندي جڏهن لاڙڪاڻي ويندين." مون عرض ڪيو ته "شاهه صاحب منهنجي توڪل پنهنجي مولا تي آهي، هو مالڪ الملڪ انهيءَ آڙاهه کي گلزار ابراهيمي بنائيندو، مون کي فقط اتي پهچڻ ڏيو."

آخر لاڙڪاڻي پهتس. ميان جي مڏي ٻه ڏندڻ تين تڏي، نه ڪنهن کي ڪو خط لکيم نه اطلاع ڏنم ته ڪهڙي ڏينهن ۽ ڪهڙي گاڏي ۾ ٿو اچان، تار آئي ته "رزيوم اميڊيئنلي" هڪدم اچي دخلڪار ٿي. تار ميرپور ويئي ۽ مان ان کان اڳ ميرپور ڇڏي چڪو هوس. لاڙڪاڻو منهنجو ڪڏهن به ڏٺل ڪونه هو. ڪوٽڙيءَ کان پئسنجر ٽرين ۾ رات جو ٩ بجه روانو ٿيس ٻئي صبح جو ٦ بجه لاڙڪاڻي پهتس. ۴ آنه مزدور کي ڏيئي ٽرنڪ ۽ بسترو ڪٽائي باهر ٽانگي واري کي چيم ته مونکي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ پهچاءِ جو ته ٽريننگ اسڪول هاءِ اسڪول جي حدود ۾ هو. هاءِ اسڪول جي شاندر هاسٽل ٽريننگ اسڪول جي شاگردن کي مليل هئي. اتي ڪي شاگرد ٽهلندا ڏسڻ ۾ آيم. هٿن جي اشارن سان هنن کي سڏيم. هڪ کي رحم پيو ۽ مون کي اجنبي ڏسي آيو. پڇيومانس ته ٻڌايائين ته "ٽريننگ اسڪول جو شاگرد آهيان" مون چيس ته "ادا مان شاگردن جو به شاگرد آهيان" نالو محمد اسماعيل عرسائي اٿم. مون کي اُجهو ڪيي. سڄي رات گاڏي ۾ ننڊ نه ڪئي اٿم. منهنجي مدد ڪريو ته مهرباني." هو يڪدم پيرن تي ڪري پيو ۽ رڙ ڪري هڪ ٻن ٻين شاگردن کي ٻه سڏيائين. منهنجو بسترو ۽ ٽرنڪ کنيائون. مون کي وٺي هيڊماستر جي بنگلي ڏي هليا. هڪ پٽيوالو به آيو. ڏندڻ ڪيم هٿ منهن ڌوتم ۽ چانهه جي خواهش ڏيکاريم. چانهه جو رواج هاسٽل ۾ بلڪل ڪونه هو مگر شاگردن منٿ ڪري ورتا. چانهه آئي پيتم. ڪلاڪ کن ۾ شهر ۾ رهاڪو شاگرد خواهه هاسٽل جا مقيم شاگرد هڪ وڏي انبوهه جي صورت ۾ بنگلي کي ڦري ويا. عبدالحسين شاهه جي ڳالهه ياد آيم پر شاگردن مون سان اهڙي محبت جو اظهار ڪيو ۽ ڏنم پني ته خوشيءَ ۾ نه ٿي ماپيا. خدا جو شڪر ڪيم. مون کي ايتري فرصت ڏنائون جو پاڻ به تيار ٿي آيا ۽ مون کي به ڪپڙا لٽا بدلائڻ جي مهلت ملي. آخر مونکي هڪ جلوس جي صورت ۾ اسڪول ۾ وٺي آيا. ڪرسيءَ تي اچي ويٺس. هار آندائون، جن سان مونکي جنجهي ڇڏيائون. چارج ڪنهن کان وٺان، خبر پيئي ته مسٽر فتح محمد قريشي هيڊ ماسٽر گورنمينٽ هاءِ اسڪول وٽ عارضي طرح چارج آهي. موصوف مون وٽ آيو وڏي محبت سان کيڪاريائين. چارج فرد تي صرف صحيح ڪرڻي هئي. اها رسم ادا ڪئي ويئي. مسٽر قريشيءَ جي وڃڻ بعد سڀ شاگرد هال ۾ جمع ٿيا. خواهش ڏيکاريون ته آءٌ کين خطاب ڪريان. هال ۾ ويس تاڙيون وڄيون. مون "منهنجا عزيز

شاگرد دوستو!" جي لفظن سان تقرير شروع ڪئي ۽ چيو مان ته مان ڪو وڏو مقرر ڪونه آهيان ۽ نه ڪا پليٽ فارم اسپيچ ڪري ڄاڻان. مان اوهان وانگر هڪ استاد آهيان. فقط اوهان سان چار ڳالهيون ڪندس. جيڪڏهن اوهان مونکي اجازت ڏيو. منهنجو نالو محمد اسماعيل آهي. مون ڪي عام طرح غرساڻي سڏيندا آهن. لاڙ جو ماڻهو اتر جو ڏڳو چوندا آهن. اوهان ڪي وٽان ته بڌايو ورنه بدلي ڪرائڻ جي ڪوشش ڪريان. ٽهڪڙو مچي ويو. هڪ شاگرد اٿي چيو ته "اسانجا پيارا استاد. اسان اوهان ڪي گهري ورتو آهي اسان جو سوال خدا ٻڌو ۽ اڄ اوهان جي زيارت جو شرف مليو. اسين اوهان جا خادم آهيون. اوهان جا خادم آهيون. اوهان جهڙو مشهور شاعر ۽ اديب اسانکي ڀاڳن سان مليو آهي. اوهانجي هر حڪم جا تابع رهنداسين." تاڙيون وڄيون. مون چيو ته "جيهي جا تيهي ٻانهي ٻاروچل جي" مان اوهان جي نهايت ايمانداريءَ سان خدمت ڪندس. جيڪي ڪجهه ڄاڻ اٿم اها اوهان سان ونڊي ورڇي ڪائيندس. اوهان مونکي خوش آمديد ڪئي آهي. مان ممنون آهيان. آءٌ اوهان سڀني جي موٽ ۾ خوش آمديد ڪريان ٿو. مونکي پنهنجي ڳوٺ، عزيز و اقارب، دوستن سڀني کان دور ڪري اوهان جي پناري وڏو ويو آهي. اوهين منهنجي سنڀال ڪندا ۽ مان اوهان جي خبرگيري ڪندس. انگريزيءَ ۾ چيو اٿن ته "لو بگيٽس لو" يعني دل راه بدل است، يا منڙا گهر ته گهرانءِ يا اذڪروني فاذڪرڪم. اوهان مون ڪي پنهنجو ڪندا ته مان اوهان جو ٿي ٿيندس، ٻئي جو هرگز نه ٿيندس. صرف اوهانجو ۽ اوهانجو ٿي ٿي رهندس. اڄو ته دل جو واپار ڪريون پر واپار ۾ ديانت داري گهرجي. مونکي معلوم آهي ته اوهانجو ڪافي وقت ضايع ٿيو آهي. اها ڪمي پوري ڪرڻي آهي. اسٽاف جا سڀ ميمبر چڱي ويا آهن. فقط مسٽر عبدالقادر شاهه ڊرائنگ ماستر هڪ ويٺل ڏسان ٿو. مگر همت جا ٻيڙا پار آهن. مان اوهانجا ڇهه ٿي فرجا ونندس. سنڌي، تعليمي طريقا، هسٽري آف ايڊيوڪيشن. نفسيات مطلب ته هر مضمون اوهان کي يڪي سر سيکاري سگهان ٿو. اوهان منهنجي فقط مدد ڪريو جو هر پيرڊ ۾ حاضر رهو. اوهان جيڪي مون کان سکندا ان کان وڌيڪ مان اوهان جي تجربن مان سکندس. "همت مردان مدد خدا" ڪهڙو مشڪل آهي جو آسان ٿي نه ٿو سگهي.

مشڪل نيست ڪہ آسان نشود

مرد بايد ڪہ هر آسان ڪ نشود

مونکي حرف بحرف ياد آهي ته مون پنهنجي پيارن شاگردن کي ڇا ڇا چيو. ڪلاڪ کن ساڻن ڪچهري ڪندو رهيس ان ڪري اهو سڀ ڪجهه هتي لکڻ طوالت جو سبب ٿيندو. ان ڪري ڊيگهه کان پرهيز ٿو ڪريان. خدا جا لک لک شڪرانه منهنجي گفتگو شاگردن جو دليون ڇڪي ورتيون. اسڪول جي حالت اها هئي جو جيڪي ٻه اسسٽنٽ هوا سي سڀ هڪ

هڪ ٿي بدليون ڪرائي هليا ويا هوا. ڏينهن جو ويلو شاگردن مون کي بورڊنگ جي ماني گڏ کائڻ تي اصرار ڪيو. جا آچ خوشيءَ سان قبول ڪيم. دعوتون ته زندگيءَ ۾ گهڻيئي دوستن جون پر تڪلف کاڌيون هوم. شاگردن کي عرض ڪيم ته ماني کائيندس پر منهنجو هڪ شرط آهي. ڪابه زيادتي نه ڪندا مون کي تصنع ۽ تڪلف نه گهرجي. جيڪا بورڊنگ جي دال روٽي آهي. وعده ڪيو ته ان کان وڌيڪ ٻيو ڪجهه به نه هوندو. چيو اٿن ته:

ای دوست تکلف میں ہے تکلیف زیادہ

جو دوست ہوا کرتے ہیں، تکلف نہیں کرتے

هو منهنجي عرضداشت کان متاثر ٿيا ۽ وعده ڪيائون ته جيئن اوهان چاهيو ٿا ائين ئي ٿيندو. والله. مان سچ ٿو چوان ته هن دعوت شيراز مان مونکي ايڏو ته لطف آيو جو ان کان اڳ ڪنهن به دعوت مان مون کي اهڙو لطف نه آيو. منجهند جي ماني کائي شاگردن کان موڪلايم. پنهنجي بنگلي تي آيس. ڪجھ آرام ڪيم ڪجھ سوچيم ته ڪي چڱا نائب هٽ ڪريان آخر ته اهي منهنجا بازو آهن. جي بازو سچا ۽ سگهارا آهن ته آءٌ به سگهو ورنه اگهائيءَ ۾ ڪهڙو ڪارج سرندو.

ناظرين ڪرام کي تعجب لڳندو ته منهنجون صبح واريون خوشيون شام جي وقت ڪافور ٿي ويئون. جڏهن قاضي فضل الله منسٽر صاحب وٽ سلام لاءِ ويس. قاضي فضل الله اهو شخص هو. جنهن سان ۲۴_۱۹۲۵ع کان وٺي ۲۹_۱۹۳۰ تائين گهاٽي دوستي رهي. مگر هن جهڙو منهنجو حشر ڪيو سو غور سان پڙهڻ جي لائق آهي. مون کي اميدون هيون ته صاحب موصوف مون کي سڄي سنڌ مان چونڊي ٽريننگ اسڪول جي مشڪلات کي منهن ڏيڻ جي لائق سمجهيو آهي. مان وٽس ويندس منهنجي وڏي تعظيم ڪندو ۽ ورهين بعد ملاقات ٿيڻ ڪري منهنجي مرحبا چڱي ٿيندي. خير قاضي صاحب منهنجي بنگلي جي ورانڊي ۾ الهندي طرف کان هڪ آرام ڪرسيءَ تي براجمان هو اتر ۽ ڏکڻ کان ڪرسين جي هڪ هڪ قطار ايرندي طرف هلي ٿني ويئي. مان جيئن ئي اندر لنگهيس ته واليان سنڌ ميرن جي دربار جو نقشو ڏٺم. ويهڻ جي جاءِ ڪانه هئي. قاضي صاحب سان هٿ ملائڻ لاءِ سندس سمت ڏي وڌيس. ويئي اڏوگابرو هٿ ڏنائين پوئين پيرين هٽي پچاڙيءَ جي دنگ وٽ پهتس ته هڪ نامعلوم شخص اٿي مونکي پنهنجي ڪرسي آڇي سندس مهرباني مڃي ويٺس. منهن جو پنو لهي ويو. دل هارجي ويئي. هڪ اهڙو ته شاق پهتو جنهن جو تصور ئي ڪري نه ٿئي سگهيس. صبر ڪري ويهي رهيس. دل چيو ته ايتري ۾ شال پري اچي ته به شڪر. مگر چند منٽ گذريا ته مون کي وڏي آواز سان چيائين ته "عرساڻي ٽرپارڪر ضلعو توکان سواءِ هلي نه ٿو سگهي. ۵_۶ تارون آيون آهن. تارن تي تنهنجو گهڻو خرچ آيو آهي؟" سڀ ويٺل ٽهڪ ڏيئي وزير صاحب کي خوش ڪرڻ لاءِ کلڻ لڳا. منهنجي حالت اها هئي جو ڪو ڏڪ هڻي ته رت نه نڪري. چپ خشڪ ٿي ويا ۽ دماغ چڪرائڻ لڳو. ڪوبه جواب نه ڏنم. اهڙو ڪچان جهڙي پت. هڪ ٻه منٽ موصوف

جواب جو انتظار ڪيو مگر مون وٽ تہ "الچپ من الماث" هئي. اکر ڳالهائڻ زبان مان ڪونہ ٿئي اُڪليو. قاضي صاحب جو غرور ڏٺم. تڪبر ڏٺم ۽ اڻ سهائيندڙ روش ڏٺم. خدا تعاليٰ جي تعريف ڪيم ۽ چيم تہ:

صلاج کار کجا و من خراب کجا
بين تفاوت اين ره کجا است تا بہ کجا

ڪجا فضل الله ڪجا اسماعيل. هي سڀ رب پاڪ جي قدرت آهي. جنهن تان قربان وڃان. دل جو دل ۾ مرحوم مخلص جو خلافت جي زماني وارو شعر ياد آيم تہ:

فلڪ جي آھ اھا سفلہ پروري ڪهڙي
لچن کي ڏني تو ڪلاه، سڪندري ڪهڙي
خلافتين جي ڏسي شڪل ۽ شباهت اچ
اچي پئي آھ منجهن سهڪ ۽ مري ڪهڙي

منهنجو منهن رونق ڇڏي ويو هو. آخر هو بہ انسان جو اولاد هو. تازي ورتائين تہ سندس روش ني منهنجي اها حالت بنائي آهي. وري گوهر افشاني شروع ڪيائين ۽ چوڻ لڳو تہ "عرساڻي، لاڙڪاڻي جو شهر معشوق شهر آهي. هتي جا ماڻهو ڏاڍا محبتي آهن. مان تہ بعضي هوائي جهاز ۾ لاڙڪاڻي مٿان پرواز ڪندو آهيان تہ پائيندو آهيان تہ هيٺ ٽپو ڪٽي ڏيان. حاضرين سندس چرچي جو داد ڪلڻ سان ڏيڻ لڳا. مگر اهڙا هلڪڙا چرچا منهنجي هڏ پتي ڪٽي ٿا پون. مان بت بنجي چڪو هوس ۽ خاموش رهيس. وري فرمايائين تہ عرساڻي هيڏانهن اچ منهنجي پير ۾ اچي ويهہ ۽ پئي هڪڙي کي جو سندس پير ۾ وينو هو ان کي چيائين تہ توهان هتي وڃي وهو. هو ويچارو اٿيو ليڪن مان نہ اٿيس. ايترو ضرور چيم تہ "سائين آءٌ هتي ٺيڪ وينو آهيان." ڪجهہ دير ويهي سلام ڪري اٿيس ۽ نڪري ٻاهر آيس ۽ موٽي پنهنجي جاءِ تي پهتس. ماني نہ وٺي ننڊ نہ آئي. رات جون چار گهڙيون خدا خدا ڪندي گذريون. ڳالهہ کي وسارڻ جي ڪوشش ڪيم. ڏينهن جو بہ ملال رهيو. آخر پنهنجي ڪم ۾ مستغرق ٿي وڃڻ، مون کان هيءَ ڳالهہ وساري ڇڏي ۽ وري طبيعت هشاش بشاش ٿي وئي. جن شاگردن جون جتان ڪٿان شڪايتون مليون هيم، سي منهنجا چڱ وڏيا مريد ٿي ويا ۽ مون انهن ۾ اهڙيون تہ همت ۽ مردانگيءَ جون خوبيون ڏٺيون جو مان حيران هوس تہ والله اعلم "اگر سچا ڪي لوهار سچا".

بهرحال عملي ڪان سواءِ ڪم ٿيڻ آسان نہ هو. عملي جي گهر ڪيم مسٽر عبدالڪريم سنڌيلو جو منهنجو شاگرد بہ هو، ان لاءِ خاص گهر ڪيم هُو ان وقت هاءِ اسڪول ۾ مئٽريڪيوليٽ اسسٽنٽ ماستر هو ۽ ٽريننگ جا ٣ سال پاس ڪيل هوس. هو مون وٽ خوشيءَ سان آيو. ٻيو ماستر صاحب صوفي ڏٺي بخش سهاڳ گهري ورتم. هن صاحب لاڙڪاڻي

ٽريننگ اسڪول مان ٻه ٢ سال ٽريننگ پاس ڪئي هئي، جنهن کي اڃا ٻه سال مس ٿيا هوا. ليڪن هو هڪ تجربيڪار استاد هو ۽ هڪ وفادار دوست ۽ زبردست هو. توڪل علي الله کم زور شور سان شروع ڪيوسين. ڪجهه ڏينهن بعد هڪ سينئر ماستر مسٽر محمد موسيٰ به هاءِ اسڪول مان ڏياريو ويو. جو گرئجوئيٽ هو ۽ معمر به هو. هن کي سيڪنڊري اسڪول ۾ پڙهائڻ جو ڪافي تجربو هو. مگر پرائمري ماسترن جي تعليم ۾ درڪ ڪونه هوس. ماٺهو نهايت نيڪ هو پر انتظامي قابليت ۾ ڪَسو هو. ننڍن ڇوڪرن تي ضابطو رکڻ هڪ الڳ ڳالهه هئي ۽ ماسترن کي ڪنٽرول ڪرڻ جو فن ٻي ڪو الڳ هو. ٿورن ئي ڏينهن ۾ مون سان شڪايت ڪيائين ته شاگرد ڪتاب نه ٿا آڻين ۽ هڪ هڪ ٿي پڇيو وڃن. صبر سان ليڪچر به نٿا ٻڌن. ڪل مسخري لايو وينا آهن. وغيره وغيره مون شاگردن کي هدايت ڪئي ته اهو طريقو ناپسنديده آهي. اڄ هن تان ٿا ڪلو سياڻي ٻني تان ۽ پرهينءَ مون کي به تمسخر جو اسناڪ بنائيندا. پنهنجا وعدا ياد ڪريو. خود استاد آهيو. استادن جي تعظيم ڪريو. هنن هٽ ٻڌي معافي ورتي ۽ يقين ڏيارنون ته مسٽر محمد موسيٰ کي وري شڪايت جو موقعو نه ڏينداسين. ليڪن مسٽر محمد موسيٰ جي شڪايت ختم ٿيڻ واري نه هئي. آخر هڪ ڏينهن هال ۾ سيني شاگردن کي گڏ ڪيم. ٻني ڪنهن استاد کي اچڻ لاءِ ڪونه چيم. اڪيلي سر شاگردن سان مخاطب ٿيس. هو وري به وعدو ڪرڻ لڳا. ليڪن مون پڇيومان ته آخر سبب ڪهڙو آهي. حجاب يا ڊپ نه ڪريو. مون کي سچ ٻڌايو ته هن واحد استاد کي تنگ ڇو ٿا ڪريو؟ هڪ شاگرد جرئت ڪري مون کي ٻڌايو ته سائين استاد محمد موسيٰ کي ايترو به نه ٿو اچي جيترو اسان کي اچي ٿو. سندس آواز (گُهٽو) آهي. ڪلاس جون پويون ڊيسڪون ته اکر به سمجهي ڪونه ٿا سگهن. ليڪچر ۾ ڪابه انٽريسٽ يعني دلچسپي پيدا ڪري نه ٿو سگهي. دلچسپي نه هوندي ته توجه گهٽ ٿيندو ۽ شاگردن ۾ اُٿ ويهه برابر ٿيندي رهي ٿي. اسان کي موصوف لاءِ پنهنجي وڏي بزرگ جهڙي عزت آهي. اسين هرگز مٿس نه ٿا کلون. مگر سبق ۾ دلچسپي نه هئڻ ڪري ڪلاس جو ماحول بي مزي ٿيو پوي، جنهن تي اسان جو وس نه آهي. اسان کي گهٽ وڌ ڳالهائي به ٿو. پر اسين ڪيس ڪوبه بي ادبيءَ جهڙو جواب ڏيڻ بدران فقط کلي ڇڏيندا آهيون. مون کي هن شاگرد جي بيان تي فوراً يقين اچي ويو جو مسٽر محمد موسيٰ ۾ ڪجهه ڏينهن کان مون به اهي ئي ڳالهيون ڏٺيون هيون جي شاگردن ڏٺيون هيون. هو پاڻ به تنگ اچي چڪو هو ۽ مرضي هيس ته موٽي هاءِ اسڪول ۾ وڃان جتي ٽيوشنون به هيون. هتي ڇا هو؟ ٻنهي گڏجي ڪوشش ڪئي ۽ مسٽر محمد موسيٰ واپس هاءِ اسڪول ۾ ويو. سندس عيوض مون کي ٻيا شهر جي اسڪولن مان تجربي ڪار استاد مليا. هاٽي مسٽر صوفيءَ کي هائوس ماستر ڪيم. مسٽر سنديلو کي فرسٽ اسسٽنٽ. هُو ٻني شاگردن جا نباض هوا. ڪم جوش و خروش سان

هليو ۽ نصاب کي اوبي ورتوسين. اندروني ڪم کي صحيح سطح تي پهچائي ڪجهه بيروني معاملن ڏي به متوجه ٿياسين. مسٽر عبدالله عتيق، حامدالله عاقلي، مسٽر رضا محمد، قبول محمد، محمد عابد ۽ ٻيا منهنجا شاگرد منهنجيءَ هڪ اشاري جا متنظر هوندا هوا ۽ هميشه حاضر هوندا هوا. سندن وفاداريءَ مون کي نهايت متاثر ڪيو. سندن وفاداري بشرط استواري هني چيو اٿن ته:

وفاداری بشرطِ استواری اصل ایمان ہے
مرے بتخانہ میں تو کعبہ میں گاڑو برھمن کو.

قبل از پاڪستان، لاڙڪاڻه هاءِ اسڪول تي هندو عنصر جو قبضو هو. هاءِ اسڪول جي عمارت ۽ هاسٽل جون عمارتون نهايت شاندار هيون ليڪن ڪا به مسجد نه هئي، هر نم جي وڻ هيئان هڪ ٿلهو نهيل هو. جتي شاگرد نماز پڙهندا هوا. نماز جون نکون ۽ تڏا اڪثر پرندن جي وٺين سان ناپاڪ رهندا هوا. جمع جي نماز لاءِ شاگردن کي لاڙڪاڻي جي شديد گرمين ۾ شهر ڏي وڃڻو پوندو هو. مون کي اها ڳالهه نه وڻي چنده لاءِ رسيد بڪ ڇپايم. شاگردن ۾ تقسيم ڪيم ۽ کين چيم ته مؤسن جون بلائون دور آهن. پنهنجي ڳوٺن مان چندو گڏ ڪري اچو. خدا اوهان کي جزائي خير ڏيندو. مسجد جي تعمير ڪرايون. خدا جو گهر جوڙيون جو اوهان جي بنج جو يادگار رهي. سڀني ڪمرڪشي. گرمين جي موڪل ملي رسيد بڪ هر هڪ جي هٿن ۾ ڏنو ويو. صوفي ڏٿي بخش مون کي چيو ته سردار غيبي خان چانڊيي وٽ هلون هو صاحب ڪافي رقم ڏيندو، منهنجي دل نه ٿني چاهيو ليڪن صوفي صاحب جي اصرار تي وٽس وياسين. فقط به سئو روپيه ڏنائين قاضي فضل الله هزار روپيه جو چيڪ ڏنو ۽ حاجي خان پيٽرول پمپ واري به سؤ روپيه ڏنا. نم وڍائي شهتير ۽ پٽيون چيرايونسين. اسڪول جي آس پاس ساريال پوک هئي. زمين ۾ ان ڪري سيڪ گهٽو هو. سيمنٽ خريد ڪيوسين. سرون پڪيون ۽ سنا به ڪاريگر ڪم ۾ لڳاياسين. شاگردن ڪافي پنسا آندا. عابد کي ان ڪم تي معمور ڪيوسين. صوفي صاحب سندس ڪافي هٿ ونڊايو. مسجد جي تعمير شروع ٿي. ٻن ٽئن هفتن ۾ مسجد جڙي راس ٿي. افتتاح ڪيوسين، سڀني اسان جي جس ڳائڻ لڳا. شڪراني جي مناني ورهائيسين. منهنجي بدلي ٿي وڃڻ بعد شاگردن مسجد جي وراندي مٿان هڪ پٿر نصب ڪرايو. جنهن تي هن حقير پر تقصير جو نالو ڪنده آهي.

هن سال ١٩٥٠ع ۾ سول اسپتال جي نئين عمارت جو سنگ بنياد رکڻو هو جنهن لاءِ خواجه ناظم الدين آيو. لاڙڪاڻي جو شهر چراغان ٿي ويو. قاضي فضل الله ۽ جناب کهڙي محمد ايوب صاحب جا بنگلا خصوصاً بقعه نور بنيا رهيا. ڊاڪٽر دائود پوٽو رٽائر ٿي چڪو هو. ڊئريڪٽر جي چارج خان صاحب يار محمد ميمڻ کي ڏياري ويئي هئي جو ايڊيوڪيشن

سيڪريٽري ٻہ هو. هُو صاحب ٻہ لاڙڪاڻي آيو. آفيسرن جي منزلن سبب ڪاٻہ جاءِ خالي نہ هئي. خان صاحب يار محمد منهنجي بنگلي ۾ رهيو ۽ مان هائوس ماستر جي ڪوارٽر ۾ عارضي طور منتقل ٿي ويس. خان صاحب يار محمد ڊي. پي آءِ ڪي لاڙڪاڻي سينٽر جي ورنيڪيولر فائينل امتحان ۾ ڪاپي ٿيڻ جي باري ۾ ڪي درخواستون پهتل هيون جو پاڻ سان کڻي آيو. امتحان جو سينٽر هاءِ اسڪول هو ۽ ان جو هيڊ ماستر سينٽر جو سپرنٽينڊنٽ هو. حق تہ ائين هو تہ اهوئي انڪواري ڪري ها. مگر خبر ناهي تہ ڇو خان صاحب يار محمد اُهي ڪاغذ منهنجي حوالي ڪيا ۽ نادري حڪم فرمايو تہ ٽن ڏينهن اندر مون کي سراغ لڳائي صحيح رپورٽ پيش ڪرڻي وجي. ڪاغذ ورتم. الله جي آسري پڇا ڳاڇا ڪيم. ڏنل پيپرن جا بنڊل منهنجي حوالي ڪيا ويا. هاءِ اسڪول جو ڪلارڪ احمد علي نالي هو. رپورٽ هيٺ آيل جوابي پيپرن ۾ هٿ اکر پيا هوا ۽ ٻين باقي پيپرن ۾ پيا هوا. حقيقت ۾ اهي رپورٽ هيٺ آيل پيپر ٻاهران لکائي بنڊلن ۾ وڌا ويا هوا ۽ بدقسمتيءَ سان اصولڪا پيپر ٻہ اتي ئي پيا هوا ۽ نہ انهن کي ڪڍي ڇڏيو ويو ۽ نہ ناس ڪيو ويو. مون نهايت سنجيدگيءَ سان جاچ شروع ڪئي. اهي شاگرد جي پرائمري ماسترن جا پٽ هوا. سي اکر انهن جي والدين جا نڪتا. جي احمد علي ذريعي اهي پيپر ريپليس ڪيا هوا. مون کي ڏک بہ ٿيو ۽ خوشي بہ. ليڪن اها هڪ ڏک جهڙي ڊيوٽي هئي ۽ مون کي ايمانداري سان فرض ادائي ڪرڻي هئي. خان صاحب يار محمد ڏاڍو خوش ٿيو. جو سندس انڪواري ڪامياب ٿي ۽ مون کي آفرين ڏنائين. اسڪول وزٽ ڪيائين ۽ هر هڪ ڪم ٽپ ٽاپ ڏسي مسرور ٿيو. صاحب موصوف لاڙڪاڻي ۾ مختيارڪار بہ ٿي رهيو هو ۽ وري ڊپٽي ڪليڪٽر بہ ٿي رهيو هو. ڪيترائي سندس پراڻا زبردست جن مان ڪافي تعداد رٽائر ٿي چُڪو هو. ڪيس ملڻ لاءِ آيا. هن انهن سيني کان منهنجي باري ۾ پڇيو. تہ هيءُ هيڊ ماستر ڪيئن آهي. هر هڪ شخص ڪيس اهوئي جواب ڏنو تہ هيءُ اسڪول جنگ و جدل جو مرڪز بنجي چڪو هو. ائين چئجي تہ اسڪول ڪونہ هو مگر خچرخانہ هو. اسان کي ان جي سڌاري جي ڪاٻہ اميد نظر نٿي آئي مگر مسٽر عرسانيءَ جي اچڻ بعد هن گويا هڪ ساحر جو ڪم ڪري ڏيکاريو. اسين تہ چاهيون ٿا تہ هيءُ هتان نہ وڃي ۽ سدائين هتي هجي. خان صاحب يار محمد مون کي گهرايو ۽ چيائين تہ مون اوهان جي باري ۾ پبلڪ کان گهڻو ڪجهہ ٻڌو آهي. مان اوهان جي اسٽاف سان ملاقات ڪرڻ چاهيان ٿو. اڄ شام جو سيني مون سان ملايو. مان اسٽاف کي وٺي ويس مگر هن مون کي چيو تہ اوهان ٻاهر ترسو مبادا ڪنهن کي اوهان جي باري ۾ ڪا شڪايت هجي ۽ هُو اوهان جي موجودگيءَ ۾ پنهنجي دل جو احوال بيان ڪرڻ جي جسارت نہ ڪري سگهي. مان ٻاهر ويٺس. اسٽاف جا ميمبر ويا. سيني کان پڇيائين تہ هيڊ ماستر اوهان سان ڪيئن ٿو هلي. اوهان کي ڪا هن لاءِ

شڪايت ته ڪانهي. سيني يڪ آواز ٿي چيو ته شڪايت جو ته سوال ئي نه ٿو ٿئي. اسين هن جا بيحد ڪمال ثناخوان آهيون ههڙو قابل ۽ سنو منتظم هيڊ ماستر اسان کي ڏسڻ جو هن کان اڳي ڪڏهن به موقعو نصيب نه ٿيو آهي اسين چاهيون ٿا ته هو اسان وٽ ڪافي عرصو رهي ۽ اسين سندس زيردستيءَ ۾ رهي ڪجهه پرايون. اهو جواب ٻڌي بي حد مطمئن ٿيو. پڇاڙيءَ ۾ مونکي اڪيلو گهرائي پڇيائين ته اوهين ڪٿي وينا آهيو. مون چيو ته حيدرآباد. عجب لڳس. مون کي چيائين ته مان ته توهان کي ڪونه ٿو سڃاڻان. مون چيو ته اوهان جو ڀاءُ روشو ۽ حاجي غلام علي ته منهنجا دوست آهن ۽ ٻيا فلاڻ فلاڻ ميمڻ اوهان جا رشتيدار مون سان گڏ پڙهيا آهن. اوهين اڪثر ڪراچيءَ ۾ رهو ٿا ان ڪري مون کي نٿا سڃاڻو. جواب ۾ چيائين ته اوهان کي ڪو عرض معروض ڪرڻو هجي ته مان وڏيءَ خوشيءَ سان اوهان جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. مون اوهان جي حد کان گهڻي نيڪي ٻڌي آهي. ۽ مان نٿو چاهيان ته هن ننڍڙي اسڪول ۾ اوهان جون لياقتون برباد ڪريان. ڪو وڏو اسڪول گهرو ته مان ويچار ڪريان. مون عرض ڪيو ته سائين منهنجا مون کي حيدرآباد ڏيو. پوءِ هاءِ سڪول ۾ رکو. ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ڪري مقرر ڪريو يا ته ٽريننگ ڪاليج ۾ پرنسپال ڪريو. اهو اوهان جي مرضي مبارڪ تي ڇڏيل آهي. مان ڪنهن به حيثيت ۾ حيدرآباد موٽي وڃڻ چاهيان ٿو جو منهنجون گهرو حالتون گهر کان هيتري مفاصلي تي رهڻ جي مون کي اجازت نه ٿيون ڏين. وڏيڪ وس وارا آهيو. فرمايائين ته مان ڪراچي پهچڻ شرط اوهان جو آرڊر ڪندس. ڳالهه مخفي رکيم. ڪجهه وقت لڳو. ساليانه امتحان ٿيا. شاگرد سؤ سيڪڙو پاس ٿيا ۽ منهنجي بدلي حيدرآباد ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر حيدرآباد نائون تي ٿي. جتي مون نور احمد ميمڻ کان فوراً چارج ورتي.

شاگردن مون کي موڪلائيءَ لاءِ هڪ جلوس ۾ اسٽيشن لاڙڪاڻي تي آندو. حشام ماڻهن جا چڙهي آيا. گلن جا هار پهرايا ويا. اسٽيشن جو منظر هڪ عجيب هو. عام طرح ماڻهن ائين ٿي سمجهيو ته هيترا ماڻهو آيا آهن شايد خان بهادر ڪهڙو اچڻو آهي. منهنجي ڳچيءَ ۾ هار ڏسي مون ڏانهن عجيب نگاهن سان ڏسڻ لڳا ته هيءُ ڪهڙو منسٽر آهي. مان خدا تعالیٰ جا ڪيترا شڪرانا بجا آڻيان. مون کي ايتري عزت بخشيائين جنهن جو مون هرگز پاڻ کي لائق نه ٿي سمجهيو. و تعزمن تشاءُ و تذل من تشاءُ. بيدڪ الخير انڪ اعلیٰ ڪل شئي قدير. عزت و ذلت ان قادر مطلق جي هٿ ۾ آهي جنهن کي چاهي عزت بخشي چاهي ذلت نصيب ڪري. لاڙڪاڻي بابت گهڻو ڪجهه لکي سگهان ٿو. ليڪن قصو ڊگهو ٿي ويندو فقط ايترو چوندس ته لاڙڪاڻو واقعي ساهه سيباڻو هو.

❑

## باب ٽيهون

# باقعات لاڙڪاڻو

**مون** مٿي عرض ڪيو آهي ته لاڙڪاڻي ۾ اچڻ سان خاص توجه تعليم تي ڏنم، جو ڪوبه ڪم ٺيل ڪونه هو ۽ حالات درهم برهم هوا. شاگردن جي ڪاميابي استادن جي ڪاميابي هئي. استادن جي ڪاميابي هيڊ ماستر جي فتح هئي ۽ هيڊ ماستر جي فتح اداري جو شان هو. ان ۾ خداوند ڪريم ڪامياب ۽ نامياب ڪيو. الحمدالله

ساري اداري، هاسٽلن ۽ ڪاليج لاءِ اسڪول جي ڪشادي ميدان ۾ هڪ کوھ هو، جنهن جو پاڻي نهايت مٺو ۽ ٿڌو هو. ان جي آس پاس ڪجهه زمين لائق آباد به موجود هئي. حسين بخش نالي هڪ مالهي پاڻيءَ لاءِ مقرر ٿيل هو، جو کوھ تي چرخيل نار ذريعي پاڻي پهچائيندو هو. ڏاند سندس پنهنجا هوا. جنهن لاءِ کيس ان وقت جي لحاظ موجب چڱو معاوضو ملندو هو. هن سان مون صلاح ڪئي ته ڇو نه هتي ڀاڄيون پوکيون ۽ ساري هاسٽل جا شاگرد ۽ اسين اهي کائون. حسين بخش ڪم ڪارڪان ڪيبائڻ وارو ڪونه هو ۽ مالهي به تجربيڪار هو. جواب ڏنائين ته سائين هن ڪان اڳ ۾ ڪنهن به هيڊ ماستر صاحب اهڙو سوال نه اٿاريو آهي. اوهان جي خواهش هجي ته مان محنت ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. مون وٽ لائل پور ڪان آيل هڪ ڀاڄين ۽ گلن جي ٻجن جو ڪئٽالاگ آيل هو. ان جي ورق گرداني ڪري ٻجن جو آرڊر ڏنم. هن ۾ ڪي گل هوا ۽ باقي ڀاڄيون جهڙوڪ ميٿي (هربو) شلغم (گوگڙو)، پينڊيون، توريون، موريون، ٽماٽا وغيره وغيره ۽ ثوم ۽ بصر جو ٻيجو مسٽر رضا محمد ڳوٺان آندو. زمين سان جوٽڻي جونيسين. هرَ ڏيئي زمين کي تيار ڪيوسين. حسين بخش پنهنجي اڻ ٿڪ ڪوشش سان اهو سڀ ڪجهه ڪيو، جو هن جي دماغ ۾ آيو. مون کي ته زراعت جو ڪوبه علم ڪونه هو. صوفي ڏٽي بخش ۽ مان ذري ذري زمين تي پتنگ وانگر ڦيرا پيا ڪندا هواسين. الله تعالیٰ ڪنهن جي محنت ضايع نه ٿو ڪري ٽماٽا، پالڪ، ميٿي ۽ گوگڙو تمام ڀلا ٿيا. ساري هاسٽل اهي ڀاڄيون مفت ۾ کائيندي هئي، ڪڏهن ڪڏهن ڪن دوستن کي سوغات طور ٽوڪرا ڀري موڪليندو هوس. هن ڪارنامي سون تي سهاڳي جو ڪم ڏنو ۽ هرهڪ ڏسندڙ واھ واھ ڪرڻ لڳو ۽ داد ڏيڻ کان رهي نه سگهيو.

پڙهائيءَ جو ڪم مون اچي سنئون ڪيو هو، ان ڪري ڪجهه وقت بچائي ادبي ڪم

کي هٿ ۾ کنيم. ٻن ڪتابن جا مسودا مون لاڙڪاڻي ۾ لکيا هڪ سير ريگستان ۽ ٻيو نقش عمل. فرصت گهٽ هجڻ جي باوجود مون کي خدا تعاليٰ همت ڏني ۽ رات جو گهڻو وقت لکڻ جو ڪم ڪندو هوس. گرميون هيون. اليڪٽرڪ پکا ڪونہ هوا. جُهليون جُهوليون وينديون هيون. لاڙڪاڻي جي آبهوا مون کي پاڻءِ پئي. گرمين جي باوجود نهايت صحت بخش هئي. سموري سال ۾ جو مان اتي رهيس. وقتي ڪڏهن مٿي ۾ سور بہ ڪونہ پيو. ٽريننگ اسڪول ۾ هن ڪان اڳ ڪڏهن بہ ڪا مخزن وغيره نہ ڪڍي ويئي هئي ۽ نہ فقط لاڙڪاڻي ۾ بلڪ ساري سنڌ جي ٽريننگ ادارن ۾ ڪنهن بہ اهڙي جرئت نہ ڪئي هئي. صرف حيدرآباد جي ٽريننگ ڪاليج مان اخبار تعليم نڪرندي هئي، جا سڄي سنڌ پڙهندي هئي ۽ افسوس آهي تہ زماني ايتري ترقي ڪئي آهي، تہ تعليم ڪاتي جو اهو قديم صحيفو اڄان بہ نڪري پيو. مگر اهو ادبي مقام نہ اٿس. افسوس صد افسوس. مون ڪن چڱن شاگردن ۽ اسٽاف جي ميمبرن اڳيان پنهنجي رٿ پيش ڪئي. سڀني ان جي مرحبا ڪئي ۽ ٽريننگ اسڪول لاڙڪاڻہ مخزن جي نالي سان هڪ پرچو ڪڍيوسين. مسٽر عبدالغفور پرگڙي وڪيل جو منهنجي دوست مرحوم غلام صديق پرگڙيءَ جو ننڍو ڀاءُ هو. ان وٽ هڪ ننڍي پريس هئي ۽ ڪجھ ڪاغذ بہ فاضل پيل هو. هن صاحب اسان جي دل و جان سان مدد ڪئي ۽ تمام ٿوري معاوضي سان اها مخزن شايع ڪري ڏنائين. دوستن، احبابن ۽ آفيسرن وغيره کي ڪاپيون سوغات طور ڏنيون ويون. شاگردن پنهنجي ڪاليج جي زندگيءَ جو هيءُ يادگار هڪ هڪ بہ بہ ڪاپيون پاڻ وٽ محفوظ رکيون. مقامي ادارن کي مفت ڪاپي ڪاپي ڏني ويئي ۽ اسان جي قدم کي جتي ڪٿي ساراهيو ويو.

مون کي لاڙڪاڻي ۾ ايتري فرصت ئي ڪٿي هئي، جو شهر جي معتبرن سان ملان. بهرحال مسٽر فتح محمد قريشي بدلي ٿي ويو ۽ ڊاڪٽر جعفري غلام حسين صاحب سنڌن جاءِ تي آيو. ڊاڪٽر صاحب، مسٽر اميرالدين جوڻيجو. جو ان وقت لاڙڪاڻي ضلعي جو ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر هو ۽ مسٽر محمد عثمان چن جو سنڌس اسسٽنٽ هو. سي صاحب مون وٽ ۽ مان انهن وٽ ايندو ويندو هوس. شهر وارن مان منهنجو اچڻ وڃڻ مسٽر پرگڙيءَ وٽ ٿيندو هو. جنهن سان سنڌس ڀاءُ جو اسان جي ڪاتي ۾ اسان جو هم عصر هو ان جي توصل سان ياراني ٿي. اهو صاحب مهرباني ڪري ڪڏهن ڪڏهن پيرا پري مون وٽ ايندو هو مان ونس ويندو هوس. اهو بيجا نہ ٿيندو جو مان مسٽر جيسنگهاڻيءَ جو ذڪر نظرانداز ڪريان. مسٽر جيسنگهاڻي هڪ صوفي بزرگ هو ۽ سنڌس اهليہ محترمہ ڊاڪٽر سرلا ديوي لاڙڪاڻہ زناني اسپتال جي سربراهہ هئي. انهن وٽ اڪثر و بيشتر ايندو ويندو هوس ۽ هو مون کي نهايت پيار ۽ عزت ڏيندا هوا. هر ٻئي ٽئين ڏينهن ماني موڪلائيندا هوا ۽ مون کي طرح طرح جا ٽول ڪارائيندا

هوا. خدا انهن کي خوش رکي شال.

منهنجي اچڻ بعد لاڙڪاڻي ٽريننگ اسڪول جي جيڪا ناموس جابجا پکڙي هئي، ان ڪري جيڪب آباد جا ماستر جي ان ڪان اڳي سکر ويندا هوا. تن سڀني ڊائريڪٽر صاحب کي استدعا ڪئي ته ڪين ٽريننگ لاءِ لاڙڪاڻي موڪليو وڃي. اڄ تائين ان ڳالهه جو افسوس اٿم ته هنن جو اچڻ ۽ منهنجي بدلي ٿيڻ. هنن منهنجي محبن ۽ محبتين سان منهنجو رهڻ نه ٿيو جنهن لاءِ هو آيا هوا. آب و دانه جي اختيار آهي. مون جيڪب آباد وارن کي ڏاڍي ڏک سان چيو. ته اوهان ڇو اها زحمت گوارا ڪئي. سکر اوهان کي سهوليت وارو هو. اتي وڃو ها. هنن چيو ته سائين اوهان جي سر خاطر هتي آياسين. مون جواب ۾ چيو ته پيارا دوستو! مون ۾ ته ڪا اهڙي لياقت ڪانهي جا اوهان کي ڪشش ڪري. ان تي هنن ڏاڍي ڏک سان هيءُ بيت ڏنو.

ماٺهو مـڙئـي نـه سـهـڻـا پـکـي مـڙئي نه هـنـج

ڪنهن ڪنهن ماٺهوءَ منجهه اچي بوءِ بهار جي

خير اوهان اسان جون بهارون پاڻ سان کڻي ٿا وڃو. پلي وڃي پنهنجي ٻچن پيڙا ٿيو. شال خوش هجو. اسان کي دعا سان ياد ڪندا رهندا. ته اسين ڪافي سمجهنداسين. اسان جو سال گذري ويندو. زندگي آهي ته ملاقاتون پيون ٿينديون حيدرآباد ته پري نه آهي. اوهان جي تعليمي مضامين ۽ ڪتابن جو مطالع ڪري اوهان جي علميت مان استفادو ڪندا رهنداسين.

بس آپ تشریف لے جائیے

گذرنی جو ہوگی گذر جائیگی

طبیعت پے ہوگا قلق چند روز

ٹھرتے ٹھرتے ٹھر جائیگی

هيءُ شعر منهنجو ئي ڪين هڏايل هو جو مون سان منسوب ڪيائون. لاڙڪاڻي جو ذڪر اذڪار گهڻو طويل آهي ليڪن هتي ايتري تي اڪتفا ڪريان ٿو جو ته ڪنهن کي ضرورت پيئي آهي جو اهي ڳالهيون پڙهڻ لاءِ وقت ڪڍي سگهي. شايد ناظرين ڪرام ائين ئي خيال ڪن ته عرساڻي ڦڻڪ پنهنجي تعريف جا ويهي ڊڪ پريا آهن. ليڪن ائين هرگز نه آهي. سوانح پنهنجي لکي رهيو آهيان نه ٻين جي. ان ڪري پنهنجي متعلق ئي لکڻو پوي ٿو. جيڪي لکيو اٿم سو نهايت صداقت سان لکيو اٿم. ڇو ته معلوم اٿم ته جيڪڏهن ليکڪن ۾ صداقت نه هوندي ته انهن تحريرن کي ڪا به وقعت نصيب نه ٿيندي. خدا گواهه آهي.

هڪ ڳالهه پڇاڙيءَ ۾ چند لفظن ۾ لکڻ ضروري ٿو سمجهان. مسٽر محمد عثمان چنه جو ان وقت اسسٽنٽ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر لاڙڪاڻه هو. سو محترم ايوب کهڙي جو خاص اعتماد جو ماڻهو هو. ان ڪري سندس وڏي عزت هوندي هئي. هن جي مون سان چند

ملاقات ۾ ڏاڍي دل ٿي ويني، مون وٽ اڪثر ايندو هو يا پنهنجو ٽانگو موڪلي مانيءَ لاءِ پنهنجي اوطاق تي گهرائيندو هو. هڪ ڏينهن چيائين ته اوهان خانبهادر کهڙي کي نه مليا آهيو اهو مناسب نه آهي. صاحب موصوف سان ضرور ملاقات ڪريو مون ڪيس قاضي فضل الله جي روش کان مطلع ڪيو ۽ چيو ته وڏن ماڻهن کان ڪناره ڪشي ئي بهتر آهي. کهڙي صاحب لاءِ ته اڪثر پروپيگنڊا ڪئي ويندي آهي ته سخت مغرور ماڻهو آهي. مسٽر محمد عثمان چند چيو ته سائين اوهان انهن ڳالهين کي هرگز نه وٺو. اوهان صاحب موصوف سان ملو ۽ پوءِ پنهنجي صحيح راءِ قائم ڪري سگهندا. مان توهان سان گڏجي هلندس. آخر هڪ ڏينهن جڏهن خانبهادر لاڙڪاڻي ۾ موجود هو. مسٽر محمد عثمان ٽانگو وٺي آيو ۽ مون کي ساڻ ڪري خانبهادر جي بنگلي تي وٺي آيو. ماڻهن جا هشام هوا. مگر مسٽر محمد عثمان گهڻن ماڻهن کان مون کي سبقت وٺي ڏني. کهڙي صاحب مون کي گهرايو وهاريائين. حال احوال پڇيائين ۽ نهايت اعليٰ اخلاق ۽ پيار جو مظاهرو ڪيائين. پڇاڙيءَ ۾ اهو پڇيائين ته توهان جو ڪو ڪم ڪار هجي ته چئو. مون عرض ڪيو ته نه سائين. فقط ملاقات جو شرف حاصل ڪرڻ لاءِ حاضر ٿيو هوس. هٿ ملايائين ۽ موڪلايم. دنيا پلي چا بہ چوي. ليڪن سر غلام حسين هدايت الله کان پوءِ کهڙي صاحب جهڙو سنڌ جو ليڊر پيو ڪونه ٿيو. هينئر ته زمانو ئي اور آهي، وري سرزمين سنڌ جي لاڙڪاڻي شهر کي ئي اها عظمت نصيب آهي جو سرزمين جو فرزند سر شاهنواز جو خلف الرشيد اسان جي حڪومت پاڪستان جو سربراهه آهي. لاڙڪاڻه شهر کي خداوند تعاليٰ ڪافي عزت بخشي آهي ۽ ان جي مزيد عزت بخشڻ لاءِ دل سان دعاگو آهيان.



باب ايڪٽيهون

# حيدرآباد ۾ تقرر

**مون** مٿي عرض ڪيو آهي ته خانصاحب يار محمد ميمڻ لاڙڪاڻي ۾ مون کي ازخود چيو هو، ته مان اوهان جون خدمات هن ننڍڙي اداري ۾ ضايع ڪرڻ نٿو گهران. اوهان کي ڪنهن وڏي هاءِ اسڪول ۾ رکڻ چاهيان ٿو. مون ڪيس عرض ڪيو هو ته، مون کي ڪهڙيءَ به حيثيت ۾ مقرر ڪيو وڃي ليڪن حيدرآباد ۾ رکيو وڃي. جو منهنجي خانگي حالات جي تقاضا اها آهي. خان صاحب پنهنجو وعدو پورو ڪيو ۽ ڏهن ٻارهن ڏينهن بعد منهنجو آرڊر ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر حيدرآباد ٽائون جو ٿيو. هتي اهو واضح ڪرڻ گهران ٿو ته حيدرآباد ۾ ٻه ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر هوا. هڪ حيدرآباد ٽائون لاءِ ۽ هڪ حيدرآباد ضلع لاءِ هندو حيدرآباد ٽائون تي حاوي هوا ۽ ان ڪري حيدرآباد ٽائون کي ميونسپل اسڪول بورڊ ۽ حيدرآباد ضلع کي جو ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي ماتحت هو تنهن کي ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ سڏيو ويندو هو. اهو سرشتو پاڪستان ٺهڻ بعد به اچا هلندو ٿئي آيو.

جڏهن مان حيدرآباد آيس. ميونسپل اسڪول بورڊ ٽائون جي آفيس موجوده ميونسپل آفيس جي سامهون هئي جتي اج يو بي ايل جي بئنڪ آهي. مون کي افسوس سان چوڻو پوي ٿو، ته مون سرڪاري حڪم موجب چارج ورتي مگر منهنجو مٿي جو سور لٿو ڪين. بلڪ وڌي ويو. مون هڪ اهڙي آفيسر کان چارج ورتي هئي جنهن جي ڪمزورين کان سارو انتظام ڊانوان ڊول هو. ليڪن تقدير کي تدبير آڏي نه ٿي اچي سگهي. منهنجي قسمت ۾ ئي رولڙا هوا. الله جي ذات تي ڀروسو محڪم هو. همت نه هاريم مهاجرن جي لڏپلاڻ ۽ غلبي سبب پرائمري برانچ اسڪولن جون جايون جي هندن جا مددي (ايڊيڊ) اسڪول هوا سڀ بند ٿي چڪا هوا. جايون مهاجرن والاري ڇڏيون هيون. ڪن سرڪاري اسڪولن جي احاطن بلڪ ڪن حصن ۾ به بي گهر مهاجر ويهي چڪا هوا. اسڪولن جا رڪارڊ فرنيچر وغيره ڪٻاڙين جي حوالي ٿي چڪا هوا. ڪن ماسترن صاحبن کي کير جون ڊنريون هيون ڪن کي کنڊ جا ڊيپو هوا. ڪن ماستر ايسوسيئيشن جي آفيس تي قبضو ڪري اتي جا ٽائيپ رائٽر ۽ ڊيوپليڪيٽر مشينون تينوار ڪري ڇڏيون هيون. جنرل رجسٽر گم هوا جي اڇن پنن تي رکٽا پيا. ڪوڙن ۽ جعلي سرٽيفڪيٽن جي ذمر ڏمان هئي. سچ ڪوڙ جو سراغ ملڻ محال هو. ماستر يا ته اسڪولن ۾

بنان نوڪري هليا ويندا هوا يا اخبارون ۽ رسالا وينا پڙهندا هوا. آمريڪن ڪير جو پاؤڊر، گيهه جا ڊبا، جي شاگردن لاءِ ڪافي کان زياده ملندا هوا، سي سڀ بازار ۾ وڪيا پئي ويا. هي سال ۱۹۵۱ع هو. عرسائي ويچارو ڇا ڪري. ڪنهن ڳالهه کي روڪڻ جي ڪيم ته اُڏمر مچي ٿي ويو. رات ڏينهن ذهني طرح پريشانين ۽ غمن ويڙهي ورتو. هڪ عرسائي سوين غم.

يک غم دو غم سہ غم چهار غم

بيچاره دل چہ کند، که او يکيست و هزار غم

ڏورٽو ڏيندو آيس، جنهن جوانمرادي ۽ همت سان انهيءَ ڳالهه جو مقابلو ڪيم. اهو هڪ وڏو داستان آهي، جو ههڙن پنجاهه سٺ صفحن جي گهر ڪندو. ان ڪري لکڻ مناسب نه ٿيندو. مس مس وڃي ناپر آئي ته ۱۹۵۵ع ۾ سيلاب آيو. کيرن وٽان درياءَ شاهه نڪرين جيڏا بند ٽوڙي رکيا. پڪو رستو (مينل روڊ) ٻڏي ويو. اُتر ڏي نوح پوٽن تائين، ايرندي ڏي اڏيرو لال تائين ۽ ڏکڻ ڏي حيدرآباد تائين پاڻي پهچي ويو. هن سيلاب ۾ ڪجهه ماسترن جا گهر تباهه ٿي ويا. ٿوري گهڻي جا ويچارن جي ملڪيت هئي، سا دريا شاهه ڳڙڪائي ويو. ڪيترائي خانمان برباد، ماستر غريب مون وٽ آيا. مان ڇا ٿي ڪري سگهيس، صرف طفل تسليون. چيومان ته پائرو لکن جي مصيبت ڪنهن به هڪ جي مصيبت نه آهي. الله جي ڪئي جي شڪايت نه ڪريو. سر ته بچيا، جنهن اڳ ڏنو هو سو هينئر به ڏيندو. ڪن ماسترن جي ليڊرن کي گهرايم. انهن سان صلاح و مشوره ڪيم. هن وقت تائين حيدرآباد ۽ ضلعي جا ٻه حصا ڪيا ويا هوا. هڪ هالا ڊويزن ۽ ٻيو ٽنڊو ڊويزن. ميونسپل اسڪول بورڊ ختم ٿي چڪو هو. هالا ڊويزن ۾ تعلقي هالا، ٽنڊوالهيار ۽ حيدرآباد مدغم ٿي ويا هوا. ماسترن کي تجويز پيش ڪيم ته هڪ اپيل ماستر برادريءَ کي ڪجي ته دل کولي پنهنجي ڀائرن جي مدد ڪن. هنن اصرار ڪيو ته اپيل تي اوهان جي دستخط هجي. مون اها اپيل پنهنجي شخصي نالي محمد اسماعيل عرسائيءَ جي صحيح سان ڪڍي ڇو ته ڪنهن به گورنمينٽ ملازم کي ڪو چندو چيرو پنهنجي عهدي جي نالي سان ڪرڻ جي قانوني منع هئي. ڪجهه خطرو مول ورتم. پر انسانيت جي جذبه سان سرشار ٿي ائين ڪرڻ کان پاڻ ڪين روڪي سگهيس. تعلقي ماسترن کي زباني هدايتون ڏنيون ويون ته استاد کي پگهارن ڏيڻ وقت انهن کان چندو وصول ڪري موڪلين. چندا توقع کان وڌيڪ وصول ٿيا. ڪن مخير حضرات وٽ به ويس. ٻوڏ جي ستايلن جو ذڪر ڇڙيو. ماسترن جي حالت، زار بيان ڪيم. منهنجي زبان ۾ خداوند ڪريم اثر وڌو ۽ اتان به ڪجهه نه ڪجهه پڙ پيو. مون پنهنجي ٻن اُسسٽنٽن هڪ حافظ محمد ابراهيم ۽ ٻيو جان محمد قريشيءَ کي هن ڪم تي مامور ڪيو جن پيسا جمع ڪيا ۽ سامان به خريد ڪيو. ميٽنگ ڪئي سين. فيصلو ٿيو ته هر هڪ ماستر کي هڪ مڪمل بسترو، رڌڻ پچائڻ ۽ کائڻ پيئڻ جي ٿانون جو مڪمل

سيٽ ۽ ڪپڙن جا ٻه وڳا ڪجهه مختصر شيون ڏنيون وڃن. ستايل ماسترن جي تعداد موجب اهو سامان متي ذڪر ڪيل ٻني صاحب خريد ڪري آيا. آفيس جا ٻه روم پيري رکياسين. تاريخ مقرر ڪئي وئي، ماستر صاحبن کي اطلاع ڏنو ويو ته روبرو اچي امدادي سامان وٺن. اهي فيصلا سڀ ماسترن جي ليڊرن جي شموليت سان ڪيا ويا. مگر منهنجي قسمت البت ايري هوندي هئي، جنهن چڱي ڪم ۾ هٿ وجهندو هوس ان ۾ بجاءِ جس جي ڪجس ئي پوندي هئي. ماسترن جو هڪ ليڊر جنهن جي نيت هئي ته پئسا منهنجي حوالي ڪيا وڃن ها. خريداري ٻه مان ڪريان ها ۽ ورهاست ٻه مان. انجي خلاف ٻين ماسترن جي جماعت آئي ۽ انهن اها تقاضا ڪئي ته جيڪڏهن هيءُ ڪم اسان جي ليڊر جي سپرد ٿيو ته اسان کي انئي ۾ لوٽ برابر ملندو ۽ باقي پئسا خورد برد ٿي ويندا. ان ڪري ازراه ڪرم. پنهنجي آفيسرن جي نگرانيءَ هيٺ اهو ڪار خير انجام ڏنو وڃي. اڳتي هلي انجا ڪي اُگرا نتيجا نڪرن ان کان مون مناسب سمجهيو ته نه ماسترن جي هڪ پارٽي ۽ نه ٻي پارٽي. ڪم منهنجا آفيسر امانت سان هلائين ته ڪنهن کي ٻه شڪوه شڪايت جو موقعو نه ملي. پنهنجي راءِ ۾ مان صحيح هوس مگر ان نام نهاد ليڊر جي گويا ڪائنات ڊهي ويئي ۽ منهنجي گلا غيبت ڪندو رهندو هو. بهرحال مون ڪم نيڪ نيتيءَ سان ڪيو هو. تنهن ڪري توڪل علي الله مان پنهنجي فرض کان سبڪدوش ٿيس.

گر توکل مي کني دو کارکن
کسب ڪن، پس تکيه بر جبار کن
ڪنهن شاعر ائين ٻه چيو آهي ته
فرض خود بشناس باش عامل ٻه کار
ثمرم آن بر خدا وندت گذار

مون اجا هاڻي مس ڪجهه حالت تي ضابطو ڪري ورتو هو. ته اوچتو منهنجو وڏو ڀاءُ عبدالستار بيمار ٿي پيو. هن جي سيني ڊاڪٽرن سندس بيماري سلهه مقرر ڪئي. ڪن دوستن صلاح ڏني ته کيس دادر سنيٽوريم وٺي وڃان. بسم الله ڪري مهينو موڪل ورتم ۽ ڀاءُ کي ايبٽ آباد وٺي آيس. مون هڪ خط جعفر خان بروهيءَ کي لکيو جو اڳئي سلهه جو مريض هو انهيءَ ڪري اتي ويل هو. هيءَ دوست منهنجي ڀاءُ جو چڱو زميندار دوست هو ۽ سندس ئي حڪم سان جعفر خان کي خط لکيو ويو. حيدرآباد کان سيڪنڊ ڪلاس ۾ ٻه سيٽون رزرو ڪرايون ويون. حيدرآباد کان لاهور پنڊي ۽ ٽيڪسيلا آياسين. جتي گاڏي مٽائي حويليان واري ٽرين ۾ سوار ٿي حويليان لٿاسين. جتان هڪ ٽئڪسيءَ جي ذريعي ايبٽ آباد تقريباً مغرب جي وقت پهتاسين. جعفر خان اپر ملڪپوره ۾ رهندو هو. ان جي پڇا ڪرائي کيس ڳولي لڌوسين. نهايت گرم جوشيءَ سان مرحبا ڪيائين. ٻني ڏينهن بابو جلال الدين منسٽر کان هڪ جاءِ

مسواڙ تي ورتيسين ۽ ڏار رهڻ لڳاسين. خان بهادر ڊاڪٽر سعيد احمد خان جو دادر جي سئنيٽوريم جو سربراهه هو ان کي ايبٽ آباد ۾ ٿي پنهنجو پاڻ ڏيکاريم. ڊاڪٽر سعيد الدين ويٺل ايبٽ آباد جو هو ۽ هر روز پنهنجي ڪار ۾ دادر کان اتي ايندو هو. موصوف منهنجي پاڻ کي ڏسي ۽ ايڪسري فوٽا جي سنڌ ۾ ڪڍايا هواسين انهن جو معائنو ڪري، يقين سان چيو ته هن کي سلهه (ٽي بي) قطعاً ناهي. سنڌ جي ڊاڪٽرن جون رپورٽون غلط آهن. جيڪڏهن هن کي ٽي بي ٿي وڃي ته مان استعيفا ڏيئي ڇڏيان. ماهر سلهه جي اهڙيءَ يقين دهانيءَ ڪري دل کي گهٽو ڏِڍ آيو. ليڪن سوال هو ته آخر بيماري ڪهڙي آهي. جو منهنجي پاڻ کي ڪانگهاري ۾ خون ايندو هو ۽ بلڪل ضعيف ٿي ويو هو. ان لاءِ ڊاڪٽر سعيد چيو ته هتي ملٽريءَ جو هڪ ڊاڪٽر جو پولش (پولنڊ جو) آهي ۽ ايم ڊي آهي، ان سان مشورو ڪريو. آخر ان کي وٺي آيس. ڪلاڪ کن هن مون کان مريض جي سڄي هسٽري پڇي تپاس ڪيائين ۽ چيائين ته منهنجي دوا ٻه ڏينهن وٺو. ان جو نتيجو ڏسي پوءِ اوهان کي صحيح تشخيص ڪري ٻڌائيندس. ائين ڪيو ويو آخر ٽئين ڏينهن چيائين ته هن کي ڦڦڙ جو ڪينسر (سرطان) آهي. اوهين پري جا ماڻهو آهيو بهتر آهي ته هن کي واپس وٺي وڃو مبادا اوهان کي ڪنهن تڪليف سان دوچار ٿيڻو نه پوي. ان هوندي به مقامي سول هاسپيٽل ۾ از سر نو ايڪسري ڪڍايم. خون، پائخانو، ڪانگهارو ۽ ٻيون ضروري ٽيسٽون ڪرايم. اٽڪل ۳۰ ڏينهن لڳي ويا. مايوس ٿي موٽڻو پيو. رات ڏينهن پاڻ جي خدمت ڪندو هوس. وقت تي دوا پيارڻ. هڪ ڪمپائونڊر کان سُئي هڻائڻ. کاڌي پيتي لاءِ هتان حيدرآباد مان ٿي هڪ بورچي پاڻ سان وٺي ويو هوس. جنهن جو نالو حاجي هو ۽ ويٺل ملا فراش جو. راشن جو زمانو هو. راشن ڪارڊ اشو ڪرايم. روزانو ايبٽ آباد ڪئنٽ (صدر) مان ميوو وغيره آڻيندو هوس. جڏهن برادر محترم آرام ڪندو هو ته مان وڃي ڪجهه نه ڪجهه لکندو هوس. "سنڌي سڀاجهڙا" ڪتاب هتي لکي مڪمل ڪيم اتي جهنگل ۾ چتي ٻنگ عام سنگ ڪڍيو بيٺي هوندي هئي. حيرت وٺي ويم. اعتبار نه پيو اچي، ليڪن جعفر خان يقين ڪرايم. ان هوندي به ٻنگ جو ٻوٽو ٻني، اتي جي ڪن ماڻهن کان پڇيم ته هيءَ ڪهڙو ٻوٽو آهي. جن ٻڌايو ته اها نشيدار ٻوٽي ٻنگ آهي. ان تي هڪ مضمون لکيم. جو پهريون دفعو اخبار تعليم ۾ شايع ٿيو. هڪ ڏينهن پاڻ کان موڪل وٺي ايبٽ آباد کان حويليان، اتي هري پور هزاره کان اچي پيس. رستي تي حسن ابدال گهمي پنڊيءَ آيس. اڪيلو مسافر نه رئندي سونهين نه پئيندي. پنڊي گهمڻ جو شوق رڳو هن ڪري ٿيو. جو مون کي ڪمپني باغ ۾ مرحوم لياقت عليءَ کي جتي شهيد ڪيو ويو هو اها جاءِ ڏسڻي هئي. راولپنڊي ڪئنٽ ۾ آيس. هڪ هوٽل ۾ ماني کاڌيم. ٽانگو ڀاڙي ڪري ڪمپني باغ ۾ آيس. شهادت واري جاءِ تي مٿان ڪجهه سرون نصب ڪري ڇڏيون ويون هيون. ٽانگي واري

مون کي سيڪجهه ٻڌايو. ان بعد ڪجهه شهر کي چڪر ڏنم ۽ اسٽيشن تي آيس. ۽ ٽرين ذريعي ٽيڪسلا آيس. اتي ٻه ڪلاڪ کن لهي ٽيڪسيلا جو آرڪيالاجيڪل ميوزم ڏنم ۽ ڪي ڏڙا به نظر مان ڪڍيم. صبح جو ايبٽ آباد مان ٦ بجي نڪتل رات جو ٨ بجي واپس پهتس. منهنجو پاءُ ويچارو سخت انتظار ڪري رهيو هو ۽ مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. جيڪڏهن تندرست هجي ها ته هتان پشاور، مري، ڪاڪول وغيره سڀ ويجها هوا. ليڪن مان هرگز پنهنجي برادر محترم کي ڇڏي نه ٿي سگهيس. آخر موٽي حيدرآباد آيس موڪل جو مهينو پورو ٿي ويو. ان اثنا ۾ ڪي ماڻهو ڪن منهنجي آفيسر دوستن سان گڏ جوڙ ڪري ان وقت جي وزير سان مليا ۽ منهنجي بدلي ٿندي ڊويزن تي ڪرائڻ جا حيلا ڪيا ويا. منهنجي ان دوست آفيسر کي هالا ڊويزن ۾ وڃڻ جو خيال هو. سچ پچ ته جيڪڏهن اهو منهنجو پيارو دوست مون سان ڪٿي به چپ چوري ها ته آءٌ سندس سهوليت لاءِ ازخود اها ڪرسي قربان ڪريان ها. مگر هن منهنجي غير حاضريءَ جو فائدو وٺي بد طريقي سان اها پنهنجي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ ناموزون طريقو اختيار ڪيو. هو وفات ڪري ويو آهي. خدا مٿس رحمت ڪري. مون موڪل پوري ڪري چارج ورتي. مگر منهنجو پاءُ جلد ئي وفات ڪري ويو. دل کي سخت ڏڌ ڪو پهتو. رات ڏينهن بي قراريءَ ۾ گذرندا هوا.

سڪون قلب موڪلائي ويو. اهڙي حالت ۾ به پنهنجي فرض ادائيءَ ۾ ڪوتاهي نه ڪيم. هالا ڊويزن ۾ سال ١٩٥١ع ۾ آيس. ۽ سال ١٩٥٣ع تائين رهيس. ڪانفرنسون ڪيم. ماسترن جي معيت سان ڪجهه سڌارا آندم. ليڪن منهنجي قسمت ۾ تڪليفون ئي تڪليفون لکيل هيون. مون هن عرصي ۾ پنهنجا به ڪتاب شايع ڪرايا. هڪ "خيال خاطر" هو جو ايسز (مضامين) جو ڪتاب هو. سنڌي زبان ۾ ايسيز جا ڪتاب عنقا هوا. اها خدمت ڪيم. اهو ڪتاب تعليم کاتي منظور ڪيو ۽ ٽريننگ ڪاليجن جي نصاب ۾ به داخل ڪيو ويو. ٻيو ڪتاب "سنڌي سباجهڙا" هو. هن ڪتاب جي شايع ٿيڻ بعد مون کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان مبارڪون مليون. جيڪب آباد جي ڪن بزرگن خط لکيا. ڏاڍو خوش ٿيس. هيءُ ڪتاب به تعليم کاتي جي ٽيڪسٽ بوڪ ڪميٽيءَ منظور ڪيو ۽ سيني اسڪولن جي لئبررين لاءِ خريد ڪيو ويو. انعامي طور به شاگردن ۾ تقسيم ڪيو ويندو هو. هن ننڍڙي ڪتاب ۾ سنڌي سباجهڙن جي تهذيب، ريتون رسمون رهڻي ڪهڻي، بهادري ۽ مهمان نوازيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه هو. مگر انهن ڳالهين کي اُجاگر ڪرڻ لاءِ ڪجهه پيٽ ڪرڻ ضروري هئي. جا مون نوواردن جي رسم و رواج کي سامهون رکي ۽ انهن کان متاثر ٿي نهايت نيڪ نيتي ۽ اخلاق جي دائري اندر رهي رقم ڪئي. مگر بد انديشن کي شل نه ڪا گلا جي گهٽي ملي هنن هن تر کي ٻهاڙ ڪري ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي. اهي منهنجا سنڌي

دوست هوا جن کي مون سان حسد هو. چوندا آهن ته:

"حسد را سہ حرف است و هر سہ تهي"

المختصر ته آءٌ بدلي ٿي ٽنڊي ڊويزن تي آيس. منهنجي دوست کي پنهنجي مقصد کي حاصل ڪري جيڪا خوشي ٿي ان کان بيٺي خوشي مونکي ٽنڊي ڊيوزن تي اچڻ سان ٿي. ڇو ته لاڙ منهنجو پوريءَ طرح گهميل ۽ ڏٺل وائٺل نه هو. سير و سياحت سان مونکي خاص شوق ۽ شغف هو. جنهن ڳالهه کي منهنجي بدخواهن مون لاءِ تڪليف جو سامان ٿئي سمجهيو سا ڳالهه بفضل ايزد تعاليٰ مون لاءِ تفريح جو سامان ٿي پيئي. لاڙ ۾ منهنجي ڪيترن ئي بزرگن سان آشنائي ۽ دوستي ٿي ۽ مون گهڻو ڪجهه پرايو. سڀني دوستن جي ڪچهرين ۽ صحبتن جو ذڪر ڪرڻ لاءِ هتي گنجائش ڪانه آهي، پر ان هوندي به مان مولانا مولوي احمد ملاح جي سنگت جو مختصر ذڪر اڳتي هلي ضرور ڪندس.

لاڙ ۾ آءٌ سيراڻي کان اڳيرو پڳڙا ميمڻ جي ڳوٺ کان ميل بن تي ديدار ٽالپر جي ڳوٺ ويس، جتي ميان جان محمد لوهار، ان ڳوٺ جو چڱو مڙس هو. هن جي معيت ۾ آءٌ سومرن جو "روپاهه" جو ڪنهن سمي سندن تخت گاهه هو، سو گهمڻ ويس. عام طرح ان کي هن وقت روپا ماڙي سڏيو وڃي ٿو. پڇائون ڳاڇائون ڪندي حال احوال وٺندي مون روپا ماڙيءَ تي هڪ مضمون لکيو جو اخبار تعليم ۾ شايع ٿيو. هن مضمون سومرا قوم ۾ جان وجهي ڇڏي ۽ پنهنجي وسريل دور، حڪومت جي ياد تازي ڪرڻ لاءِ هنن سومرا قوم جي هڪ انجمن ناهي ۽ هاڻي هر سال روپا ماڙيءَ تي ميلو لڳائيندا رهن ٿا.

ان بعد ڪيڏڻ، ٻهڊمي، گل محمد ٽالپر جي ڳوٺن جو دوُرو ڪندي قديم ولاسي جي پرڳڻي تي هڪ چشم ديد واقعات جو ذڪر ڪنديِ جيڪو وڏو مضمون لکيم جو "ولاسو" سُرخيءَ سان اخبار تعليم ۾ ڇپيو. هن مضمون سڄي لاڙ ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙائي ڇڏي. هن باري ۾ هتي ڪجهه به نه ٿو لکان، جن صاحبن کي قديم تاريخ سان دلچسپي هجي سي صاحب اهي مضامين پڙهي مون کي داد ڏيئي سگهن ٿا.

ماتليءَ مان فتح باغ ۽ جوڻ جو ديدار ڪيم ۽ اُتي جي وڏن دڙن جيڪي مون کي زبان حال سان ٻڌايو هو ان بابت به هڪ حقيقت افروز مضمون لکي اخبار تعليم جي حوالي ڪيم. هن مضمون تي الوحيد اخبار ۾ الهه بخش سرشار عقيلي مون کي زبردست خراج عقيدت پيش ڪيو. ڊاڪٽر دائودپوٽه ته خوشيءَ ۾ نه ٿئي ماپيو ۽ مون کي ياڪر پائي چيائين ته جڏهن پي.ايچ.ڊي لاءِ مون ٿيسز ٺئي لکي ته مون کي ڪرنل پاٽنجر جو رڻ درياءَ ۾ ڪيل سفر ۽ فتح باغ ۾ جوڻ بابت احوال ڪينڊو هو. جنهن کان سواءِ منهنجي ٿيسز اڌوري هئي. گهڻن دوستن کي سنڌ ۾ خط لکيم مگر ڪو به مون کي ان بابت ڪجهه ٻڌائي نه سگهيو. اچ اوهان مون کي هن

مسئلي سان روشناس ڪرايو آهي. ڪاش! جو ان وقت اوهان منهنجي مدد لاءِ پهچي سگهو ها. اهو مضمون بہ ادب جي شائقين لاءِ پڙهڻ جي قابل آهي. لاڙ ڪي اولهہ طرف ڪور واهہ اوير طرف مني (ٿر واري مني نہ) ڏکڻ طرف سيراٿيون ۽ بهڊمي اتر طرف ملاڪاتيار. ٽنڊو محمد خان ۽ ان جي گردو نواح ۾ لاڙ جو چپو چپو ڪري ووڙيم. لاڙ جي سير مان نهايت لطف اندوز ٿيس ۽ خدا جو شڪر ڪيم جو منهنجي بدلي نصيبن هتي ڪرائي. ڪڏهن ۾ ماستر فريد خان جي معيت ۾ تترن جو شڪار سيراٿيءَ ۾ ماستر محمد عرس مينڊري جي صحبت ۾ تلورن جو شڪار. جڏهن جڏهن آءٌ اتي منزل انداز ٿيندو هوس تہ فرصت جي وقت ۾ منهنجا مشغلا هوندا هوا. سيدپور ۾ مئين عبدالرسول رفاعي بزرگ جي زيارت جو شرف ملاڪاتيارن ۾ مئين عبدالرحيم جي زيارت، ڪور واهہ جي بزرگن مولانا علي محمد مهيريءَ جي پس ماندن. مولانا احمد ملاح جي صحبتن. سعيدپور ٽنڊي محمد خان واريءَ ۾ پير عبدالستار جان ۽ پير هاشم جان سان ملاقاتون. ٽنڊي غلام علي ۾ مير حاجي محمد حسن سان ڪچهريون. رپ شريف ۾ رئيس حاجي محمد اشرف ٽيبي جون صحبتون مطلب تہ مان ڪهڙيون ڳالهيون لکي ڪهڙيون لکان. لاڙ ۾ البت تعليم هالا ڊويزن کان پوئتي پيل هئي، ان ڪري هر تعلقي ۾ وڏيون ڪانفرنسون ڪيم. اسڪولن جو تعداد وڌايم ۽ جيڪا بہ مون کان خدمت ٿي سگهي ان ۾ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪيم مسٽر نبي بخش پرڳڙي منهنجو گهاٽو يار ٿي ويو. پنهنجي جيپ ۾ مون کي وٺي هلي اسڪول گهمائيندو هو. منهنجا ظريفانہ نڪتا ڪيس ڏاڍا کلائيندا هوا ۽ مسرور ڪندا هوا. ان ڪري بدين جي بنگلي ۾ جتي منهنجي قيام گاهہ هوندي هئي، اتي هر وقت ڪچهريون ڪندا هواسين. لاڙ ۾ آءٌ ۱۹۵۳ع کان ۱۹۵۵ع تائين رهيس ۽ الحمدالله مون سان خلق خدا خوش هوندي هئي ۽ ڪوبہ اهڙو واقعو نہ ٿيو جو مون کي پريشان ڪري. ان هوندي بہ وچ ۾ هڪڙا بہ مهينا ڪن قاضي محمد اڪبر وزير تعليم منهنجي ٺٽي ضلعي تي بدلي ڪئي جا بدلي هن مير غلام الله منسٽر روينيو جي چوڻ تي ڪئي. هو مون سان ان ڪري ناراض ٿيو جو جيڪو بہ لازمي زوري تعليم جو ڪيس اچي تہ ان کي سندس ڪمدار ڇڏائڻ لاءِ بيناتي هوندا هوا ۽ مون کان هر دفعي ائين ٿي نہ سگهيو. چوندا آهن تہ:

فلک شر برانگيزد خيبر مادران باشد

دل ۾ چيم تہ هر ڪم ۾ الله تعالىٰ جي حڪمت آهي. ڪارساز حقيقي جيڪي پنهنجي ٻانهن لاءِ وٺي ٿو ۽ ان ۾ بندي جو خير آهي جو اسان کي معلوم نہ ٿو ٿئي مگر ڪجهہ وقت بعد ان جي حڪمت ظاهر ٿيو پوي. رومي رحہ فرمايو آهي تہ:

ڪار ساز ما بفکر ڪار ما
فڪـرمـا، درکار ما آزار ما

ان وقت ٺٽي جو هيڊ ڪوارٽر ڪراچي هو ۽ منهنجي آفيس سنڌ اسيمبلي بلڊنگ بندر روڊ تي هئي. رمضان شريف جو مهينو هو. چارج اچي ورتم مسٽر عبدالله هيڊ ڪلارڪ هو. جو هڪ نهايت اعتماد جهڙو ماڻهو هو ۽ هر طرح آزمودگار ۽ محبتي شخص هو. سائس واقفيت تمام گهڻي زماني کان هئي. هن منهنجي سک ۽ آرام لاءِ ڪافي ڪان زياده انتظام ڪيا. رهڻ لاءِ هڪ روم انهيءَ ئي بلڊنگ ۾ مسٽر انصاري ڊئريڪٽر جي اجازت سان هٿ ڪري ڇڏيائين ۽ آءٌ ڏاڍو سکيو ٿيس. هتي مون کي آفيس جي انتظام ۾ ڪا به تڪليف ڪونه ٿي. گشت ڪرڻ لازمي هو. گشت تي نڪتس. منهنجو ٺٽو ضلعو اصل ڏٺل ڪونه هو. اسڪولن جي حالت زار هئي. شاگرد ٿورا حاضري اٺي ۾ لوڻ برابر. مطلب ته هن ضلعي جي تعليمي حالت لاڙڪان به پس مانده هئي، خيال ڪيم ته هن ضلعي جي خدمت ڪجي. ان جو اجورو خدا وند ڪريم وٽ آهي. زوري تعليم جي ڪيسن تي خاص توجه ڏنم منهنجو اڳيون جاءِ نشين ڪيسن تي گهٽ توجه ڏيندو هو. زوري تعليم جا اسڪول جي ڪم از ڪم هڪ ميل هڪٻئي کان پري جي مفاصلي تي کولڻا هوا سي ٻن ٻن فرلانگن تي هوا ۽ ان ڪري پري پري اسڪول کوليائي نه ويا هوا ان مان ته وڏا نقصان هوا. هڪ ويجها اسڪول هن سبب شاگرد گهٽ، جو ايترا شاگرد ڪٿان اچن. ٻيو ته ڏورانهن ايراضين ۾ اسڪول مفقود هجن. ماڻهن کي ڏنڊ اٺ آنا ۽ چارا آنا وڌو ويندو هو. جنهنڪري هو پرواهه نه ڪندا هوا. ڪنهن کي به جيل جي سزا ان وقت تائين نه ڏني ويئي هئي. انيڊنس اسسٽنٽ بي پرواهه هوا. جڏهن انهن کان باز پرس ڪئي ويئي ته هنن اهوئي جواب ڏنو ته اسين ڇا ڪريون اڳيون صاحب هن هُن جي ڇوڻ تي گهڻن کي معافي گهڻن کي تاڪيد ۽ باقي ماڻهن کي ۸ آنا ۽ ۴ آنا ڏنڊ ڪندو هو. اسان ڇا ٿي ڪري سگهياسين. مون جاچ ڪئي ته اها ڳالهه برابر هئي. مون انهيءَ ٿوري عرصي ۾ چئن هنڌن ڪيس هلايا ۱_ ميرپور ساڪرو ۲_ سجاول ۳_ ٺٽو ۴_ ميرپور بٺورو. ڪڏهن ڪڏهن سختيءَ کان سواءِ به ڪم نه ٿو هلي. دل تي پٿر رکي اچي ڏنڊ وجهڻ شروع ڪيم. اسان جو اختيار ۵۰ روپيه تائين ڏنڊ وجهڻ ۽ ۱۴ ڏينهن تائين جيل ڏيڻ تائين محدود هو. ڇوڪرن جا مائٽ اڳٺ يا پنڪي ۾ آڏيون ٻڌي آيا هوا. مون ڪنهن کي به ۲۵ روپين کان گهٽ ڏنڊ نه ڪيو ۽ جن جا اڳي به ٻي دفعا ڏنڊ پريل هوا تن کي ۵۰ روپين تائين ڏنڊ ڪيم. هو ڏنڊ ڏيئي نه سگهيا تنهنڪري هنن کي هفتي کان ٻن هفتن تائين حالت موافق جيل موڪليندو رهيس. سب جيل جي ايامن کان خالي هوا سي ڀرجي ويا. پوليس هنن کان جيل صفائي وغيره ڪرائي، ماني ڪو ويلو ڏنو ڪونه ڏنو. هنن جي خواب و خيال ۾ به اهڙي ڳالهه ڪانه هئي. اتي عام خيال هو ته ماسترن جي صاحب کي جيل ته ڏيڻو ڪونهي. پر ڏنڊ به ان آنن کان وڌيڪ وجهڻو نه آهي. دانهن مچي ويئي ته "آگا شاهي" اچي ويو آهي. هن ضلعي ۾ "آغا شاهي" ڪليڪٽر ٿي آيو هو.

جنهن وڏن وڏن زميندارن ۽ پاٽاريدارن کي بند ڪري اهڙي ته روداد پيدا ڪئي هئي جو سندس نالي کان ماڻهو پيا ڪنبندا هوا. اتي جا ماڻهو بلڪل غريب هوا. رڙ مچي ويئي، ڳوٺن ۾ ماڻهو پڳا ۽ سندن مائٽن کي ٻڌايائون ته مڙس چوڪري جي ڳالهه تان ٻڌو وينو آهي. ڏنڊ جا پيسا ڪٺي هلو ته مڙس ڇڏائي اچون. ڪي ته مسڪين اهڙا به هوا جن ڪو چانديءَ جو زيور وڪڻي ڪري به اچي ڏنڊ حاضر ڪيو. چوگرد رڙ مچي ويئي. محترم رسول بخش پليجو ۽ ٻيا ڪي معزز مون وٽ آيا ۽ چيائون ته اوهان هي ڇا ڪيو. هتي جا ماڻهو مسڪين آهن نادار آهن وغيره وغيره. مون سڀني دوستن کي چانهه پياري وڏي محبت ۽ عزت سان ويهاريو ۽ عرض ڪيومان ته اوهين حڪم ڪريو ته اڳيون صاحب ٨ آنه ڏنڊ ڪندو هو ۽ آءٌ هڪ آنو ڏنڊ ڪريان. مان پاڻ ٻچڙيوال آهيان. ٻهراڙي جي حالات کان اوهان کان وڌيڪ نه ته به اوهان جيترو ضرور واقف آهيان. مون پنهنجي دل تي پٿر رکي وڏي ڏک ۽ ڪرب سان هيءَ قدم کنيو آهي. پر جڏهن زخم ناسور ڪري وڃي ته ان کي نشتر هڻڻ کان سواءِ ۽ آپريشن بغير درست ڪري نه ٿو سگهجي. ان ۾ عذاب ضرور ايندو مگر پوءِ مڪمل صحت عطا ٿيندي. هينئر ماڻهن کي برابر مون عذاب ۾ مبتلا ڪيو آهي. پر مون کي خوشي ڪانه ٿي آهي طبيعت ۾ آرام ڪونه اٿم. دل ڪڙهي ٿي پر آئينده جي فائدي لاءِ اهو سڀ ڪجهه ڪيو اٿم. ضلعو توهان جو آهي. اوهان تي مون کان وڌيڪ جوابداري آهي ته هن ضلعي جي خدمت ڪريو. منهنجو اوهان کي عرض آهي ته هيءَ هڪ دفعو يا ٻه دفعا مون کي ڇڏيو ته پنهنجي خيال موجب ڪم ڪريان. پوءِ ان جو نتيجو ڏسي وٺندا. مون کي ٿوري مهلت ڏيو. مان نه پٿر جو نهيل آهيان نه انسانيت کان ويل آهيان. ڪجهه صبر کان ڪم وٺو. پوليس ۾ ڪنهن کي ڇڏائڻ وڃو. روينيو ۾ ۽ ايڪسائيز ۾ ڪن جي مدد ڪريو مگر چوڪري کي اسڪول مان ڇڏائڻ لاءِ اوهان وٽ ڪو اچي ته ان کي چئو ته بابا هن ڪم ۾ اسين ڪابه مدد ڪري نه ٿا سگهون. پوءِ ان جو خوشگوار نتيجو ڏسي وٺندا. هڪ طرف منهنجي سنگدلي ٻئي طرف اوهان جو مدد کان انڪار رنگ لائيندو. اوهان چئو ته بابا چوڪرو وڃي اسڪول ڇڏيو نه ته ١٢ مهينا ٽيپ اچيو ته به اسان جو ڪجهه نه وڃي. منهنجي هن مختصر تقرير کان هو صاحب مطمئن ٿيا. مون چيومان ته اسڪول خالي پيا اٿو. ماستر مات ڪيو پيا گهمن ڦرن سرڪار جو خرچ اجايو پيو وڃي. اجا جي ضلعي جي جهالت برقرار رهندي ته خداوند قدوس جي اڳيان جوابدار اوهين رهندا. مان بدلي ڪرائي هليو ويندس. هنن منهنجي صلاح ورتي. جيڪو جيل مان ٿئي نڪتو يا ٢٥_٥٠ ڏنڊ پري ٿئي ويو. ان ٻئي ڏينهن پنهنجي هٿن سان چوڪرو وٺي اسڪول وڃي ٿئي ڇڏيو ۽ ماستر کي منت ٿئي ڪيائين ته خدا جي واسطي هن کي سوگهو ڪيو. ڊور ڊگي کي اسين پاٺهي منهن ڏينداسين. ناظرين ڪرام کي تعجب لڳندو ته ٻن مهينن ۾ اسڪول چوڪرن سان ڀرجي ويا ۽

منهنجي بہ ٻن مهينن بعد وري ٺٽي ڊويزن ۾ بدلي ٿي. قاضي محمد اڪبر ۽ ميرن جو ناهہ نہ ٿيو. تنهنڪري مون کي وري ازخود بدلي ڪري ٺٽي ڊويزن ۾ رکيو ويو ۽ محمد عيسيٰ ميمڻ کي واپس ٺٽي موڪليو ويو.

هنن ٻن مهينن ۾ مون ٺٽو ضلعو گهمي ورتو. مسٽر انصاري پنهنجي جيپ ۾ آيو مڪليءَ جي بنگلي تي منزل ڪيائين. مون کي هڪ ٿي ڏينهن ۾ جاتي، ڪوئڙي الهرکيو شاهہ (گهوڙا ٻاڙي) شاهبدر، پير پٺو، غلام الله، چوهڙ مالي ۽ ٻيا سير ڪرائي آيو. الله تبارڪ و تعاليٰ مٿس رحمت جو نزول فرمائي. گشت ڪري موٽي ڪراچيءَ آيس تہ بدليءَ جو آرڊر رکيو هو. سيني جو سلام ڪري چانهہ پارٽي کائي ٻنيهين ڏندين سلامت موٽي حيدرآباد آيس. حيرت ۾ هوس تہ هيءُ ڇا ٿيو. مگر موٽي اڃڻ تي راز معلوم ٿيو. وري از سرنو لاڙ جون خدمات انجام ڏيڻ لڳس. سال ١٩٥٨ع تائين هت رهيس ۽ ساڳئي سال ۾ منهنجي دوباره بدلي هالا ڊويزن تي ڪئي ويئي. لوڪل تبديلي هئي. هڪ آفيس مان اُٿي ٻي آفيس ۾ رهڻو پيو.

منهنجي بدخواهن کي آگ لڳي ويئي ۽ منهنجي نقصان لاءِ سوچڻ لڳا. منهنجا بہ سنڌي آفيسر ان ڪم ۾ پيش پيش هوا. جهڙيءَ طرح سنڌي استادن جي ٽيچرس ايسوسيئيشن اڳيئي قائم ٿيل هئي، تهڙيءَ طرح اردو ماسترن جدا ڪڇٽي رڌي الڳ ديڳڙي چاڙهي. هڪ جماعت کي وجود ڏنائون جنهن جو نالو "جمعيت المدرسين" رکيو ويو. ان جو سربراهہ هڪ حاذق نالي مقرر ٿيو. جنهن سان سنڌي ماسترن جي هڪ ليڊر مخفي طرح شموليت ڪئي ۽ انهن ٻن آفيسرن هن کي منهنجي خلاف ڪم آندو. جڏهن ڪوڙين گمنام درخواستن مان ڪجهہ بہ نہ ورين تڏهن انهن سنڌي آفيسرن حاذق کي منهنجو ڪتاب "سنڌي سڀاجهڙا" پيش ڪيو ۽ چيائونس تہ هن ۾ مهاجرن، پنجابين کي گهٽ وڌ ڳالهايو ويو آهي. هن معاملي کي هٿ ۾ کٽو. هينئر ون يونٽ جو دؤر آهي. سنڌ جو ڪوبہ مير پير يا وزير عرساڻيءَ جي مدد ڪري نہ سگهندو. لڳو ڏڪڙ تي آنو جهل ٻني آئي ڪُني. دل چيم تہ عرساڻي فڪر نہ ڪر "الله جو آهي سو ورهين جا ڏڪڙا هڪ لحظي ۾ لاهي". هرچہ آيد برسر، من يا نصيب. ڳالهہ ۾ ڪجهہ ناهي، ڪجهہ بہ ڪين ورندن. حق حق ٿيندو. ناحق ناحق ٿيندو.

ماشاءَالله جا ڳالهہ ظاهر ۾ تمام هڪ معمولي ڏسڻ ۾ ٿي آئي وڌي وڻ ٿي ويئي. ننڍڙي ڳالهہ کي ننڍڙي سمجهڻ نہ گهرجي. حقيقت ۾ اها هئي جو:

کچھ بات نہ تھی نعرہ منصور میں لیکن،
دنیا جیسے چاہے اسے افسانہ بنائے.

هي آواز خلق جو تہ نہ هو فقط چند افترا پرداز ۽ فتانن جو هو. پر تڏهن بہ چوندا آهن تہ جيستائين حق حق ٿئي تيستائين:

کهے بجا جسے عالم اسے بجا سمجھو
آواز خلق کو نقاره خدا سمجھو.

مون کي پنهنجي الله ۾ يقين هو ته مان بي قصور آهيان. منهنجو ڪجهه به بگاڙي نه سگهندا. منهن ڏبو الله دانا بينا آهي. هڪ ڪوڙو داستان بنايو ويو هو. ڪوڙ جي منهن ۾ ڌوڙ آهي. پر تڏهن به ڪنهن شاعر چيو آهي ته:

ميری انکی نگاهيں لڑگئين تھين رات محفل مين،
يہ دنيا ہے بس اتنی بات پھيلی داستان ہوکر.

سنڌي سڀاجهڙا کي شايع ٿني تقريباً ٣ سال ٿي چڪا هوا ته ڪوبه اعتراض ڪونه هو. هينئر ناگهان انهن صاحبن پنهنجي انتقام جي آگ پڙڪائڻ لاءِ هن ڪتاب کي هڪ هٿڻ بنايو.



باب ٻٽيهون

# سنڌي سڀا جهڙا جو ڪرشمو

**ڳالهه** تيليءَ مان ٿنڀ بڻجي ويئي ۽ وڏو هنگامو برپا ٿي ويو. هن جماعت جو سربراهه مون مان نااُميد هو. ان لاءِ جو هو اڪثر و بيشتر ايندو هو ۽ منهنجي انتظام ۾ دخل ڏيندو هو ۽ مان سندس ڪنهن واجبي ڪم کان سواءِ ٻيا ڪم نہ ڪندو هوس. منهنجي سنڌي دوستن هن کي برهم ڪيو ۽ ڪيس همٿايو تہ اوهين همت ڪريو تہ عرسائي جي بدلي ڪرايون. حيدرآباد جو ڊپٽي ڪمشنر ان وقت نصرت حسين هو ان وٽ وفد ويا. ساري شهر ۾ پوسٽر لڳا. منهنجي ڪتاب جي ڪن ٽڪرن جا ترجما اردوءَ ۾ ڏنا ويا. ماتمي جلوس ڪڍي نصرت وٽ ويا. "نذير" ڪمشنر وٽ ويا. ٻنهي مون کي گهرايو. مون کين سمجهايو ڪتاب ڏيکاريو. انهن فقرن جي معنيٰ ۽ مطلب سمجهايو. سمجهي ويا خاموش رهيا. مون کي قتل ڪرڻ جا گمنام خط موصول ٿيا. آخر انسان هوس پهلوءَ ۾ گوشت جي دل هيم.

دل ہی تو ہے نہ سنگ و خشت درد سے بھر نہ آئے کیوں.

دل ۾ چيم تہ هنن جو مون ڇا بگاڙيو آهي. نيڪيءَ جي بدلي بدي، چڱائيءَ جي عيوض چڱهائي، پر ڪوبہ همدرد نہ هو. توڪل علي الله. پريشان دل و دماغ سان ڪم ڪندو رهيس. نصرت جن منهنجو ڪتاب ۽ اهي پوسٽر وغيره انفرميشن وارن کي مخفي طرح موڪليا. الله جي فضل عميم سان انهن لکيو تہ هن ڪتاب ۾ ڪابہ اعتراض جهڙي ڳالهه ڪانہ آهي. هڪ مصنف کي حق رسي ٿو تہ هو پنهنجو نقط نظر واضح ڪرڻ لاءِ پيٽ ڪري سگهي ٿو. وري سي.آءِ.ڊي وارن سان معاملہ رجوع ڪيو ويو. مسٽر عبدالعزيز بروهي ڊي.ايس.پي هو. اتان بہ بد انديشن مُنهن جي کاڌي. اجان بہ شڪر پُر نہ ٿين ون يونٽ يعني وحدت پاڪستان جي زماني ۾ اهي ڪاغذات لاهور موڪليا ويا. هي ڪم سڀ مخفي ٿي رهيو هو. ليڪن چوندا آهن تہ: "راکھے رام تو مارے کون" الله تعاليٰ رکي وٺي تہ ڪنهن کي مجال آهي. جو ڇيهو رسائي. مون کي ڪن ذريعن سان گهر ويٺي خبرون ملنديون رهنديون هيون تہ معاملو ڪهڙي مرحلي تي آهي. مون کي ڪافي ڊپ ٿيو خصوصاً جو پوسٽرن ۾ لکيل هو تہ پنجابين لاءِ هتڪ آميز حوالا ڪم آندا ويا هوا. ان ڪري خوف دامن گير ٿيو تہ مون کان انتقام نہ ورتو وڃي. بهرحال "ڪيا مون ڪريم جي ڪل حوالي ڪم" پنجاب مان بہ لفظ.ني بہ آيا تہ هن ڪتاب ۾ ڪابہ

اعتراض جهڙي ڳالهه ڪانهي. ڪاغذ فائيل ڪيا وڃن. ڪتاب جي ضبط ٿيڻ جون تقاضائون وغيره سڀ خاڪ ۾ ملي ويون. بد انديش اهو هل به هلايو ته عرساڻيءَ کي گرفتار ڪيو ويو آهي. ڪيترائي ماستر صاحبان ڪٿان ڪٿان ڪان حيدرآباد آيا، جڏهن معلوم ٿيو ته اها سراسر شرارت آميز پروپيگنڊا آهي. عرساڻي سلامت آهي تڏهن وڃي پيٽ ۾ ساهه پيو ۽ گلن جا هار ڪٺي مون کي اچي پائڻ لڳا. خداوند ڪريم جو شڪريو بجا آندم.

هاڻي گورنمينٽ جي سطح تان ڳالهه مٿي ڪاتي جي چڱن مڙسن جي حوالي ڪئي ويئي ۽ ڊاڪٽر جهانگير ان وقت ڊي_پي –آءِ ويسٽ پاڪستان هو ۽ ميجرن رفيق ان جو اسسٽنٽ اسٽيبلشمنٽ برانچ ۾ هو. هو فوجي ماڻهو هو هن کي ٻڌايو ويو ته هن ڪتاب ۾ فوج تي به حملا آهن. حقيقت هن طرح هئي ته انگريزن جي زماني ۾ حرن جو دور هو. حرن جي حڪومت سان باقاعده جنگ هئي ان دور ۾ جيڪي ٿي گذريو ان جو ذڪر ڪرڻ بيجا نه ٿيندو. مان ٿرپارڪر ضلعي تي هوس. سانگهڙ ۽ کپرو ٻني تعلقات ان وقت ٿرپارڪر ۾ هوا. مون اهي تباهڪاريون اکين سان ڏٺيون هيون. آباد ڳوٺ سڙندا کوهه مٽيءَ سان لٽبا، لوڙها نهندا، حرن ۽ سندن مستورات کي قافلن جي صورت ۾ دربدريءَ جي حالت ۾ ڏٺو هوم. تاهم حر عورتن اهي گيت پئي ڳايا ته " منهنجا پير تنهنجا فقير نماڻا" پٽ پائني، هنونگي ۽ چانهين جي ڳوٺ کان وٺي وڏيري دلي جي ڳوٺ تائين فوج متعين ڏٺي هيم. اجا ڪو هُل اٿندو هو حر آيا ته فوجي زمين تي ليٽي پوندا هوا. مون سنڌي سڀاجهڙا ۾ حر سنڌين جي بهادريءَ جو ذڪر ڪندي ان حقيقت مان ڪي حوالا ڏنا هوا. اهو انگريزن جو وقت هو. مگر ان کي فوج جي بي عزتي قرار ڏيئي، مون کي برباد ڪرڻ ۾ بدانديشن ڪابه ڪسر نه ڇڏي.

ڊاڪٽر جهانگير ۽ ميجر رفيق انڪوائريءَ تي آيا. مونتي تهمتون خاص طور تي به هيون هڪ سنڌي سڀاجهڙا جي تصنيف پيو ٻوڏ وارن ماسترن لاءِ ڪاتي جي اجازت ڪانسواءِ چندوگڏ ڪرڻ. جميعة المدرسين وارن ڊاڪٽر جهانگير تي وڏا نظم لکايا. جي وڏن فريمن ۾ مزين ڪري ڪيس ڏنا ويا ته تون مغل شهنشاهه جهانگير آهين وغيره مون نهايت دليري سان انهن سان منهن ڏنو. ديڙدونس جو دور هو. انصاري صاحب اسان جو سنڌ جو ڊائريڪٽر هو. هو دلير هوندي به ڏاڍو پئي ڊنو. سندس ڊڄڻ جوسبب فقط مون سان محبت ۽ همدردي هئي. سندس خيال هو ته مان نوڙت اختيار ڪريان ٻين لفظن ۾ معافي وٺان، ته هيءَ مصيبت ٽري وڃي. مون کي پنهنجي منهن سمجهايائين. مون چيو ته سائين مقابلو ڪبو. نتيجو ڪهڙو به نڪري سو خدا تعالىٰ جي دستِ قدرت ۾ آهي. ڪم ازڪم انين ته چوندس:

فتح و شکست یون سب کے نصیب پر ہے امیر،
مـــقـــابـــلا تـــو دل، نـــاتـــوان نـــے خـــوب کـــیا.

نيٺ هيءَ ڊرامو ختم ٿيو. سيڪو پنهنجي ماڳ موٽيو. چندو ڪني ڪرڻ جي باري ۾

مون مدلل جواب پيش ڪيا ته اها اپيل مون پنهنجي شخصي حيثيت ۾ ڪئي هئي ۽ نه آفيسر جي حيثيت ۾. سنڌي ماسترن جي ليڊر جو زخم اجا چڪندو ئي رهيو جو چندي جو پنسو سندس حوالي نه ڪيو ويو. ان ڪن چاڙتن (ماسترن) کان مون تي ميجر رفيع اڳيان بيان به ڏيارايا. مگر مون هر هڪ جو دندان شڪن جواب ڏيئي في الحال ته هن کي لاجواب ڪري ڇڏيو.

ڪنير جي آوي (نهائين) في الحال ته ڍڪجي ويئي باهر باف ڪا نه ٿئي نڪتي، مگر اندر ۾ سارو ڏينهن سڙندي رهي. ڊاڪٽر جهانگير وارن دل ۾ پھ پچايو ته بيو ته ڪجھ ٿي نه سگهيو. ڪم از ڪم ڊپارٽمينٽ جي سطح تي ڪجھ ڪجي. جيڪڏهن بيو نه ته عرسائيءَ کي ڪوهاٽ ته بدلي ڪري سگهبي. ڪجھ وقت بعد اوچتو انصاري صاحب کي ڊي او (ڊيمي آفيشل ليٽر) لکيائون ته سنڌي سباجهڙا تي گورنمينٽ کي اعتراض آهي، تنهن ڪري ان جون سڀ ڪاپيون جي اسڪولن جي لئبررين ۾ آهن سي واپس گهرائي، ڊائريڪٽوريٽ ۾ جمع ڪري رکو. ان حڪم جي تعميل ڪئي ويئي، مگر "سنڌي سباجهڙا" ڪتاب کي هن هنگامي سبب جا اهميت ملي، تنهنڪري جن اهو ڪتاب نه پڙهيو هو، تن به خريد ڪري پڙهيو. بوڪ سيلرن وٽان هي ڪتاب ڪوسن ڪيڪن وانگر کپي ويا. ڪتاب جي قيمت فقط بارهن آنا هئي مگر ٽن روپين ۾ ڪتاب خريد ڪيا ويا. مون ڏي ڪتاب لاءِ سوين خط آيا ۽ مبارڪباديءَ جا پيغام موصول ٿيا. اردو اخبارون مهينن جا مهينا پنهنجي اخبارن جا ڪالم ڪارا ڪنديون رهيون. "شينهن جي پنيان ڦيڪاري به بچڙي". اسان جي سنڌي اخبارن ان جي جواب ۾ هڪ اکر به نه لکيو ۽ نه مون کان ڪو سندن عيوضي پڇڻ آيو. مون به دل ۾ چيو ته جڏهن هو مون کان نٿا پڇن ته مان ڇو ڪنهن وٽ منهن پلڪڙو کڻي وڃان ته خدارا منهنجي مدد ڪريو.

وہ اپنی خو نہ چھوڑینگے ھم اپنی وضع کیوں بدلیں،
سبک سر بنکے کیوں پوچھیں کہ ھم سے سرگردان کیوں ھو.

ان وقت حيدرآباد مان روزانه "ڪاروان" اخبار شايع ٿيندي هئي، جنهن جو ايڊيٽر سيد سردار علي شاهه هو. هو منهنجو شخصي دوست هو ۽ دلنواز دوست. هن اردو اخبارن جي جوابن لاءِ پنهنجي اخبار نامدار جا ڪالم وقف ڪري ڇڏيا. زور قلم ته هونءَ ئي خدا کيس ڪافي ڏنو آهي، خوب مقابلو ڪيائين. خدا کيس جزائي خير ڏئي. خير دوستن جي زباني همدردي ڪانسواءِ بيو ڪو به پرسان حال نه هو ته عرسائي اسان اوهان جي ڪا مدد ڪري سگهون ٿا. ڪنهن سنڌي وڪيل نه پڇيو يا دلداري ڏني ته فڪر نه ڪر اسين وينا آهيون. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته ڪتن کي پونڪندي موڪل، فقير کي پنندي موڪل مون به چيو ته:

پائے گدا لنگ نیست
ملک مولا تنگ نیست

منهنجي لاءِ غيب مان مدد ايندي، هتي چند لفظ مولانا مولوي نظر محمد نظاماڻي ماتليءَ واري بابت لکڻ ضروري ٿو سمجهان ماتليءَ ۾ هن بزرگ جو ديني مدرسو هو. سندس خشابي فقر جي ماني ونڻ ويندا هوا. لٺ هٿ ۾ هوندي هين. واڻين جون ڪتيون کين ڏاڙهينديون هيون ته انهن کي لٺيون هڻندا هوا. واڻين مولوي صاحب کي دانهن ڏني ته پنهنجي خشابين کي سمجهايو. اسان جي ڪتن ۽ ڪتين کي مارين ٿا. مولوي صاحب چين ته آءٌ هنن کي هدايت ٿو ڪريان. خشابين کي مولانا صاحب فرمايو ته ابا ڪتين کي لٺ نه هڻو. واڻيا دانهون ٿا ڪن. جڏهن هو پونڪن ته رڳو لٺ جي چونگ ڏيون. پاڻهي پونڪي پونڪي مغز ڦاٽي پوندن. اوهان انهن کي فقط لٺ جي چونگ ڏيئي ويندا. هنن جي پاڙي مان لنگهي وڃو. سچ پچ ته خشابي به هليا ويندا هوا ۽ ڪتيون ڪلاڪن جا ڪلاڪ پيون بهنديون هيون. هڪ ڪتي جا ننڍڙي هئي پر پونڪندي سين ڪان گهٽو هئي، ان جو ته باهي باهي مٿو اندرون ئي اندر ڦاٽي ويو ۽ مري ويئي. هن مثال مان اهو واضح ڪيو ته اٿم ته اردو اخبارون لکي لکي ٿڪجي پينون ۽ مس مس ماٺ ٿي.

هوڏانهن لاهور ۾ اها چرپر بس نه ٿي هئي. مون کي ڊاڪٽر جهانگير روبرو لاهور گهرايو. ملاقات ٿي مون کي چيائين ته هيءَ ليٽر ونو رسيد ڏيو. ليٽر وٺي پڙهيم. ليٽر مون وٽ اڄ به موجود آهي. لکيل هو ته ”جيئن ته ويسٽ پاڪستان گورنمينٽ کي اوهان جي ڪتاب سنڌي سباجهڙا جي ڪن فقرن تي سخت اعتراض آهي، ان ڪري اوهان کي مشورو ڏجي ٿو ته اوهان ان ڪتاب جي اشاعت بند رکو ۽ پنهنجي پبلشرن کي منع ڪريو ته اهو ڪتاب وڪرو نه ڪن. بيءَ حالت ۾ اوهان جي خلاف مناسب قدم کنيو ويندو.“ مون ليٽر ورتو ۽ ڊاڪٽر موصوف کي ٻڌايم ته ”اردو پريس جي هن روش ڪتاب کي مزيد شهرت ڏني، ان ڪري اڄ بازار ۾ هڪ ڪاپي به نه آهي. وڌيڪ مان اهو شايع نه ڪرائيندس اطمينان رکو.“ چيائين ته لکي ڏي، لکي ڏنم. اهو ليٽر مون کي ٽپال ذريعي به موڪلي سگهيا ٿي ليڪن روبرو گهرائي ڏيڻ ۾ خبر ناهي ته سندن ڪهڙي مصلحت هئي“ آخر هيءَ باب اختتام کي پهتو. شڪر ڪيم جو ڪوهاٽ نه موڪليائون. مارڻ واري کان بچائڻ وارو وڌيڪ ويجهو آهي. منهنجي بدانديشڻ کي گهڻيون اميدون آسرا هوا ته مان وري نه موٽندس پر سڌو اتان ڪوهاٽ ويندس ۽ سڄي لڳين نه موٽندس مگر ”اي بسا آرزو ڪه خاڪ شده“ في الحال ته جيڪا سر تي آفت آئي هئي سا ٽري ويئي ۽ به نفل پڙهي خداوند ڪريم جو شڪرانو بجا آندم ۽ چيم ته:

رسيدا بود بلائے ولے بہ خير گذشت

طبيعت کي ڪجهه اطمينان نصيب ٿيو. پنهنجي ڪم کي تازه همت ۽ نئين روح سان

لڳي ويس. ادبي سرگرمين سان ٻه وري دل لڳي جا ڪجهه وقت جي پريشانين سبب سرد ٿي چڪي هئي. ٽنڊو فضل تعلقه حيدرآباد جي پرسان ڏونرن هنگورن جا کنڊرات نظر مان ڪڍيم ۽ ان بابت معلومات جمع ڪري "ڏونرا هنگورا" جي عنوان هيٺ هڪ مضمون لکيم. جو هن کان اڳ ڪنهن به نه لکيو هو ۽ ان بعد به ڪجهه نه لکيو ويو آهي. اهو مضمون اخبار تعليم ۾ شايع ٿيو. سال ١٩٥٤ع ۾ هالن نون ۾ ادبي ڪانفرنس ٿي. مون کي مدعو ڪيو ويو ڪنهن مقابلي ۽ چند اشعارن لاءِ ارشاد ٿيو. مون هڪ پنهنجو مقالو بہ عنوان "سنڌي ۾ ناول نويسي" لکي پڙهيو. نهايت پسند ٿيو. منهنجي اشعارن کي بہ ڪافي ساراهيو ويو. جي هتي طوالت سببان نٿو لکان. ١٩٥٥ع ۾ وري ڪراچي سنڌ مدرسة الاسلام جي ميدان تي هڪ اعلىٰ درجي جي شاميانه ۾ ادبي ڪانفرنس ٿي. مون کي دعوت نامو پهتو. ويس ۽ "سنڌيءَ ۾ ڊرامہ نويسيءَ" تي هڪ بصيرت افروز مقالو پڙهيم. جنهن جي تمام گهڻي تعريف ڪئي وئي اهي ٻئي مقالا گڏي بعد ۾ ڇاپيم "سنڌي ۾ ناول ۽ ڊرامہ" ڪتاب تي نالو ڏنم. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ. سنڌي زبان جي ماهر ڏي هڪ ڪاپي تحفتاً موڪليم. صاحب موصوف مون کي هڪ خط لکيو جنهن جو متن هيٺ ڏيان ٿو.

ڊاڪٽر اين_ اي بلوڇ

سنڌ يونيورسٽي

١٠_ ٣_ ١٩٥٥

برادرم محمد اسماعيل صاحب!

السلام عليڪم ورحمة الله وبرڪاته

سنڌي ڊراما ۽ ناول جو تحفو منهنجي غير حاضريءَ ۾ پهتو اوهان کي هن تصنيف تي خاص طرح ۽ مسلسل ادبي خدمات لاءِ مبارڪباد هجي.

سنڌي ناول جي ابتدا ۽ ارتقا تي هيءُ پهريون ئي جامع تبصرو آهي. اميد ته هن مضمون بعد جي ناول شايع ٿيا آهن ۽ شايع ٿيندا رهن ٿا. تن تي پنهنجا تنقيدي نوٽ ڪندا ويندا. جيئن ٻيءَ اندیشن ۾ هن ڪتابچہ کي ڪتاب بنائي سگهجي. والسلام

مخلص نبي بخش

انهن ئي سالن جي درميان آل سنڌ پرائمري استادن جي هڪ ڪانفرنس بسنت هال حيدرآباد ۾ منعقد ٿي. مون کي استادن طرفان ارشاد ٿيو ته آءٌ ان ۾ شرڪت ڪريان ۽ ڪو مقالو پڙهان. سندن ارشاد اکين تي رکيم. هڪ مقالو "ماسترن جون مشڪلاتون" جي سرخيءَ سان لکي پڙهيم. سڄو هال خوشيءَ کان ٻهڪي ويو. وزير تعليم قاضي محمد اڪبر هو. جو صدارت ڪري رهيو هو. صاحب موصوف مون کان مقالو ورتو ۽ چيائين ته هيءُ مقالو آءٌ

سرڪاري طرح چيرائي سڄي سنڌ ۾ تقسيم ڪندس. منهنجا حاسد جي تعليم جا آفيسر ٿي هوا تن تي سڪت طاري ٿي ويئي ۽ حسد جي آگ ۾ جلڻ لڳا ۽ شيخ ڪباب وانگر سندن پهلو جلندا رهيا ۽ منهنجي انهيءَ ادبي ڪاوش کي ڪو غلط رنگ ڏيئي ان جي مزيد اشاعت بند ڪرائڻ جي رٿ سوچڻ لڳا.

کباب سیخ کی مانند ہم پہلو بدلتے ہیں
جو جل اٹھتا ہےیہ پہلو تو وہ پہلو بدلتے ہیں

آخر حاسد کي ڇا ڪجي جو هو پنهنجي ئي حسد جي رنج ۾ ئي مبتلا آهي.

حسود راچہ کنم کہ او برنج خود است

وزير محترم پهرين نشست پوري ڪري اٿيو. حاسد سانس گڏ کيس ڇڏڻ لاءِ گڏجي ويا ۽ کيس برغلائڻ ۾ ننهن چوٽيءَ جو زور لڳايائون ڇي عرساڻيءَ ماسترن جي تعريف ۾ ڇا ته ڏڪ پريا آحن. سندن حوصلو وڌائي ڇڏيو آهي. هاڻي انتظام خراب ٿي ويندو. آفيسرن جي ڪا به عزت نه رهندي. ماستر هنگاما ۽ مطالبا ڪندا وغيره وغيره. مون کي مضمون ماسترن جي مشڪلاتن تي لکڻو هو. نقص ڪنهن ۾ نه آهن. مگر هن مقابلي ۾ مون کي ماسترن جون مشڪلاتون لکڻ مقصود هو ۽ نه انهن جا عيوب. پر حسد جون اکيون انڌيون آهن. وزير صاحب به هنن جي دام ۾ اسير ٿي ويو ۽ ڏيکاريل ارادو ترڪ ڪري ڇڏيائين تاهم مون کي شاباس چوڻ کان رهي نه سگهيو.

پرائمري ماستر هڪ وفد جي صورت ۾ گلن جا هار کڻي منهنجي گهر مون کي پائڻ لاءِ آيا. مان سندن ممنون آهيان. مون کين چيو ته مون حق چيو آهي ۽ نه اوهان جي خوشامد ڪئي آهي. منهنجو هڪ مضمون "ڪجهه ڏوهه پنهنجو به آهي." به اخبار تعليم ۾ ايندو جنهن ۾ اسان ۽ اوهان ۾ جيڪي ڪميون بيشيون آهن انهن تي بحث ٿيل هوندو. ۽ اوهان کي صحيح خطوط تي هلڻ جي تلقين هوندي." سيني يڪ آواز چيو ته اسان کي خوشيءَ سان قبول آهي. اسين ان تي پورو عمل ڪنداسين. اهو مضمون به شايع ٿيو ۽ عزت جي نگاهن سان پڙهيو ويو.

ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر غلام حسين صاحب جعفري انسپيڪٽر آف ٽريننگ انسٽيٽيوشن (تربيتي ادارن) جو نگران ٿي آيو هو. هن صاحب حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج ۾ نون نون سڌارن آڻڻ جي سرتوڙ ڪوشش ڪئي. اخبار تعليم کي خاص ڪنهن اعليٰ مقام تي پهچائڻ جون ڪوششون ورتيون، جا ذري گهٽ مري چڪي هئي. ان ۾ نئين زندگي ۽ نئون روح ڦوڪيو ويو مون کي مضامين لاءِ چيو ويو جي مان متواتر ڏيندو هوس. هڪ ساليانه اجتماع ڪرايائين، جنهن ۾ مون ٽريننگ ڪاليج تي هڪ شعر پڙهيو.

محفل مشاعره جو صدر محترم ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل هو. مولانا غلام محمد

گرامي ان وقت ٽريننگ ڪاليج ۾ معلم هو. محترم رشيد احمد لاشاري انٽرنري اردو ٽيچر ۽ ٻيا ڪيترائي باذوق مهربان شريڪ محفل هوا. اڪثر اشعار عاشقانہ هوا. منهنجو شعر جو خود ٽريننگ ڪاليج تي رچيل هو. سو نهايت پسند پيو. ماسترن جي تربيت هيٺ آيل هوا. تن خوب تاڙيون وڄايون ۽ داد ڏنو. ٽريننگ ڪاليج مان "ملامخزن" بہ هڪ رسالي جي صورت ۾ شايع ٿيندي هئي. ان جو ڪم مولانا گراميءَ جي سپرد هو. ان لاءِ بہ مون کان مضامين جي تقاضا ٿي. حڪم جي تعميل ڪندو رهندو هوس. "مشڪل ڪشا" "بلاشاه" رحمت العالمين ۽ ٻيا سندم مضمون ان ۾ شايع ٿيا. بهرحال "جهڙو حال حبيبان تهڙو پيش پريان" مان بي لوث خدمت ڪندو رهندو هوس. ۽ بداندیشن جون دليون جلائيندو رهندو هوس. سال ١٩٥٦ع تائين حيدرآباد ۾ ڪڏهن ٺاٺون. ڪڏهن هالا ڊويزن ۾، ڪڏهن ٽنڊه ڊويزن تي چاڪيءَ جي ڏاند وانگر گهاٽي جي چوگرد چڪرڏ يندو رهندو هوس. آخر ١٩٥٧ ۾ هڪ پوتار جون پلايون ٿيون. جو منهنجي در پني آزار رهندو آيو ۽ سندس دل جي آگ اجا سرد نہ ٿي هئي. ان جي ڪوشش سان منهنجي بدلي اول ميهڙ هاءِ اسڪول ۾ ڪرائي وئي، مگر اتي مون کي سيد علي اڪبر شاهہ اچڻ نہ ڏنو. هو صاحب مون وٽ هلي آيو ۽ چيائين تہ اسين موجوده هيدماستر قمرالدين مان خوش آهيون. اوهان کي دل ۾ نہ ٿئي تہ اسين اوهان جي بدلي رد ڪرايون. انڌو گهري الله کان هڪ اک، مون کي ٻئي اکيون ٿي مليون. مون جواب ۾ چيو تہ شاهہ صاحب اوهان پل ڪوشش ڪريو مون کي پاڻ دوري ٿيندي، منهنجو ڪو بہ اعتراض ڪونهي. علي اڪبر شاهہ چڱي رسوخ وارو ماڻهو هو ۽ بدلي جا بدنيتيءَ سان ڪرائي وئي هئي سا ازخود بند ٿي وئي ۽ وري منهنجي بدليءَ جا احڪام ٽريننگ اسڪول سڪرنڊ ۾ هيڊ ماستريءَ تي ٿيا. احڪام برسر چشم ۽ سڪرنڊ لاءِ تيار ٿي ويس. جتي مسلسل سال ١٩٥٧ع کان سال ١٩٦٢ع تائين نهايت تندهي ۽ جانفشانيءَ سان ڪم ڪندو رهيس. سڪرنڊ بابت احوال اڳتي ايندو. انشاءَ الله العزيز.

❑

# سڪرنڊ ڏانھن سنبت

چيو اٿن تہ "آن بلا نبود کہ از بالا بود" بدلين جو تہ اصل کان عادي ٿي چڪو ھوس. وڏي خوشيءَ سان حيدرآباد کي ڇڏيم. جيتوڻيڪ منھنجو گھر مستقل طرح حيدرآباد ٿي ويو ھو. گھر کان پري وڃڻ ڪري ھر ڪو ناراض ٿيندو آھي. ليڪن مون کي ڪو بہ ڏک ڪو نہ ٿيو. لاڙڪاڻي جا ڏينھن ياد آيم. دل ۾ چيم تہ ھاڻي سڪرنڊ سان بہ ڏورڻا ڏيڻا آھن "ھمت، مردان، مدد خدا".

سڪرنڊ ٽريننگ اسڪول ١٩٥٦ع ۾ کليو ھو. سڪرنڊ واري ايگريڪلچر ڪاليج واري شاندار عمارت، جايون، ھاسٽلون، ھائوس ماسترن جا ڪوارٽر ۽ پرنسيپال جو عاليشان بنگلو ھاڻي ٽريننگ اسڪول جي تحويل ۾ اچي چڪو ھو، مان ١٩٥٧ع ۾ آيس. فقط ھڪ سال جي عرصي ۾ يعني ١٩٥٦کان ١٩٥٧ع تائين ھن اداري ۾ ٻہ ھيڊ ماستر متعين ٿي چڪا ھوا. پھريون مسٽر شاھ محمد ڪڇي ۽ ٻيو نور الحسن بھاري. پھريون صاحب ٦ مھينا ڪن مس رھيو ۽ پنھنجي اثر رسوخ تي بدلي ڪرائي ويو. انوار آيو ۽ ھن بہ ھن اداري ۾ ڪا دلچسپي نہ ورتي ۽ تاڙي کي تات مينھن ڙي مينھن. بدلي بدلي ڪندو رھيو ۽ ٻين ڇھن مھينن ۾ ھو بہ ڪامياب ٿي ويو. شاعر انوريءَ فرمايو آھي تہ:

ھر بلائے کہ از آسمان افتد
اگرچہ باديگرے قضا باشد
بہ زمين نا رسيده گويد
خانہ انوری کجا باشد

نيٹ قرعۂ فال بہ نامِ من ديوانہ زدند" مان تہ بوريا بستر گول ڪري بس ۾ چڙھي پيس. انوار ڏاڍو مايوس ھو. ھن کي ٻڌايو ويو تہ عرساڻي بااثر ماڻھو آھي ۽ بدلي رد ٿي ويندي. مان اوچتو وڃي اتي وارد ٿيس. ڪاليج جي عمارت ھڪ ميل سڪرنڊ شھر کان اورتي ھئي. ڪنڊيڪٽر کي چيم تہ ڪاليج جي گيٽ وٽ مون کي لاھج. بس بيھاري ويئي. پنھنجو بسترو ۽ بنگ، ھٿن سان لاھي ھيٺ ڪيم. بس رفو چڪر ٿي ويئي. مان ھيڏي ھوڏي نھارڻ لڳس تہ پھر نہ پکي. آخر ھڪ ھمراھ پريان نظر آيو. ان کي ھٿ سان اشارو ڪيم. اھو ھو حمزو ميربحر

جو هن اداري ۾ پنيوالو هو. ۽ ڪاليج بند ڪري رهيو هو. لڏندو لمندو آيو. ٻڌايو مانس ته بابا مان ننون هيڊ ماستر آهيان. ادب سان مليو ۽ مون کي بنگ بسترو کڻائي ڪالونيءَ ۾ هليو ۽ هلي هڪ نهايت پياري ماڻهوءَ جي ڪوارٽر ۾ داخل ٿيو. پنيان آءٌ به ويس. مسٽر عبيدالله آگرو فرسٽ اسسٽنٽ وينو هو. ڪمري ۾ داخل ٿيڻ وقت پڇيوءِ مانس ته "مان اندر اچي سگهانِ ٿو" موصوف ڪرسيءَ تان اٿيو. حمزي کي سامان ڏسي تاڙي ورتائين ته عرسائي اهو آهي. ڏاڍو خوش ٿيو. خبرون چارون ڏنيون ورتيونسين. ٻڌايائين ته اڄ ڪاليج هيڊ ماستر صاحب سوير ئي بند ڪري ڇڏيو. اوهان پلي آيا. هيڊ ماستر صاحب کي اطلاع ڪريان ٿو. ٻار ٻچا اڳئي حيدرآباد موڪلي ڇڏيا اٿس. اوهان جو شديد انتظار اٿس! مون چيو ته صد مبارڪ ڏيوس. اِجهو آءٌ حاضر آهيان ۽ سندس قاطع انتظار آهيان. مسٽر انوار جو اهو ڪوارٽر بلڪل لڳ هو. مسٽر عبيدالله اطلاع ڪيس. نينگ ٽپا ڏيندو آيو. حالي احوالي ٿياسين. چيومانس هينئر چارج ڏيو ته به حاضر آهيان جي سڀاڻي صبح جو ڏيو ته به:

جو چاهے آپکا حسنِ کرشمہ ساز کرے

مسٽر عبيدالله جي ماني تيار هئي. انوار جي ماني به وٽس هئي جو هو اڪيلو هو تنهي گڏجي ماني کاڌي. جهڙو حال حبيبان تهڙو پيش پريان. عبيدالله بورچيءَ کي چيو ته سائيڪل تي چڙهه. شهر مان وڃي ڪجهه بيضا ۽ ميوو وٺي اچ. مون کيس اجازت نه ڏني ۽ چيومانس ته:

اے دوست تکلف میں ہے تکلیف زیادہ
جو دوست ہوا کرتے ہیں تکلف نہیں کرتے

جيڪي حاضر هو سو ميز تي آندو ويو. کائي رڄ ڪيوسين. ڏڌ جي لسي به هئي جنهن ان وقت ٻين سڀني قيمتي مشروبات کان وڌيڪ لذت بخشي. حمزو اجازت وٺي ويو ته ڪاليج بند ڪري ٿو اچان. ان هاسٽل ۾ منهنجي اچڻ جو اطلاع شاگردن کي وڃي ڏنو. شام ٿي ۽ شاگرد وري ويا. هنن جي محبت ۽ منهنجي اچڻ جو انتظار ڏسي حيرت وٺي ويم. سڀني سان شفقت سان مليس ۽ عرض ڪيومان ته سڀاڻي ڪاليج ۾ ملاقات ٿيندي. هينئر اوهان جيڪا تڪليف ڪئي آهي ان لاءِ شڪريو. شام جي وقت مسٽر عبيدالله چانهه پارٽي ڪئي. منهنجي مرحبا ۽ انوار جي الوداع.

ڪجهه ڪيڪ بسڪوٽ، ڪجهه مٺائي، پڪوڙا، چند پاپڙ ۽ چانهه. استاد جيڪي ٿورا ڪي گهڻا هوا انهن کي مدعو ڪيو ويو. چانهه بعد چند لفظ مون چيا ۽ چند انوار. عبيدالله صاحب ڪجهه زياده وقت ورتو. سندس پيار ڀريا الفاظ جي هن منهنجي باري ۾ چيا سي اڄ به دل تي نقش اٿم. مگر هتي طوالت جي خوف کان لکڻ ضروري نٿو سمجهان. آءٌ عبيدالله وٽ رات رهيس جو انوار وٽ پنهنجو بسترو به ڪو نه هو. سڀ ڪجهه موڪلي ڇڏيو هوائين. رات

جو جيڪا ڪچهري ٿي ان ۾ مسٽر عبيدالله مون کي تفصيل سان ڪاليج جي حالات کان واقف ڪيو. مون چيومانس تہ صبح ٿيڻ ڏي. سائين سڀ سوليون ڪندو. منهنجي حريفن مون سان گهڻيون ئي ڪي يلايون ڪيون آهن ۽ اجا بہ سرگرم عمل آهن. مگر مان خدا جي رحمت مان مايوس نہ ٿيو آهيان ۽ نہ ٿي سگهان ٿو. نااميدي ڪفر آهي.مون کي هر وقت "دست بکار دل بہ يار" ڏسندين. مون سان وفا جو وعده ڪر ڪاليج جو حليو ئي بدلائي ڇڏيندس.

صبح جو ڪاليج وياسين. چارج ڪهڙي هئي. فقط چارج شيٽ تي صحيح ڪرڻي هئي، ڊيڊ اسٽاڪ جي سامان لاءِ مسٽر عبيدالله مون کي يقين ڏياريو تہ جيڪو ٿورو آهي سو منهنجي چارج ۾ آهي، ڪو بہ فڪر نہ ڪريو. انوار صاحب چارج فرد تي صحيح ڪرڻ بعد پهرينءَ ئي بس ۾ روانو ٿي ويو. طلبا کي خطاب بہ ڪو نہ ڪيائين. هاڻي شاگرد مون سان ملاقي ٿيڻ جي اشتياق ۾ هوا سيني کي مرڪزي هال ۾ گڏ ڪيو ويو. ماسترصاحبن وجي پنهنجون ڪرسيون والاريون. اهو انتظام سڀ عبيدالله رکي ڇڏيو هو ۽ پاڻ مون کي ساڻ ڪري هال ۾ وٺي آيو. شاگردن پنج منٽ کن تہ خوشيءَ مان تاڙيون پئي وجايون. آخر مسٽر عبيدالله سيني کي ماٺ ڪرائي ۽ مون کي طلبا کي خطاب ڪرڻ جي استدعا ڪئي. مون چيو تہ اوهان جي استدعا نہ آهي حڪم آهي تعميل ڪريان ٿو. مان اُٿيس السلام عليڪم چيم وعليڪم السلام جو بلند بانگ آواز آيو. پوءِ اهڙي تہ خامُوشي ڇانئجي وئي جو سُئي ڪري تہ بہ آواز ٻڌجي. شاگرد ٽن ضلعن مان آيل هوا. نواب شاهہ، سانگهڙ ۽ حيدرآباد جي هالا ڊويزن. هالا ڊويزن جا ماستر صاحبان جي تربيت لاءِ آيا هوا سي تہ سڀ منهنجا واقف هوا. ساڳيءَ طرح سان سانگهڙ ضلعي جا استاذه. مان جڏهن ٿرپارڪر ضلعي تي هوس، تڏهن سانگهڙ اجا جدا ضلعو نہ ٿيو هو ۽ سانگهڙ ضلعو ٿرپارڪر ضلعي ۾ هو. لهٰذا اتي جا ماستر بہ بڪثرت منهنجا واقف هوا. ساڳيءَ طرح نوابشاهہ ۾ جيڪو ٿورو وقت رهيو هوس، ان ڪري نوشهري، ڪنڊياري، سڪرنڊ ۽ نوابشاهہ تعلقن مان آيل ماستر بہ اڪثر ڪري منهنجا واقف هوا. انهن کي ڏسي ائين پئي ڄاتم تہ پنهنجن ۾ اچي ويو آهيان ۽ ۽ نہ پراون ۾. ڪلاڪ کن تقرير ڪيم. اهو سڀ ڪجهہ حرف بہ حرف ياد اٿم تہ شاگردن کي ڇا چيو هوم. مگر هتي اهو سڀ ڪجهہ لکڻ بيجا ٿيندو. ٻن لفظن ۾ عرض ڪندس تہ مون عملي جي استادن ۽ شاگردن جون پنهنجي تقرير سان دليون وٺي ڇڏيون ۽ جيڪو وقت سڪرنڊ ۾ رهيس، اهو سڄو وقت منهنجي شاگردن ۽ استاذن جي دلين تي حڪمراني هئي. بيشڪ خدمت جو صلو مخدومي آهي.

هرڪہ خدمت کرد او مخدوم شد
هر کہ خود را دید او محروم شد

منهنجا بلاانديش ڪيگيون هئڻ لڳا تہ عرساتيءَ ڪي جُهنگ ٻيرو ڪليپوسين ٻر متهنجي لاءِ جهنگل ۾ منگل تي ويو. پرنسپال جي بنگلي ۾ آءٌ تہ وهيس. هيڏو وڏو عاليشان بنگلو، مون وٽ فقط هڪ هنڌ. هڪ ڪٽ ۽ هڪ پيتي. تہ رهڻ جو هڪ سبب اهو بہ هو. ٻيو البت عبدالله جي جاءِ ڪان پري هو ۽ ٽيون تمام خستہ حالت ۾ هو. جنهن ڪري اتي رهڻ ڪان ڊپ پئي ورتو. لهاذا عبدالله جي متصل ڪوارٽر ۾ سڪونت پذير ٿيس. گهٽي تي مسئلا منهنجي ٽريننگ هوا. نن هاسٽلن جي وچ ۾ هڪ بورنگ پائيپ (نلڪو) لڳل هو جنهن ڪري شاگردن کي پاڻيءَ جي سخت تڪليف هئي. ڪاليج جو پاڻي اتان ڀريو ويندو هو. جنهن ڪري ڪالونيءَ ۾ هڪ نلڪو هو. جنهن مان بہ واري ايندي هئي. ڪنوڻ ڪنولا ۽ فرنيچر اجاڻ پوريءَ طرح تہ پهتو هو. ڪيترائي شاگرد رومن ۾ هيٺ بسترو وڇائي سمجهندا هوا. لاٽيت ڪا تہ هئي. لالٽين تي گذر ٿيندو هو. باورچي خاني لاءِ سامان منظور ٿيل هو. پر آگين صاحبن ان جي خريداريءَ لاءِ ڪا بہ تڪليف ونڻ گوارا نہ ڪئي هئي. ڪاليج لاڻ سڪي ٿوٽ تي ويو هو ۽ جهنگلي گاهہ ۽ بوٽا اسري آيا هوا جن ۾ ناڻگ بلائون عام طرح ڏٺيون وينديون هيون. رات جو ۹ وڳي ڪان تي گدڙن جا ٽولا اونايون ڪندا نظر ايندا هوا. هن اداري ۾ استاد ۽ شاگرد محض مجبوريءَ جي حالت ۾ آيا هوا ۽ سندن روزگار جو سوال هو. ورنہ ڪنهن کي بہ هيءَ ماحول راس نہ ٿئي آيو. بهرحال هن جي نفعي سودي مان بہ لاپ ونئو هو.

آءٌ ڪوڙ نہ ڳالهائيندس. قسمت جي چڪر مون کي البتہ هراسان ڪيو ۽ پنهنجي شومي قسمت تي چند شعر بہ لکيم. هڪ تہ ملا مخزن ۾ موڪليم ۽ ٻيو زبان سان ورجائيندو رهندو هوس. انهن ۾ منهنجي هن زماني جي دلي ڪيفيت جو حال بيان ٿيل آهي. آخر انسان ڪيترو ني بهادر هجي پر حوادثات ڏيرڙيو رکن. انسان ويچارو خلقت ۾ ضعيف آهي ۽ تيئ دانتهن ڪريو ڏني ۽ صبر هٿان ڇڏايو وڃي. ڪم از ڪم مون واتگر ڪجهہ وقت لرزان تي وري پاڻ سيالي وني ٿو. مون کي تہ اجا پوتار جون پلايون اکيي ڏسٽيون هيون جي هن بعد لکندس.

انسان ڏاڍو بہ آهي ۽ ضعيف بہ آهي. ڪڏهن ڪڏهن صبر جي دامن هٿان ڇڏايو وڃيس ۽ زماني جي شڪايت ۽ چرخ گردون جي گلا شروع ڪريو ڏئي. شاعرن تہ هميشہ ائين ڪيو آهي پر مان بہ ان حقيقت ڪان مستثنيٰ نہ آهيان. خدا معاف ڪري جو هو بهتر معافي ڏيندڙ آهي.

خير مٿيان بہ شعر طويل هئڻ باعث درج نہ ڪرياڻ. هاڻي آءٌ پرسر مطلب. يعيت الاتمينت ڏنم. ضروري سامان لاءِ پئسا ڪافي هوا. بہ استاد ساڻ همراهہ ڪري حيدرآباد آيس. ديگيون. ديگڙا. وٽا. ٿالهيون. گلاس ٻيو ضروري سامان خريد ڪري پوريءَ ۾ بند ڪرائي ڏاڍي احتياط سان سکرتڪ آڻداسين. ٿالهہ ٿالهيون ۽ ديگڙا ديگيون قلعي ڪرائي ڪئي آياسين.

بورڊنگ جو شان دوبالا ٿي ويو. شاگردن ۾ ميس (ڪلب) برپا ڪرڻ جو شوق زور وٺي ويو. ناظر ۽ نائب ناظر چونڊيائون. سيڌو بڌو وٺندا هوا. ڪاسائيءَ کان گهڻي گوشت وٺڻ سبب ڪجهه رعايت ملين.خرچ تمام ٿورو ايندو هون. ماستر ويچارا اڳيئي غريب ڪيچي ڦاڙڻ لڳا ۽ ٿوري خرچ سان سٺي ماني کائڻ لڳا ۽ اطمينان جو ساهه پٽيائون. لئبرريءَ لاءِ ڪافي رقم ڏني ويئي هئي، مگر ڪتابن جي انتخاب لاءِ حوصلو گهرجي، جنهن کان اڳين صاحبن ڪو نه ورتو هو، جو هنن کي هتي رهڻو نه هو. "جي وڃان وڃان ڪن، سي رهي رهندا ڪيترو؟" مان ان ڪم لاءِ عبدالله ۽جي مدد وٺي ڪراچيءَ ويس. لاهور مان فيروز سنز کان ڪئٽالاگ گهرايم. ڪتاب سليڪٽ ڪياسين (انتخاب ڪيوسين) آرڊر ڏناسين. ڪوڪن جا ڪوڪا پهچڻ لڳا. سيني جون دليون بهار بهار پئي ٿيون. رانڊ جي لاءِ شاگردن کان في ورتي ويندي هئي پر رانڊ جو ڪو به سامان نه هو. مسٽر مظفر اسان جو فزيڪل انسٽرڪٽر هو. هو ملٽريءَ جو رٽائرڊ سپاهي هو. ڪيترن ئي محاذن تي لڙيو هو. هڪ نهايت حوصلہ مند انسان مگر اوزارن کانسواءِ واڍو ڇا ڪري سگهندو. ڏاڍو مايوس هو. مون کي سرگرم عمل ڏسي منجهس جان اچي ويئي. مظفر صاحب ڪلر ڪهار ضلع جهلم جو باشندو هو. غريب ويچارو ٿوري پينشن سان گڏ هيترو دور دراز پنڌ تي ملازمت اختيار ڪئي. چوندا آهن ته "ماڻهو سڀ نه سهڻا پڪي سڀ نه هنج ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه اچي بوءِ بهار جي "خدا پنج انگشت يڪسان نه ڪرد" پنج آگريون برابر نه آهن. ملٽريءَ جا ماڻهو البت شوخ هوندا آهن. مگر مسٽر مظفر هڪ فرشتو هو. هزارين پنجاب جا ماڻهو هن جي مٿان گهوري ڦٽا ڪجن. هن صاحب والي بال، باسڪٽ بال ۽ انڊور گيمس ۾ في الحال پنگ پانگ جو سامان ورتو، جو جمع ٿيل پئسا ناڪافي هوا. رانديون شروع ڪرايائين . صبح جو ڪلاسن جي واري واري سان ڊرل، ڪلاس ۾ وڃڻ کان اڳ ڪرائيندو هو. سندس آواز هوڻ بلڪل نرم ۽ نهنو هوندو هو. مگر جڏهن ڊرل ۾ ڪاشن ڏيندو هو، ته سندس آواز نهايت ڪڙڪيدار ٿي ويندو هو.

بهرحال ١٩٥٧ع سال ۾ عرصو ٿورو هو. مون وٽ ٽريننگ جا ٻئي سال يعني پهريون سال ۽ ٻيو سال ٻئي هوا. ساليانہ امتحان ٿيو. مون سمورو توجهه ٻئي سال وارن تي ڏنو. جيئن سڀ ڪامياب ٿي وڃن. مان ڪين سنڌي پڙهائيندو هوس. خصوصاً به ڪتاب جي البته دق هوا هڪ "ملڪ سرفراز" جو ميرزا علي نوازُ بيگ جو هڪ فارسي ڪتاب جو ترجمو هو ۽ ٻيو "خيال خاطر" جو منهنجو لکيل مضامين جو ڪتاب هو. منهنجي تعليم اهي ٻئي ڪتاب شاگردن لاءِ آسان ڪري وڌا. مان هميشه به پيرڊ گڏ وٺندو هوس. مان ڪين جڏهن پڙهائيندو هوس ته ڏاڍا سرها پيا لڳندا هوا. ڪو شاگرد بخار ۾ مبتلا هوندو هو ۽ موڪل تي هوندو هو ته به منهنجو پيريڊ اجرڪ ڪلهن ۾ ڪري به اچي ٻڌندو هو ۽ منع ڪرڻ سان به نه رهندو هو. امتحان جيئن

ويجها ايندا ويا تيئن تيئن شاگردن کي سر سان لڳي پيئي هوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن مان ۽ مسٽر عبدالله ۽ هائوس ماسترن سان گڏجي رات جو دير سان هاسٽلن ۾ "هائوسيءَ" لاءِ چڪر تي ويندا هوسين ته همراهه لالٽين تي نيٺين ننڍ اکوڙي پڙهڻ ۾ محو هوندا هوا. آءٌ هنن کي ڏسي ۽ هو مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندا هوا.

الله پاڪ جي ڪرم گستري ڏسو، نتيجو سؤ سيڪڙو آيو. ٻئي سال وارا موڪلائي ڪرڻ وارا هوا. فوٽي جو شوق ظاهر ڪيائون. قبول ڪيم. سيني جو ٻوٽ نڪتو. اخبار تعليم ۾ بلاڪ نهرائي موڪليم ۽ ساليانه رپورٽ ۾ سال جو ڪم ۽ ڪارڪردگي سال اندر ڪهڙي ترقي ٿي، ڪير آيا ڪير ويا سڀ ڪجهه لکي شايع ڪرايم ۽ ان بعد ٻين ادارن به منهنجي تقليد ڪئي. سڪرنڊ جي گهٽي ساراهه ٿي. منهنجي سرفرازي ۽ سر بلندي ڏسي مون کي ۽ منهنجي عملي کي پنهنجي محنت جو انعام ملي ويو. اجا نوئي مان ڪٿو مس بيٺو هو. ايندڙ ١٩٥٨ع ۾ گهڻو ڪجهه ڪرڻو هو. دستور موجب پهرئين سال ۾ نوان شاگرد آيا ۽ داخلائون ٿيون. شاگردن جي ميٽنگ گهرايم. مشورو ڏنومان ته ڪتاب ٻنهي سالن جا شاگرد حيدرآباد مان گهرائين. ڪافي ڪميشن ملندي، اها نلڪن تي صرف ڪري پاڻيءَ جا سکيا ٿيو. سيني کي ڳالهه وڻي. هزارين روپين جا ڪتاب ۽ نوٽبوڪ ٿيا. ڪميشن ڪافي ملي. جنهن مان به نلڪا. هر هڪ هاسٽل لاءِ هڪ نلڪو ميسر ٿي ويو. هڪ اڳي هو به نوان لڳا. پاڻيءَ جو وڏو سهنج ٿيو. ڪجهه استادن به چندو ڏنو جنهن مان هڪ نلڪو ڪاليج جي اڳيان به لڳايو ويو.

فرنيچر جيڪو نئون مليو هو سو نهايت بيڪار هو. ٽينڊر موجب سڀ فرنيچر پڪي ساڳ (برمانيڪ ووڊ) جو ڏيڻو هو. جنهن لاءِ اڳهه به ڳاڻي پڳا ڏنا ويا هوا. ڪيترو ته سامان نرڪن ۾ ئي پڇي آيو. ٺيڪيدار جو نالو ٻڌم ته اهوئي حاذق علي هو. جنهن کي اسان جي پوتار منهنجي خلاف سنڌي سپاجهڙا جي فلم ۾ استعمال ڪيو هو. ان جو انعام ڪيس پوتار وٽان اهو مليو جو ڪيس مني لک رپئي جو ٺيڪو ڏنو ويو. هنن کي خبر نه هئي ته سڪرنڊ ۾ ڪو عرسائي اچي نازل ٿيندو. سامان درحقيقت مون کان اڳ ملئو هو. مگر حاذق عليءَ کي اهي سڀ رعايتون ڏنيون ويون هيون ته پنهنجي مرضيءَ تي پلي ته ڪڏهن به ڏئي. هن کي رننگ بل ملندا ٿئي رهيا.

اهو ساڳيو وقت هو جو نئي ۾ هاءِ اسڪول جي نئين عمارت ۽ هاسٽل نهي ۽ ساڳيءَ طرح ٽنڊي جان محمد ۾ به ائين ٿيو. هنن هاءِ اسڪولن ۾ فرنيچر سان ساڳيا هاجا هوا. هاسٽل لاءِ کٽن جي بجاءِ ردي قسم جا کٽولا ڏنا ويا هوا. انڪوائريون ٿيون ٻنهي هاءِ اسڪولن جو سامان ضبط ڪري سيل ڪيو ويو. انٽي ڪرپشن ڪيس رجسٽر ڪيو. اردو اخبارن نهايت طمطراق سان لکيو ته "سامان ۾ گهوٻين لڳڻ ڪري ڊپٽي ڊائريڪٽر تعليمات مسٽر نظاماڻيءَ تي انٽي

ڪرپشن ڪيس رجسٽر ڪيو آهي.“ هن طرف مون بہ مسٽر عبدالله آرائين جو ان وقت نوابشاهہ جو ڊويزنل فاريسٽ آفيسر هو. ان کي لکي موڪليو تہ مهرباني ڪري اسان جو فرنيچر تپاس ڪري پنهنجي رپورٽ ڏيو جو ڪاٺ ۾ بي ايماني ڪيل آهي. موصوف آيو پڪي ساڳ جي بلڊرن ڪا ڪاٺي انب جي، ڪا ٽالهيءَ جي، ڪا ٻير، ڪا سرجيہ جي، ڪا پپر جي ۽ ڪا ڊيال جي. ورڪمنش شپ يعني گهاڙيٽو نهايت رف. ڊيوٽيل ڊيسڪن کي ڪارنر بہ لڳل نہ هيون. سامان سڀ اُڌريو پئي. ڪرسيون ميزون سڀ جڙتو ڪاٺ جون. صاحب موصوف تپاس ڪري سچو سرٽيفڪيٽ ڏنو. مسٽر نظاماڻيءَ کي خبر پئي. مون کي منٿون ڪيون ويون. دوستن ۽ مٽن مائٽن جا پار وڌا ويا. جتي اڳي هاءِ اسڪولن جي فرنيچر جي ڏچي پريشان ڪيو آهي. آفي باقي هيءَ ڏک ڪمر ٽوڙي رکندو. حاذق علي ٽالپر ۾ هو. آخر مون کي مجبور ڪيو ويو. ٺيڪيدار جي اڳهين ۾ ڪجهہ ڪنر وجهي چند هزار روپيا گهٽ ڏنا ويا. جا ڳالهہ مون خوشيءَ سان قبول ڪئي. سامان جيڪو پيگو هو يا بي قير فار جا مون کي ڪرائي هئي. ان لاءِ ٺيڪيدار وارا مستري سڪرنڊ موڪليا. جي هفتو کن رهي، مون کي منهنجي مرضيءَ موجب ڪم پورو ڪري ڏيئي ويا.

هن گهڙي مان آزاد ٿيس تہ وليج ايڊ جو آل سنڌ ميلو سڪرنڊ ۾ مقرر ڪيو ويو ۽ اهو بہ اسان جي ڪاليج جي بلڊنگ ۽ گرائونڊ تي. مون کي منت ڪئي ويئي تہ مان وليج ايڊ وارن جي مدد ڪريان. مسٽر محمد الياس يوسفاڻي هن ڪاٺي جو سربراهہ هو ۽ سليم هالائي مکيہ ڪارڪن. مان خوشيءَ سان سندس مدد ڪرڻ جو پڪو پرڻ ڪيو. شامياڻا لڳا. اسٽال ٺهيا ۽ پيو جيڪو بہ تماشن ۾ ٿيندو آهي سو نهايت خوش اسلوبيءَ سان واس ٿيو. الله جي قدرت تان قربان وڃان. مسٽر يوسفاڻي پاڻ عالالت سبب اچي نہ سگهيو. ان جي جاءِ تي شيخ گل محمد صاحب هالائي آيو. ميلي ۾ چا چا ٿيو. ان جو مفصل احوال لاءِ هڪ الڳ رسالہ تي سگهي ٿو. ان ڪري مان پرهيز ڪريان ٿو مون هڪ مقالو ”ڀهراڙين ۾ تعليم“ تي لکيو. جو پڙهيم ۽ هڪ شعر بہ لکي پڙهيم مان پنهنجي ڪارڪردگيءَ تي مرڪي رهيو هوس ۽ ان سان گڏ منهنجو عملو ۽ شاگرد مون تي ناز ڪري رهيا هوا. سليم صاحب منهنجو شعر جڏهن ٻڌو تڏهن چيائين تہ مسٽر يوسفاڻي هجي ها. تہ اهو تہ اسان تي ڏئيو ڪئي ها تہ اوهان جو تنا امڙا شعر لکو. خير ميلو نهايت شان شوڪت سان ختم ٿيو. پورو هفتو هليو. ٻرپ ۾ بازاريون لڳل هيون. جڏهن ميلو ختم ٿيو، تہ انهن ساڳين پٽين تي وري بہ گدڙن جون اوناريون هيون. ڏک پئي ٿيو. جتي هزارن مائهن جي چهل پهل هئي. هوٽلون پريل هيون. اسٽالن تي عجيب رونق هئي. اهو سڀ ڪجهہ هڪ ڪن ۾ ختم ٿي ويو. ساڳيا لاٽون چمڪي رهيا پچاڙيءَ جي ڏينهن تي مسٽر عبدالحميد خان ڪمشنر خيرپور آيو. انعام ورهايائين. اسان جي ڪاليج کي ٽي چار انعام مليا ۽ ان سان گڏ چند

سرٽيفڪيٽ بہ پڙ پيا. پوءِ سيني هڪ ٻئي کان ڏکارو ٿي موڪلايو. مون کي چوٽ لڳا تہ:

درو ديوار پر حسرت سے نظر کرتے هيں
خوش رهو يار عرسانی هم تو سفر کرتے هيں

ميلي بعد بہ اسان کي پورا ٽي ڏينهن وري ڪاليج ٺاهڻ ۾ لڳي ويا. مطلب تہ ڏهاڪو ڏهاڙا اسان جو تعليمي ڪاروبار معطل رهيو. بهرحال ريجنل ميلو خير و خوبيءَ سان اختتام کي پهتو.



باب چوٽيهون

# سڪنڊ ٽريننگ اسڪول جو سال ١٩٥٩ع

**سال** ١٩٥٨ع خير خوبيءَ سان ختم ٿيو. ساليانہ امتحانن جو نتيجو نڪتو پهرئين سال جا سڀ شاگرد ڪاميابيءَ سان هم ڪنار ٿيا. ٻئي سال ۾ فقط هڪ شاگرد سيد نجم الدين شاهہ ڊهي پيو. شاهہ صاحب هوندءَ تہ نهايت سلجهيل ساده لوح ۽ سڀاجهو هو. مگر پڙهڻ سان دل ڪو نہ هوندي هيس. اڪثر بيمارين جي بهاني غير حاضر رهندو هو ۽ چوڻ جو مٿس ڪو بہ اثر نہ ٿيندو هو. مون کي سندس فيل ٿيڻ جو گهڻو ڏک ٿيو ۽ اهڙيءَ طرح سڀني استادن ۽ شاگردن کي بہ گهڻو افسوس ٿيو. موڪلاڻيءَ جي محفل رچائي وئي. سڀني ۾ خوشي هئي فقط شاهہ صاحب جو چهرو ملول هو. مون کيس ونئي پنهنجي ويجهو وهاريو ۽ کيس دلداريون ڏنم ۽ سندس دلجوئيءَ لاءِ ساٿس خوش طبعي ڪرڻ لڳس. موڪلاڻيءَ جي تقرير ۾ سندس خاص ذڪر ڪيم. چيومانس تہ هٿ جي وڍيي جو نہ ڪو ويڄ نہ ڪو طبيب. پورهئي جو قُل ملندو آهي. اوهان پورهئي کان ڪناره ڪشي ڪئي نتيجو ظاهر آهي. ليڪن چوندا آهن تہ ”نااميدي پس تہ اوڏو ٿين اميد ڪي“ انگريزيءَ ۾ چوڻي آهي تہ هيءَ ناڪامي اوهان جي لاءِ ٻئي دفعي بهتر نصيب آڻيندي. شاهہ صاحب جي چهري مان معلوم ڪيم تہ منهنجي دل دارين کيس ڪا گهڻي تسڪين ڪا نہ ڏني. ان ڪري کيس چيم تہ اوهان سيد آهيو ٻين سڀني ڀائرن لاءِ اوهان پاڻ قربان ڪيو آهي. سيدن جو اهو شيوو آهي. دل نہ هاريو. عيسائين جو عقيدو آهي تہ حضرت عيسيٰ مصلوب ٿي، آئينده لاءِ تا قيامت عيسائين جي گناهن جو ڪفارو ڏيئي ڇڏيو آهي، ۽ هاڻي عيسائين جا سڀ گناهہ معاف ٿي ويا. سو اوهان سڀني ڀائرن جو ڪفارو ڏيئي ڇڏيو. هاڻي هنن جي ڪاميابي اوهانجي ڪاميابي آهي. سڀئي کليا ۽ شاهہ صاحب خود کليو. بهرحال محفل ختم ٿي وئي. شاگردن موڪلايو ۽ هرڪو ڪڪ پن ٿي ويو.

سال ١٩٥٩ع شروع ٿيو. اهي روهيون اهي رنبا. اها انڌي اهو جنڊ. پهرئين سال ۾ نوان نوان مهاندا ڏسڻ ۾ آيا. وري نين امنگن ۽ جوش و خروش سان پنهنجو ڪاروبار شروع ڪيوسين. هن سال شروعات ۾ ئي لئبرري، ڊرائنگ هال، سائنس هال ۽ فزيڪل ايڊيوڪيشن روم کي باترتيب رکڻ ۽ رونق وڌائڻ جو عزم ڪيم. نئين بجيٽ الاٽمينٽ جي رقم ۾ هٿ ڳنڍياسين.

سائنس ڪلاس جي ڪم ڪي مسٽر عبيدالله هٿ ۾ ڪنيو. ڊرائنگ هال ڪي سينگارڻ ۽ سنوارڻ جو ڪم مسٽر عبدالغفار صديقيءَ جي سپرد هو. جو ان وقت مون وٽ ڊرائنگ ٽيچر هو. فزيڪل ايڊيوڪيشن مسٽر مظفر فزيڪل انسٽرڪٽر جي حوالي هو ۽ لئبرريءَ جو ڪم مون پاڻ تي هموار ڪيو. منهنجي رفيقن جنهن سليقي سان پنهنجي فرض ادائي ڪئي ان جي ڪهڙي تعريف ڪريان. منهنجي خواهش ۽ اميدن کان ٻه وڌيڪ ڪم ڪري ڏيکاريائون. ڊرائنگ هال کي ته مسٽر عبدالغفار چار چنڊ لڳائي ڇڏيا. آرٽسٽ ماڻهو حسن و جمال جا ته هميشه پرستار ٿيندا آهن. مسٽر عبدالغفار هڪ ته آرٽسٽ هو ٻيو خود هڪ حسين نوجوان هو. سندس آرٽ ۽ شخصي حسن جي ميلاپ ڊرائنگ هال کي هڪ ميوزم ۽ عجائب گهر بنائي ڇڏيو. ڪاليج جي اڳيان هڪ وڏو سيمينٽ جو ٿلهو ٺهرائي ان تي ٻه وڏا اڌ گول ٺهرائي انهن تي دنيا جو نقشو پينٽ ڪري اهڙو ته ڪم ڪري ڏيکاريائين جو انگشت بدندان اچي وينون ۽ ڪتان ڪتان جا اسڪول ماستر ۽ ٻيا ان جي ملاحظ لاءِ جوق در جوق ايندا هوا.

مسٽر عبيدالله سائنس هال کي هڪ عاليشان لئباريٽريءَ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. هڏائون پڃرو (اسڪيلٽن) جو اڃا ڪوڪن ۾ بند هو ان لاءِ هڪ نئون شوڪيس ٺهرايو ويو. فزيڪل چارٽ ديوارين تي مزين ڪيا ويا. سائنس جي بلند ميزن تي سائنس جي سڪيا جو سامان نهايت سهڻي اسلوب سان سجايو ويو. سائنس جي نازڪ سامان لاءِ مليل ڇهه ڪبٽ زيبائتي نموني ڀريا ويا. ڊرگس منرلس، فرسٽ ايڊ باڪس، مقناطيس سيماب (پارو) ٿرماميٽر، ٽيوبس، قطب نما ۽ ٻيون نازڪ شيون سليقه سان رکيون وينون. جيتوڻيڪ مسٽر عبدالله بي ايس سي نه هو مگر مان دعويٰ سان چوان ٿو ته ڪو به بي ايس سي اهڙو اهڙو ڪم ڪري نه ڏيکاري ها جهڙو هن صاحب ڪري ڏيکاريو. هو فقط انٽر سائنس هو. مگر ڪم ايم ايس سي کان به بهتر ڪري پيش ڪيائين.

مسٽر مظفر هڪ ملٽري رٽائرڊ ماڻهو هو. پنجاب جي جهلم ضلعي جي مشهور ڳوٺ ڪلر ڪهار جو باشندو هو. سندس محنت ۽ شرافت جو مان ڪهڙو بيان ڪريان. صبح جو اسيمبلي بعد اڌ ڪلاڪ شاگردن کي ڊرل ڪرائيندو هو. اندور ۽ آئوٽ ڊوز رانديڻ ۾ شاگردن کي طاق ڪري ڇڏيائين. والي بال، باسڪٽ بال، ڪرڪيٽ ۽ فٽ بال جون رانديون شام جي وقت باقاعده ٿينديون هيون. منهنجي هر هڪ تعليمي شعبي تي ذاتي نظرداري هوندي هئي ۽ منهنجي طرفان شاباس منهنجي رفيقن لاءِ ڪافي هوندي هئي، جنهن کي هو پنهنجي لاءِ ڪافي کان وڌيڪ انعام ۽ عيوضو سمجهندا هوا. مان وڏو خوش نصيب هوس جو مون کي اهڙا وفادار ۽ سرفروش سائي مليا هوا. لئبرريءَ جي ناهه نوهه لاءِ مون کي وقتاً بوقتاً مسٽر سڪيو خان چنه، مسٽر محمد يوسف ابڙي، سيد صالح محمد شاهه ۽ حاجي جان محمد ٻلي جهڙا همراهه

مليا. جن لئبرريءَ کي جدا جدا ڪئبنن ۾ ورهايو. تاريخ، جاگرافي، سائنس، ايڊيوڪيشن، ادبيات، نثر ۽ نظم المقصد تہ هر هڪ تعليمي پهلوءَ جا ڪبٽ جدا جدا رکيا ويا. ڪتابن جي مفصل لسٽ، اشو بُڪ وغيره تيار ڪيا ويا. هڪ ننڍڙي لئبرري هئي، ليڪن ان جو انتظام وڏن ڪتب خانن جي خطوط تي ڪيو ويو.

سال جي پڙهائيءَ جو ڪم بہ باقاعده هلندو رهيو. وقتي مشاعره، موسيقيءَ جون محفلون، بزرگن جا ڏينهن ملهائڻ، اسپورٽس راندين جا شغل وغيره ٿيندا رهندا هوا. سخت ڪم ڪرڻ ڪانپوءِ ان قسم جون تفريحون انسان کي ترو تازه بنائيٰ ڇڏينديون هيون ۽ شاگردن کي ڪا بہ ٿڪاوٽ محسوس نہ ٿيندي هئي. اسان جي خوشين ۾ روزبروز اضافو ٿيندو رهيو هڪ ڏينهن ٻئي ڏينهن کان وڌيڪ مسرت ۽ شادماني آڻيندو هو. مان پنهنجي ڪاميابيءَ تي ڏاڍو خوش هوس مگر چوندا آهن تہ "تدبير کند بنده تقدير کند خنده" ناگهان ان نياڳي سال مون لاءِ هڪ جانڪاه دلخراش خبر آندي تہ منهنجو نسبتي ڀاءُ (سالو) مسٽر بدرالدين کي حيدرآباد ۾ ڪنهن خبيث خنجر هڻي شهيد ڪري ڇڏيو. هن خبر وحشت اثر منهنجو جگر پاش پاش ڪري ڇڏيو. هو مرحوم منهنجي سهري ميان الاهي بخش جو هڪڙو ئي پٽ هو. پنهنجي پيرسن سس، سهري ۽ منهنجي اهليہ محترمہ جنهن کي اهو هڪڙو ئي ڀاءُ هو تن جي حالت زار ڏسي منهنجي پهلوءَ ۾ دل نہ رهي. مگر الله جي امر اڳيان ڇا ٿو ڪري سگهجي.

باقضا نيست چاره' تدبير

بفعل الله ماشاءَ قدير

مُيون پيڙي حيدرآباد پڳس. شهيد کي غسل اڃي رهيوهو. هن واويلا ۾ منهنجي دل ذري گهٽ بيهڻ تي هئي قادر ذوالجلال کي ياد ڪيم سر سجدي ۾ جهڪايم. صبر کي سڏ ڪيم همٿ نہ هاريم. مرحوم بدر الدين شهيد جي آخري سفر جون تياريون ٿيڻ لڳيون. ميت کي کنيو ويو. ڪانڌي ڪلها ڏيڻ هليا. انداهي قبر تيار هئي. جيڪي چار گز زمين جا ميت جي قسمت هوا تن ۾ سندس ميت لاٿو ويو. لٽ ۽ مٽي مٿانِ ورائي ويئي.

ڇڏيندين ڪٽ، لٽيندين لٽ ايءُ هنئين سين لاءِ

شاهہ زمان سان جاءِ، هرگز ڪنهن جي ناهہ ڪا

ڏينهن تي ڏينهن گذرندا ويا. سڀڪو چار لُڙڪ ڳاڙي هليو ويو. ۽ وڃي پنهنجي ڪاروبار سان لڳو. منهنجي سس ويچاريءَ کي جيڪي فاتح جا چار پئسا عزيز و اقارب کان مليا، سي سڀ منهنجي حوالي ڪيائين تہ مرحوم تي هڪ موزيڪ جي شاندار قبر ٺهرايان. منهنجو سهرو جو پٽ جي فراق ۾ ميڻ وانگر ڳرڻ لڳو. اکين جو نور وڃائي وينو ۽ جلد ئي هن دارالفانيءَ کان انهيءَ غم ۾ موڪلائي ويو. تقريباً ٻارهن مهينن بعد مجوزه قبر جوڙايم ۽ ڪتبہ جو سنگ مرمر

جي مصلي تي مرحوم تي هي چار اکر لکيم:

قتل بے جرم گشت بدر الدين
لا جرم يافت او مقام شهيد
"بہ شهيدم عظيم" داد جواب
سال او چون فراز او پرسيد
۱۳۷۹ھ

هر ڪنهن کي هن جهان فانيءَ مان لڏڻو آهي ۽ آخرت ۾ گهر اڏڻو آهي صبر ۽ شڪر کانسواءِ انسان لاءِ ڪا واهه ڪانهي، وڃڻي شيءِ ويني اتان نہ موٽيو آهي ۽ نہ موٽندو.

اناالله وانا اليه راجعون.

آخر اَن جو منهن جنڊ ڏانهن، مرحوم بدرالدين جي تدفين ۽ تڪفين تان ٿي سڪرنڊ ڏي موٽيس. سڀني اظهار همدردي ڪئي ۽ منهنجي زخمي جگر جي دلجوئيءَ لاءِ مهربانيون ڪيون.

منهنجي اصل کان عادت هئي تہ جتي بہ ويندو هوس تہ اتي جون ڪي نوٽ ڪرڻ جي لائق ڳالهيون ڳولي ڪڍندو هوس ۽ انهن تي پنهنجي وس ۽ لياقت آهر قلم فرسائي ڪندو هوس. چونڪ سڪرنڊ بہ هڪ تاريخي شهر هو لهاذا ان باري ۾ جيڪو احوال ملي سگهيو سو قلمبند ڪيم ۽ هڪ مضمون اخبار تعليم ۾ ڏنم. سڪرنڊ جي پرسان جا "شڪر ڍنڍ" آهي جنهن تان غالباً شهر کي سڪرنڊ جو نالو مليو آهي. ان جو بغور مطالعو ڪيم. هن ڍنڍ جي ڪناري تي سنڌ جي مير حڪمرانن جي وقت ۾ هڪ عاليشان بنگلو ٺهيل هوندو هو، جتي سنڌ جا حاڪم تفريح طبع لاءِ هر سال هڪ دفعو ايندا هوا ۽ ڪجهه وقت اچي قيام ڪندا هوا. ڍنڍ جي اردگرد مير بحرن جا گهر هوا ۽ اجا بہ آهن. هتي تمام گهڻي انداز ۾ پبڻ، بهہ، لوڙهہ ۽ پُست جون ڏوڏيون ٿينديون هيون. جن تي مير بحرن جو گذران هو. ان کانسواءِ مڇي بہ تمام اعلىٰ قسم جي ٿيندي هئي. مگر بئراج کانپوءِ هن ڍنڍ کي پاڻي ڏيڻ بند ڪيو ويو ۽ هاڻي ڍنڍ جي پيٽ ۾ ۽ ڪنارن سان فقط ربيع جو فصل ٿئي ٿو. جنهن ۾ ڪڻڪ، مٽر، چڻا، سرنهن، جانيو وغيره پلو ٿئي ٿو. سڪرنڊ کان نوابشاهه جي رستي جي لب تي هڪ ميرن جي زماني جو قلعو آهي، جنهن کي "دليل ديرو" سڏين ٿا. هن قلعي جي اندر بہ ميربحرن جا گهر آهن ۽ انهن جو ئي تسلط آهي. بهرحال هتي تفصيل سان ذڪر ڪرڻ مناسب نٿو سمجهان. منهنجو لکيل مضمون ملاحظ لاءِ ڪافي آهي.

هن سال جي شروعات ئي مٿي ذڪر ڪيل دکدائڪ واقعي سان ٿي. اهڙي تہ نحوست منهن ڪڍيو جو سرڪاري ملازمن جي هر محڪمي ۾ اسڪريننگ ٿي. اسان جو پوتار جنهن کي "بچہ سقہ" واري چند روز ڊائريڪٽر جي ڪرسي ملي ويئي هئي، سو نہ مڙيو. ڪينو

دل ۾ رکندو آيو ۽ سڄي سنڌ جي تعليم کاتي مان فقط منهنجو نالو ون يونٽ حڪام ڏي موڪليائين ته نااهل آهي ڪيس جبري رٽائر ڪرايو وڃي. هيءَ سوال منهنجي روزگار جو هو. ٻچڙا پڙهي رهيا هوا نه هٽ هوم نه دڪان نه زمين هوم ۽ نه واپار. جڏهن حقيقت حال معلوم ٿي تڏهن آخر ته پهلوءَ ۾ گوشت جي دل هئي. فڪر دامنگير ٿيو مگر الله کي ياد ڪيم. لاهور ۾ سڏ ٿيو ته اچي سبب ڏي. حاجي جان محمد صلاح ڏني ته ترهو ٻه ٻڌجي ۽ توڪل ٻه ڪجي! ڪنهن شاعر چيو آهي ته:

گر توکل مي کني دو کار کن
کسب کن پس تکيہ برجبار کن

هلو ته مولانا حماد الله جي خدمت ۾ دعا لاءِ هلون. آءٌ ساٿس گڏجي سندس ڳوٺ ڪوٽ بل ۾ رات وڃي رهيس ۽ ٻئي صبح جو پني عاقل کان مولانا جن جي خدمت ۾ وياسين. بزرگ مسجد شريف ۾ ويٺا هوا. "العصر جو تفسير ڪيائون. سراپا گوش ٿي ٻڌم دعا بعد حاجي جان محمد بزرگ کي عرض ڪيو ته "هيءَ منهنجو مهربان آفيسر آهي. نهايت نيڪ آهي. ڪجهه مشڪلات درپيش اٿس". مون ٻه ڪين مخاطب ٿي عرض ڪيو ته "سائين منهنجو هڪ آفيسر آهي، جنهن ڪن غلط فهمين جي بنا تي مون تي رپورٽ ڪئي آهي ته هن کي ملازمت کان رخصت ڏني وڃي. مون کي هن سلسلي ۾ لاهور گهرايو ويو آهي. روزگار جو سوال آهي. دعا فرمايو ته الله تبارڪ تعاليٰ مشڪل آسان ڪري. پاڻ دستُ دعا دراز ڪيائون ۽ فرمايائون ته الله تبارڪ و تعاليٰ مشڪل آسان ڪندو.

مون تي تهمتون اهي هيون ته (١) مان چيڙاڪ طبع آهيان (٢) عوام ۾ مقبول نه آهيان. جو انهن سان نهي نٿو هلان. جواب لکيم لاهور ڪٽي ويس. مسٽر مسعود جو ڪجهه وقت اڳ انقلاب وقت ١٩٤٧ع ۾ نواب شاهه جو ڪليڪٽر هو. جو چوندا آهن ته سکن کي خوب سيکت ڏني هوائين. ان وقت لاهور ۾ هو ۽ اسان کي پنهنجو سبب ان کي پيش ڪرڻو هو. صاحب موصوف سبب مون کان وٺي رسيد ڏني ۽ خدا حافظ چيائين ۽ مدت ڏهن ڏينهن جي بعد اسڪريننگ ڪاميٽي اڳيان پيش ٿيڻ لاءِ تاريخ ملي. ڊاڪٽر غلام حسين جعفري صاحب وٽ نيڊوز ۾ وڃي مهمان ٿيس ۽ چيم ته "مان نه مان مين تيرا مهمان" موصوف منهنجي گهڻي مرحبا ڪئي ۽ حال احوال وٺي گهڻو ڏک ٿيس. جڏهن ٻڌائين ته ساري سنڌ مان فقط مان نااهل قرار ڏنو ويو آهيان. پوتار جي اصليت ڪهڙي بيان ڪريان، برزبان فردوسي فقط ايترو چوندس ته:

ز شير شتر خوردن سوسمار
عرب رابجائے رسيده دست کار
کہ تختِ کيان را کند آرزو
تفو بر تو اے چرخ گردان تفو

سيني صلاح ڏني تہ ڏهن ڏينهن ۾ تنهنجو سنڌ موٽي وڃڻ ۽ واپس اچڻ مناسب نٿو لڳي. تنهن ڪري ترسي پئو. اڳو پوءِ ڪم پورو ڪري واپس وڃج. عيد رمضان شريف هنن ڏينهن ۾ اچڻي هئي. عيد يارن سان ڪيم. عيد نماز شاهي مسجد ۾ ادا ڪيم. عيد جي ٽئين ڏينهن اسڪريننگ ڪميٽيءَ جي اڳيان ايڊيوڪيشن سيڪريٽريٽ ۾ پيش ٿيس. مون کي پنهنجو ڪانفيڊينشل رڪارڊ ڏنو ويو ۽ اهو چيو ويو تہ ان رڪارڊ جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن ڏنل جواب کان وڌيڪ توهان کي ڪجهہ چوڻو هجي تہ چئي سگهو ٿا. مون رڪارڊ جو بغور مطالعو ڪيو ۽ نوٽ ورتم جن تي مون کي وڌيڪ ڳالهائڻو هو. سيني رمارڪن ۾ منهنجي ايمانداري ۽ هوشياريءَ بابت هر هڪ آفيسر جا بهترين ريمارڪ هوا. فقط ٻہ ريمارڪ هڪ مسٽر نوراحمد ميمڻ جو هو. جنهن مون کي "پيوش" يعني چيڙاڪ لکيو هو ۽ ٻيو مسٽر الهہ بخش نظامانيءَ ڏنو هو تہ "آن پاپولر وٽ پبلڪ" يعني عوام ۾ نامقبول آهي. اهي هوا ٻہ رمارڪ جن تي مون کي گرفت ٿي رهي هئي. آخر ڪميٽيءَ ۾ پيش ٿيس. ڪميٽيءَ جو چيئرمين مسٽر شريف هو ۽ هڪ مسٽر ذوالفقار سيڪريٽري. هڪ مارشل لا جي نفاذ ڪري فوجي آفيسر ۽ هڪ مسٽر مسعود هوا. مون کان پڇيو ويو تہ اوهان پنهنجو رڪارڊ پڙهيو آهي. مون وراڻيو تہ هائو سائين. شريف صاحب پڇيو تہ مسٽر نور احمد اوهان کي چيڙاڪ سڏيو آهي. مون وراڻيو تہ هائو سائين هن کان اڳ وڏن آفيسرن علامہ دائودپوٽو، عثمان علي انصاري ۽ ٻين مون کي نهايت "سوبر" يعني طبع سليم جو حامل سڏيو آهي. مسٽر نوراحمد جو رڪارڊ ملاحظ ڪيو وڃي تہ ڪيس ڇا ڇا ريمارڪ مليل آهن. وري پڇيائين تہ مسٽر نظاماڻي اوهان کي عوام ۾ نا مقبول سڏيو آهي. هتي مون خيال ڪيو تہ "نچڻ لڳي تہ گهونگهٽ ڪهڙا" مون مسٽر نظاماڻيءَ جي جنم پتري ڪڍي ظاهر ڪئي. مگر نهايت سنجيدگيءَ سان. اتي اوچتو مسٽر ذوالفقار پڙڪو ڪاڍو تہ هيءَ آفيسر متان اهو آهي جنهن هڪ ڪتاب لکيو آهي جنهن ۾ پنجابين کي خراب سڏيو ويو آهي." مون هڪدم اهو ڪتاب "سنڌي سباجهڙا" پنهنجي کيسي مان ڪڍيو جو آءٌ پاڻ سان احتياطاً کڻي ويو هوس. مبادا اها ڳالهہ سامهون اچي. عرض ڪيم تہ هيءَ اهو ڪتاب آهي جنهن تي اڳيئي انڪوائري هلي چڪي آهي ۽ مان هر تهمت کان بري ڪيو ويو آهيان. جيڪڏهن هن ڪتاب ۾ اهي لفظ جي غلط فهميءَ کان مون ڏي منسوب ڪيا وڃن ٿا. انهن مان هڪ لفظ بہ مون کي ڏيکاريو وڃي تہ مان هن وقت استعيفا پيش ڪرڻ لاءِ حاضر آهيان. مسٽر شريف پڇيو تہ هن ڪتاب جو نالو ڇا آهي؟ مون چيو تہ "سنڌي سباجهڙا" پڇيائون تہ "سباجڙا" جي معنيٰ ڇا آهي؟ مون جواب ڏنو تہ "رحمدل" چيائون تہ بس ڪجهہ وڌيڪ ٻہ چوڻو؟ مون چيو تہ "نہ سائين" السلام عليڪم چئي ٻاهر آيس.

مسٽر جعفري ۽ مسٽر الهڏنہ بلوچ منهنجو شديد انتظار ڪري رهيا هوا. ان وقت مسٽر

ڪريمڏنو راڄپر بہ هنن وٽ نيدوز ۾ مهمان هو. هو صاحب بہ منهنجو قديم دوست هو. جو پڻ ساڳيءَ طرح منهنجو انتظار ڪري رهيو هو. آءٌ موٽي آيس تہ هو مون کي نهايت انتظار سان مليا ۽ خبرون چارون ورتائون. مون کين الف کان وٺي ي تائين حرف بہ حرف حال احوال ڏنو. هنن کي بي ڳالهہ جو گهٽ باقي سنڌي سڀاجهڙا بابت ٿيل گفتگو جو گهڻو فڪر ٿيو مون کي ٻڌايو ويو تہ مسٽر شريف سيڪريٽري کي اسان جي پوتار گهڻو ڪجهہ پري چڙيو آهي ۽ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو تہ مون کي رٽائر ڪرائڻ جو هن کي پڪو ارادو آهي ڇو تہ پوتار وٽس جنسي-رنو آهي ۽ کيس خاطري ڏياري ويئي آهي تہ عرساڻي وڌيڪ ڪاٽي ۾ نہ رهندو. مون چيو تہ هن هڪ انسان وٽ رنو آهي ۽ مون خدا جي ذات ولا صفات وٽ پاڙيو آهي. مارڻ واري کان بچائڻ وارو ويجهو آهي. ظلم قائم آهي ظالم قائم نہ آهي. ڪو بہ فڪر نہ ڪريو "هرچہ آيد برسبر من يا نصيب" رزق ۽ روزي رسان خدائي عزوجل آهي. اعضا سالم آهن جڏو ڪين آهيان. زور قلم ڏنو اٿس. چار ڪتاب پيو لکندس تہ بہ چڱو روزگار پيو ملندو.

رو مشرق رو مغرب رو رو
هرچہ نصيب است از آن کم نشود جو

منهنجو عزم ۽ استقلال ڏسي مسٽر راڄپر چيو تہ انشاءَ العزيز توهان کي لهر نہ لوڏو. منجهند جي مانيءَ جو وقت هو. ماني ميز تي آئي، بک بہ بي حال ڪيو هو. کائي رڄ ڪيوسين. ميز تي انب جو مربو آندو ويو جو مسٽر الهڏنہ بلوچ ڳوٺان خيرپور کان سنگت لاءِ آندو هو. ڪجهہ وقت رکڻ ڪري ائسبڊ ڪري ويو هو. تنهن ڪري ڊاڪٽر جعفري ۽ ٻين کائڻ جي نہ ٿي ڪئي. بلوچ صاحب جو ضد هو تہ ائسبڊ ڪا نہ آهي، اوهان کي وهم آهي آخر هنن پاڻ ۾ طئي ڪيو تہ ڪير بہ نہ ڪجي عرساڻيءَ کي کارايون ٿا ڏسجي تہ هو ڇا ٿو بولي. سڀني مون تي زور پرڻ لڳا تہ مربي کي نٿا وڇڙو. بلوچ صاحب مربو آندو آهي، کائو سواد وٺو وغيره. مان بلڪل سمجهي نہ سگهيس تہ پاڻ تہ نہ ٿا کائين ۽ مون کي زور پيا پرين.

" کچھہ دال ميں کالا ضرور هے" مربو کاڌم ائسبڊ زور وٺي ويئي هئي. دانهن ڪيم تہ بيلي مربو تہ عاليشان آهي پر ائسبڊ ڪري ويو آهي. منهنجو ائين چوڻ ۽ سڀني ٽهڪ ڏيئي وٺي کليا ۽ بلوچ کي ويڙهي ويا. ان بعد سموري حقيقت مون کي ٻڌائي ويئي. بلوچ صاحب تسليم ڪيو ۽ مربو ضايع ٿي ويو.

آخر انهيءَ رات ئي مون واپسيءَ جي تياري ڪئي ۽ اچي سڪرنڊ پهتس ۽ بعد ۾ ڳوٺ حيدرآباد آيس. منهنجو انتظار هر هنڌ ڪيدي رهيا هوا. دوستن احبابن حال احوال پڇيا. کين ٻڌايم، متفڪر ٿيا. مون سڀني کي چيو تہ پريشانيءَ لاءِ سبب ڪونهي، خدا سڀ خير ڪندو. جلد ئي اخبارن ۾ لسٽون اچڻ لڳيون تہ فلاڻا رشوت ۾، فلاڻا نااهليءَ ۾. فلاڻا هن تهمت ۾ ۽

فلاڻا هن تهمت ۾ موقوف يا رٽائر ڪرايا وڃن ٿا. منهنجي نالي لاءِ منهنجا بدانديش ڪالم ڏسندا رهيا. اردو، انگريزي، سنڌي اخبارون بلاناغه پڙهندا رهيا. مگر اهو سلسلو هلي هلي ختم ٿيو ۽ منهنجو نالو نه آيو. نهايت مايوس ۽ شرمندا ٿيا. مون ڪي الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي ڪرم ۽ بزرگ حماد الله مرحوم جي دعائن طفيل پناهه ڏني ۽ ڏنل روزي قائم رکي. "بندي جي من ۾ هڪڙي صاحب من ۾ بي"

يوتار منهنجي ڪڍائڻ جي سر توڙ ڪوشش ۾ هو ته ناگهان شريف صاحب سندس پشت پناهه به سيڪريٽريءَ جي عهدي کان سبڪدوش ٿي ويو ۽ ڊاڪٽر جعفري به سنڌ جو ڊائريڪٽر تعليم ٿيو ۽ يوتار جي حڪومت پوري ٿي ويئي.



# ڊائريڪٽوريٽ جو دور

**چوندا** آهن تہ تقدير جي محل جو معمار خود بشر آهي. اهو تہ بلڪل صحيح آهي مگر قسمت بہ ڪا طاقت آهي. جا انسان جي ڪمن ۾ پس پرده ڪم ڪندي رهي ۽ هر انساني عمل تي اثرانداز آهي. ڪنهن شاعر فرمايو آهي تہ :

دو پھول شاخ پھولے قسمت جدا جدا ھے
اک رھا نوشہ کے سر پر اک قبر پر چڑھا ھے
پیدا ھوئے دو موتی صدف میں
اک پس رھا کھرل مین اک تاج میں جڑھا ھے

منهنجي قسمت بہ اهڙي هوندي هئي جو جيڏانهن بہ مون کي موڪليو ويندو هو اتي جون حالتون بگڙيل هونديون هيون ۽ مون کي پنهنجو هوش گوش لڳائي انهن کي ناهڻ لاءِ پنهنجو رت پت ڏيڻو پوندو هو. ميرپورخاص ۾ مون کي جڏهن گزيٽيڊ پوسٽ ملي تہ تقسيم هند جو انقلاب آيو. آفيس جا ڪلارڪ جي هڪ ڪانسواءِ سڀ هندو هوا، سڀ ڇڏي ويا. نن مهينن جا پگهار ماسترن کي نہ مليا هوا. دل نہ هاريم. آفيس جي هڪ روم ۾ گلم وڇائي تپيدارن جي جمع بندي وارو نظام قائم ڪيم ۽ گوڏا ٻيڪڙي پراڻا بل ڪڍي انهن کي يڪ نظر ڏسي بل ناهڻ لڳس ۽ ماسترن جي مصيبت دور ڪيم. ڪن نؤ وارد مهاجرن ڇوڪرن کي ڀرتيْ ڪرايم. محمد امين صديقي، محمد يامين، غلام حسين ۽ محمد شفيع ٽائيپسٽ مقرر ڪري منظوري ورتم. هو ويچارا مهاجر فارم سڀ سنڌي، تازو هاءِ اسڪول امتحان پاس ڪيل، ڇا ڄاڻن ڇا ڪن. ليڪن منجهن فرمانبرداري ۽ ڪم ڪرڻ جو روح ڦوڪيم. ڪم از ڪم ڪاپي ڪري ڏيندا هوا. ڪين چڱي سکيا ڏنم هو مون تان قربان پيا ويندا هوا. خصوصاً منهنجي همدردي ۽ محبت ڏسي هو مون کي پنهنجو وڏو تصور ڪندا هوا. اڄ انهن مان ڀهريان ني سينئر سپرنٽينڊنٽ آهن ۽ چوٿون نوڪري ڇڏي ڪنهن ٻيءَ ملازمت ۾ وڃي مشغول ٿيو. ڏينهن رات مهاجرن جي آبادڪاريءَ جو مسئلو پيش آيو. اسٽيشن ميرپورخاص تي چانورن جون ديڳيون ۽ پڪل نان ڪٽيو ساري رات پليٽ فارم تي پنهنجي رفيقن سان گڏ پيو هوندو هوس. گاڏين جو ٽائيم نہ هو. اوچتوئي اوچتو ڪنهن وقت ڪا وقت گاڏي ڪوڪرا پار ڪان ايندي هئي

۽ دمر بخود مهاجر ويچارا اچي سهڙندا هوا. جن کي ماني نڪي ڪارائي پوءِ ساھ پتيندا هواسين. نار نول واري قتل عام واري ٽرين جڏهن ميرپور رات جو ٻي بجي ڏاري آئي تڏهن ڪن جا عضوا پيل هوا. ڪي لاش هوا ۽ ڪي ويچارا اڌ منا دردناڪ حالت ۾ ڏٺا ويا. نعوذ باالله من شرذالڪ. اهڙو سمون شل خداوند ڪريم دشمنن کي به نه ڏيکاري. بهرحال انهن حالات مان چڙهي پار پياسين. ملازمتن لاءِ مهاجر ماسٽر مون وٽ آيا. خالي ٽيل اسڪول کولي انهن کي ماستري تي مقرر ڪيم. حڪومت جي اهڙي اجازت مليل هئي ته في الحال هنن کي روزگار ڏنو وڃي. سند يا سرٽيفڪيٽ پوءِ ڏٺا ويندا. خير.

ساڳيءَ طرح لاڙڪاڻي ۾ به هڪ هنگامي ڪانپوءِ مون کي موڪليو،ويو جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. سخت اسٽرائيڪون هيون. استاد سڀ عزت جي خوف کان موڪلون وٺي ٻيجي ويا هوا. مگر اتي به الله تبارڪ و تعالیٰ ڪاميابي ڏني.

سڪرنڊ ۾ ٺلهن هٽن تي وڃي ٻيٺو هوس. مگر محنت ۽ جفاڪشيءَ سان ان کي به گلزار بنائي ڇڏيم.

ڊائريڪٽوريٽ ۾ آيس ته هڪ نئون ڊپارٽمينٽ بنائڻو پيو. ورنيڪيولر فائينل امتحان جنهن کي پي ايس ايل سي يعني پرائمري اسڪول ليونگ سرٽيفڪيٽ چيو ويندو هو. ان کي لاهور وارا بند ڪرڻ تي هوا. هنن کي سڀ اهي ڳالهيون سنڌ جي مٿان مسلط ڪرڻيون هيون. جي لاهور ۾ هيون. اسان وٽ ۴ درجا پرائمري جا هوا. ست درجا سيڪنڊريءَ جا هوا. اهي سڀ مٿائي پهرين ڪلاس کان ڏهين ڪلاس تائين نئون دستور آڻڻو هو. مڊل اسٽنڊرڊ امتحان جو انين ڪلاس مان رائج ڪرڻ لاءِ نوان قوانين جوڙڻا هوا. لازمي تعليم جا لاهور ۾ نه هئي پر اسان وٽ سنڌ ۾ هئي اها لاهور سان لاڳيو ڪرڻ جا منصوبه رٿيا ويا. هنن ڪمن لاءِ مان رجسٽرار جي حيثيت ۾ هر دفعي لاهور ۾ ٽينڊڙ ميٽنگن ۾ موڪليو ويندو هوس. بسا اوقات آءُ مسٽر واحد بخش شيخ کي پنهنجي معيت ۾ وٺي وڃڻ لاءِ ڊائريڪٽر کان گهر ڪندو هوس. پوءِ اسان ٻئي ڄڻا ۽ ٽيون شاڪر رضوي گڏجي لاهور جو سفر ڪندا هواسين ۽ ميٽنگن ۾ سنڌ جي چڱي نمائندگي ڪندا هواسين. بهرحال چيو اٿن ته:

جيڪو پنهنجي مدد ڪري ٿو پاڻ
ٿو ڏٿي پڻ ڪري مدد ان ساڻ

الله تبارڪ و تعالیٰ تيستائين ڪنهن جي مدد نٿو ڪري جيستائين هو پنهنجي مدد پاڻ نٿو ڪري.

خدا نے آج تک اس قوم کی حالت نهین بدلی
نہ هو جن کو خیال آپ اپنی حالت بدلنے کا

ڊائريڪٽوريٽ ۾ به پراڻو رڪارڊ سال سال جو ۽ امتحان امتحان جو الڳ دستين ۾ ٻڌي

باترتيب گهوڙين تي رکيو ويو ۽ برانچ کي رجسترار امتحانات جو پورو شان بخشيم ۽ سيڪو واهه واهه چوڻ لڳو. حافظ محمد صادق ڊپٽي ڊائريڪٽر هو ۽ هن مون سان پورو تعاون ڪيو ۽ هر ڪا مدد فوري ڏيندو هو. مسٽر غلام مصطفيٰ شاهه ڊائريڪٽر تي تشريف فرما ٿيو. هن صاحب حافظ کي پنهنجي اعتماد ۾ ورتو. اسان سندس سرويچ ٿي خدمتون ڪيون ۽ کيس هڪ ڪامياب ۽ ناماياب ڊائريڪٽر بنايو. اسان مان خوش هو ۽ اسين هن مان راضي هواسين.

ڪجهه وقت بعد مسٽر بشير شيخ کي جنهن کي عام طرح بي ڪي شيخ چوندا هوا ۽ هو هڪ سنڌي ڊوميسائل پنجابي هو سو ڪوشش ڪري ڊئريڪٽر ٿي آيو. موصوف مون سان سنڌ مدرسه ۾ پاڻ ۽ سندس ڀاءُ شيخ رحمة الله گڏ پڙهيا هوا ۽ سندن مون سان سٺا تعلقات هوا. اميد هيم ته مسٽر شيخ به مون سان چڱو سلوڪ ڪندو ليڪن منهنجو خيال غلط نڪتو:

ماز ياران چشم داري داشتيم

خود غلط بود آنچه ما پنداشتيم

مسٽر بي ڪي شيخ کي ڪا شاهه صاحب سان ازلي عداوت هئي. جڏهن کيس معلوم ٿيو ته اسين يعني مان، مسٽر حافظ ۽ غلام اصغر شاهه صاحب جا معتمد آفيسر هواسين، تڏهن بنا ڪنهن سوچ ويچار جي اسان سان بدترين دشمني وڌي. ڪجهه وقت سندس ڪڏاين جو چرچو رهيو. اسين سندس ارڏايون صبر سان برداشت ڪندا رهياسين. هڪ دفعي مون کي چيائين ته اوهان ٿيني جٺا مسٽر غلام اصغر وٽ گڏ ٿي منهنجون گلائون ٿا ڪريو. منهنجي سي آءِ ڊي مون کي سڀ خبر پهچائي ٿي. اهڙي باراتي ڳالهه سندس زبان مان ٻڌي مون ڪلي ڏنو ۽ چيومانس ته اوهان جي سي. آءِ. ڊي ڪا نامراد آهي. گلا ڪرڻ اسان جي ڪتي جو وڙ به نه آهي. اوهان ڀلي جيئن وڻيو تيئن سمجهو. جلد ئي منهنجي ڊئريڪٽوريٽ مان بدلي ڪيائين ۽ مون کي ميرپور بٺوري ٽريننگ اسڪول جي هيڊ ماستريءَ تي مقرر ڪيائين. آرڊر ٽائپ ٿيا صحيح ڪيائين باقي روانگي نمبر لڳڻو هو. ته کيس ٻڌايو ويو ته منهنجي بدلي رجسٽراريءَ تي ڊي. پي. آءِ لاهور سڏي ڪئي آهي. انڪري ان جو اپرووَل وٺڻ يعني اجازت وٺڻ کان سواءِ ڊئريڪٽر منهنجي بدليءَ جو حق نه ٿو رکي. ان ڪري اهو آرڊر ڦاڙيو ويو. مسٽر حافظ تي پنهنجي چاڙتن کان هڪ گمر نام درخواست ڪرائي. رمارڪ گهريائين. هن کيس اهڙو ته دندان شڪن جواب ڏنو جو ٽپ ئي ٽري ويس. چوندا آهن ته "سچ جنين جو سير. تير نه گسي تن جو" اسان جي صبر هٽي هنڌ ڪيو. اجا چند مهنا گذريا ته مٿس رشتوتن، رساين ۽ بداخلاقين جي باري ۾ هڪ طوفان ڪڙو ٿي ويو. انٽيٰ ڪرپشن وٽ پڪارون پهتيون. انڪواري ٿي. جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي ڪنهن ساڌوءَ فرمايو آهي ته:

یہ کلجگ نہیں کرجگ ہے
اس ہاتھ دے اُس ہاتھ لے

موصوف پنهنجي بچاءُ لاءِ گهڻي ڊوڙ ڊڪ ڪئي مگر سندس بدلي ڪراچيءَ ڪئي ويئي ۽ شاهه صاحب وري موٽي آيو. شيخ صاحب چارج ڇڏي ڊئريڪٽوريٽ جي چور دروازي کان بنا موڪلائي جي ائين هليو ويو. جو ڪنهن کي خبر ئي نه رهي. ڪراچيءَ ۾ اجا سال ئي مس رهيو ته ساڻس شاگردن اهو ڪجهه ڪيو سو دنيا ڏسي رهي ۽ ڪيس رٽائر ڪرڻو پيو. خدا وٽ دير آهي ليڪن انڌير نه آهي. هيءُ سڀ ڪجهه قدرت پاڻهي پئي ڪيو ۽ اسين قدرت جا عجائب ڏسي دنگ رهجي وياسين. ڪنهن کي ته ڊگهو رسو ڏئي ٿو ۽ ڪنهن کي اتي جو اتي پڪڙ ڪري ٿو. هر ڳالهه ۾ سندس حڪمت آهي، جا ٻي خبر انسان کان بلڪل پوشيده رکي ويئي آهي. جو انسان ٻين لاءِ کڏ کوٽيندو سو ضرور ان کڏ ۾ پاڻ ڪرندو. روميءَ فرمايو آهي ته:

تو مشو مغرور برحلم، خدا
دير گيرد سخت گيرد مر ترا

منهنجي عمر جا ۵۵ سال ۱۹۶۱ع جي سيپٽمبر مهيني ۾ پورا ٿيا. مان رٽائر ڪرڻ لاءِ بلڪل تيار هوس. اوچتا آرڊر نڪتا ته رٽائرمينٽ جو عرصو وڌائي سٺ سال ڪيو وڃي ۽ هرهڪ ملازم جنهن ۵۵ ورهيه پورا ڪيا آهن سو ميڊيڪل بورڊ اڳيان پيش ٿئي. مان ۽ مسٽر حافظ ٻئي ميڊيڪل بورڊ اڳيان پيش ٿياسين. ڪرنل نجيب سول سرجن هو. اسان جو طبي معائنو اهڙو ٿيو جو ڏيڍ سؤ روپيه خرچ ڪجن ها ته به نه ٿي سگهي ها. خدا جو شڪر ڪيوسين جڏهن اسان کي ته بلڪل فٽ قرار ڏنو ويو ۽ اسان کي سٺ سالن تائين هلايو ويو. ۱۹۶۳ع کان وٺي ۱۹۶۶ع جي ڊسمبر تائين ڊئريڪٽوريٽ ۾ رهيس. شاهه صاحب پوڻا ٻه سال اسسٽنٽ ڊئريڪٽر اسٽيبلشمينٽ جي چارج ڏياري. سندس ٽپال آءٌ کوليندو هوس ۽ روبرو گذارش ڪندو هوس ڪجهه وقت وچ ۾ مسٽر سي. ايم. صادق ڊئريڪٽر ٿي آيو. مسٽر رحيم بخش ميمڻ جو انسپيڪٽر آف اسڪولس هو سو نيپا ٽريننگ تي ويو. مان سيني کان سينئر هوس. ان ڪري هن مون کي انسپيڪٽر جي چارج ڏياري. مسٽر رحيم بخش لاهور مان مون کي مبارڪباد جو خط لکيو، جنهن ۾ لکيائين ته آءٌ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان جو اوهان کي چارج ملي آهي. خط مون وٽ اڃ به موجود آهي. چوندا آهن ته "گفتن وکردن فرق دارد" منهنجي حيرت جي حد نه رهي جو هن مون تي ڪم از ڪم ڊزن ڊرخواستون ڪرايون ته مون تي انڪواري ٿيل آهي. مان خطرناڪ ماڻهو آهيان. منهنجي طبيعت وير ونو آهي. غريبن کي ستائيندس ۽ وڏا نقصان ڪندس. خود مسٽر چوڌري محمد صادق کي گمنام عريضون ڪرايون وينون ته هن مون کان ۵۰۰۰ هزار روپيه وٺي مون کي چارج ڏياري آهي.

صادق صاحب مون کي گهرايو ۽ سارو احوال ٻڌايائين. مون کيس عرض ڪيو ته مون کي ڊبل چارج آهي ۽ ڊئريڪٽوريٽ ۾ به ڪم ڪريان ٿو ۽ انسپيڪٽر جي آفيس ۾ به ڪهندو رهان ٿو. اوهان صاحب ٻلي ڪنهن ٻئي کي چارج ڏياريو. ته اوهان جهڙن شريف آفيسرن تان ذهني بوجو لهي پوي. مسٽر غلام اصغر مون کان پوءِ سينئر آهي. ان کي ئي پنهنجي عهدي سان گڏ اها چارج به سپرد ڪريو. ٻن مهينن جو عرصو گذري چڪو آهي. باقي مهيني کن بعد درخواست ڪرائينڊڙ اچي ويندو ۽ سارو طوفان بدتميزي ختم ٿي ويندو. موصوف مشورو قبول ڪيو ۽ آرڊر ٿيا. صادق صاحب حيدرآباد ۾ خوش نه هو ڪوشش ڪري لاهور ويو ۽ شاهه صاحب آيو. صادق صاحب شيخ بشير جي وڃڻ بعد ٿوري عرصي لاءِ اچي خال ڀريو جيستائين شاهه صاحب دوباره تشريف فرما ٿيو. مسٽر رحيم بخش ميمڻ صاحب جي به پڇاڙي سرهي نه ٿي ۽ هن اوچ تي پهچي يعني ڊئريڪٽر ٿي اهڙو ته ڏکو ڪاڏو جو کيس زندگي ڀر نه وسرندو. کيس اسڪريننگ ۾ رشوت خوريءَ جي الزام ۾ زوري رٽائر ڪرايو ويو. سندس اهو سانحو بهرحال منهنجي رٽائر ڪرڻ کان پوءِ ٿيو. الله جي ذات غيور آهي. ڪنهن غريب جي ناحق دل آزاري ڪرڻ هرگز چڱي ڳالهه نه آهي. انسان پٺ ورائي ڪانه ڏٺي آهي ته آخر منهنجو حشر ڇا ٿيڻو آهي.

مسٽر نور احمد ميمڻ ڪجهه وقت ڊئريڪٽر رهيو. مسٽر نظاماڻي ڪافي وقت اها ڪرسي ماڻي. شيخ بشير به ائين ئي سمجهيو ته اها ڪرسي کيس هميشه لاءِ نيبهه هوندي. ويا ته ڪنهن چانهه ڪوپ جي آڇ ڪانه ڪين. هن فقير پر تقصير جڏهن اسسٽنٽ ڊئريڪٽر جي عهدي تان ۱۹٦٦ع ۾ رٽائر ڪيو. تڏهن ٻڌو ته ڇا ٿيو: مٺيان صاحب ته سڀ ڊئريڪٽر هوا مان ته فقط ڪلاس نو ۾ هڪ اسسٽنٽ هوس. شاهه صاحب منهنجي فيئر ويل پارٽي يعني موڪلاڻيءَ جي دعوت جو وڏو اهتمام ڪيو. رلز هوٽل حيدرآباد ۾ تعليم کاتي جا سڀ گزيٽيڊ آفيسر ۽ آفيس سپرنٽيڊنٽ گڏ ٿيا. پرتڪلف دعوت منعقد ٿي. تقريرون ٿيون منهنجي نهايت عزت افزائي ٿي. مون کي خوشيءَ کان اکين ۾ پاڻي تري آيو. شڪر ادائيءَ ۾ مختصر جوابي تقرير ڪيم ۽ اجازت ورتم ته شاهه صاحب جي دوباره اچڻ تي مون چند نظم تيار ڪيا هوا. جن جي پڙهڻ جو مون کي ڪوبه موقعو نصيب نه ٿيو جيڪڏهن اجازت ملي ته اڄ هن مبارڪ مجلس ۾ پڙهي ٻڌايان. مسز شيخ، مسز شمس عباسي، ڊاڪٽر رضوي جي منهنجي پرسان ويٺل هوا. تن ۽ ٻين به آواز بلند چيو ته "ضرور ضرور" مون اهي نظم پڙهيا. هڪ اردو شعر لکيو هو ۽ هڪ سنڌيءَ ۾ ڇاڪاڻ ته اردو دان آفيسر به ڪافي تعداد ۾ آيا هوا.

عزت ۽ ذلت الله تبارڪ و تعالىٰ جي ڊست قدرت ۾ آهي جنهن کي چاهي عزت بخشي جنهن کي گهري ذليل ڪري. قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي ته "و تعز من تشاءَ و تذل من تشاءَ

بيدڪ الخير انڪ علیٰ کل شيءِ قدير" خداءِ لايزال جي اپار احسانن تان وار وار صدقي ٿيان. هن پنهنجي حقير ٻانهي کي جا عزت بخشيائين ان جو هن کان اڳ تعليم کاتي ۾ مثال ئي ڪونہ ٿو ملي. بهرحال خير و خوبيءَ سان ملازمت جو ڪٺن سفر پورو ڪري سوين مشڪلاتن مان پار پئجي کاتي کان موڪلايم. شڪراني جا ٻہ نفل پڙهيم. نوڪريءَ جي ايڪٽيهہ سال زندگيءَ جو اجهاڳڻ سمنڊ جهاڳي پار پيس. نهايت عزت آبروءَ سان اڄ بفضل خدا استادن جي حلقن ۾ جتي بہ منهنجو نالو ايندو اتي عزت ۽ محبت سان ياد ڪيو ويندو آهيان. هن کان وڌيڪ قدرت جي طرفان مون تي بيو ڪهڙو انعام ٿيندو. تعليم ۽ نوڪريءَ جو مختصر ذڪر ڪري اچي پار پيو آهيان. جنهن جي پڪ نہ هيم جو سخت عليل گذاريان ٿو ۽ نظر بلڪل ڪانہ اٿم. سڀڪجهہ پنهنجي حافظي مان ائين ئي لکندو رهان ٿو مگر پڙهي نہ ٿو سگهان. جو هنن چند سٽن کي سنواري يا سڌاري سگهان. بهرحال منهنجا مهربان منهنجون تحريري غلطيون منهنجو حال ڏسي مون کي اميد تہ معاف ڪري ڇڏيندا.

مان اڳي جيترو ئي سخت جان هوس ۽ منهنجي پهلو همت سان ڀرپور هئي ۽ صدمن جي سهڻ جي ڪافي قوت هيم سو هاڻي خصوصاً منهنجي اهليہ جي آخري موت خدا ڄاڻي مون تي چو اهڙو گهرو اثر ڪيو جو اڳ جيترو قوي هوس اوترو بلڪ ان کان بہ وڌيڪ ضعيف ٿي ويو آهيان. مون کي ڪي پراڻا آشنا اڄ ڏسن ٿا تہ سڃاڻي بہ نہ ٿا سگهن تہ مان ڪو اهو عرساڻي محمد اسماعيل آهيان جنهن کي اڳي ڏٺو هوائون. ١٩٦٦ع ۾ رٽائر ڪيم تہ ٿوري وقت بعد سيد غلام مصطفيٰ شاهہ سان ملاقات ٿي ۽ مون کي ڏسي چيائين تہ عرساڻي تو ۾ تہ رٽائر ڪرڻ بعد تازو خون اچي ويو آهي توکي ٿو ڏسان تہ مان ٻانيان تہ آءٌ بہ ڪٿي رٽائر ڪريان. انهيءَ ريمارڪ تي سندس شڪريہ بجا آندم. پر تقدير ۾ تہ ڪي ٻيا مشورا ٿي رهيا آهن.



باب ڇنيهون

# جامع عربيہ حيدرآباد

**١٩٦٥ع** ۾ مون وٽ جامع عربيہ هاءِ اسڪول حيدرآباد جو سيڪريٽري ۽ مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر آيا ۽ مون کي چيائون تہ اسان جو هاءِ اسڪول پنهنجي سڀ ناموس بوڙي چڪو آهي. ڪوبہ انتظام ڪونہ رهيو آهي. شاگرد گهٽبا ٿا وڃن. اسان جي نظر انتخاب اوهان تي پيئي آهي. مهرباني ڪري اسڪول جي هيڊ ماستري قبول ڪريو. اسڪول جي باري ۾ سڀ اختيارات اوهان جي هٿن ۾ ڏنا ويندا. اسان کي اسڪول کي سڌاري ڏيو وغيره وغيره. مون کانئن ٽي ڏينهن مهلت ورتي تہ مان بلڪل ٿڪل آهيان. پنهنجي فرزندن سان مشورو ڪريان ان بعد جواب ڏيئي سگهندس. هنن وري بہ چيو تہ اوهان پڙهائي بہ نہ ڪجو فقط اسڪول جي نگراني ۽ اوهان ۾ جيڪي انتظامي اهليتون آهن اهي بروئي ڪار آڻي هيءَ قومي ادارو ڪنهن چڱي منزل تي آڻي ڏيو. مون پنهنجي پٽن سان صلاح ڪئي. هنن مون کي ادب مان چيو تہ بابا، هاڻي آرام ڪريو ۽ وڌيڪ تڪليف نہ وٺو. اوهان ڪڏهن بہ ماٺ ڪري نہ وهندا ۽ نہ ڪي ڪم ڪرڻ ڇڏيندا. سخت ڪم ڪرڻ اوهان جي عادت آهي. خداوند ڪريم جو فضل آهي، هن معمولي پگهار جي ضرورت ڪانهي. گهر ۾ رهو ۽ دوستن احبابن سان ڪچهري ڪريو ۽ نوڪريءَ جو خواب و خيال بہ نہ ڪريو. مون فيصلو ڪيو تہ اهوئي جواب جامع جي اصحاب کي ڏيندس. جڏهن ٽن ڏينهن بعد هو وري مون وٽ ايندا.

ٽن ڏينهن بعد وري مون وٽ آيا. ملازمت جو آرڊر ٽائيپ ڪري ان ۾ پنج سؤ پگهار لکي آيا. مون کين اهوئي جواب ڏنو. جيڪو مون کي مشورو مليو هو. ليڪن هنن مون کي نهايت مجبور ڪيو. آءٌ حيا جو صاحب هوس. هنن دوستن يعني نواب حاجي محمد علي، علي مير شاهہ ۽ امان الله قريشيءَ کي رکو جواب ڏيئي نہ سگهيس. هنن چيو تہ فقط بہ سال رهو پوءِ جيئن اوهان جي مرضي هوندي ائين ڪنداسين. مون کي کين ناراض ڪرڻ پسند ڪونہ آيو نہ ڪا مون درخواست ڏني هئي نہ مون کان طلب ڪئي وئي. ١٩٧٠ع جي اپريل ۾ وڃي انتظام سنڀاليم. حالات ڏسي حيران ٿي ويس. ماسترن کي ٽن مهينن کان پگهار نہ مليو هو. شاگردن تي فين جون بقايائون ڇئن پنجن مهينن کان رهيل هيون. اسڪول کان رجسٽريشن ڪسڻ جي ڪاتي جي سربراهن وٽ مشورا ٿي رهيا هوا. علي اڪبر شاهہ ۽ موجوده انتظاميہ جا ڪورٽن ۾ ڪيس

هوا. اتي وڃڻ ڪانپوءِ جي ناگفته به حالات مون کي ڏسڻ ۾ آيون تن مون کي ملازمت ڇڏڻ تي مجبور ڪيو، ۽ منهنجي نيت ۾ ڦيرو آيو. حقيقت اها هئي ته سيد غلام مصطفيٰ شاهه ڊئريڪٽر هن اسڪول ۽ سائنس متصل انٽر ميڊيئيٽ ڪاليج جنهن جو وجود فقط ڪوڙن ڪاغذن تي هو. تن جون ساليانون گرانٽون روڪي ڇڏيون هيون ۽ جامعه جي انتظاميه مون کي فقط انهيءَ نيت سان آندو هو ته منهنجا شاهه صاحب سان چڱا تعلقات آهن. ان ڪري اداري کي روڪيل گرانٽون پنهنجو اثر رسوخ هلائي وٺي ڏيندس مون کي مجبوراً شاهه صاحب جي خدمت ۾ وڃڻو پيو. منت معذرت ڪئي مانس جواب ۾ ڪلي چيائين ته ڇا محمد علي سمجهي ٿو ته عرسائيءَ کي نوڪريءَ ۾ رکي مون کي رشوت ڏني اٿس، مان هرگز گرانٽون رليز نه ڪندس. ستائڻ تي گرانٽون رليز ٿيون ۽ پئسا سيڪريٽري صاحب کٽي ويو. رفتي رفتي ڏٺم ته هو گرانٽن جا پئسا ته بجاءِ خود پر ڪلاس جي فين جا پئسا به علي احمد ڪلارڪ کان وٺي ويندو هو ته في الحال جمع ٿيل پئسا ڏي هفتي کن ۾ ڪمند جا پئسا ملندم ته موٽائي ڏيندس. هو هڪ وڏو زميندار آهي. موٽائي ڏيڻ جو ته وٽس ڪوبه سوال نه ٿئي اُٿيو. پئسا ويا سي ويا. آخر مون فيون ڪلارڪ کان ڇڏائي پنهنجي قبضي ۾ ڪيون. روزانه جيڪا وصولي ٿيندي هئي، سا هڪ ٻن ماسترن کي ٻگهار ۾ ڏيئي ڇڏيندو هوس. ۽ ڪلارڪ وٽ جمع ٿيڻ نه ڏيندو هوس. ڪجهه سامان علي اڪبر شاهه جي ڏينهن جو بورڊنگ لاءِ ورتل يعني ٽانو ٽپا ۽ ديگيون هيون، جي آهستي آهستي چوري ٿينديون ٿي رهيون سي وڪٽي ۽ ٻيو ڪجهه فالتو سامان نيلام ڪري ماسترن جون بقايائون ادا ڪيم. هو ويچارا مون کي دعائون ڪندا رهيا. سعدي شيرازي فرمايو آهي ته:

زر بده مردا، سپاهی راتا سر بدہد

گر زر نہ دہی سر بدہد در عالم

زيردستن جو اعتماد بحال ٿيو ۽ مون ۾ پورو پروسو رکيائون منهنجي اچڻ کي مشتهر ڪيائون. الله جي فضل و ڪرم سان منهنجو نالو چڱن ڪم ڪندڙن جي لسٽ ۾ نمايان هو شاگردن جو تعداد وڌڻ لڳو. شاگرد نالو ٻڌي داخلا لاءِ اچڻ لڳا. پنجن ڇهن مهينن اندر اسڪول جي نوعيت بدلجي ويئي. الله جو شڪر ڪيم سيڪريٽري جنهن کي ڊيولپمينٽ گرانٽ تقريباً هڪ لک روپيه مليل هئي، جا رکيو ويٺو هو ان سلسلي ۾ عرض ڪيومانس ته ڪجھ پئسا ڏيو ته اسڪول جي مرمت ڪرائي وڃي ۽ ڪمپائونڊ وال جا زمين دوز ٿي چُڪي آهي ان کي نهرائجي ۽ ٻه نئي ڪلاس به تعمير ڪرائجن جو طلباءَ جو تعداد روز بروز وڌندو ٿو وڃي. مئٽرڪ ڪلاس ۾ فقط ٧_٨ شاگرد هوا. مسٽر غلام حسين بالادي هيڊ ماسٽر نور محمد هاءِ اسڪول ۽ مسٽر علي اڪبر تنيو هيڊ ماسٽر ڪنٽومينٽ هاءِ اسڪول وٽ ويس هنن صاحبن کي عرض ڪيم ته ڪجهه شاگرد مون ڏي موڪليو جو اوهان وٽ گهرج کان

وڏيڪ شاگرد اچن ٿا ۽ انهن کي داخلا کان انڪار ڪيو وڃي ٿو چوندا آهن ته "ڪٿي ڊور سچا ڪٿي چور سچا" اوهانوٽ جاءِ جي قلت، مون وٽ طلبا جي قلت، منهنجي مدد ڪريو ته هن قومي اسڪول کي ڪا شڪل بخشيون، هنن منهنجي شخصي استدعا تي مدد ڪئي ٢٥_٢٦ شاگرد منترڪ ڪلاس ۾ اچي گڏ ٿيا. اسڪول جي وڌڻ جي مشهوري ٿي جنهن ڪري هيٺين ڪلاسن ۾ به خوب شاگرد اچڻ لڳا. پرائمري گرلس سيڪشن ۾ ته ڇوڪرين جي وهڻ لاءِ جاءِ نه بچي. ٽي ماسترياڻيون پرائمري اسڪول ۾ ۽ ٽي ماسترياڻيون هاءِ اسڪول ۾ مقرر ڪرايم، فين مان پوري ڪندو هوس، باقي گرانٽ جا ملندي هئي، سو بل سيڪريٽريءَ جي نالي هوندو هو، تنهن ڪري اها هن جي خانگي ملڪيت هئي. مون جو سيڪريٽريءَ کي ڊيولپمينٽ گرانٽ خرچ ڪرڻ لاءِ مشورا ڏنا ۽ فيون پنهنجي حوالي ڪيم، اها ڳالهه موصوف کي نه آئڙي ۽ مون کي چيائين ته مالي ڪمن ۾ اوهان دخل نه ڏيو. مون چيومانس ته پگهارون اوهان وقت تي پهچايو نه، فيون به ڪٿي وڃو. مگر غريب ماسترن کي پگهار وقت تي نه ڏيڻ ظلم آهي. جيڪڏهن ائين ٿيو ته منهنجو خدا حافظ آهي. هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مون جامعہ عربیہ کان هڪ سال پوري ٿيڻ بعد موڪلايو. استادن ۽ استادياڻين جي مون کي پنهنجي پيءُ وانگر سمجهنديون هيون، تن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. مون کي پارٽيون ڏنيون ويئون ۽ هاءِ اسڪول جي عملي هڪ گروپ فوٽو يادگيريءَ لاءِ ڪڍايو. هن هاءِ اسڪول ۾ انتظاميہ جون جيڪي زيادتيون هيون، انهن جو بيان نهايت طويل ۽ دردناڪ آهي. سيڪريٽريءَ جو پٽ هاءِ اسڪول ۾ آفيس ڪري ويٺو ۽ انتظام ۾ دخل ڏيڻ لڳو. اليڪٽرڪ بل سون ۾ ٿي ويو، جا ڪٿي ويئي. فون کي به غلط استعمال ڪندو هو. جنهن ڪري اها به بلن جي ادائگي نه ڪرڻ سبب بند ٿي چڪي هئي، بهرحال:

جهڙا گڏهہ گاڏا تهڙا لڏيندڙ لڏ
هنن به پڇيو هُن کان ڪٿي لاهيون لڏ
انڌا گڏيا انڌن کي پئي پريندا گڏ

مون اجازت ورتي ۽ اسڪول کي موچاري حالت ۾ ڇڏي حافظ خدا چيم.



باب ستيهون

# مٿم بيماريءَ جو حملو

**عزيزن** جي پٺي در پٺي اموات منهنجي جسماني جوڙجڪ تي اهو ته اثر ڪيو جو منهنجا اعصاب رفتي رفتي ڪمزور ٿيندا ويا. منهنجا هٿ ڏڪڻ لڳا. دماغ ڪمزور ٿي ويو. هونءَ جو ١٠_١٢ ڪلاڪ ڪم ڪرڻ سان به ٿڪاوٽ محسوس نه ڪندو هوس. سا ٻن ڪلاڪن جي لکڻ پڙهڻ سان محسوس ڪرڻ لڳس. مطلب ته سڀ جسماني قوتون نهايت تيزيءَ سان جواب ڏينديون ويئون. اعصابي، قوت، قوت حافظ، قوت بصارت، قوت سماعت گهٽبيون ويئون. چوندا آهن ته شال خدا طبيبن تات نه وجهي. سو معالجن جي هٿ وس اچي ويس. ڪيتريون دوائون ڪرڻيون پيئون. مگر "مرض بڑهتا گيا جون جون دوا کي" آخر معالج به ڪڪ ٿي پيا ۽ مٿائي مٿائي دوائون ڏيڻ لڳا. ڪن دوستن ۽ خود ڪن معالجن ڪن بزرگن وٽ دعائن لاءِ وڃڻ جون صلاحون ڏنيون ۽ دل ۾ چيم ته:

کس نے میری دوا نہ کی مشورہ دعا دیا
چارہ گرون نے اور بھی دل کا درد بڑھا دیا

انسان ويچارو اميدن تي تڳي ٿو. دوائون کائيندو رهيس ۽ اڃ سوڌو استعمال ڪندو رهان ٿو. سال ١٩٦٧ع جي پڇاڙي هئي. سياري منهن ڪڍيو هو منهنجي چڱي يا خراب عادت هئي ته رات جو سمهڻ کان اڳ بستري تي ليٽي ڪجهه نه ڪجهه پڙهندو هوس. ان لاءِ ته اکين ۾ ٻهر اچي ۽ ننڊ اچي. جڏهن اوٻاسيون اچڻ لڳنديون هيون. ننڊ ۽ غنودگي پيدا ٿيندي هئي ته پنهنجي محترم اهليه کي چوندو هوس ته هاٽي ڪير ڏي ته سمهي پوان. حسب عادت هڪ رات ائين ڪيم. اُٿي بستري تي پلٽي ماري ويٺس. ڪير پيتم ۽ ننگون ڊگهيون ڪيم ته منهنجي ساڄي پاسي کان سر کان وٺي پيرن تائين هڪ اهڙي ڪيفيت محسوس ڪيم جو سمجهيم ته مون تي اڌ رنگ جو حملو ٿي ويو. ساري پاسي مان گويا بجليءَ جو ڪرنٽ گهمي ويو ۽ پاسو ٻورو ٿي ويو. گهر واريءَ کي چيم ته منهنجي پُٽڙن کي اُٿار. هوءَ ڏڪي ويئي. پڇيائين ته خير ته آهي تون خالد کي اٿاري اچ. هن جي اچڻ تائين مون پنهنجي پاسي کي يعني ٻانهن ۽ ٽنگن کي ڇهنڊڙيون هٽي ڏنيون. هٿ ۾ طاقت گهٽ معلوم ڪيم. مگر ڏٺم ته اڃا حس باقي آهي. خوف دامن گير ٿيو ته شايد ٿوري وقت ۾ سڄو پاسو مرده ٿي وڃي. ١١ وڳي رات جو وقت هو.

پٽڙا ڊاڪٽرن ڏي پگا. ڪو ڪنهن ڏي ڪو ڪنهن ڏي ان لاءِ ته هڪ هٽ نه اچي ته ٻيو. ٻيو هٽ نه اچي ته ٽيون. بهرحال ڪو نه ڪو وٺي اچجي. الله جو فضل ٿيو. ٽي ڊاڪٽر اچي ويا. هنن مون کي غور سان ڏٺو. ڪلاڪ کن ويٺا. اٿاري ٻيهارايائون. ٻيهي سگهيس سپاٽو پائڻ لاءِ چيائون. ساڄي پير ۾ طاقت گهٽ هئي ان ڪري سپاٽو پير جي گرفت (گرپ) ۾ نه پئي آيو. سيون لڳيون. ڪئپسول گهرايا ويا ۽ ٻيون چند دوائون ڏنيون ويون. سيني جي راءِ ٿي ته مڪمل اڌ رنگ ٿئي ها ته فوراً ٿي وڃي ها. هينئر ڪي نشو مرده ٿيا آهن. اجا ڪي باقي آهن. علاج ڪبو انشاءَ الله تعالیٰ مڪمل فائدو ٿي ويندو. پريشان ٿيڻ جو ضرور ڪونهي. پڇاڙيءَ ۾ ڪا ننڊ جي دوا ڏنائون ۽ هليا ويا. مون کي گـهري ننڊ اچي ويئي. فجر جو نماز تي سوير اٿڻ جي عادت هئي. جاڳيس ۽ وري پاڻ کي ڇهنڊڙي پاڻي ڏنم ۽ اُٿي ويهڻ جي ڪوشش ڪيم. حالت اهاني هئي جا شروع ۾ ظاهر ٿي هئي. وڌيڪ نقصان محسوس نه ڪيم. خداوند تعالیٰ جا شڪرانا بجا آندم ۽ اڳتي سندس رحم و ڪرم جو اميدار هوس. ڊپ هوم ته متان پاسي جي ڪمزوريءَ سبب لنگ ٿي پوي ۽ عيبدار ٿي پوان. مگر هڪ هفتي ۾ مڪمل نيڪ ٿي ويس ۽ هلڻ چلڻ ۾ ڪا به لڪا ڪا نه ٿي پئي. فقط ٽنگ ۾ ڳورائي رهي، جا اجا تائين هلندي اچي.

اجا هن سانحه کي مهينو کن مس گذريو هو ته اوچتو نظر تي شديد حملو ٿيو. ڪا به شيءِ مثلاً ٿنب، راڊ، دروازو مطلب ته هر چيز (زگ زنگ) انگڙ ونگڙ ڏسڻ ۾ اچي. هلندڙ ماڻهو به ائين پئي ڀانيم ته سروقد نه بلڪ ڪمان وانگر وريل هلندو ٿو رهي. جهڙي طرح سرڪس ۾ آرسين يا آئينن جو کيل ڏيکاريندا آهن جنهن ۾ ڪي آرسيون ڪان ڪيو. ۽ ڪي ڪان ويڪس هونديون آهن ۽ انهن ۾ ماڻهو پنهنجي شڪل عجيب و غريب نموني ڏسندو آهي. ڪنهن ۾ منهن ڊگهو. ڪنهن ۾ ويڪرو. ڪنهن ۾ ٻاهر نڪتل. ڪنهن ۾ اندر پيل وغيره هوبهو ان طرح مون کي گهر جي ڀاتين جون شڪليون نظر اچڻ لڳيون. ننڍڙن ٻچڙن کي ڏسان ته ڪو به چهرو سندن فطري شباهت ۾ نظر نه اچي. اکين ۾ آنسو پرجي آيم ۽ چيم ته يا الله هيءَ ڇا ٿي ويو.

منهنجي عزيزن مون کي غلام شاهه ڪلهوڙي وٽ اکين جيّ اسپتال ۾ داخل ڪرايو. جتي ۱۳ ڏينهن بستره علالت تي رهيس. اکين ۾ "ڪاءِ مار" جون انجيڪشنون لڳيون ۽ ٻيون دوائون ڪارائيون ويئون. ڪاڌي ۾ لوڻ مطلق بند ڪرايو ويو. اسپتال ۾ اهو عرصو سخت ڪٺن گذريو. مگر الحمدالله ان جو نتيجو چڱو نڪتو. شڪليون جي انگڙ ونگڙ ۽ خراب ڏسندو هوس تن ۾ افاقه ٿيو ۽ رفتي رفتي انهيءَ عيب کان الله تبارڪ و تعالیٰ نجات ڏني ۽ باقي نظر جي ڪمزوري رهي. شروعات ۾ صبح جي ٿڌي روشنائيءَ ۾ ڪجهه پڙهي سگهندو هوس ۽ اهڙي طرح شام جو به. تيز روشني هوندي هئي ته پڙهڻ عبث هو. وڌيڪ علاج ڪيم اکين جي امراض

جو هڪ بہ ماهر نہ ڇڏيم. ڊاڪٽر عقيل صاحب جو نهايت ممنون آهيان. هن صاحب نهايت دل و جان سان منهنجو علاج ڪيو ۽ ڪا بہ في وغيره مون کان قبول نہ ڪئي. آخر چيائين تہ اوهان کي اکين جي هاڻي ڪا بہ بيماري نہ آهي. فقط ضعف آهي، جنهن جو اسان وٽ علاج ڪونهي. بهرحال وٽامن سي کائيندا رهو. انسان پنهنجي صحت لاءِ ڇا نہ ٿو ڪري. ڪراچيءَ تائين ڊوڙيس. اسپينسرس آءِ هاسپيٽل جي ماهر ڊاڪٽر رضويءَ وٽ ويس هن صاحب ٽي مهينا رڊاڪس ٽڪين کائڻ جو مشورو ڏنو. ان بعد وري تپاس ڪيائين ۽ اهو ئي جواب مليو جو ڊاڪٽر عقيل صاحب ڏنو هو. ڇڻن ٻين ڊاڪٽرن بہ معاينہ ڪيو ۽ جواب ساڳيو. حڪيمن جا سرما وغيره بہ استعمال ڪيم مگر ڪو بہ فرق نہ آيو. رفتي رفتي نظر گهٽبي رهي. صبح يا شام جي پيني روشنيءَ ۾ جو ڪجهہ پڙهي سگهندو هوس، سو بہ ختم ٿي ويو.

مون کي ١٢ ڪلاڪ ماني نہ ملي تہ پرواهہ نہ هوندي هيم. ليڪن پڙهڻ جا منهنجي خوراڪ هوندي هئي ۽ سندم مکيہ غذا ۽ قوت هو، سو مون کان کسجي ويو. ان ڳالهہ مون کي گهڻو غمگين ڪيو. مان دل ۾ اهي ارادا سانديندو ٿي آيس تہ رٽائر ڪرڻ بعد ادبي ڪم ڪندس. سو شايد قدرت کي منظور نہ هو. ان هوندي بہ رهان نٿو. پڻ منع ڪن ٿا اوهان قلم فرمائي نہ ڪريو. مگر منهنجا "اهي لانئون اُهي ڄُڳهہ" ڪجهہ نہ ڪجهہ ادبي اشتها جو ازالو ڪندو رهيس ۽ مضمون لکندو رهندو هوس. اڳنين لکڻ ۽ هن وقت جي لکڻ ۾ تفاوت هيءَ هو جو اڳي ڪجهہ لکندو هوس، ان کي وري وري پڙهندو هوس. ڪي ترميمون، ترديدون وغيره ڪرڻ بعد ان کي فيئر ڪندو هوس، هيئنر بس قلم کڻان ۽ لکندو وڃان ٿو. ڪٿي ڪٿي قلم روڪجي وڃي ٿو نقطا ۽ بيهڪ جون نشانيون رهجي وڃن ٿيون ۽ ٻي ڪا غلطي ٿي وڃي ٿي تہ پتو نٿو پوي. جيڪڏهن وچ ۾ لکندي لکندي ڪنهن ڪم لاءِ اٿڻو پوي ٿو تہ وري ڪنهن پنهنجي بار کان آخري چند سٽون پڙهائيون پون ٿيون تہ سلسلو ڪٿي ڇڏيو اٿم. ان بعد اڳتي هلان ٿو. اهڙي تڪليف هوندي بہ پنهنجي ادبي بک جو تدارڪ ڪندو رهان ٿو.

١٩٦٧ع کان وٺي هن وقت تائين يعني ١٩٧٥ع تائين ڪل ٩ سال ٿي چڪا آهن جو گهربل نظر کان محروم آهيان. تاهم محترم علي نواز وفائيءَ جي حڪم تي مولانا وفائي مرحوم تي هڪ مضمون لکيم جو يادگار وفائيءَ ۾ ڇپيو. پنهنجي محترم دوست شيخ عبدالله عبد جي فيض نامرضيہ تي هڪ مضمون لکيم جو سندس فرزند شيخ عبدالحليم جوش "مٺيءَ لڏو مان" ۾ ڇپايو. منهنجي دوست سردار علي شاهہ جي جيل ۾ وڃڻ تي سندس احبابن هڪ ڪتاب ڇپايو، جنهن ۾ مون کي بہ مضمون لکڻو پيو. پنهنجي ادبي بک کي سير ڪرڻ لاءِ ٽہ ماهي مهراڻ رسالي ۾ تترن جي شڪار، هرڻن جي شڪار، ۽ پلن جي شڪار تي، شڪار جي شوقين حضرات لاءِ محترم ربانيءَ جي حڪم تي لکي پيش ڪيم. مولانا مولوي مخدوم

غلام حيدر ۽ مولانا مولوي علي محمد مهيري تي مضمون لکي رسالي "الرحيم" ۾ ڏنم. ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي حڪم جي تعميل ڪيم. اهڙيءَ طرح ٻيا به چند مضامين لکي پنهنجي دل کي خوش ڪيم ۽ ڪندو رهان ٿو. مولانا قاسمي صاحب سان دل جو راز اوريم ته پنهنجي سوانح حيات لکڻ جو خيال اٿم. هن صاحب منهنجي خيال کي پختو ڪيو ۽ فرمايائين ته "لکو ته قسط وار الرحيم ۾ شايع ڪريان" سندن هن طرح جي همت افزائيءَ تي قلم هٿ ۾ کنيم. الرحيم ۾ اشاعت جو سلسلو ماه جولاءِ ١٩٧١ع کان شروع ٿيو ۽ انڪل ڏهه قسطون ڇپيون. ڏنم ته هن طرح خدا ڄاڻي ته ڪيترو وقت لڳي، ان ڪري اهو سلسلو منقطع ڪري اشاعت جو خيال ترڪ ڪري لکندو رهيس. دل ۾ چيم ته زندگي الائجي ڪيترو وقت وفا ڪري. ڪم هٿ ۾ کنيو اٿم ته پورو ڪريان. نظر ۽ صحت جي دشوارين جي باوجود "خود نوشته سوانح" لکي ورتم.

هتي به لفظ پنهنجي مهربان دوست مولانا قاسميءَ بابت لکندس موصوف سان منهنجي پهرين ملاقات سال ١٩٦١ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿي هئي. محترم اياز قادريءَ مون کي، مولانا صاحب کي محترم شيخ عبدالله کي هڪ ويلو دعوت ڏيئي، پنهنجي دولت خانه تي گهرايو هو. هن پهرينءَ ملاقات ۾ مولانا صاحب منهنجي دل وٺي پاڻ وٽ قابو ڪري ڇڏي. ظاهر آهي ته هن عمر ۾ منهنجي ڪا نوجوانن سان ته سنگت ٿي نه ٿي سگهي. اهڙن ئي بزرگوار هستين جي صحبت جي بک هوندي هيم. خداوند عالم مون کي هيءُ در بي بها مثل دوست ڏياريو. دوستيءَ جو دم ڇا هڻان. مون کي گويا هڪ رهبر ملي ويو. جڏهن پاڻ حيدرآباد ۾ "شاهه ولي الله اڪيڊمي" جو ڊائريڪٽر ٿي آيو ۽ اچي جامع مسجد صدر ۾ دفتر قائم ڪيائون. تڏهن مان اڪثر سندس خدمت ۾ ويندو هوس ۽ ڳالهين ڳالهين ۾ مون سندس علمي تبحر مان ڪافي ڪجهه پرايو. هڪ دفعي منهنجي دل و دماغ ۽ ذهن مون کي مجبور ڪيو ته مان سندس تعريف ۾ هڪ شعر لکان. اهو لکي پاڻ ڏجندو ڏجندو سندن خدمت ۾ لفافي ۾ بند ڪري ڪٺي ويس. سندس هٿن مبارڪ ۾ ڏنم. پاڻ سمجهيائون ته شايد ڪو مضمون آهي. کولي پڙهيائون ۽ مون کي هي الفاظ چيائون ته "اوهان ڏاڍي زور آوري ڪئي آهي جو مون کي "شاهه ولي الله ثاني" سڏيو اٿو. "چه نسبت خاک را بعالم پاک" مون عرض ڪيو ته "سائين هي سڀ ڪجهه منهنجي دل جا جذبا آهن، جن جي لکڻ تي مان مجبور ٿي ويس" هونءَ به چوندا آهن ته شاعري بلاغت جو نالو آهي. شعر رونق ئي مبالغ ۽ مغالطه سان وٺندو آهي. جا ڳالهه اوهان کي نه ٿي وڻي سا مون کي وڻي آهي. هيءُ ناچيز تحفو قبول فرمايو ته زهي عزت. پاڻ کلي اهو تحفو وٺي رکيائون ۽ مان خوش ٿيس.

منهنجي بيماريءَ مون کي دائم المريض بنائي ڇڏيو. دوستن احبابن وٽ جو صحبت

جوساءُ وٺڻ لاءِ ويندو هوس، ان ڪان عاجز ٿي پيس. ڪي دوست منهنجيءَ مجبوري ڏسي مون وٽ شروعات ۾ ڪڏهن ڪڏهن پڇڻ لاءِ اچڻ جي مهرباني ڪندا هوا. مان سندن وڏو احسان سمجهندوهوس. آهستي آهستي انهن به اچڻ ترڪ ڪري ڇڏيو. مان ڪنهن کي به ان لاءِ ڏوهي نٿو سمجهان زمانو مصروفيت جو آهي. هر ڪو پنهنجي پنهنجي مشغولين کان مجبور آهي. البت مون کي سو انهن پريت دانن جي پياس رهندي آهي. انسان کي ڪيترين به مجبورين هجن مگر ارادو پختو آهي ته رستو ملي پوي ٿو. مگر قطعاً منهن مٿي ڇڏڻ بلڪل بي مروتي آهي. ڪن کي ڏوهه نه ٿو ڏيان. ليڪن ڪن تي حرف رکيو ٿو اچان. هن دنيا ۾ جو اهو اصل کان دستور آهي. ڪنهن شاعر چيو آهي ته:

گو ذرا سی بات پر برسوں کے یارانے گئے
ہاں! مگر اچھا ہوا کچھ لوگ پہچانے گئے

دنيا جمڻ کان مرڻ تائين تجربه گاهه آهي. ڪري ڪوئي جو تجربو ٿيندو ئي رهي ٿو. تاهم جن سان زندگي جا ڪيترا قيمتي سال ياراني رهي سي مون کي ته هرگز نه وسريا آهن نه وسرندا. هر وقت سندن دعاگو آهيان.سدائين خوش ۽ آباد رهن. اچا پنهنجي پيرين سيرين آهيان ڪنهن جو محتاج نه ڪيو اٿس. دعا آهي ته تادم زيست ڪنهن جو محتاج نه ڪريم. چڙهيءَ جتيءَ روانو ڪري. هيءَ ڪوڙي زندگي آهي. حقيقي زندگي ته شروع ئي موت بعد ٿئي ٿي.

دوستن ۽ احبابن کي التجا آهي ته هو هن نيازمند جيءَ حق ۾ دست بدعا ٿين ته مرڪندو مولا ڏي وڃان. اهائي مؤمن جي نشاني آهي. اقبال فرمايو آهي ته:

نشان! مرد مؤمن با تو گویم
جو مرگ آید تبسم بر لب اوست

حياتيءَ ۾ گهٽيون ئي عقل جون انڪلون ڍوڙايم. پاڻ کي الاجي دانائيءَ جي ڪهڙي درجي تي پهتل ڏٺم مگر هينئر الله پاڪ جي درگاهه باريءَ ۾ اهوئي سوال آهي ته:

خرد کی گھتیاں سلجھا چکا میں
میرے مولا مجھے صاحب جنوں کر

هاڻي ته چاهيان ته موجوده دنيا جي فتنه و فساد کان الله تبارڪ و تعاليٰ امن ڏئي. سڀ ڪجهه ڏنو اٿس. بابا آهيان، چاچا آهيان، ماما آهيان، ڏاڏا آهيان، نانا آهيان، اولاد صالح ۽ فرمانبردار آهي، بڌايو ته بيون الله تعاليٰ جون نعمتون هن بنده کي ڪهڙيون ڪپن. هيترن بتن جي محبت بعد هاڻي ته سندس ذات پاڪ جي محبت ئي نصيب ٿئي، جنهن جي شديد طلب رکان ٿو. جامي فرمايو آهي ته:

ايمنيے بگزار جامي خوف باش، بگزر از ناموس رسوا باش فاش
آزمودم عقل دورانديش را، بعد زان ديوانہ سازم خويش را

هاڻي تہ فقط مولا جي ذات جو جنون ڪپي ۽ انهيءَ جي ئي طلب ۾ موت سان همڪنار ٿيان شال.

بس انهن چند لفظن لکڻ بعد هاڻي آءٌ پنهنجي ڪن ناچيز ادبي ڪاوشن جو ذڪر ڪندس. اڄ ڪلهہ سنڌي زبان ۾ بفضل خدا گهڻا فاضل اديب پيدا ٿي چڪا آهن، جي پنهنجي پنهنجي قوت ۽ همت سارو سنڌي ادب جي خدمت ڪري رهيا آهن. جيتوڻيڪ ٩ سالن کان ڪجهہ بہ پڙهي نہ ٿو سگهان ۽ نہ انهن صاحبن وٽان مون پراڻي خادم کي ڪڏهن ڪنهن پنهنجي لکت جي ڪا ڪاپي تحفتاً مون کي موڪلي آهي تہ من ڪنهن بني کان پڑهائي ان جو لطف وٺان، پر منهنجي ميار ڪنهن تي بہ نہ آهي. سنڌن حق ۾ منهنجي هميشہ اها دعا آهي تہ:

الهم زد فزد

خدا ڪين سنڌي ادب جي خدمت جي مزيد توفيق عطا ڪري آمين.

دوستن جا ٽي قسم ٻڌايا ويا آهن. هڪڙا دوست زباني ٻيا دوست ناني ۽ ٽيان دوست جاني. زباني اهي آهن جي فقط وات جي لفاظي ڪندا آهن ۽ دوستيءَ جو وڏو دم ڀريندا آهن پر منجهن ڪو بہ اخلاص ۽ سچائي نہ هوندي آهي. ناني اُهي آهن، جن کي جيستائين ڪارائبو پياربو رهبو تيستائين دوست، سڏائيندا. جيڪڏهن ڪاڏي پيتي جي خاطر تواضع ۾ ڪجهہ ڪمي رهجي ويني ڌ دوستيءَ جو دم ختم. جاني اهي آهن جي پنهنجي دوستن سان هر حال ۾ جان قربان ڪرڻ وارا هوندا آهن. سندس سندس دوستي مطلب جي نہ هوندي آهي پر سر جي چوٽ هوندي آهي. اڄ ڪلهہ اڪثر ڪري يار مطلبي ٿي وڃن ٿا.

ياراني يارن جي اڄ پاڻي ٿي پيئي
جهلي سين بہ ٻڪن ۾ پر وٺين ڪان وينئي
پر اسين اهيئي نوڪر تنهنجي نانءَ جا

مون دوستن جي انتخاب ۾ گهڻيون چوڻون ڪاڏيون آهن. پر ڪي دوست مون کي خداوند ڪريم اهڙا بہ عطا ڪيا، جي اڄ بہ سر صدقو ڪن ٿا. دوست جي انتخاب ۾ هن دور ۾ خاص احتياط رکڻ گهرجي سعديءَ سڳوري فرمايو آهي تہ:

دوست مشمار آنکہ در نعمت زند
لاف ياري و برادر خواندگي
دوست آن باشد کہ گيرد دوست
در پريشان حالي و درماندگي

ما ته اڄ سوڌو انهن سان به تعلقات رکيو ٿو اچان جن مون سان پنهنجي تعلقات قريب قريب ٽوڙي ڇڏيا آهن. بعضي دل جا جذبا اُٿندا آهن ته چئي وهندو آهيان.

ماز ياران چشم ياري داشتيم

خود غلط بود آنچه پنداشتيم

مگر پنهنجي جذبات کي روڪي انهن سان به نباهيندو ٿو اچان. ماشاءَ الله.



باب انٽيهون

## منهنجون ادبي خدمتون

آءٌ ابتدا ۾ گذارش ڪري آيو آهيان تہ ٻاراڻي وهيءَ ۾ ئي مون کي تڪبنديءَ تي ڳالهائڻ جو ملڪو عطا ٿيل هو. اسڪولي ڪتابن جا بيت ۽ ٻيا ڏوهيڙي جا ڪتاب حافظي ۾ از بر ٿي ويندا هوا. خداوند ڪريم حافظو شروع کان ئي قوي ڪيو هوم. آخر ١٩٤٥ع کان يعني منترڪ پاس ڪرڻ بعد شعر لکڻ شروع ڪيم. شعر ڪهڙو هوندو عروض جي تہ ڪا خبر ڪانہ هيم. عروض جو لفظ ئي نہ ٻڌو هوم. البتہ جيڪي ڪجھ لکندو هوس اهو زبان سان ورجائيندو هوس تہ سُر ۾ پورو اچي ٿو يا نہ. آخر جڏهن شعر ڪجھ پختو چوڻ لڳس، تڏهن عروض جو اڀياس ڪيم. مگر فقط ايترو جو مون کي ڪم ڏي. عروض جي باريڪين جو تہ اڃا بہ علم ڪو نہ اٿم. حافظ خير محمد صاحب اوحدي مرزا اجمل بيگ صاحب ۽ ڊاڪٽر خليل محمد ابراهيم صاحب جا عروضي جهڳڙا پڙهي گهڻو ئي مزو ايندو هوم. محبيم شيخ عبدالله عبد بہ عروض جو چڱو ماهر هو. ان کان بہ عروض جون پيچيدگيون ٻڌي حيران ٿيندو هوس. البتہ پڙهندي پرهندي ڪجھ عروض سان دلچسپي ٿي مگر ان جي ڪمال حاصل ڪرڻ جو ڪڏهن بہ شوق نہ ٿيو. عربي زبان کانءِ نره رهيس، جو مون شروعات کان ئي ڪا نہ پڙهي. انڪري شعر ۾ ڪيترائي عربي الفاظ جي استعمال ڪندو هوس يا اڃا بہ ڪريان ٿو تن مان گهڻن جو تلفظ صحيح بہ نہ هوندو ۽ عروض جي روءِ سان منهنجي شعر ۾ گهڻون ئي غلطيون هونديون جن جو مون کي پورو پورو اعتراف آهي. شاعر هئڻ جي تہ دعويٰ ڪو نہ ٿو ڪريان البتہ پنهنجي دل خوش ڪني اٿم. ان ڪري وڏن شاعرن کان دست بدستہ معافي جو خواستگار آهيان. تہ هُو منهنجي لغزشن تي نظر نہ ڪندا. چوندا آهن تہ "از خوردگان خطا و از بزرگان عطا" شعر جي ٿوري فهم هوندي بہ جيڪا جاڪوڙ ڪني اٿم ان تي چشم پوشي ڪندا تہ زهي ڪرم.

مون نظامي عروضيءَ جو ڪتاب "چار مقالہ" پڙهيو هو جنهن ۾ ڪل چار مقالا آهن. ١_ شاعر ٢_ بادشاهہ ٣_ طبيب يا حڪيم ۴_ منجم_ شاعر جي جيڪا وصف ڏني ويئي آهي ان کي چڱن شاعرن جا ڪم از ڪم هزار کن شعر بر زبان ياد هجڻ گهرجن. مون مٿي ذڪر ڪيو آهي تہ مون کي خداوند ڪريم حافظو سٺو عطا ڪيو هو. هن وقت بہ ڪم از ڪم

اڍائي سؤ کن فارسي اشعار ياد آهن ۽ ان سان گڏ فارسيءَ جون حڪايتون، مقالا، پهاڪا ۽ اصطلاح به پنجاهه سٺ دل تي نقش برسنگ اٿم. اهڙيءَ طرح اردوءَ جا اشعار وغيره به ڪم از ڪم ٽن سون جي لڳ ڀڳ ياد هوندم البت پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ ۾ شاهه ڀٽائي سڄوري جي بيتن کان علاوه ڪو ڏيڍ سؤ کن اشعارن جو ذخيرو رکان ٿو. عربي کان بي بلد هوندي به قرآن پاڪ جون آيات، احاديث نبويءَ مان حديثون، چند شعر ۽ بيا مقولا ڪم از ڪم ٥٠_ ٦٠ ياد اٿم. هونءَ ته قرآن سڄو ختم ڪيل اٿم... اهي شعر نمبر، جن جو ذڪر ڪيم اٿم سي مون کي آداب مجلسيءَ ۾ گهڻو ڪم ايندا آهن. هر ڪچهري ۾ ڳالهه ڳالهه تي ڪنهن شعر جو حوالو ڏيڻ منهنجي ذاتي هٽ جو ڪيل هو. منهنجا شاگرد به منهنجي تقرير ۾ ان ڪري لطف اندوز ٿيندا هوا. هي شعر سڀ پراڻا ياد ڪيل اٿم. هن وقت حافظو جواب ڏيئي چڪو آهي. ڪو به ٻن سٽن وارو بيت ياد ڪري نٿو سگهان. ياد ڪريان ٿو ته ٿوريءَ دير بعد وسريو وڃي.

منهنجي شروعاتي شعرن جو هڪ نوٽبڪ جنهن ۾ پنجاهه کان سٺ تائين سادا شعر لکيا هوم سو منهنجي هڪ دوست جو پورل مون کان پڙهڻ لاءِ ورتي ويو ڪم بخت واپس نه ڪيو سو نه ڪيو. باقي جيڪي هن وقت موجود اٿم سي ٽن ۽ ساڍن ٽن سون جي تعداد ۾ ٿيندا شعر جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿم. غزل، ڪافيون، طويل نظم، مسدس، مخمس، مستزاد، رباعيون، حمد، نعمتون، مناجاتون، قطعا منظر نگاريون، فطرت نگاري، مرثيه، نوحه، سلام، واقعاتي اشعار، قصيده، مزاحيه، شعر، قومي نظم، مصرع طرح ۽ هر صنف تي قلم فرسائي ڪئي اٿم مشاعرن ۾ شعر لکيا اٿم، جن ۾ طرح کي چڱيءَ طرح نباهيو اٿم. بهرحال وڌيڪ ڪجهه لکندس ته خودثنائي ٿي پوندي.

مون مٿي اها به گذارش ڪئي آهي ته مان ننڍي هوندي کان اخبار ۽ اسڪول جي ننڍڙن صحيفن ۾ پنهنجا ليک ۽ آڪاٽيون ڏيندو رهندو هوس. سنڌو رسالہ، توحيد وغيره ۾ به ڪجهه وڏو ٿيس ته لکندو رهيس. آخر اهڙو ڪو به رسالو نه هوندو هو. جنهن لاءِ مون کان مضمون جي گهر نه ڪئي ويندي هئي. رسالہ فردوس ۾ منهنجا ليک هڪ ٻئي پويان ايندا هوا. مولانا عبدالواحد سنڌيءَ جو حڪم برچشم رکي نئين زندگيءَ ۾ موڪليندو هوس. سه ماهي مهراڻ ۾ ڪن محبن جي حڪم جي تعميل ڪندي پنهنجون ڪاوشون حاضر ڪندو رهان ٿو. سنڌ مدرسه ڪرانيڪل ۽ مختلف ڪاليجن جي مخزنن ۾ گاهه گاهه مضمون ڏيندو ٿي رهيس. البت منهنجا گهڻا مضمون تعليمي ڍنگ جا هوا. جي ملا مخزن ۽ اخبار تعليم ۾ ڪثرت سان شايع ٿيندا هوا. ادبي مجالس ۾ مقالہ به پڙهندو هوس. ملازمت جي دوران جڏهن جڏهن ڪنهن ويران بستي مان گذر ٿيندو هوم ته پڇانون ڪري ڪو نه ڪو مضمون گهڙي وجهندو هوس. مثلاً روپا ماڙي، ولاسو، فتح باغ ۽ جوڻ، ڏونرا هنگورا، سڪرنڊ، گوڙيءَ جا ڏهرا، ننگر جا جين

آستان، وغيره وغيره. روزانو مهراڻ لاءِ بہ منهنجو محترم دوست سردار علي شاهہ مون کان مضمون وٺندو هو، جي خاص ڪري ساليانہ نمبرن ۾ شايع ٿيندا هوا. مثلاً شاهہ صدر لڪي، قلندر شهباز، سمن جو دور حڪومت وغيره وغيره ازان سواءِ ڪجهہ تنقيدي مضامين جهڙوڪ مسٽر شاهاڻيءَ جو ڪتاب "بلو ڪوکر" ۽ گربخشاڻيءَ جو ڪتاب "نورجهان" تي بہ لکيم سنڌي تنقيد ۾ مون کي ايترو درڪ نہ هو جهڙو پنهنجي ياٽيجي ۽ داماد مسٽر شمس الدين عرسائيءَ کي نصيب آهي جنهن "سنڌي ادب ۾ تنقيد" نالي هڪ شاهڪار لکي پيش ڪيو. هر ذري ذري جو ذڪر ڪرڻ طوالت جو سبب بڻبو. انهيءَ کانسواءِ حيدرآباد جي هومسٽيڊ هال ۾ جڏهن ريڊيو پاڪستان جو بنياد پيو، تڏهن ڪيترائي ريڊيائي ناٽڪ ڏنم، جي دوستن ۽ احبابن ۽ ٻڌندڙن کي تمام پسند پيا ۽ مون کي ساراهہ جا ڪيترائي خط سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان پهتا. ريڊيوجو اهو وقت اهڙو هو جو سنڌيءَ کي تمام ٿورو وقت ملندو هو ۽ خاص ڪري سنڌي ۾ ناٽڪ لکڻ وارا عنقا هوا.

ڪتابن لکڻ جو سلسلو ١٩٣٩ع کان شروع ڪيم، جن ۾ ادبي ڪتاب، پرائمري کان وٺي ڊگري ڪلاس تائين درسي ڪتاب ۽ تربيتي ادارن لاءِ بيشمار ڪتاب لکيم جيڪي تعليمي نقطہ نگاهہ کان اڄ بہ مستند معيار جا سمجهيا وڃن ٿا. منهنجي پهرين تصنيف منهنجو ڊراما "بدنصيب ٿري" آهي. هي ڪتاب اول اول سنڌي ادبي صلاح ڪار بورڊ مون کان وٺي شايع ڪيو. مون کي پهريون انعام اڍائي سؤ رپيا ڏنو ويو. مون شيڪسپيئر، رابنس يا جارج برنارڊشا جا ڪي ڊرامہ ترجمو ڪرڻ جو خيال ڪيو ليڪن خيال وري ترڪ ڪري ڇڏيم ۽ طبعزاد ڊرامہ لکڻ جو تهيو ڪيم. بدنصيب ٿري سال ١٩٣٩ع ۾ لٽرسي ڪيمپن جي سلسلي ۾ تعليم بالغان جي تبليغ لاءِ لکيو ويو، جو ميرپورخاص مدرسہ هاءِ اسڪول ۾ اسٽيج تي آندو ويو. مرحوم عثمان علي انصاري ان وقت اتي جو هيڊ ماسٽر هو. ڊرامو نهايت ڪامياب ٿيو ۽ چند سالن بعد ڇاپيو ويو. هن ڊرامي جي خصوصيت اها هئي جو هُن ۾ ٿري تلفظ ۽ زبان ڪم آندي ويئي هئي، جنهن ڊرامي کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا. هن وقت تائين هن ڊرامي جون ١٩_ ٢٠ ايڊيشنون ڇپجي چڪيون آهن ۽ هينئر اهو ڊرامو مون سنڌي ادبي بورڊ جي سپرد ڪيو آهي جو سال کن ٿيو تہ نئين آب و تاب سان ڇپجي چڪو آهي. قدردانن هن تصنيف تي مون کي مبارڪباديءَ جا ڪيئي خط لکيا آهن، جي منهنجي رڪارڊ تي آهن. گهڻا انگريزيءَ ۾ آهن، جن جي ترجمي ڪرڻ جي زحمت درگذر ڪريان ٿو.

ٻيو ڪتاب جو لکيم سو هو "سير ريگستان" هيءَ ڪتاب ١٩٥٠ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ لکيم. هن ڪتاب تي بيشمار تحسين جا خط پهتا. ٿر جي مکيہ شهرن جي هندو پنچائتن شڪريہ جا ٺهراءُ پاس ڪري انهن جون ڪاپيون موڪليون. هيءَ ڪتاب سير و سياحت جي

نوع ۾ لکيو اٿم. ڪي ٻيا ڪتاب جهڙوڪ "سير لاڙ" ۽ "سير ڪوهستان" به لکيا ويا آهن، جن ۾ اتي جي ماڻهن جون ڪچهريون ۽ ڪن رسم و رواج جو ذڪر ڪيل آهي. ليڪن سير ريگستان صحيح معنيٰ ۾ سير جي نوعيت ۾ لکيل آهي. هن ڪتاب تي تاريخ ١٩ آگسٽ ١٩٥١ع تي بسنت هال حيدرآباد ۾ علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي صدارت هيٺ مون کي جو داد ڏنو ويو هو سو مون کان زندگي ڀر نه وسرندو ۽ منهنجي عزت جو باعث رهندو. هن مجلس لاءِ خاص دعوت نامن جا ڪارڊ ورهايا ويا هوا ۽ ڪم از ڪم هزار کن اديبن، عالمن ۽ علم جي گهڻگهرن شائقين حصو ورتو. لاڙڪاڻي ۾ هڪ ٻيو ننڍڙو ڪتاب "نقش عمل" به لکيم جو مون پاڻ ڇپائي پڌرو ڪيو. هيءَ ڪتاب به هن وقت سنڌي ادبي بورڊ مون کان وٺي ڇڏيو آهي.

سنڌي زبان ۾ ايسيز جا ڪتاب بالڪل اڻ ۾ لوڻ برابر هوا. ان ڪري مون "خيال خاطر" نالي هڪ ڪتاب لکيو جنهن ۾ ڪل ١٥ مضمون آهن.

انهن ڪتابن مان "بدنصيب ٽري"، "سير ريگستان" ۽ خيال خاطر سيڪنڊري ڪلاس کان ڏگري ڪلاس تائين نصاب ۾ اچي به ويا آهن ٻيا ادبي ڪتاب جي لکي پيش ڪيا اٿم سي آهن. ڏزن ڏايالاگ، حسن پروين، دلشاد، سوٽ راءِ ڏياج ۽ نيارون وٽون وغيره.

انهيءَ کانسواءِ هڪ ننڍڙو ڪتابچو علامه آءِ آءِ قاضي جن جي حڪم جي تعميل ڪندي "وتايو فقير" لکيم جو نهايت وڏي تعداد ۾ فروخت ٿيو. ان کانسواءِ "سنڌي سباجهڙا" لکيم جو سنڌي ثقافت جو آئينه دار آهي. جنهن جو ذڪر مٿي ڪيل آهي.

هتي هيءَ حقيقت لکڻ تي مجبور آهيان ته پاڪستان جي قيام سان هندو هليا ويا ۽ پرائمري درسي ڪتاب جهڙوڪ جاگرافيون، تاريخون، انگي حساب، گرامر وغيره جي انهن جا لکيل هوا، سي ڪن چالاڪن انهن جا جلد ڦاڙي پنهنجي نالي ۾ ڇپائي چڱا پئسا ڪمايا، ليڪن جاگرافين ۽ حسابن ۾ ٿينڊڙ ڦير ڦار جي ڪري اهي ناڪاره ٿي چڪا هوا. مون کي به ادبي ڪتابن مان ڪو خاص مالي اپراسو ڪو نه هو. ناشر يعني ڇپائيندڙ سڀ ڪجهه ڪائي ويندا هوا ۽ مون کي ڦلن مٺ ملندي هئي. ڪن دوستن چيو ته تدريسي ڪتاب ميدان ۾ ڪو نه آهن، جيڪي آهن سي چورايل آهن ۽ انهن جي اهميت ختم ٿي چڪي آهي. اوهان اهو سلسلو مهرباني ڪري هٿ ۾ کڻو ۽ درسي ڪتاب لکو. آخر اهو سلسلو شروع ڪيم ۽ اڪيچار ڪتاب لکيم جي بجليءَ جي رفتار سان لکندو ويس ۽ نهايت قبول پيا ۽ سڄي سنڌ جا اسڪول ان مان استفادو ڪندا هوا. قيمتون تمام گهٽ رکيم انهن درسي تعليمي ڪتابن ۾، ضلعي ۽ تعلقي وار جاگرافيون تاريخون، پرائمري درجن جا رهبر ۽ گائيڊون، گرامر ۽ ثانوي ڪلاسن جي مختلف سبجيڪٽن جا ڪتاب جن ۾ سنڌ ۽ هند و پاڪ جون تاريخون، دنيا جي جاگرافي، سوڪس ۽ ٻين ڪمن کان علاوه گرامر ۽ مضمون نويسيءَ جا ڪتاب لکيم.

خصوصاً منهنجا انگي حسابن جا ڪتاب هر درجي ۾ رائج هوندا هوا. سيڪنڊري بورڊ وارن مون کان ۹ ۽ ۱۰ ڪلاس جو سنڌي ڪتاب لکايو جو اول نمبر آيو. ساڳي بورڊ مون کان ٻه ڪتاب ۱۱ ۽ ۱۲ ڪلاس لاءِ سنڌي نصاب اختياري ۾ لکايا جي پهريون نمبر آيا. اهڙي طرح اردو شاگردن لاءِ آسان سنڌي پهريون ڪتاب ۲ ڪلاس لاءِ ٻيون ڪتاب ستين ڪلاس لاءِ ۽ ٽيون ڪتاب اٺين ڪلاس لاءِ لکيا ويا. ازانسواءِ بورڊن طرفان مون کان لازمي ۽ اختياري مختلف ڪمن ۾ ڪيترا ڪتاب لکائي ڇپايا. ازانسواءِ ڪيترا ڪتاب مون کان رويو ڪرايا ويا ۽ ڪيترن جو ايڊيٽر ڪيو ويو. يڪي سر ڪافي ڪتابن جو ڪم خوش اسلوبيءَ سان ڪندو رهيس ۽ پنهنجي پياري زبان جي خدمت بجا آڻيندو رهيس. ڪجهه وقت بعد ٽريننگ ڪاليج جي پي ٽي سي شاگردن لاءِ مون کان سنڌي نصاب لکايو ويو جلد ٽي بي ايڊ امتحان لاءِ اهو ٺهراءِ ڪيو ويو ته بي ايڊ جا طلبا مادري زبان ۾ جواب لکي سگهن ٿا. مون وٽ ڪيترائي خطوط جي رستي ۽ روبرو طالب آيا ته براءِ ڪرم اسان لاءِ بي ايڊ جا ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکو. منهنجي محترم دوست ڊاڪٽر محمد صالح شاهه بخاري سان مشورو ۽ ڪم هٿ ۾ ڪيوسين. منهنجي نظر گهٽ ٿي وئي هني مواد مون وٽ ڪافي هو پر جيڪڏهن شاهه صاحب منهنجي مدد نه ڪري ها ته منهنجي لاءِ هرگز ممڪن نه ٿي سگهي ها. شاهه صاحب هرڪيولس وارو ڪم ڪري ڏيکاريو ۽ ڪتاب پنيان ڪتاب ڪڍندا وياسين. شاهه صاحب جو تازو بي ايڊ امتحان پاس ڪيو هو ان ڪري ڪيس تازيون يادگيريون هيون ۽ ڪم سرانجام ڪرڻ ۾ ويرم ڪا نه ڪيائين ۽ ڏهن ڪتاب فقط ٦ مهينن اندر لکي پيش ڪياسين.

هي ڪتاب اهڙو ته مقبول پيا جن جو ڪو جواب ئي نٿو ملي. خود اردو طلبا به اردو ڪتاب ترڪ ڪري اسان جا لکيل سنڌي ڪتاب خريد ڪيا ۽ انهن مان استفاده ڪيو.

بهرحال هيلتائين مون جيڪي ڪتاب لکيا آهن. انهن جو تعداد ۱۲۳ آهي جي منهنجي دماغي ڪاوش جو نتيجو آهن. مون ۾ خدا جي فضل و ڪرم سان نام و نمود ۽ شهرت پسنديءَ جو جذبو اصل کان ڪو نه هو. ۽ نه ئي پنهنجي پروپئگنڊا پسند ئي ڪندو هوس. منهنجو خيال هوندو هو ته عطر آنست ڪه خود ببويد نه ڪه عطا ببويد" البته جڏهن منهنجي ڪتابن تي ريڊيو ۽ اخبارات ۾ سهڻا سهڻا تبصره ايندا هوا. ته خوش ٿيندو هوس. انهن کانسواءِ مون ريڊيو ناٽڪ ڏنا جن جو تعداد تقريباً ٻه ڏهن ٿيندو. جن مان به گهڻا رسالن ۾ ڇپجي چڪا آحن. هن بعد باب مڪمل ٿئي ٿو. ناظرين کي منهنجي محنت جو پورو پتو پوندو ته منهنجو خدمات ڪيتري حد تائين آهن.

مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن کانسواءِ ٻيا به ڪيترائي نوآموز جوان مون کي پنهنجي ڪتابچه ۽ مضامين وغيره ڏيکاريندا هوا ۽ مشورا وٺندا رهندا هوا ۽ اڄا وٺندا رهن ٿا. مان انهن کي پنهنجي جاڻ موجب نهايت قرب ۽ محبت سان پيش ايندو آهيان ۽ پنهنجن مشورن سان مستفيض ڪندو آهيان. اهو منهنجو اخلاقي ۽ ادبي فرض آهي.

ايڊيوڪيشن ڊپارٽمينٽ ۾ ٽيڪسٽ بوڪ ڪميٽي قائم هوندي هئي، جنهن جو ڪم هو ڪتاب منظور ڪرڻ ان ۾ ٽي ذيلي ڪميٽيون هونديون هيون. سنڌي اردو ۽ انگريزي آءُ سنڌي ڪتابن جي ڪميٽيءَ تي ميمبر رهندو هوس.

سنڌي ادبي صلاحڪار بورڊ تي بہ نامزد ميمبر ٿي رهيس جتي عمدن ڇپيل ڪتابن تي انعام ڏنا ويا هوا.

ڊاڪٽر دائود پوٽہ جي زماني ۾ سنڌي ادبي سوسائٽيءَ جي مرڪزي بورڊ جو ميمبر ٿي رهيس.

جڏهن ڊاڪٽر جعفري بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايجوڪيشن حيدرآباد جو چيئرمين هو تڏهن مون کي "ڪميٽي آف ڪورسز سنڌي" تي ميمبر مقرر ڪيو ويو. جنهن ۾ مون حتي المقدور ڪم ڪيو.

سيد غلام مصطفيٰ شاهہ جڏهن سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جو چيئرمين هو، تڏهن هن مون کي بنيادي سنڌي ۽ ٻين ڪتابن جي تياري ڪرڻ لاءِ جيڪا ڪميٽي مقرر ڪئي وئي هئي، ان ۾ مون کي ميمبر چونڊيو ويو.

سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ۾ مون کي بورڊ جو ميمبر نامزد ڪيو ويو. اها خبر مون کي قاضي عبدالمجيد عابد، خوشخبريءَ طور ٻڌائي جو هن صاحب کي بہ ميمبر ڪنيو ويو هو. مگر ڪن سياسي اختلافن سبب قاضي عابد صاحب سان گڏ مون کي بہ ان جو ماٿهو سمجهي ڪن سياستدانن اسان ٻنهي جا نالا ڪيرائي ورتا.

بهرحال ڪيترن مجلسن ۽ مشاعرن ۽ ٻين سوسائٽين ۾ مان ميمبر طور وڃي پنهنجي ٿوري گهڻي لياقت موجب خدمتون انجام ڏنيون.

خير! الحمدلله جو ڪم مهيني جون ١٩٧١ع ۾ هٿ ۾ ڪنيو هوم سو اڄ تاريخ پنجين شوال المڪرم ١٣٩٥ هجري مطابق تاريخ ٨ آڪٽوبر ١٩٧٥ع تي آڻي ختم ڪيو. هن بعد ڏسجي تہ زندگي ڪيترو ٿي وفا ڪري پينشن تي لهنديءَ اڄ تقريباً ويهہ سال اچي ٿيا آهن. وڏيڪ رب پاڪ ڪيتري مهلت ٿو ڏئي جو بندي کان مخفي آهي. سيني دوستن ۽ احبابن کان دعا جو طالب آهيان حياتيءَ تي ڪو بہ ڀروسو ڪونهي. هن بعد لکڻ پڙهڻ جي ڪم کان هميشہ موڪلايان ٿو. هي آخري ڪاوش هئي جا مڪمل ڪري ناظرين ڪرام جي خدمت ۾ پيش ڪئي اٿم.

ڪيا ڀروسہ زندگاني کا
آدمي بلبلا هي پاني کا

جيڪڏهن وڌيڪ حياتيءَ وفا ڪئي تہ عادتاً ڪجهہ نہ ڪجهہ پيو ڪندس ورنہ.

رو مين هي رخش عمر کهان ديکهتي تهي
ني هاتهہ باگ پہ نہ پا هي رقاب مين

والسلام محمد اسماعيل عرساڻي
خادم ادب

# شخصيت جي هڪ جهلڪ

**حياتيءَ** ۾ لاهيون چاڙهيون هر ڪنهن تي اچن ٿيون. مگر زماني جي حوادث جو اثر مٿس پيل محسوس نٿو ٿئي. سندس طبع جي شوخي ۽ انفرادي رنگ ۾ ڪڏهن به فرق نہ آيو آهي. سندس روپ سادو سودو تڪلفات کان عاري عمل کرو ۽ صاف. ڪڻڪائون سفيدي مائل ڪليل رنگ پهلودار سهڻو چهرو نوڪيدار ڪاڏيءَ تي وريل. منهن تي ڏگهو نڪ آويزان. جنهن جي چوٽيءَ ناس وٽان ٿلهي ۽ موڪري. پورا ناسي اکين جا تارا. سنهآ چپ. مٿي جي وارن جي هميشہ کان انگريزي ڪٽ پيشانيءَ مٿان مٿي جي پاسن کان وار ڇٽيل رکو وچ مان اُڀي سينڌ نڪتل. ان ڪري پيشاني اُڀي نظر اچي. سدائين ڪلين شيو ڪيل. نڪ هيٺان وارن جي ننڍڙي چونڪڙي جيڪا مڇ جي نشاني طور ڇڏيل آهي. ان جا وار بہ ڇڊا ڪتريل. رکو غور سان ڏسڻ بعد اُها مڇ پاٽبي آهي.

وڏي عمر ۾ طبيعت لاغر ٿيڻ تہ هڪ قدرتي ڳالهہ آهي پر سندس ڊيل ڊول هميشہ کان رعبائتو. قدمامت البت ڏگهي، جنهن کي سروقد چئجي. بدن جو لائيرو پر چُڙڪ ۽ ڦڙتيلو عملداريءَ جي وقت ۾، پتلون، ڪوٽ هٽ ۽ انگريزي ناٽ سان ناءِ زيب تن ڪندو هو. پلي تہ گهڻن آفيسرن ۾ بيٺل هجي، پر سيني کان ڪڙو تڙو. سندس شخصيت پري کان ئي پڌري. خانگي ڪم ڪار ۽ ٻاهر نڪرڻ مهل بہ هلڪي ۽ چوڙي ڏيڍ تختي سلوار. قميض جي مٿان نسر جي هلڪي رنگ جو ڪوٽ ۽ جناح ڪيپ ضرور پاتل هوندس. ۽ پوءِ جڏهن لڪڻ لوڏيندو ٻاهر نڪرندو هو، تہ سندس چال بہ ڏسڻ وٽان هوندي هئي!

سندس رفيقہ حيات اڄا جوان سال هئي، مگر هوءَ زنده ناهي. تڏهن بہ هن جي ولولن کي لوڏو آيل محسوس نٿو ٿئي. ڪنهن مفڪر ڪهڙو نہ سهڻو قول چيو آهي تہ "انسان ڪڏهن بہ پوڙهو ڪو نہ ٿيندو آهي، اُهي تہ ٻيا ماڻهو ڪيس پوڙهو چوندا رهن ٿا. ورنہ جذبن جي لحاظ کان تہ هُو سدائين جوان هوندو آهي." هن جي زندگيءَ جا شب و روز نهايت اطمينان ۽ سڪون سان گذرن پيا. پيرسنيءَ ۾ ڪين عدالت. ضعيفائي ۽ نظر جي ڪوتاهيءَ جي شڪايت آهي. مگر گفتار توڙي انداز معمول مطابق ڏسڻ ۾ ايندو ۽ ساڻس ملندڙ کي ڪا بہ ڳالهہ غير معمولي ڪا نہ لڳائيندي. هو خوش ذُوق ۽ خوش مزاج رهي ٿو. عمر روان ۾ وقت سان آزاد خيال نين ڳالهين کي سرهائي سان قبوليندڙ ۽ تبديلي کي سهسائي ڇڏيندڙ!

عرساڻي صاحب: خاڪي مان ورتل.



**محمد اسماعيل عرساڻي** ولد محمد هاشم عرساڻي سن17 سيپٽمبر 1906ع هالا نوان ۾ ڄائو. 1924ع ۾ هيرانند اڪيڊميءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. ڳوٺ جي هندن توڙي مسلمان شاگردن مان پهرين ڪيس اهو اعزاز نصيب ٿيو. انٽر علي ڳڙهه يونيورسٽي ۽ بي اي، بي. ٽي جي تعليم ڪراچيءَ جي ڪاليجن مان مڪمل ڪيائين. 1935ع ۾ ايڊيوڪيشنل سپروائيزر جي حيثيت سان ملازمت جو آغاز ڪيو ۽ 1966ع ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر آف ايڊيوڪيشن جي عهدي تان رٽاير ڪيائين. سندس اولين تخليق "بدنصيب ٿري" ڊراما آهي. جنهن ڪيس گهڻي شهرت ڏني. هن کي سرڪاري انعام سان نوازيو ويو. 1940ع ۾ ان جو پهريون ايڊيشن ڇپيو. هيلتائين ان جا اٽڪل ويهه عدد ڇاپا نڪري چڪا آهن. ان ڪانسواءِ سير ريگستان، نقش عمل، خيال خاطر، سنڌي سڀاجهڙا، وتايو فقير، نياريون وٿون ۽ سنڌ جا شڪار وغيره سندس مشهور تصنيفون آهن.

هن جو نالو، سنڌ جي تعليمي ۽ ادبي حلقن ۾ گهڻو هاڪاريل آهي، سندس شخصيت هڪ ڊرامانگار، مضمون نويس، زباندان، نصاب نويس، تعليمي ماهر ۽ پنهنجي وقت جي هڪ برجستہ عملدار ۽ هڏ ڏوڪي آفيسر جي حيثيت سان ساري سنڌ ۾ شناسائي رکي ٿي. خاص ڪري سنڌي درسيات ۽ نصاب کي وڏي معيار تي رسائڻ ۽ بنيادي تعليم پڪيڙڻ ۾ سندس پورهئي جو نچوڙ شامل آهي.

Design by: M.Sagar
Al-Razaque Computer Hyd: 0333-2634650

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آس رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ به مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نه آهي.

ڪوشش اها هوندي ته پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي ته ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي به ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو به مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو ته ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو به لاڳاپو نه هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪالهہ ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪالهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)